# ساميءَ جا سلوڪ

(ٽني ڀاڱا مڪمل لغت سميت)




پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي

# سامي ءَ جا سلوڪ

[ٽئي ڀاڱا - سامي لغت سميت]

ترتيب ڏيندڙ

**پروفيسر بي. ايڇ. ٻاگراڻي**

ترتيب لغت

**گل محمد ٽنيو**

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2000ع

Roshni Book No. 168

ڪتاب جو نالو: ساميءَ جا سلوڪ
ترتيب: پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻي

ڇاپو ٽيون: © روشني 2000ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

قيمت: 180.00 رپيا

# SAMI'A JA SULOK'A

[(Poetical works by Sami (1743-1850 A.D)]

Translated by: Prof. B.H. Nagrani
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer, Hyderabad
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publication Kandiaro

3rd Edition © Roshni 2000

# فهرست

**ڀاڱو ٽيون**

# ٻه اکر

اُپنيشد جو واکيه آهي ته هزار سال هڪ ٽنگ تي بيهي، جيڪڏهن ڪو تپسوي ويهي تپسيا ڪري، ته ٻه اُها اُن ڏياني جي ڏيان يوگ برابر هرگز نه ٿيندي، جو ڏياني، اُن عرصي جو فقط سورهون حصو ڏيان ۾ صرف ڪري ٿو. پل ته پنڊت هزار سال وينو شاستر اڀياس ڪري، پر اُهو اڀياس، ڏيان بنان، ڪيس گيان ۽ گيان واريءَ وستوءَ جي ٻُوجهه نه ڏيندو.

اُهو ڏيان ڪهڙو هئڻ گهرجي، ڪيئن ڪجي، من جو مَيل ڪيئن اُتري، ڪهڙي چشمي ۾ سنان ڪرڻ سان جيو پوتر ٿئي ٿو، ڪهڙي چُڪي جي چَشڪي سان بحر ڪپاٽ ڪُلن ٿا ۽ ناسي ابناسي بڻجيو پوي، اهڙي امبرت سرَ ڳولڻ ۽ لوڪن کي ٻڌائڻ لاءِ تن ڌرمشت جيوَن، ڪجهه سال اڳي، شڪارپور جي شهر ۾ پهه ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ته ساميءَ جا سلوڪ مڪمل روپ ۾ ڇپائي، اُهو ڪم ڏيندا. اُهي صاحب هئا، ڀائي پرمانند صاحب يوگ پنڊار وارو، سيٺ ماڌو داس ميندو ۽ سرڳواسي پروفيسر شيوارام ڦيروائي، جنهن جي علميت ۽ وسيع دماغي ڄاڻ جهڙا صاحب سنڌ ۾ ڪي ٿورا ٿيا آهن.

هر هفتي هو پرمانند يوگ پنڊار ۾ ملندا هئا ۽ سامي صاحب جي سلوڪن جو گرمکيءَ ۾ ڇاپو، جو لاهور ۾ ڇپيو هو ۽ جنهن ۾ 25 سؤ سلوڪ هئا، اهو ڪٽي، چٽڪيون ڪٽي، مضمونن آهر هٽندا هئا. تان جو ملڪ جي ورهاڱي اچي منهن ڪڍيو. ٽڪڙي لڏپلاڻ ٿي، پروفيسر ڦيروائي پڻ هندستان ويو، ۽ سنڌن گرمکي چانٽيل چٽڪيون سندس گهر ۾ ئي رهجي ويئون. سڀ بيٺل ۽ برڪ ڪم ڪندڙ سنڌ ڇڏي ويا هئا. مان اُن وقت شڪارپور ۾ هوس. پروفيسر ڦيروائيءَ اُن ڪري مون کي لکيو ته ڪنهن به دستور اسان جا چانٽيل سلوڪ هٿ ڪر! موه اُهي هڪ دٻي ۾ بند ٿيل ڏنا، جو ڪٽي پاڻ وٽ رکيم. عيسوي سال اوڻيهه سؤ پنجاهه جي شروع ۾، جڏهن پاڪستان سرڪار، ٽيون دفعو مون کي جلاوطن ڪري، سنڌ جي وٽن ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو، تڏهن هندستان ۾ اُهو دٻو ڪٽي آيس. پروفيسر ڦيروائي اُن وقت ڏاري، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو ۽ سيٺ ماڌوداس ميندو بئنگلور ۽ ڀائي پرمانند هردوار

۾ هئا. چٽ چاهيو ته اُهو ساميءَ جي سالوڪن وارو امبرت سرُ نئين ڍنگ ۾ لوڪن اڳيان رکجي. جي اها امانت مون وٽ نه هجي ها، ته هوندءِ مون کي اهڙو ويچار ئي نه اچي ها. ڪن سڄڻن، جهڙوڪ شري ڏرمداس بجلانيءَ ۽ سيٺ پرسرام پارومل سان جڏهن صلاح ڪيم، تڏهن اُنهن کي پڻ اها ڳالهه وڻي ۽ هر طرح مون کي همٿايائون.

ڏبي ڪولڻ سان مون کي معلوم ٿيو ته ڇاپيل سلوڪ، جي ڪتابن جي صورت ۾ هئا، اُنهن مان هڪڙو ڪتاب هوئي ڪونه. خود سلوڪ به فقط ڇاپيل هئا ۽ سندن اُچارن وغيره تي اجا ڌيان نه ڏنو ويو هو ۽ نه وري معنيٰ وغيره جو ڪم ڪو هٿ ۾ ڪنيل هو. گرمکي ڇاپي جي اڪيچار چُڪن ۽ سلوڪن جي جدا جدا ڇاپن ۾ مختلف پڙهڻين مون کي مجبور ڪيو ته نئين سر اُهو ڪم هٿ ۾ ڪٽان. جيتوڻيڪ مان مٿين ذڪر ڪيل صاحبن جي مضمونن جي چونڊ سان شامل راءِ هوس، پر سندن ڇانٽ ۽ جنهن نموني ۾ اُهي سلوڪ ڏنا ويا هئا، تنهن سان نه. هرهڪ سلوڪ اِن ڪري نئين سر ڪٽي، جدا جدا ڇاپن ۾ اهو پيٽي، اُن جي پڙهڻي پنهنجي چوڻيءَ ٻُڌيءَ آهر درست ڪئي اٿم ۽ ڪوشش ڪئي اٿم ته صحيح ڇاپو عام جي اڳيان رکان.

مون کي هِن ڪم ۾ ٻن قسمن جي مدد ملي آهي. هڪڙي ڪتابن جي، ٻي پئسن جي. سامي صاحب جي سلوڪن جا سنڌيءَ ۽ گرمکيءَ ۾ جدا جدا ڇاپا مون کي شڪارپور جي مشهور ڪتابيءَ، سرڳواسي پوڪرداس ٿانورداس جي سپاتر پُٽر شري پوجراج صاحب، ميسر ڪري ڏنا آهن، جنهن لاءِ مان هن صاحب جو تهه دل شڪر گذار آهيان. آءٌ ٿورائتو آهيان پروفيسر ڊاڪٽر واگهه، فلاسافي پروفيسر، ڪشنچند چيلارام ڪاليج جو، جنهن سان وقت بوقت ويدانت نسبت پئي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي اٿم. هن صاحب چڱي ڪارائتي ويدانت نسبت ڄاڻ ڏانهن پئي منهنجو ڌيان ڇڪايو آهي ۽ مون کي اها ميسر ڪري ڏني آهي.

سيٺ پرمانند سگني مل پنهنجي عملي شڌ ڀاونائن سان پڻ منهنجي همت افزائي ڪري، پاڻ کي ڌنيواد جو ڀاڳي بڻايو آهي.

ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سمورو خرچ سرڳواسي سيٺ نارائڻداس لُلي جي سپاتر پٽرن - سيٺ گرڌاريداس، سيٺ جمناداس، سيٺ دوارڪاداس، سيٺ رامچند، ڊاڪٽر ڀڳوانداس، سيٺ لڪميچند، سيٺ

پرسرام، پاڻ ني همورا ڪيو آهي، ۽ پنهنجي ڌرماتما پتا جي ٽمن هيءُ ڪتاب ڇپائي، سنڌي جاتيءَ جي شيوا ڪئي آهي. سرڳواسي سيٺ صاحب جو پنهنجي جيوت ۾ ساڌ سنگت ڏي گهڻو لاڙو هو ۽ اهو رام رس سديو وٺندا هئا. سندس پٽرن پڻ ان ڪري ساميءَ جي سلوڪن ڇپائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتي آهي. منهنجي من جي اها ڀاونا هئي ته سندن پئسا ۽ منهنجي محنت ڪا دائما صورت وٺي، اُن ڪري هڪ ٽرسٽ ڪڙو ڪيو پيو وڃي، جنهن نسبت قاعدي جا قدم کڻجي رهيا آهن. ٽرسٽ جو مکيہ مقصد ۽ مراد ٿيندي ته سنڌ جي سنتن ۽ ساڌن جي باڻي ڇپائي لوڪن اڳيان رکجي. ساميءَ جي سلوڪن جا اڃا ٻيا به ڀاڱا نڪرڻا آهن. انهن کان سواءِ نانڪ يوسف، روحل فقير، دلپت ۽ ٻين جو ڪلام پڻ ڇپائڻو آهي.

ڏٺيءَ در وينتي اٿم ته "سپاجها سائين پلُ ۽ ٻُڌي ڏي ته جنهن ڀاونا سان هيءُ ڪم شروع ڪيو ويو آهي، اُهو انهيءَ ئي ڀاوَ سان هلندو هلي ۽ اُن دواران هند ۽ سنڌ جي سنڌين جي شيوا ٿئي." مون کي اميد آهي ته سنڌي جاتي اُن جي پنيرائي ڪري، هيءُ ڪاريہ اڳتي لاءِ پڻ سوڀارو ڪندي.

بي. ايچ. ناگراڻي

بمبئي
15 جون 1955ع

#ساميءَ جي سلوڪن جو تاتپرج

هن جهان ۾ اسان جا پنج دشمن آهن، جن جهڙا ٻلوان دشمن پيا ڪي ڪينهن. سندن نالا مشهور آهن، پر سندن نشان ڪن ٿورن کي معلوم آهن. ڪو آدمي ڪونهي، جو اُنهن کي ظاهر ڦِٽ لعنت نٿو ڪري، پر ڪو ورلي آهي، جو اُنهن مان هڪڙي نه ٻئي کي اندر ۾ نٿو سانڍي. اُنهن دشمنن سان اڪثر جيترو اسان جو پيار آهي تيترو پنهنجن ٻارن سان ڪونهي. پر تڏهن به جيڪڏهن اسان ڪان ڪو پڇي ته "آهي توهان جا دشمن آهن يا نه؟" ته جيڪر ڪڏهن ڪين چئون، "نه!" اُنهن دشمنن بابت ڄاڻ به اٿئون، پر تڏهن به اڄاڻ آهيون. اُنهن کي نڪي سپاهه آهي نڪي توبخانو، پر تڏهن به حاڪمن ڪان هو وڌيڪ محڪم آهن ۽ حاڪم خود سندن محڪوم آهن. اُهي آهن دشمن، جن کي مات ڪرڻ لاءِ شرتيون ۽ سمرتيون، قرآن ۽ انجيل، سڀ نازل ٿيا. وياس ۽ والميڪي، ٻڌ ۽ زردشت، موسيٰ ۽ عيسيٰ، ڪانفيوشس ۽ حضرت محمد، پيغمبر ۽ ڪَوِيسَرَ انهن دشمنن کي دفع ڪرڻ لاءِ جاڳيا. پر دشمن اڄ ڏينهن تائين اسان تي غالب آهن. اُهي نه رڳو اسان جن هردن (دلين) ۾ پاتاري پائي ويٺا آهن، پر اسان جي سڄڻن ۽ اسان جي ديوتائن جون شڪليون ونئي، سڀ شيوا ۽ پوڄا پاڻ ڏي ڇڪيو وٺن. اُنهن پريتن کي ڪيڻ لاءِ ڪيترائي منتر پيا آهن، پر اُنهن دشمنن سان اسان جي اهڙي پريت لڳي ويئي آهي، جو منتر ساڌڻ جو ڪوبه پڪو پهه اسان ڪان بلڪل نٿو اُجهي. مانڪ ديهه جو مطلب هاٿي آهي اُنهن دشمنن جي غلاميءَ نه جيئن سامي چوي ٿو "ڪال ڪاٽي اڪال ٿيڻ" ، ڪال ته تندرستيءَ ۾ اسان جي خواب و خيال ۾ ڪونهي ۽ فقط جڏهين ڪا وڏي آفت يا پيڙا اسان تي پوي ٿي، تڏهين دشمنن جي دشمنيءَ جي ڪا اسان کي ڪل پوي ٿي. اهڙي وقت ڪام جو نشو لهيو وڃي، اهڙي وقت ڪروڌ جي ڦهري وڪ گهٽجيو پوي، اهڙي وقت لوڀ ماڪيءَ جهڙو منو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، اهڙي وقت سنسار جي موهه جي اورٿائي پروڙجي ٿي، ۽ اهڙي وقت اهنڪار جي اونده جا پردا ڪريو پون. اهڙي وقت اهي پنج ڀوت اسان جا سچا ويري نڪري نروار ٿين ٿا ۽ اهڙي وقت ڀڳوان جو نالو اسان جي زبان تي اچي ٿو ۽ ستگروءَ جي محتاجي ٿئي ٿي. اهڙو

روڳ ئي پلو جنهن ۾ اسان جو سچو حبيب قريب ٿئي، اُها تندرستي گهوري، جنهن ۾ هو دور رهي. اهڙو روڳ درحقيقت مرض آهي. اُنهيءَ مرض جي دوا ساميءَ جي چوڻ موجب ساڌ سنگت آهي ۽ ساڌ سنگت جي معنيٰ اها ناهي، ته انهن جي سنگت، جي پاڻ کي ساڌ سڏائين يا پنج پئسا پنن، پر انهن جي جن کي ست ڪرم، سيل، سنتوک، نرويريا، شيوا، ديا ۽ ڌرم آهي. ساڌو اُهي آهن، جي پاڻي ۾ پنا رهن، جي جڳت کي جوٺ سمجهن، ڪايا ۽ مايا جي موهه ۾ غلطان نه رهن، ۽ جي ڪلپت کي ڪٽي سنگسار ڪري ڇڏين. ساڌو اُهي آهن جن جي من ۾ رمتا رام سدائين وسي ئي وسي، جن کي نوش ۽ نيش، نشيب ۽ فراز، رنج ۽ راحت سڀ سمان آهن، ۽ جي سروپ تان ائين قربان آهن جيئن چڪور چنڊ تان ۽ پتنگ روشنائيءَ تان. تاتپرج هي آهي ته ساڌو اهي جن جو ڏن آتم ڏن ۽ جن جو گيان آتم گيان آهي. ڪوبه انڪار نه ڪندو ته اهوئي ڏن اتم آهي، اهوئي گيان اتم آهي.

پر دشمن کي ناس ڪرڻ هڪڙي ڳالهه آهي، دوست هٿ ڪرڻ ٻي. ساڌ سنگت ڪرڻ هڪڙي ڳالهه آهي، ساڌو ٿيڻ ٻي ڳالهه. ساڌ سنگت ڪري من جا پوت ڪڏي سگهجن ٿا، پر ساڌو ٿيڻ ڪان سواءِ سائين نٿو ملي، ڪي ائين پيا سمجهن ته ساڌو اُهي آهن جن جهان کي ڇڏي فقيريءَ جي جهولي پاتي آهي. پر جهان جي ڪڏن ڪوبن، چڪُن ۽ ترڪٽين جي جنهن کي اُزمائش نه هوندي، تنهن کي سچي لنؤ ڪڏهين نه لڳندي. جو لهرن جو لحاظ ڪندو سو ترڻ مور نه سڪندو. جو دنيا جي هَوَسن سان نه لڙندو، تنهن کي سورمو ڪير چوندو؟ جو ڏکن ڏاڪڙن ڪان گيدي ٿي ڀڄندو، تنهن کي آسماني واهر جي کهڙي خبر پوندي. سڀ ڪنهن جي آتما تي ڳرو قرض آهي ۽ اهو قرض لاهڻ مٿس فرض آهي. وجهن پنيان وجهه، اشارن پنيان اشارا اسان کي ملن ٿا، ٻر قرض ۽ فرض جي اسان کي ڪا يادگيري نٿي اچي. شاهوڪار نٿو سمجهي ته قرضي آهيان. عالم نٿو سمجهي ته قرضي آهيان، ٻئي بيقرض بيغرض بيفرض آهن. نٿا سمجهن ته مٿن مسڪينن ۽ نادانن ڪان وڌيڪ قرض آهي ۽ وڌيڪ جوابداري. نٿا سمجهن ته نوڪر آهن، نه خاوند، ته ڏن وٽن ڏراوت طور آهي چڱن ڪمن ڪرڻ لاءِ ۽ نه پنهنجي تن پروريءَ ۽ پنهنجي سرخروئيءَ لاءِ. ساميءَ جي سلوڪن جو گهڻو زور آهي ممتا مارڻ تي، پر ممتا ڪيئن مرندي، جي اسين پاڻ کي وڏا پدارٿ ڪري سمجهنداسين ۽

جيڪي ڪي اسان کي آهي - حواس ۽ عضوا، مال ۽ ملڪيت، عقل ۽ علم، هنر ۽ هوش - سو پنهنجو ڪري سمجهنداسين ۽ نہ اسان جي خاوند جو. هردم جڏهن اسين اهڙي ويساهہ گهاتي ڪنداسين، تہ پوءِ اسان جي پڇاڙي ڪهڙي ٿيندي؟ هينئر تہ چڱي جوڻ اٿئون، پر جي انهيءَ جوڻ ۾ ڏٽي پنهنجو وساري ڇڏينداسون ۽ ڪافر نعمت ٿينداسون تہ آخر اسان جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ ماڻهن انساني حسن تي اکين ڇڪن ٿي، سوين گهمرا ساهہ ڇڏيو آهي، پر جنهن ڏٽيءَ اهڙو انساني حسن ڏاهيو تنهن جي حسن جو اسان کي ڪو خيال نٿو اچي. جيڪڏهن پنهنجي سائينءَ جي سونهن جو ٿورڙي ڪري تصور ڪريون، تہ هن جي خدمت کان جيڪر اسين ڪڏهن آرها نہ ٿيون ۽ پيائيءَ جا پنڌن جيڪر هڪدم ڇڄي پون. مون، آءٌ ۽ منهنجو جيڪر اسان جي مُکون ڪڏهن نہ نڪرن. شاهہ عبداللطيف چيو آهي "سوري جنين سيج مرڻ تن مشاهدو." ساميءَ بہ اهڙا سلوڪ چيا آهن. انهن جو مطلب بہ آهي تہ ڪڙي ۽ قاتل تي ڪرڪڻ نہ گهرجي ۽ پنهنجي ايمان، پرمن، پولائن ۽ ڦُرنن کي قاسي ڏيڻ گهرجي. خوديءَ کان پاڪ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجو من، تن ۽ ڌن ترڪيءَ تي رکي، سائينءَ جي شيوا ۾ تياڳ ڪجي. هيءَ آهي سچي وديا، جنهن جي سامي هيتري ساک ڪري ٿو. اهڙيءَ وديا ڏي شال اسان سيني جو چت مائل ٿئي. انهيءَ وديا موجب سوري سيج آهي، زهر شربت آهي مرض صحت آهي، ڏک سک آهي، غريبي شاهوڪاري آهي. موت حياتي آهي. انهيءَ وديا موجب ڪا بہ شيءِ حڪمت جي نُڪتي بنان نہ آهي، ۽ ڪوبہ حادثو، ڪوبہ اتفاق قاعدي جي قيد کان خارج نہ آهي. انهيءَ وديا موجب ٻين جو خير پنهنجو خير آهي، ٻين جي شيوا پنهنجي شيوا آهي، ۽ پڳوان جي ٻانهپ بادشاهہ جي سلطانيءَ کان وڌيڪ آهي. اهي آهن سبق، جي ويدانت سيکاري ٿي. اهي ساڳيا سبق هن سلوڪن منجهان پُرجهي سگهجن ٿا.

شال اسين سڀ اهي سبق هنڌايون، شال اسان جون رڳون رباب وانگي انهن سان وڄن ۽ اسان جا روح انهن سان رچن.

رشي ڏيارام گدومل

# مايا (الف)

(۱)

اَڻَ هُوندي بازِي، تُنهنجي ڪري سِڌِ ٿِي،
ڪَلِپَتَ جي ڪَلَنڪَ سان، سامي تو ساجي؛
ڪَڍين پانهنجِي پائُهي، تو مِنَتُ موتا جي،
رڙهي ٿِئين راضي، پَٽُ ڏيئِي تون پاڻ کي.

(۲)

ڏَرين ڪوهُ پِيارُ، سامي مايا موهَ سان؟
اَٿي سڀُ اَوِديا سَندو، اَڻ هوندو اِسِرارُ،
جئين نانگُ نوڙيءَ ۾، سِپِني ۾ سَنِسارُ،
ڪَرِ نَہ جيءُ خُوارُ، مِرِگَ تِرِشنا جي جَلَ ۾.

(۳)

مايا پِلائي، وِڌو جيءُ پَرَمَ ۾،
اَڻ هوندي دَرِياهَ ۾، غوطا نِتُ کائي،
سامي ڏِسي ڪينڪي، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُ جاڳائي، تہ جاڳي جُڙي پاڻَ سان.

(۴)

مايا ڀُلائي، وِڏو جيءَ ڀَرَمَ ۾،
پاڻُ پَانهنجو پاڻَ ۾، ويٺو وِڃائي،
سُپَنِي ۾ سامي ڇَئي، ڪوڙَ جَنَمَ پائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، جاڳي ڏِسي ڪِينَڪي.

(۵)

مايا ڀُلائي، وِڏو جيءَ ڀَرَمَ ۾،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، ويٺو وِڃائي،
اَڻَ هوندي دَرِياهَ ۾، غوطا نِتُ کائي،
منهن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(٦)

مايا ڀُلائي، وِڏا جيءَ ڀَرَمَ ۾،
سامي ڏِسي ڪونَڪو، منهن مَڙهيءَ پائي،
جَنهِن کي اَوِديا نِندَ مون، سَتِگُرُ جاڳائي،
سو ويهي وَڃائي، نگارو نِرِٻاڻَ جو.

(٧)

مايا ڀُلائي، وِڏا جيءَ جهانَ جا،
نانا رُوپَ رَچي ڪَري، ويٺا ڏُٺُ ڏاهي،
پاٽووانُو مَتِ ڪي، سَيڪو وَڏائي،
منهن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪونه ڪو.

(٨)

مايا پُلايو، سامي جوڙي جيءَ کي،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڊورڻ ڏهَڪايو،
ڳَتيءَ ليکي ڏکَ جي، سَنسي مَنجهِ آيو،
سَتگُرَ سمجهايو، تَڏِي سَمُجهي سرِ جهيو پاڻ ۾.

(٩)

مايا پُلايو، سامي جيءُ سَروپَ کون،
ديهي مَنِي پاڻَ کي، سَنسي مَنجهِ آيو،
جئين ناريءَ نِندَ ۾، ٻالکُ وِڃايو،
جاڳَي جاڳايو، تَڏِي کٽو کَلپِتَ نَ رهيو.

(١٠)

مايا مَهان پَرِبلُ، جيتِي وَجي نَ جيءَ کون،
وِڌو جنهن جَهانَ ۾، اَڻ هوندو خوفُ خَلَلُ،
اُٺندي وِهَندي نِندَ ۾، سامي ڇڏي نَ ڇَلُ،
کوڙمکُ رَهي اَڇَلُ، جنهن جاڳي ڏِٺو پاڻ کي.

(١١)

مَهان ڇَلُ پَرِبلُ، مايا مَحبوبَنِ جي،
وِڌو جنهن جَهانَ ۾، نانا ڀاءِ خَلَلُ،
سامي چَڙهيو سَڀ کي، اَڻَ هوندو عَمَلُ،
پانهِنجو پاڻَ پَٽَلُ، ڏيئي ويٺا پاڻَ کي.

(١٢)

آهي ڇَلَ پَرِيَلَ، مايا مَحبوبن ِرجي،
جنهن اَڻَ هوندو جوڙي وڌو، نانا ڀاءِ خَلَلُ،
سامي چڙهيو سَبَ کي، اَوِديا جو عَمَلُ،
کو ورِلو ڄَڻَ اَڇَلُ، جو رهي گُرَ گيانِ سان.

(١٣)

مَهان پَرِبَلُ مايا، تَرِي سگهي ڪونَ ڪو،
جَنهن سِدَ، ساڌَڪَ، جوڳي، جَتِي، ڀؤ ۾ ڀُلايا،
مَنِي وِيٺا پاڻَ کي، ڪَلِپِتَ جي ڪايا،
سَتِگُرَ ڇڏايا، سي سامي ڇُٽا ڏُکَ کون.

(١٤)

مَهان پَرِبَلُ جاڻُ، مايا مَحبوبَنِ جي،
سامي سيڪنهين جو، جنهن ڀُلايو پاڻُ،
ساکِي رَهي ساڻُ، سو نَظَرِ اَچي ڪِينَ کي.

(١٥)

ڇَلَ پَرِبَلُ آهي، مايا مَحبوبن ِرجي،
ڏِٺا ٻُڌا ڪِينَڪي، سي وَهَڻَ وَهائي،
وِجهي جارُ ڀَرَمَ جو، ڀَلا ڀُلائي،
پانهنجا ڪِين ڪائي، ڪَنهن جي چَلي ڪانَ ڪا.

(١٦)

سَيوئي سَنسارُ، مايا ڪِيو وَسِ پانهنجي،
خالي ڇڏيائين ڪونَ ڪو، جُوانُ ٻِرڏُء پارُ،
وِجهِي چارُ پَرَمَ جو، ڪِيائين خَلقَ خُوارُ،
ڪو سامي پُرڪُ سَچارُ، جاڳِي ڇُٽي جِنَ ڪون.

(١٧)

سَڀُ سَنسارُ ڇَلِي، مايا ڪِيو وَسِ پانهِنجي،
سامي سُپِيرِينِ جِي، وِيئي راهَ مَلِي،
ٻَلِي ٻَلُ هاري رَهيا، ڪَنهن جي ڪانَ ڇَلي،
جَنهِن ڪي سَچُ پَلي، تَنهن ڪي ڏورؤن ڏنڊَوَتَ ڪَري.

(١٨)

سارو جڳُ انڌو، ٿيو مايا جي موهَ ۾،
وِجهي وِيٺا پاڻَ کي، بنان سَمُجَهه سَنڌو،
ڪو عاشِقُ چڙهيو اُچ تي، ڇاڻِي ڏُورَ ڏَنڌو،
واري ڪَپِتِ ڪَنڌو، سامي مِليو سَروپَ سان.

(١٩)

سارو جڳُ جُهري، تُو مايا ڪارَڻِ مَنَ ۾،
جَنهِن ڪي ڏائِڻِ ڏِينهن ۾، ڦِڪَل سانُ ڦري،
ڪو نيهي نارائِڻَ ڪون، دَرَسَنَ دانُ گُهري،
پَرِچي پِريمَ پُري، سامي وِيٺو سَمَ ٿِي.

(٢٠)

سارِي وِسُ لُٽِي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪَنهن کي ڇَڏِي ڪِينَڪي، بنا ڏَنگ ڏِٺِي،
ڪو نيهي وِيُس نِڪري ڪيري ڪَلپ ڪَٽِي،
سامي پِيو ڇُٽِي، جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ کون.

(٢١)

ڪَئي خَلِقَ اَنڌي مايا موهَ مَمَتَ سان،
مِرگَ تِرِشنا جي جَلَ ۾ وَجي سَڀَ وَهَندي،
وِرلي ڪَنهن گُرَمکَ لَڌي ڪِرِپا سانُ ڪَنڌي،
بانِيءَ جنهن بَنڌي، پَنج ئي ڪِيا وَسِ پانهِنجي.

(٢٢)

ساري خَلقَ خُوارُ، رَهي مايا مُوهَ ۾،
اُٿندي وِهَندي نِنڊ ۾، ڪَري ڪِينَ قَرارُ،
وِرلو ڪو گُرَمکُ بَچيو، سامي ڇَئي سچارُ،
ڏِنو جَنهن ديدارُ، پانهنجي اکين پانهِنجو.

(٢٣)

مايا سَڀِ موهي، جيءَ ڪَيا وسِ پانهِنجي،
وِڌائين وَلَ چِلَ سان، اَنڌا بَنڌِي ٽوئي،
پَنِي ڏيئي پانَ کي، ڪَنِ هوئي هوئي،
آتَمُ ڏَنُ کوهي، مُورکَ وِيٺا مَتِ ري.

(٢٤)

مايا سَڀِ موهي، جيءَ ڪَيا وَسِ پانهِنجي،
سامي سَنتَ اَچاهَ ڪي، سگهي ڪونہَ جوهي،
وِڏا جنهن ڪوهي، پَنجَئي پَرَ پڪيءَ جا.

(٢٥)

مايا ڪِيا موڳا، سامي جيءَ جَهانَ جا،
هَٿَنِ واتُ ويچارَ ري، اُنـِ جان اوڳا،
جَنِين نہَ جوڳا، تَرِڪَ چِلائِنِ تَنِ تي.

(٢٦)

مايا موهي جڳُ، وِڏو سَڀُ وَهَڻُ ۾،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، بَچو پُرِڪُ اَلڳُ،
جنهن اُلـٽِي پَدَ اَواچَ جو، لِنوَ سان لَڌو ڏڳُ،
سامي ٿيو سَرِ بڳُ، چاهَ مِٽائي چِتَ جي.

(٢٧)

وِڏا سَڀِ ڪيري، مايا جيءَ مَحَلَ مون،
ڇَڏِيائِين ڇَلَ وَلَ سان، حِرِصَ مَنجهہ هيري،
ويٺا مُنهن ڦيري، سامي ڇَڏِي سَروپَ ڪون.

(٢٨)

وِڏا جيءَ لُٽي، مايا سَبِ مَرَمَ ري،
بَڏائين ٻِيائيءَ جي، نوڙيءَ سانُ ڳھٽي،
سَنسي جي سوٽَنِ سان، راتِيون ڏينھَن ڪُٽي،
ڪو وِرلو جَنُ ڇُٽي، جنھن کي سامي مِلي سَتِگُرو.

(٢٩)

وِڏا سَبِ ونگي، مايا جيءَ ممت سان،
ڏاڍي ڏائڻ ڏندرِي، ڪنھن ڪون ڪِينَ سَنگي،
ڪو نيھي وِيُس نِڪري، اَتِڪَلَ سانُ اَڳي،
ٽيئي لوڪَ لَنگھي، سامي وينو سَمَ ٽي.

(٣٠)

تِياڳِي، ويراڳِي، مايا سَبِ مَستانُ ڪِيا،
سامي ڪو وِرلو بَچِيو، گُرمُکُ وَڏَ ڀاڳِي،
ڏِٺو جَنھن جاڳِي، پَنھنجي اکئين پاڻَ کي.

(٣١)

مايا مَڌِ ماتو، سامي سَبُ سنسارُ ٽِي،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، آتَمَ رَنگِ راتو،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، جنھن صاحِبُ سُڃاتو،
واري ڪَٽُ ڪاتو، ڪَڍِيائين ڪَلِپَتَ جو.

(٣٢)

مايا کَسي مَتِ، سامي وَرتي سَبَ جي،
سُپني جي سَنسارَ کي، مورکَ ڄاڻنِ سَتِ،
کوڙن ۾ کو هِڪڙو، عاشقُ ٿيو اُپَرَتِ،
ڄاڳي جُڙيو تَتِ، جتي تون مان نانهِ ڪا.

(٣٣)

مايا ڀُلايا، ڀَوَنِ جيءَ ڀَرَمَ ۾،
مَڃي وِڌا پاڻَ کي، ڪَلپِتَ جِي ڪايا،
اُلٽِي پانهِنجي گهرَ ۾، ڪي عاشِقَ آيا،
جيڪي ڄاڳايا، سامي پورِي ستگُروءَ.

(٣٤)

مايا ڪري غُلامُ، سامي وِڌو سَبَ کي،
ڪو نيهي وِيُس نِڪري، نِروِڪَلپ نِهڪامُ،
لَڌو جنهن گُرگَياتِ سان، اَنيَڪُ آدي ڌامُ،
جنهن ۾ رَمِتا رامُ، سورجَ جان ساکي رَهي.

(٣٥)

ڪِلَ سان مَتِ ڪَسي، مايا وَرتي جيءَ جي،
ڏَوڙِي پنهنجو پاڻهي، ڦاهيءَ مَنجهِ ڦَسي،
تنهن کي ڏِسي ڪِينَڪي، جو حاضُر هَرِ وَسي،
جي سَتِگُرُ راهَ ڏَسي، تہ سکي ڇُٽي سامي چئي.

(٣٦)

مايا جڳتُ لڳي، سامي سارو وَسِ ڪيو،
جَنِ تي سايو سَنتَ جو، تَن کي ڪِينَ لڳي،
هو لَنگهي وَرَ سَراپَ کون، پَهتا پار اڳي،
جِتي جوتِ جڳي، اَٿ ٿي پَهَر اَنيٺِي.

# مايا (ب)

(١)

پَري ڪون پَري، مايا مَحَبوبَنِ جي،
ڪَنهين پاتو ڪينَڪي اَنتُ اُٿانُ ڪَري،
ڪَيسِ گُمُ گيانِ سان، ڪَنهن گيانَوان گهَري،
سامي ڏِسي ٺَري، پانهنجي اکئين پاڻَ ڪي.

(٢)

چَلُ پَرِپَلُ آهي، مايا مَحَبوبَنِ جي،
سامي ڇَڏِيو جَنهن سَڀَ ڪي، ڦاهيءَ مَنجهِ ڦاهي،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَچَ تي، دُنيا گَنوائي،
نَڪِي ڪِي ناهي، نَڪي پَجي پيدَ پَرَمَ سان.

(٣)

ياري پَو ساگَرُ، لَهرون ماري لوڀ جون،
لوڙ ي ٻوڙي لوڪَنِ کي، وِجهي ڪُنَ ڪَهَرُ،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، ڇَڏي موهُ مَڪَرُ،
پورَنُ پَرميسَرُ، سامي ڏِسي سِيتَلُ ٿيو.

(٤)

ڪَئي اَنَ هوندي حَرڪَتَ، مايا خواب خِيالَ جي،
جَنهن ۾ مُنا ڪيترا، مورڪَ ڪَري مَمتَ،
جَنمَنِ مَرَنِ مَتِ ري، پَوَنِ اِتي ڪون اُتَ،
سامِي سَهَنِ دقتَ، جاڳي ڏِسَ نَہ جوتِ ڪي.

(٥)

رولو وِڏو رَن، جُدائيءَ جو جڳَ ۾،
ماري مُنجهائي سَڀَ ڪي، ڏاري نانا وَنَ،
سوتو هَنيسِ سَمَ جو، ڪنهن جاڳي ساڌوجَنَ،
سَمُجهِي ويدَ وَچَنَ، سامي چڙهيو چِٽَ تي.

(٦)

مايا مِڙيئي، رَچيا ناهَ تڳيءَ جا،
ماري مورڪنِ ڪي، ڏائڻِ ڏُکَ ڏيئي،
وِرِلي ڪَنهن گُرمکَ ڪي، سامي سُڌِ پيئي،
لوڪَ پَرَلوڪَ ٻيئي، لَنگهي چڙهيو لڪَ تي.

(٧)

مايا مُنهن ڪاري، ڪَنهن سان نيبه ڪِينَڪي،
سَڀَ ڪي ماري موچڙا، ڏيئي ڏيڪارِي،
سامي بچيو بَلا ڪون، ڪو ڀاڳوانُ ڀاري،
جَنهِن ڪي پِياري، سَتِگُرَ سُرڪي سَچَ جي.

(٨)

اَنـدَنِ ڏي آئـي، مـايا بـٽي مـوهـٽي،
ڦـري ڪـياٺين ڦوڪَ سَڀ، ڏيئي وَڏائي،
سامي سُجاڪَنِ ڪون، پيڳي پَٽُ ڪائي،
ڪَنِ شادي سَدائي، ماتامي ڳُرڳياتِ سان.

(٩)

سَڀَ سان ساڻُ لڳِي، رَهي مايا موهٽي،
سامي سَدائي ڪَري، ٻَڌِي تاهَ تڳِي،
سوتي هَنيسِ سَمَ جي، ڪنهن جو ڳيسَرَ جڳِي،
پَٽِ ڪون اُٿي پڳِي، ڪان ڪان ڪَندي ڪُتيءَ جان.

(١٠)

مايا مچايو، ڪُوڙو ڪيلُ ڪَلپَ جو،
تنهن ۾ ڪَنِ تَدَروپُ ٿِي، مورکَ مَنَ پايو،
وِرِلي ڪَنهن ڳَرَمکَ ڪي، اَنيٺِ ۾ آيو،
سامي سَمايو، جَلَ ٻُپوٽو جَلَ ۾.

(١١)

مايا مَچائِي، ڪوڙي راندِ ڪَلپَ جي،
سَچي ڄاڻي سَڀُ ڪو، ڄاڻي نِتُ ڄائي،
وِرِلي ڪنهن ڳُرَمکَ ڪي، اَنيٺِ ۾ آئي،
سامي سَدائي، اِسٿِتِ رَهي آڪاس جان.

(١٢)

مايا مواسِي، ڪِٺا جيءَ جَهانَ جا،
پِلي پَوَنِ پاٺي، چِتَ ۾ چوراسي،
سامي ڪَٽِي ڪنهن سورمي، ڦُرني جي ڦاسي،
اَلکُ اَبناسي، جاڳي ڏٺو جنهن جوتِ ۾.

(١٣)

مايا مَواسِي، ڪِيا سَڀِ جيءَ جهان جا،
پائي پَوَن پاٺي، ڦُرِني جي ڦاسي،
وِرلو ڪو گُرمُکُ بَچِيو، اُتَمُ اَپياسي،
اَلکُ اَبناسي، سامي ڏِٺو جنهن سَمَ تي.

(١٤)

مايا مَنجه مَستانُ، مورکَ رَهنِ ڪيترا،
ڪالُ نہ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، ڪَشِيو بيٺو ڪانُ،
وَرِتَن ويدَ ويچارَ سان، نيهي نِر اَيمان،
يَڳِتِ ڏِني يڳوان، جن کي پَرچي پانهنجي.

(١٥)

مايا سَڀِ غلامَ، ڪيا جيءَ جَهان جا،
پِتِنِ ڪارَڻ پيٽَ جي، وَڏا ويرَ وَريامَ،
سامي بچيا ڪي سورما، نِروِڪلپَ نهڪامَ،
جَن ڪي رَمتا رامَ، ڏٺو دَرِسَنُ ديهِ ۾.

(١٦)

چوڏهن لوڪَ ڇپي، مايا ڪاڏا موهَ سان،
زورُ تنهين تي جيوَ جو، ڦاٿي ڪين ڦبي،
ماريو تنهن مَنحوس کي، ڪَنهن دَرِدَونَدَ دَبي،
سامي سَڄي ڪَبي، پورنُ ڏِسي پيءَ کي.

(١٧)

مايا موهي مَنُ، موهُو ڪَيو ماڻُنِ کي،
سَدا ڪَن سامي چئي، بنا گيات گَوَنُ،
پَرِچي لَڏو پانهنجو، ڪنهن ويساسيءَ وَطنُ،
ميٺي جَنَمُ مَرَنُ، اِستَٿِ ٿيو آڪاسَ جان.

(١٨)

مايا سَڀ موهِي، خَلقَ پانهجي خيال سان،
ٻُلائي ٻيگونتَ کون، ٻوهُ ڪَري ٻوهي،
سامي ٻَچيو ڪو ساڌَ سَنگِ، عاشقُ اَڏوهي،
ٻوڏَ روپُ ٻوهِي، ڪيٿي جنهن خاموش مون.

(١٩)

مايا مُنجهائي، وِڏا جيءَ وَهَنَ ۾،
سامي سَڀَ کي غيبَ جا، گوتا کارائي،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، مَنَ کي مَنائي،
ڏِئو جاڳائي، ڏِنو جنهن اَنيئِي.

(٢٠)

مايا مُنجهائي، موکي ڪيو ماڙنِ ڪي،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، ويٺا وِچائي،
سامي لَڌو ڪنهن سُورَمي، ساڌوءَ جي سايي،
وَتو سو پائي، جو اَصُلُ هو آد جو.

(٢١)

مايا مُنجهائي، موکي ڪيو ماڙنِ ڪي،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، ويٺا وچائي،
سامي لَڌو ڪنهن سورَمي، ساڌوءَ جي سايي،
آندَرُ اُجلائي، ماڻي سُکُ سَروپَ جو.

(٢٢)

مايا مِٺائي، ڪائي جيءَ خُوارُ ٿِيا،
ڀَوَنِ ڀَوَ ساگَرَ ۾، سامي سَدائي،
وِرلي ڪَنهن گُرمُکَ ڪي، انيئَہِ ۾ آئي،
پانهنجي پَرائِي، تاتِ ميٺي تَڏَ روپُ ٿيو.

(٢٣)

مايا مِٺَر بَٺِي، موهي ماري سَڀَ ڪي،
رولي پانهنجي راج ۾، سدا ساڻُ ڪَٺِي،
سامي بَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سَرِڻي،
گهرَ ۾ گهرَ ڏٺِي، اَچلُ ڏِٺو جنهن آدِ جو.

(٢٤)

مايا ماءُ بَڻي، موهي مُسائي سڀَ کي،
سامي ڪسي سارُڏن، ڪوهَ ۾ وِجهي ڪٽي،
ڪِيس گُمر گيا تِ سان، ڪنهن هَرِجَن هَٿُ هٽي،
گهر ۾ گهرَ ڏٺي، ڏٺو جنهن اَيِدُ ٿِي.

(٢٥)

مايا مَهَتارِي، موهي ماري سڀَ کي،
ڪنهن کي ڇڏي ڪينڪي، ديهي جنهن ڏارِي،
رَهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪو وِرِلو وِيچارِي،
سامي سَنيارِي، جَنهن آدي اَنيڻِ پانهنجِي.

(٢٦)

مايا موهي ماري، سَيني کي سامي چئي،
ٻَوَنِ ٻؤ ساگرَ ۾، ٻلِي ٻلُ هاري،
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، ڏيرَ سَچِي ڏاري،
بيحَدَ ڏٺو ٻاري، ڏيو ڏٺائين ڏيهه ۾.

(٢٧)

مايا مُنهَن ڪارو، موهي ڪَيو ماڙنِ جو،
پائي ٻَوَنِ پاٿهي، ٻُچِيءَ ۾ ٻَارو،
سامي رهي ڪو سورمو، نَيِّ جان نِيارو،
جاڳِي جڳُ سارو، لَئِ ڏٺو جنهن لڪَ ۾.

(٢٨)

مايا بُري بَلاءِ، ڪَنهن کي ڇڏي ڪِينَڪي،
سامي لُٽي سَڀَ کي، ڏيئي حِرِصُ هَواءِ،
تَنهن جو ليکو نانهِ ڪو، جَنهِن کي سَچ سَهاءِ،
صورَتَ سَڀَ ئي جاءِ، ڏسي ڪُلَ عالَمَ ۾.

(٢٩)

ڏورؤن هَٽي ڏنگُ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
مورکَ مُٺا ڪيترا، سامي ڪَري سنگُ،
نِيارو رَهي نَيَ جان، ڪو مَحَبَتي مَلَنگُ،
جَلَ ۾ جَلَ تَرَنگُ، لَئِ ڏِٺو جنهن لکَ سان،

(٣٠)

ڏورؤن هَٽي ڏنگُ، ناري، ڪاري، نانگڻي،
مُنَ رِکَ مُٺا ڪيترا، سامي ڪَري سَنگ،
وِرِلو ڪو گُرَمکُ بَچِيو، نِراڌارُ نِهَنگُ،
بي رَنگيءَ جو رَنگُ، ڏِٺو جَنهن اَپيدُ تي.

(٣١)

ڏِکي ڪَري ڏوتِي، مايا موهي سَڀَ کي،
ڪنهن کي ڇڏي ڪينڪي، ڪَلِڪَلِ ري کوتي،
سامي هَنيسِ سَمَ جي ڪنهن ساڌو جَنَ سوتي،
مُنهنُ موڙي موتي، تَکي نَ تنهن تَدَ رُوپ ڏي.

(٣٢)

ڏاڍي ڏيوالي، مايا ڏائڻ ڏندري،
سامي ڪيو جنهن سڀ ڪي، ڪرپڻ ڪنگالي،
ورلو ڪو گرمک رهي، ڪلڪل ڪون خالي،
لنئن لنئن ۾ لالي، پرتک ڏٺي جنهن پيءُ جي.

(٣٣)

ڏاڍي ڏيوالي، مايا ڏٺي موهڻي،
لٽي ڪيائين لوڪ جو، خزانو خالي،
سامي ڪو سور بچيو، عاشق ابدالي،
پوري گر پالي، ديا جنهن تي درس جي.

(٣٤)

مايا ڪري مڪر، موهي ماري سڀ ڪي،
پنائي پولو ڪري، گهمائي گهر گهر،
اسٿت رهي آڪاس جان، ڪو ساڌو جن سير،
پورن پر ميسر، سامي ڏٺو جنهن سمرٿي.

(٣٥)

مايا ڪري مڪر، مورک موهيا موه سان،
پٽي ڏيئي پاڻ کي، پون پو ساگر،
سامي تريو ساڌ سنگ، ڪو داناه دتر،
پورن پر ميسر، ڏٺو جنهن آڪاس جان.

(٣٦)

مابا ڪَري مَڪَرُ، موهي، ماري، سَڀَ ڪي،
رکي نـَ رَتيءَ جيترو، ڏائڻِ ڪنهن جو ڏَرُ،
سامي بَچيو ڪو سُورمو، سُجاڪو، سُيَرُ،
پُورَن پرميسَرُ، ڏِٺو جنهن آڪاس جان.

(٣٧)

مايا ڪَري مَڪَرُ، موهي ماري سَڀَ ڪي،
رَهي اليپُ اَڪاسَ جان، ڪو نِراسُ نِڏَرُ،
پَرِچي لَڌو جنهن پانهنجو، اَنيئِ آدي گهرُ،
سامي جَري اَجَرُ، مانئي موج مُڪتِ جِي.

(٣٨)

مايا مَڪَرَ ڪَري، موهي ماري سَڀَ ڪي،
سامي رَهي ڪو سورمو، پاپڻِ ڪون پَري،
پيتو جنهن پَرتيتِ سان، پيالو پاڪُ پَري،
سَڀَ ۾ ڏِسي نَري، پانهنجي اکئين پاڻَ ڪي.

(٣٩)

سَڀَ ڪي دِلاسي، لائي مايا موهِي،
ڦُرني ڦاهيءَ ۾ وِجهي، پَلَڪَ نـَ ٽِئي پاسي،
ڪَيَسِ گُم گياتِ سان، ڪنهن نيهيءَ نِراسي،
سامي سَمَ ياسي، جَنهِن ڪي اَنيئِ آتما.

(۴۰)

سَڀ کي رُٺاري، موهي مايا موهڻي
ڀُوائي ڀَوَ سِنڌ ۾، نانا رُوپ ڌاري،
سامي بچيو ڪو سورمو، سَنگرُ سَنڀاري،
بيحدَ ڏِٺو ڀاري، پُورَنُ ڏٺو جنهن پيءُ کي.

(۴۱)

ڦري ڦِڪلَ ساڻُ، سَڀَ کي مايا موهڻي
ڏِڍون ڪارائي لوڀَ جا، ڪَري مَحَبتَ ماڻُ،
رَهي اليپُ اَڪاسَ جان. ڪو سادُوجَن سُجاڻُ،
ڀَلي رکيائين پاڻُ، سامي ڀيدَ ڀَرَمَ کون.

(۴۲)

مايا ڪَيا مَرِ ڪَٽَ، موهي جيءُ جهانَ جا،
ڀَونِ ڀَو ساگرَ ۾، ڳچيءَ پائي ڳَٽَ،
ڪَٿي سَڀ ڪلپنا، سَمُجهي ڪنهن سُيَٽَ،
پائي ڪِميا ڪَٽَ، سامي سُمهيو سَراءِ ۾.

(۴۳)

ڏي نِتُ مايا مارَ، ڪَري زير جيئَنِ کي،
ڀَونِ ڀَو ساگرَ ۾، رُئَنِ زارون زار،
ڪَيَس گُمُ گِيات سان، ڪنهن هَرِجَن هوشيار،
جَنهِن کي سُرت سَنڀارَ، سامي ڏني ستگُروءَ.

(۴۴)

ڪَڏي ڪَليجو، مايا ڏائڻِ سَڀَ جو،
ڪَنهن کون ڪَري ڪِينَڪي، ٻاھِرِ ٻَرَھيجو،
سامي هَنيُس سَچَ جو، ڪنهن نيهيءَ ڪَرَنيجو،
وري جنهن ويجهو، ڏٺو اَنيَئِ آتما.

(۴۵)

مايا ڪَسي مَتِ، موھِيو ڪَيو ماڻُنِ کي،
پوڄن پوڳَ پَرَمَ جا، سامي ڇاڻي سَتِ،
ڪو سُڄاڪو سُورَمو، اُلَٽي ٿيو اُپرَتِ،
تَڪيو ڪَيائين تتِ، جتي آهِ نہ نانءِ ڪا.

(۴٦)

مايا موهي مَتِ، موھِيو ڪيو ماڻُنِ کي،
پِلي پَوَنِ پائُهي، ڪَٽي سانُ ڪَپَتِ،
سامي رَهي سَمَ سَدا، ڪو عاشقُ اِسٿَتِ،
جاڳي شِوُ شَڪَتِ، ڏٺو پاڻَ جهانَ ۾.

(۴٧)

مايا مَتِ مارِي، لوڀائي لوڪَنِ جي،
ڪنيون وَتن خوش ٿِي، خُوراڪَ جي ڪاري،
سَدا ڪَنِ سَمجهَ ري، جَتَنُ اَئُون جاري،
سامي چئني ساري، وِيا وِڃائي آرِجا.

(۴۸)

مايا مَتِ کَسي، سَبَ جي وَتي وَلَ سان،
سامي اَنيَئَہِ آتما، ڏيھون ڏورِ ڏسي،
کُنو کاسائڻ کي، ڪنھن دَردَوَندَ دَسي،
هَرِدمُ ڏِسِي هَسي، پاڻُ ورائي پاڻَ کي.

(۴۹)

سَبَ جي مت ِکَسي، مايا وَتي موہَ سان،
سامي رَمتا رامَ جو، ديرو ڏور ڏسي،
ڪَيسِ سوگهو سَتَ سان، ڪنھن داناہَ دَسي،
هَرِدمُ ڏِسِي هَسي، پاڻُ ورائي پاڻَ کي.

(۵۰)

مايا مَتِ موہِي، موهي ڪَئي ماڙُنِ جي،
پَرِچَنُ جاڳي پاڻَ کي، سَدا قِرَنِ سوہِي،
ماڻي سکُ سَروپَ جو، ڪو جاڳيو جوہِي،
اَنَنُ اَروہِي، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(۵۱)

مايا مَتِ موہِي، موهي ڪَئي ماڙُنِ جي،
پِلي پَوَ ساگرَ ۾، پَوَنِ تي پوہِي،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪو جاڳيو جوہِي،
اَنيَئَہِ اَروہِي، گهِري لَڌو جنھن گهرَ مون.

(۵۲)

مايا مَڏَ ڀَرِي، موهي، مُنجهائي مَت کَسِي،
سامي موهي سَڀَ کي، کَپَٽَ ڪَري ڦِري،
اِهڙي ڪَنهن گُرمُکَ کي پيئي خَبر کَري،
طَمعَ تَڙ تَري، چڙهيو چيتَن چِٽَ تي.

(۵۳)

مايا سَڀُ مَنڊاڻُ، اَڻُ هوندو اُڀو ڪيو،
مورکَ تنهن ۾ مت ري، هَٿَنِ پاڻهنجو پاڻُ،
رَهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪو نيهي نِرباڻُ.
سامي سَچَڻَ ساڻُ، مِلي نِتُ موجان ڪَري.

(۵۴)

مايا مَنجهِ مُنجهي، پِيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرمَ ري، راتيون ڏينهن رُجهي،
سامي ڪَنهن ساڌوءَ جي، اَوِدِيا آگ بُجهي،
جَنهِن کي ڳالهه ڳُجهي، سَتِگُرَ ڏَسِي سَروپَ جي.

(۵۵)

ٻولي ٻُلائي، سَڀَ کي مايا موهِي،
مَت کَسي موکو ڪري، وَهَ ۾ وهائي،
سامي ٻَچو ڪو سورمو، ساڌوءَ جي سايي،
وِيٺو وَڃائي، نگارو نِرباڻَ جو.

(٥٦)

ٻيائيءَ مَجھ ٻوڙي، مايا ڇڏيو ماڙُنِ کي،
سامي ڪَيو جَنھن سَبُ کي، سَمُجھ ڪَسي سُوالي،
ڪو گُرمُک گِياني رَھي، ڪَلِڪَلِ ڪون خالي،
لُٽئن لُٽئن ۾ لالي، پَرِتک ڏِٺي جنھن پيءَ جِي.

(٥٧)

ٻيائيءَ مَنجھ ٻوڙي، مايا ڇَڏِيو ماڙُنِ کي،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، سَدا سرُ ڪوڙي،
ڪو پِريمي لنگھي پار پيو، سامي منھن موڙي،
وِيٺو وَنجُھ ڪوڙي، آدي اَنيئہ گھر ۾.

(٥٨)

ساري وِسُ لُٽِي، مايا موهَ مَمَت سان،
ڪَنھن کي ڇَڏي ڪِينڪي، بنان ڏَبَ ڏُٺِي،
ڪو نيھي ويس نِڪري، ڪيري ڪَلَپَ ڪٺي،
جنھن جي ڳَنڊِ ڇُٽي، سامي پيئي ساڌ سَنگِ.

(٥٩)

ساري وِسُ ٺڳِي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪَنھن کي ڇَڏي ڪينڪي وَتي ساڻُ لَڳِي،
سامي ڪنھن سَھي ڪئي، جوگيسَر جڳي،
تَنھِن ڪون اُٺي پڳِي، مَت ڪَري غَرقُ گِيات ۾.

(٦٠)

ساري وِسُ چَلي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
ڪو وِرِلو ويساسي ٻَچِيو، ٻانيڻُ چئي ٻَلي،
جَنهِن ڪي ڏني سَتگُروءَ، بيحَدَ مَتِ ڀَلي،
رَمِي رامَڪلي، گاوندو وَتي ڳوٺَ ۾.

(٦١)

ساري وِسُ چَلي، مايا موهَ مَمَتِ سانِ،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، ٻانيَنُ ٻَچيو ٻَلي،
جَنهِن ڪي سَتگُرَ سَمُجهَ جي، ڳُجهي ڳالهِ سَلي،
سو رَمِي رامَڪلي، گاوي بيحَدَ باغُ ۾.

(٦٢)

رَنگُ اَپارُ رچو، مايا موهَ مَمَتِ جو،
تنهن ۾ جڳُ تَدَروپُ ٿي، نانا ڀاءِ نَچو،
ڪو ساڌو جَنُ سورَمو، ٻَلا ڪون ٻَچو،
آتمُ سکُ سَچو، سامي ماڻي سَرِبَ ڳتِ.

(٦٣)

مايا رَنگُ رَچو، ڀارِي ڀيدَ ڀَرَمَ جو،
موهي ماري سَبَ ڪي، ڪَري قَولُ ڪَچو،
ڪو سُجاڪو سُورمو، ٻَلا ڪون ٻَچو،
سامي سکُ سَچو، ڳولي لَڌائين ساڌَ سَنگِ.

(٦٤)

مايا موهَ مَئِي، ڪَنهن کي ڇڏي ڪينڪي،
وِجهي ڄار ڀَرمَ جو، سَڀ وِس وُس ڪئي،
سامي ٻچيو ڪو سورمو، ساڌوءَ سَرَنِ پئي،
لوڪ پَرلوڪ ٻئي، لَنگهي چڙهيو لڪ تي.

(٦٥)

جيءَ ڪيا سَڀ زير، مايا موهي مَت سان،
نچائي ناچُوءَ جان، پائي پَرچڻ چير،
کوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو، ساڌو چڙهيو سُمير،
بنا دِقت دير، سامي ڏسي سَروپ کي.

(٦٦)

ڏيئي ڏيکارِي، مويا موهي ماڻهن کي،
سَمُجهه ڪَسي سامي چئي، ڪَري دِل ڪاري،
رَهي اَليپ اُڪاس جان، ڪو ڀاڳوان ڀاري،
جَنهِن کي پياري، سَتگُرُ سُر کي سارَ جي.

(٦٧)

سُپَني سَودائِي، سُپَني ۾ داناهُ تيو،
سُپَني ۾ سُمير ٿئي، سُپَني ۾ رائي،
سُپَني جي سامي چئي، سَڀ رَچنا رَچائي،
جاڳي جدائي، سُپَني سوڌي نـ رَهي.

(٦٨)

حَيرتَ اَئون هاسو، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
سائِي ڦولهي آتما، ڪَنڌُ ڪي پَتاشو،
گِهَٽو ڊُونديِ سون َڪي، مٿيءَ ڪي ڪاسو،
پاڻي پِياسو، سامي رَهي نِتُ نِيرَ جو.

(٦٩)

حَيرتَ اَئون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
مَني وِيٺو پاڻَ ڪي، اَبناسي ناسي،
سَدا پَوي سامي چَئي، چِتَ ۾ چوراسي،
خودِ ري خَلاصي، ڪَري ڪير ڪَرتار جِي.

(٧٠)

حَيرتَ اَئون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
سامي جاڻي پاڻَ ڪي، اَبناسِي ناسِي،
ڪُپِڙيءَ ۾ آڪاسُ پيو، ڦاهيءَ ري ڦاسي،
پاڻِي ۾ پِياسِي، مَري پِپوتو مَتِ ري.

(٧١)

حَيرتَ اَئون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
خاوندُ پنهنجي خيال ۾، پيو ڦاهيءَ ري ڦاسِي،
پَوي نِتُ پِلَنِ جان، گنگا، گيا، ڪاشِي،
خودِ ري خَلاصي، ڪيرُ ڪَري ڪرتارَ جي.

# آوديا (الف)

(١)

هيءَ ڪَنهن لائي آهِ، اَوديا ڏائڻِ جيءَ کي؟
سيوَڪُ ڄاڻي پانهنجو، سَتگُرَ تون سَمُجهاءِ،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڀُلين ڀولي ڀاءِ،
مُنهن مَرُهيءَ ۾ پاءِ، تَہ سِيتَلُ ٿِين سامي چئي.

(٢)

سامي ڪيئن اُٿين، تون اَوديا جي اَيمانَ ۾؟
سکي ڏٺو ڪونہَ ڪو، جَنهِن کي تَپُ چڙهي،
راتيون ڏينهن سَڙي، سو بنان باهِ اَندر ۾.

(٣)

رَنَ وِڌو رولو، جُدائيءَ جو جڳَ ۾،
سامي ڪَيائين سَڀَ کي، ڀِنائي ڀولو،
ڪَنهن گُرمُکَ هَنيسِ گِيانَ جو، غئبي گُليلو،
اَنَ هوندو ڀولو، ميٺي وينو مَنَ مون.

(۴)

هَي هَي مَنجهِ مَرِين، مورکَ مَنَ جي ياءِ ٿو،
پوري پَوندءِ کينکي، توڙي بارَ ڀَرِين،
سَنسي مَنجهِ سامي چئي، ناحقُ کوهُ مَرِين،
سُمجهي سِرِ ڌَرِين، آگيا عَجيبَن جي.

(۵)

وِيا سَبِ لوکَ لُڙي، اَوِديا جي آڙاهَ ۾،
جَنهن مون لَيي نہ هِکڙي، ڦولِئي جَلَ ڦُڙي،
ايها ڳالِهِ سَهي ڪَئي، ڪَنهن جو ڳيسَرَ جُڙي،
جَنهن جي ڳنڍِ ڇُڙي، سُتَه سِڌِ سامي چئي

(٦)

سارو جڳُ پَچي، ٿو اَوديا جي اَهنڪارَ ۾،
جئين باندَرُ بازيگَرَ جي، هَٿَ ۾ نِتَ نچي،
وِرلي ڪنهن گُرمُکَ کي، وِيئي سانتِ اَچي،
جَنهِن کي سَنتَ سَچي، سامي لايو لَکَ ۾.

(٧)

دکي سَبُ سَنسارُ، ڦاٿو اَوِديا ڦاسَ ۾،
سکي وِرلو ساڌُرِس، ڪَڍيو جنهن اَهنڪارُ،
سامي سِرِجَڻهارُ، پائي پَرِچو پاڻَ ۾.

(٨)

بنا ڏرَ ڏري، ٿو جڳتُ سَيوئي جيءَ ۾،
اَڻُ هوندي اَوِديا پُوت کي، سڀي کوندَ کَري،
وِرلي کنهن گُرمکَ کَيو، پَرچي پَٽُ پَري،
سامي ڏسي ٺَري، سَڀُ چِمتڪارُ چيتَنُ جو.

(٩)

سَڀَ جي گهرِ آهي، پِريمَ پَدارٿُ رامَ ڌَنُ،
اَوِديا جيءَ اَنڌا کَيا، وينا وِڃائي،
جيئن راجا نِنڊَ ۾، بيکَ کَري کائي،
سَتِگُر جاڳائي، تہ سکي ٿِئي سامي چئي.

(١٠)

اَوِديا مَنَ رَچي، سا ويڙهي ويئي مَنَ کي،
جئين ڏانورُ تارَ ۾، مَري پاڻَ پَچي،
کو پرِيمي پِيو پَرِتيتِ سان، بَلا کون بَچِي،
جَنهِن کي سَمُجهَ سَچي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(١١)

اَوديا رَچِي مَنَ، پِلِي سُڌُ سَروپَ کون،
سا گهيري ويئي مَنَ کي، اَهڙي ڏائِڻِ رَنَ،
سَمُجهي ڏِسُ هَرِ جَنَ، تون ڏيئي سُرتِ سَروپ کي.

(١٢)

بارِي هِڪَ بِلا، ويڙهي ويٺي سَبَ ڪي،
جوڙي جِيئَنِ ڪي هٽي، ٽِي راتِيون ڏينهن ڪَلا،
موڙي مُنهن مٺيءَ ڪون، ويٺا ڪي وِرَلا،
جَنِ ڪي ڪِيانَ ڪَلا، سامي ڏِٺي سَتِگُروءَ.

(١٣)

اَوِدِيا چنڊالي، ويڙهي ويٺي جيءَ ڪي،
جوڙي وِڌائين واڄَ جِي، اَنَ هوندِي جالِي،
بِرَ... رڄ ڪَسي ڪَري، ڪيائين ڪَنگالي،
وِلايت والي، ڪو ساميءَ تي سايو ڪَري.

(١٤)

اَوِدِيا مَنجهِ آيو، مُورکُ مَني پاڻَ کي،
سَنسي جو سامي چَئي، پُوتُ پُنيءَ لايو،
جِنِين پولي پاڻَ کي، ڦَندَ ري ڦاسايو،
ڏورؤن ڏهَڪايو، نانگُ ڏِسي نوڙيءَ مِ.

(١٥)

ٽِئَڙو جيءُ اَندو، اَوِدِيا مَنجه اَچي ڪَري،
ڏيئي ويٺو پاڻهين، اَڳِيون سک سَندو،
راتيون ڏينهن ڏَندو، سامي رَچي سڪٽو.

(١٦)

ڪَلِپتَ سِدِ ڪيو، اَڻَ هوندو سَنسارُ سَڀُ،
سُپَني ۾ سامي چئي، جيئن نانا روپُ ٿيو،
پاڻَ ڀُلائي پانهنجو، سَنسي مَنجهِ پيو
تَڏِي ڀرَمُ وِيو، جَڏِي جاڳي جُڙيو پاڻَ سان.

(١٧)

اَڻَ هوندو سَنسارُ، ڪَلِپتَ ڪَري سِدِ ٿيو،
جئين سُپني ۾ سِدِ ٿيو، نانا وِدِ وَهنوارُ،
سَمجهي ڏِسُ سامي چئي، ڪَري سُڌُ ويچارُ،
تَہ اَوِديا جو اَهَنڪارُ، مِٽي وَيئي مَنَ مون.

(١٨)

ڪَلِپتَ جي ڪُوڙي، ڇُوت لَڳي هِنَ جيءَ کي،
چاه رکيائين چِتَ ۾، چَمارِي ڇُهڙي،
تنهن وِچايسِ گهرَ جِي، نِجُ نِرمَلَ موڙي،
ڪَڏي اَروڙي، تَہ سڪي ٿِئي سامي چئي.

(١٩)

اَوِديا جو جهولو، ڀاري لَڳو جيءَ کي،
تنهن ڪَلا سَڀ ڪَڏي ڪَري، سامي ڪَيو ڀولو،
اَچي ويُس اکِنِ تي، اڻَ هوندو اولو،
ڀَرَمَ جو ڀولو، مَني وينو پاڻَ ۾.

(٢٠)

اَوِديا اَناڙي، ڪوڙين ڪَيا ڪيترا،
مُنائي مَستانُ ٿيا، سامي سِرُ ڏاڙهي،
لائي ويٺا لوڪَ ۾، طَمعَ جي تاڙي،
ڪَلپِتَ ڪُهاڙي، هَڻن پانهنجِي پاڻ کي.

(٢١)

اَوِديا جيءَ مَنِي، سامي ڪَيو سَرُوپَ ڪون،
ويٺو پانهنجو پاڻهين، آتمُ گيانُ لَٽي،
سُپَني ۾ رُئندو رَهي، وِڌو چورَ ڦَٽي،
ڪَلپِتَ ڪيرُ ڪَٽي، ٻنان جاڳي پانهنجي.

(٢٢)

اَوِديا جو اَهَنڪارُ، ياري لَڳو جيءَ کي،
مَنِي ويٺو پاڻهين، اَڻَ هوندو سَنسارُ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڪَري نہ سُڌُ ويچارُ،
ساڪي سِرجَڻهارُ، سامي ڏِسي ڪينڪي.

(٢٣)

اَوِديا جو اِيمانُ، مِٽِي نہ ڪِرتَ ڪَرَمَ سان،
توڙي سَڀِ ساڌَنَ ڪَري، ڪَٿِي ڪيوَلَ گيانُ،
تَڏِي ٿِئي نِرٻاڻُ، جَڏِي سامي جُڙي سَروپَ سان.

(۲۴)

سدا جيءُ جَلي، تـو اَوِديا جي اَيمانَ ۾،
آتَمُ ڏَنُ ڇڏي ڪَري، تـو بَندي ڪَچ پَلي،
سِياڻو جاڻِي پاڻَ کي، ڪنهن کي ڪِينَ سَلي،
سامي پاڻَ مَلي، تـو مِٿي پانهنجي مُنهن تي.

(۲۵)

جَنهِن جَنهِن ڪَرَمُ ڪِيو، اَوِديا جي اَهَنڪارَ سان،
سو اُتَمُ جاڻي پاڻ کي، ڦاهيءَ مَنجهِ پيو،
دَيا نـَ پالِي جيءَ تي، ڪِيتو ڪَرَمُ وِيو،
اُلٽو اَنڌُ ٿِيو، سَمُجَهَ ري سامِي چئي.

(۲٦)

يُوتُ لڳو آهي، اَوِديا جو هِنَ جِيءَ کي،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، وِيٺو وِڃائي،
اَنَ هوندي سَنسارَ ۾، تـو عَدلُ چلائي،
مُنهن مَرّهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينڪي.

(۲۷)

سَبَ کي نَچائي، تـو اَوِديا يوتُ يَرَمَ جو،
بنا ڦاهيءَ ڦَندَ جي، تـو پَلِ پَلِ پِٽائي،
مَنترُ نـَ مَني ڪنهن جو، رَهيا بَرِي بَلُ لائي،
سَتگُرُ ڇڏائي، تـَ سامي ڇُٽي دُکَ کون.

(٢٨)

ٻاري ڪيپ ٻرهيو، اوديا جو هن جيءَ ڪي،
پَلَ ۾ شاهُ گدا ٿيو، پَلَ ۾ پيرُ پرهيو،
رَهي پنهنجي حالَ ۾، اَنَ ئي پَهَرَ اَڙيو،
سامي اَنَ گهڙيو، نتُ گهاتُ گهڙي آڪاسَ ۾.

(٢٩)

تاءُ تِکو آهي، اَنَ هونديءَ اَوِديا سِندُ جو،
سامي سَڀَ سَنسارَ کي، تپي وَهَ ۾ وهائي،
ڪنهن جي جِلي ڪانَ ڪا، رَهيا ٻلي ٻلُ لائي،
سَتِگُرُ لَنگهائي، سو لَنگهي پارِ پَلڪَ ۾.

(٣٠)

اَوِديا ڦاسائي، جيءَ وِڌا سَڀِ ڦاسَ ۾،
ڳَٽيءَ ليکي ڪون پَري، هَرَ هَرَ چَڪَ پائي،
راتيون ڏينهان نا ڇَڏي، جئين ڪانيءَ گهُنُ ڪائي،
سَتِگُرُ ڇَڏائي، تَ سامي ڇُٽي ڏکَ ڪون.

(٣١)

اَوِديا ٻُلائي، وِڌو جيءُ ڀَرمَ ۾،
پاڻُ پنهنجو پاڻ ۾، وِئڙو وِڃائي،
سامي ڀِڃي سڀ ڪون، ڏکو آڻي مِلائي،
سمجهي سمجهائي، وَني ڏِنو هَٿَ ۾.

(٣٢)

اَوِديا پُلائي، وِڌو جيءَ پَرَمَ ۾،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ڏنگَ ري ڏهڪائي،
اَڻَ هوندي دَرياهَ ۾، غوطا نِتُ کائي،
مُنهُن مَڙهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(٣٣)

اَوِديا رُلائي، ٿي جَنمنِ ۾ هِنَ جيءَ کي،
جئين بازيگرُ باندرَ کي، دَرُ دَرُ پِنائي،
مورکُ ڏِسي ڪِينَڪي منهن مَڙهيءَ پائي،
سَتگُرُ جاڳائي، تَہ سامي ڇُٽي دُکَ کون.

(٣٤)

اَوِديا اُلٽائي، وِڌا جيءَ جَنجالَ ۾،
ڪايا مايا ڪُلَ سان، ويٺا لِنوَ لائي،
سامي ڏِسي ڪونہ ڪو منهن مڙهيءَ پائي،
سَتگُرُ جاڳائي، سو جاڳي ڏسي پاڻ کي.

(٣٥)

اَوِديا جيءَ گُهتِي، بَڌا سَڀِ بندَنَ ۾،
مَنوتِ جي مُکَنِ سان، راتيون ڏينهن ڪُٽي،
کِنِ ڪون اَنڌو ڪَري، آتَمُ ڌَنُ لُٽي،
سامي سو ڇُٽي، جَنهِن کي مِلي سَتِگُرو.

(٣٦)

اَوِديا رَنَ لُٽي، ٽِي خاصُ خزانو سڀَ جو،
جوڙي جيئن کي ٻَنڌي، گهيرٽَ سانءُ گهٽي،
پيادا پَنج ٻَچِي ڪَري، راتيون ڏينهَن ڪُٽي،
ڪو سامي سَنتُ ڇٽي، ڪَري حِمايتَ هَرجي.

(٣٧)

اَوِديا بَندِ ڪِيا، جيءَ سَيئي ڦاسَ ۾،
پِلِي نِجَ سَروپَ ڪون، سَنسي مَنجهِ پيا،
ترِشنا جي دريّاهَ ۾، سامي وَهي ويا،
اَهڙا اَندا ٿيا، جو جاڳي ڏِسن ڪينَڪي.

(٣٨)

سَنسي سَيئي، ڏنگي جيءَ ڏُکي ڪَيا،
اَنءَ هوندي اَوِديا جِي، زَهرُ چڙهي ويئي،
سامي سُڌِ پيئي، اِها جاڳي جَنَ کي.

(٣٩)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، سامي وِڏا جيءَ سَڀ،
چِنتا چاهَ رَسيءَ سان، ويٺا پانءُ وَنگي،
سَگهي ڪونہ لَنگهي، مِرِگَ تِرِشنا جي جَلَ ڪون.

(۴۰)

هنيانءَ ويئي ڪائِي، اَوِديا ڏائڻِ سڀَ جو،
ورلي ڪنهن ڳرَمڪَ ڪون، ٽِي پاسي پَرائِي،
سَمُجهَ مَنجهِ آئِي، سامي جَنهِن کِي سارَ گتِ.

(۴۱)

ڪَنهن ڪون ڪِينَ لَهِي، اَوِديا ڪُلفُ اَندرَ جو،
توڙي تِيرٿَ تَپَ ڪَري، دُکَ بُکَ سڀِ سهي،
تِياڳُ ڪَري گهرَ ٻار جو، غُفا مَنجهِ رَهي،
ساڌوءَ سَرَنِ پئي، تَہ سکي ٽِئِي سامي ڇِئِي.

(۴۲)

ڪُوڙي ڪَلِپَ ڪَري، ٿو وَهِي جيءَ وَهَڻُ ۾،
جِئين سُمِهيو سِپني ۾، نانا روپ ڌَري،
جاڳِي بنا نَہ ٿئِي، اَوِديا پَٽُ پَري،
سامي تَڏِي ٿَري، جَڏِي پَرِچِي ڏِسي پاڻ کِي.

(۴۳)

ڪَلِپِتَ ڪِيا خُوارُ، سَيِي جيءَ جَهانَ جا،
ويهِي پانهنجي گهرَ ۾، ڪَرِنِ ڪِينَ ويچارُ،
ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو، هَرِجَنُ رَهي هوشيارُ،
ڪَيو جنهن دِيدارُ، سامي سُپِيرينِ جو.

(۴۴)

ڪَلِپَتَ ڪروڙِي، ڪَيا جيءَ جَهانَ جا،
سيتَلُ رَهي سُياءَ ۾، ٻانَيڻُ ڪو ٻوڙي،
گُرگمَ جَنهن سُوڙي، ڪَايا ٻَرچي پانهنجي.

(۴۵)

اَوِديا جو اَنتَرالُ، ٻاري ٻيڙو جيءَ ڪي،
ٻُلو پانهنجي گهرَ ڪون، ڪَري خامُ خِيالُ،
مَنِي وينو پانَ ۾، اَنَ هوندو ڪَلِپَتَ ڪالُ،
مِلي سَنتُ دَيالُ، تَہ سامي ڇُٽي ڏُکَ ڪون.

(۴۶)

پانهنجو پانَ رُلي، تو چوراسيءَ ۾ جيءُ هي،
جِئين مِرگهي جَلَ ڪي، ڏِسي مِرگهُ ٻُلي،
تَڏِي ٻَنڌِ کُلي، جَڏِي سامي مِلي سَتگُرو.

(۴۷)

سامي ڪِينَ ڇُٽي، اَوِديا ڦاسَ ڪَرمَ سان،
مِرِگهي جَلُ هَٿَنِ سان، ڪَڏِي ڪِينَ ڪُٽي،
ٻَمَ مون اَنُ نہ نِڪري، توڙي راتيون ڏينهن ڪُٽي،
سَنهجي ڦاسَ ٽُٽي، جي سَمُجهي جُڙي سَروپَ سان.

(۴۸)

سامي ڪينَ ٽُٽي، اَوِديا ڦاسَ ڪَرَمَ سان،
مِرِگهي جَلُ هَٽَنِ سان، ڪَڏي ڪِينَ ڪُٽي،
تَڏي جيءِ ڇُٽي، جَڏي جاڳي ڏِسي جڳديس کي.

(۴۹)

اَوِديا جو اُپاءُ، ڪونهي آتَمَ گيانَ ري،
پُڇي ڪَرِ پَرتيتِ سان، سامي سُدَ سماءُ،
جاڳي اِيشَرُ جيءَ جو، ڪَدُ دِلِ مون دُنيا ياءُ،
آهِڙو دلبرُ داءُ، موٽي اِيندءِ ڪِينَڪي.

(۵۰)

وِديا وِجائي، اَوِديا ڏُکُ اَندرَ جو،
جئين پاٽي باهِ کي، بانيَنَ بُجهائي،
سورجُ لڪائي، سَبِ پَدارَٿَ پَڙِرا.

(۵۱)

وِديا وِجائي، اَوِديا سَبَ اَندرَ جي،
سورج آيو سِرَ تي، ٿي سُتَه صفائي،
جاڳئي جڳُ سپني جو، رَهِيو نَ رائي،
سامي سَمائي، بوندَ وِچي سَرَ سِيرَ ۾.

(٥٢)

اَوِديا سان آئي، ٻيڙي ڪَپَرَ مُنهن ۾،
اَچي مَردُ ملاحُ ٿِيو، سامي سَهائي،
تنهن ڏيئي وَنجھ ويساهَ جا، لُڙَ مون لَنگهائي،
چِنتا چُڪائي، سَيائي اَندرَ جي.

(٥٣)

هَنيو گُرَ چَندبو، يڳو يوتُ يَرَمَ جو،
رَهيو نہ رَتيءَ جيترو، سامي ڪَلِپَ ڪَندبو،
پائي سُکُ سَروپَ جو، تيڙو مَنُ مَندبو،
ڪائِي ڳَڙ ٻَگندِبو، مُشِڪي ڪُشِڪي ڪِيڪي.

(٥٤)

سُپني ۾ هِڪُ سُوتُ، گُروءَ لکايو گيات سان،
ڏِيو باريو گهرَ ۾، يڳو اَوِديا يوتُ،
پَرچي ۾ پَرچي رَهيو، محبتي مضبوطُ،
سِيرَ ڏني ثابوتِ، سَنسي ري سامي چئي.

(٥٥)

هِمتَ سان هَرِجَنَ، دَرِسُ ڏيکاريو دوسَ جو،
ڏِسي منهن محبوبَ جو، کُليا سَڀُ ٻَندَنَ،
پَلَڪَ مَنجھ پورا ٿِيا، سيئي ساڌَنَ،
اَوِديا رَچِي مَنَ، سا مَنَ منجھائون لِڻُ ٿِي.

(٥٦)

اَوِديا مَنجهِ اَڙِيو، سو وِدِيا لايو واٽَ سان،
ڪُسَنگتِ وِڌو پيوَ ۾، سَتِسَنگتِ ڪَري چڙهيو،
مَنَ اُٿيو مَنَ ڪون، سو مَنجهي مَنَ وَڙيو،
سامي اَڻ گهڙِيو، اَهڙو گهاٽُ عَجيبَ جو.

(٥٧)

اَوِديا گَپَ گتو، سو وِدِيا لايو ڏگَ سان،
ڪُسَنگتِ پوڙيو ڪوهَ ۾، سَتِسَنگتِ سان نِڪتو،
ڏُويڪُ وِيو مَنَ مون، تِيو مَنُ اَڇِتو،
سامي ائين رَتو، جئين لوئي رَچي رَنگ ۾.

# اَوديا (ب)

(١)

اَوِديا پُلايو، سامي سَڀَ جيئَنِ کي،
لالَچ جي لَڏونءَ تي، آتَمُ پُلايو،
سَهي ڪَري ڪو سورمو، جو گهمي گهرِ آيو،
پنهنجو پرايو، خيالُ سَڀني خاموشِ ٿيو.

(٢)

اَوِديا جيءَ اَنيڪَ، وِڏا واچَ وَهَڻَ ۾،
گوتا کائِنِ گَنبَ جا، بِنِ وَئراڳ وِويڪَ،
سامي جاڻي سَڀَ ۾، ڪَري اَنوڻِ وِتِريڪَ،
هِرِدي رکي اِڪيڪ، مَوجان ڪَري مُڪتِيون.

(٣)

اَوِديا جيءَ اَپارَ، لوڙهي لَهوارا ڪَيا،
نانا جُونِ جَنَمَ ۾، مُڪَتي کائِنِ مارَ،
لَنگهي چڙهيا لَڪَ تي، سادو جَنَ سَچارَ،
سدا باغَ بَهارَ، سامي رَهنِ سياوَ ۾.

(۴)

اَوِديا جيءَ اَپار، مُنجهائي موڳا ڪَيا،
جاٽِي جُدا پاڻَ کي، مُڪتي ڪائِنِ مار،
ماڻِنِ سکُ سَروپَ جو، ساڌو جَنَ سَچار،
بَٽِيءَ تي هَسوارَ، سَدا رهنِ سامي چئي.

(۵)

اَوِديا سَڀِ عاجِزُ، ڪيا جيءَ جَهانَ جا،
ڪَسي خامَ خيال سان، داناهي ڏيرِجُ،
ڪوڙنِ ۾ ڪَنهن هِڪڙي، ٻوڏيءَ سارِيُس ٻِجُ،
سامي سَمِتا سِجُ، ڏٺو جنهن اَييدُ تي.

(٦)

اَوِديا ڪَري اَنڌيرُ، اَڇادِي آتمَ ڪَلا،
لَڌو لِنوَ سچيءَ سان، ڪنهن پيرانڌُوءَ پيرُ،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي سَمُجَه سَويرُ،
تي نِرَيَٺِ نِرويرُ، ماڻي دَورَ دَرِسَ جِي.

(۷)

اَوِديا منجھ اَڙي، پيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
مَرنِ مَتِ مَرمَ ري، راتيون ڏينهنَ رڙي،
ڪنهين سُجاڪي سُورَمي، ڀڳي ڀَرَمَ گهڙي،
چيتَنَ چِتَ چڙهي، سکِ سُهيو سامي چئي.

(٨)

اَوِديا مَنجھ اَٽِڪِي، پِيا جيءَ جهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، پَوندوءَ جان پَٽڪي،
سامي پِڳي ڪَنهِن سورَمي، مَمِتا جي مَٽِڪي،
لَٽڪِي مَنجھِ لَٽِڪِي، سَهَجِي رَهِيو سَروپَ جِي.

(٩)

ڪَري اوڙِي اوڙِي، اَوِديا نِتُ اَندَنِ ڪي،
مِرِگھ تِرِشنا جي جَلَ ۾، پيڙِي جَنِ ٻوڙِي،
سامي ڏِني ڪنهن ساڌَ سَنگِ، نانگُ نانھِ، نوڙِي،
سَٽِي جَنهن جوڙِي، اِستِتِ رَهي اَڪاسُ جان.

(١٠)

اَوِديا سَڀُ عالمُ، مُنجهائي موڳو ڪَيو،
مَري ڪائِنِ مَتِ ري، نانا جونِ جَنَمُ،
ڪَڏِي اُتَمُ جائِنِ پاڻُ ڪي، ڪَڏِي مَها مَدَمُ،
جاڳِي ڏِسَنِ نه جَمُ، سُپِني جو سامي چئي.

(١١)

اَوِديا سڀ عالم، منجهائي موڳو ڪَيو،
پائي پَوَنِ پاڻَهي، نانا جونِ جَنَمُ،
وِرِلي ڪَنهن گُرمُکَ جو، مِٽيو ڀيدَ ڀَرَمُ،
جَنهِن ڪي راهَ رَسَمُ، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(١٢)

اَوِديا سَبُ عالَمُ، مُنجهائي موڳو ڪَيو،
ڪَنهن وِرلي ويساسيءَ جو، مِٽيو غيرَت غَمُ،
جَنهِن کي ڏِسيو سَتگُروءَ، سامي سارَ سَنجمُ،
دوستَ ٻاجهون دَمُ، خالي ڪَٽي ڪونَ ڪو.

(١٣)

اَوِدياسَبُ عالَمُ، مُنجهائي موڳو ڪَيو،
پائي يَوَنِ پاڻهي، نانا جونِ جَنَمُ،
سامي بَچيو ڪو ساڌَ سَنگِ، نيهي نِرَ ڪَرَمُ،
پورَبُ اَئون پَڇَمُ، ڏِسي ڪونَ اَڪاسَ ۾.

(١٤)

اَوِدياسَبُ عالَمُ، مُنجهائي موڳو ڪيو،
پائي يَوَنِ پاڻهي، نانا جونِ جَنَمُ،
سامي ماڻي سانتِ سکُ، ڪو نيهي نِرگَمُ،
سَدا ساڻُ خَسَمُ، پورَنُ ڏِسي پَرماتَما.

(١٥)

اَوِديا اَحمَقي، موهي جَڏي ماڻُن کي،
جَنمَنِ مَرَنِ پاڻهي، بنا ڏَرَ ڏِکي،
سامي سَنٽي ڪُنهن سورَمي، پَرِچن پِندَ تَکي،
لائي پِريت پَکي، ماڻي سکُ سَروپَ جو.

(١٦)

ڪَلِپَتَ ڪُتي ڇتي، ڏاڙي ڦاڙي ڏندري
سامي ڇڏيائين ڇن ۾، خَلقَ ڪَري خَفتي،
ثابتُ رَهي سَياوَ ۾، ڪو جو ڳيسرُ جَڳتي،
ڳَيرِ جي ڳَتي، ڦَتي ڪَئي جنهن فهمَ سان.

(١٧)

ڪَلِپَتَ ڪُتي ڇتي، ڪَنهن ڪي ڇڏي ڪينڪي،
سامي ڪَيائين سَيَ ڪي، ڪَباني خَفتي،
اِستِتِ رَهي آڪاسَ جان ڪو جوڳيسرُ جڳتي،
ڳَيرِ جي ڳَتي، سَتي وِڌي جَنهن سادِ سنگ.

(١٨)

اَوِديا سِندُ جو اَنتُ، ڪنهين پاتو ڪينَڪي،
لُڙهيا لوبَ لَهرِ ۾، پِير، اَميرُ، مَهنتُ،
لَنگهي چَڙهيو لڪَ تي، ڪو سَجاڪو سَنتُ،
پيدَ بنان پڳونتُ، سامي ڏِٺو جَنهن سَرَبَ گَتِ.

(١٩)

ڏادي ڏيوالي، اَوِديا ڏائڻِ ڏندري،
جَنهن ڦُري سَبِ فقيرَ ڪيا، ڪلڪلِ سان خالي،
سامي ڪو ثابتُ رَهي، عاشقُ آڪالي،
پوري ڳُرَ پالي، ديا جَنهن تي دَرسَ جي.

(٢٠)

اَوِديا چانديو عَقُلُ، بَلُ، اَندَنِ جو،
ڏِسَنِ ڪينَ اکِنِ سان، پَڌَرِ لالُ پيو،
ڪنهن سڄاڪي سُورَمي، ڪارِجُ سِڌِ ڪيو،
ساڌُوءَ سَنگِ ٿيو، سامي جَنهِن ڪي سوجهرو.

(٢١)

ياري پَرَمُ پيو، جُدائيءَ جو جَڳُ ۾.
ماري تَنِ ماڙُن جو، عَقُلُ گُمُ ڪيو،
سامي بَچِي ساڌَ سَنگِ، ڪو وَريامُ وِيو،
بنا ٻوڌ ٻيو، ڏِسي ڪينَ اکِنِ سان.

(٢٢)

اَوِديا جو اَوڪَڌُ، سَتِگُرَ ڏِسيو سِڪَ کي،
پيتائين پَرِتيتِ سان، سامي مَحَبَتَ مَڌُ،
گهرِي لَڌائين گهرَ مون، آدي اَنيئِہِ پَڌُ،
ميٽي دُکُ دَرَدُ، اِسٿَتِ رَهي اَڪاسَ جان.

(٢٣)

اَوِديا جو اَوڪَڌُ، سِتگُرَ ڏِسيو سِڪَ کي،
سامي سَمَ سيتَلُ ٿِيو، ميٽي دُکُ دَرَدُ،
ٻُڌائين ٻِيائيءَ ري، حَدَ ٻَري اَنحَدُ،
پائي پورَنُ پَدُ، مُشڪي ڪُشِڪي ڪينَڪي.

(٢٤)

اَوِدِيا اَنڌارِي، مِٽي نَ سورِجَ سَمَ ري،
توڙي سَڀِ سياڻا مِڙي، ڪَنِ جَتَن جاري،
سَمجهي ڪو سامي چَئي، ياڳوانُ ياري،
بيحَدِ جي ٻاري، پَٽي ڏِٺو جنهن پيءَ ڪي.

(٢٥)

باه اَوِدِيا آءِ، ساڙي سَڀَ سَنسارَ ڪي،
تنهن ڪي وِدِيا جَلَ سان، وارَمَوار ٻُجهاءِ،
صافُ ڪَري سامي چَئي، مَنَ جي مَمَتِ مِٽاءِ،
نَڪِي ڪَڏُ، نَ پاءِ، آدي اَنيئِ پَدَ ۾.

# مورک

(١)

اَمولڪُ آهي، مانکَ ديهي دِبَ رَتَنُ،
ڪَنيون ڪُوڙَ ڪَتَرَ ۾، تو مورڪُ مِلائي،
اَمرِتُ ڇَڏي هَٽَ مون، وِرسي وِکُ ڪائي،
مُنهن مَڙهيءَ پائي. سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(٢)

اَڻَ هوندي راندِ رَچِي، نارائڻَ نانَتَ جِي،
تَنهِن ۾ مُئا ڪيترا، مُورکَ لوڪَ پَچِي،
پاندُ ڪَٽي پَڌِري ڪَئي، ڪَنهِن اَوڌُوتَ اَچِي،
جَنهِن کي سَمُجهَ سَچِي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(٣)

اَودِيا جي اولِي، مُورکَ پاڻُ وِڃائِيو،
چَرِئي جان چيتو ڇَڏي، دَهَ دِسا ڦولي،
ساکي سَمَرَٿُ سارُتو، گهٽَ گهٽَ مَنجه بولي،
سامي پَٽُ کولي، تَنهن کي ڏِسي ڪِينَڪي.

(۴)

اَوِديا پَلالِي، جوڙي ڪِئڙو جيءَ کي،
ويٺو پِيرُ فَقِيرُ ٿي؛ مورکُ مَوالي،
آيو ڇَڏِيائين ڪونَڪو، آسائُو خالي،
سامي سُوالي، پاڻَ گُهمي ٿو پِنِڻو.

(۵)

رَچِي مَنُ خَلَلُ، ڦاهيءَ ڦاٿو پاڻَهِين،
سامي سَمُجهي ڪِينَڪي، مُورکُ مايا ڇَلُ،
سانت نَ پائي مِرگَ جان، ڏِسي مِرِگهي جَلُ،
تَڏِي ٿِئي اَچَلُ، جَڏِي پَرِچِي ڏِسي پاڻَ کي.

(٦)

اَنَ هوندي مايا، اَوِديا ڪَري سِڌِ ٿي،
مَني ويٺو پاڻَهِين، پانهِنجا پَرايا،
سامي ڄاڻي جيءُ سَتِ، ڪَلِپِتَ جي ڪايا،
دَرِخَتَ جي ڇايا، جاڳِي ڏِسي ڪِينَڪي.

(۷)

اَنَ هوندو پولُ پَرَمُ، مُورکَ مَنيو مَتِ ري،
نَ ڪَنهن زورُ ظُلمُ ڪِيو، نَ ڪَنهن لَڄَ شَرَمُ،
نِتُ ڪَلا ڪائي سِرَ تي، رکي نَ مَنِ مَرَمُ،
جي ڪَرِتا ڪَري ڪَرَمُ، تَ سامي ڪا سُڌِ پَوي.

(٨)

گھرَ ۾ رامُ وَسي، ٻاھرِ ڍونڍي جيءَ نِتُ،
پائي مُنهن مَهِرانَ ۾، سامي ڪينَ ڀَسي،
پانهِنجو پاڻَ ڦَسي، تو مورڪُ اَوِديا ڦاسَ ۾.

(٩)

گھر ۾ رامُ رَهِي، مورڪُ ڦولهي ڏهَ دِسا،
جَپَ تَپَ ساڌَنَ جوڳَ ۾، سامي ديھ ڏَهي،
ناحَقُ ڏُکَ سَهي، تو پِنِي ڏيئي پاڻَ کي.

(١٠)

ڀُلي پاڻَ پِرَهي، تو مورکُ ڇُهِڙيءَ چاهَ سان،
گھٽِ وَڌِ ڄاڻِي پاڻَ کي، راتِيون ڏينهنَ پِنِي،
تَڏِي ڇوتِ مِنِي، جَڏِي سامي ملي سَروپَ سان.

(١١)

پَنهنجو پاڻَ مَري، تو مورکُ جيءُ مَنَنَ ۾،
جَئِين ڀولو ڀَرَمَ ۾، ڦاٿو مُٺِ پَري،
جاڳِي اَوِديا نِنڊ مون، ڪَري نَہ ڀَٽُ ڀَري،
سَتِگُرُ مِهرَ ڪَري، تَہ سامي ڇُٽي ڏُکَ کون.

(١٢)

جُيءُ ڪَري ٿو جُٺ، پَلِي پانهجو پاڻ سان،
جِئين ڦاهيءَ ۾ ڦسي، پولو پَري مُٺ،
ڏيئي وينو پُٺ، سامي چئي سَروپَ کِي.

(١٣)

ٻِيائيءَ مَنجهِ ٻُڏِي، مورکَ مُئا ڪيترا،
ڪو سامي ساڌُ لَنگهي پِيو، ڪِرِپا ساڻ ڪُڏِي،
چاڙِهي جَنهن گُرگيات سان، گگَن مَنجهِ گُڏِي،
توڙِي ڪَري لاڏ لُڏِي، تان پِي سيتَل رَهي سَياوَ ۾.

(١٤)

مَنَ مَنجهِ مُنا، گِياني ڏِياني گِرستي،
سُوڙِي راهَ چڙِي ڪَري، پائِن پيرَ پُٺا،
وارون وارِ سَمُجهَ ري، ڪلپَتَ ڪالَ ڪُٺا،
مورکَ رَهَنِ رُنا، سامي سُڌِ سَروپَ ڪون.

(١٥)

لکين جيءَ لُڙهنِ، تا اَڻَ هوندي دَرياهَ ۾،
چِگُو جاڙِي چِتَ ۾، مورکَ ڪِينَ مُڙَنِ،
سامي ڪِئَن چڙَنِ، جي ٻَڌا ڪَلپَتَ پانهِنجيءَ؟

(١٦)

سامِي ڪَلپَتَ ڪالُ، مورڪَ مِنيو پائهين،
نَ ڪنهين ميڙِ منتَ ڪئي، نَ ڪنهين جورُ جَوالُ،
پِلِي سارَ سَروپَ ڪون، دَرِ دَرِ ڪَري سُوالُ،
سَدا رَهي بي حالُ، جاڳي ڏِسي نَ پاڻَ کي.

(١٧)

نانا نِهاري، مُورڪُ مَنَ جي ياءِ تو،
ڇَئي هِڪُ زَبانَ سان، سَڀَ ڪي ڏيکاري،
گهرُ پانهِنجو نَ ڏِسي، سامي سَنياري،
حِرِفَتَ ڪيو هاري، هيرو جَنمُ هَٿَنِ مون.

(١٨)

مُورڪُ وِڪُ ڪائي، تو آتمَ اَمِرتَ کي ڇڏي،
هِيرا لعلَ اَڻَ مُلها، تو رولي وِڃائي،
سامي ڏِسي ڪِينَڪي، مُنهُن مَرَّهيءَ پائي،
هَٿُ ڪَيو هاري، تو مانڪَ ديهِ اَمولَ کي.

(١٩)

صاحِبُ وِساري، جُڙِيو جيءُ جڳَتَ سان،
هِيرا لعلَ اَڻَ مُلها، حِرِفَتَ ڪَيو هاري،
اُلٽي ڏسي ڪِينَڪي، سامي سَنياري،
مُورڪُ تو ماري، پَنهنجي هَٿين پاڻَ کي.

(٢٠)

پانهنجو پاڻَ هَٽي، تہ مُورکُ جهڳو مَتِ ري،
هِيرا لعلَ قِنا ڪَري، تہ ڪَنڪَرَ ڪَچ ڪُٽي،
سامي ڏِسي ڪِينڪي، نَفعو نُقصان ڳُٽي،
تاڙي مَنجهِ تَٽي، تہ ڏانورَ جيان پاڻَ ڪي.

(٢١)

مُورکُ وِچائي، تہ هِيرو جَنَمُ هتَّنِ مون،
مِلِي ساڌَ سَنگَتِ سان، ليکي نہ لائي،
ڏانورَ جِيان پاڻَ ڪي، تہ قُندَ ري قاسائي،
مُنہِن مرّهيءَ پائي، سامي ڏِسي ڪَينَڪي.

(٢٢)

مُورکُ تہ ماري، پَنهِنجي هتّين پاڻَ کي،
لَڳِي مايا موهَ جي، ڪُوڙي لِنوَ لاري،
ڏِسي نہ سارَ سَروپَ کي، سامي سَنياري،
گُپَڙِ مَنجهِ گاري، تہ هِيرا لعلَ اَڻَ مُلها.

(٢٣)

پَنهنجِي پاڻَ پَٽي، تہ مُورکُ پاڙَ مَرَمَ ري،
ساڪان سَنتَنِ جون ٻُڌي، هَٺَ ڪون ڪينَ هَٽي،
مانڪَ ديهِ اَمولَ کي، تہ ساگَرَ مَنجهِ سَٽي،
وَني ڪَچُ مَٽي، تہ ڏيئِي لالَ اڻ مُلها.

(٢۴)

اَٿَ ئي پَهَرَ مَري، ٿو مُورکَ جيءَ مَنَ ۾،
ڄاڻِي سَتَ سَنسارَ کي، ٿو نانا آسَ ڌَري،
ڪايا مايا ڪُلَ جو، گَرَبَ گمان ڪَري،
سامي ڏِسي نَري، مِرگَ تِرِشنا جي جَلَ کي.

(٢٥)

سُپَني جو سَنسارُ، مُورکَ ڄاڻِ سَتِ سَيُ،
ڪايا مايا ڪُلَ سان، پَرِچي ڪَنِ پيارُ،
سامي ڏِسَن نَہ سَمَہَ تي، ساکي سِرِجَنهارُ،
ناحَقُ ٿِئِنِ خُوارُ، ٿا پُلِي پانَ پَرَمَ ۾،

(٢٦)

وِينو مُوڙهُ ڪَري، مايا ڪايا پانهنجي،
بيئي تِيَن نہ ڪَنهِن جون، ناحَقُ جيءَ جَري،
ڪَري ڏِسي ڪِينَکي، اَوِديا پَٽُ پَري،
تَڏي وَرقُ وري، جَڏي سامي مِلي سَتِگُرو.

(٢٧)

ديوي اَئُون ديوا، مُورکَ پُوڄِنِ مَتِ ري،
لائِنِ يوگُ پِرانتِ جو، ڪِيرُ کنڊُ ميوا،
وِرلو ڪو ساڌو ڪَري، سامي سَتُ سيوا،
اَلکُ اَيِيواهِ، پُورَنُ ڏِسي پِريم سان.

(٢٨)

سَمُجھي ڪِينَ سَڙِيو، تہ ڪو آءٌ پاندِيڙو پَندَ جو،
راتِيون ڏينهان ڪَندَ تي، رَهيس ڪالُ چَڙِهيو،
ڳالِهِ نہ مَني ڪَنهن جي، اَوديا مَنجهِ اَڙِيو،
سامي اَنَ گهڙِيو، گهڙِي گهاٽُ اَندرَ ۾.

(٢٩)

مُورکَ ڪِينَ هَٿِي، ڪوڙَ ڪَپَٽَ پَرَپَنچ ڪون،
مانکَ ديهِ اَمولَ کي، تو ساگر مَنجهِ سَٽِي،
توهَرَ لائي گهرَ ۾، سامي اَنبَ پَٽِي،
موتِيُنِ سان مَٽِي، تو وَڃي ڪَچُ ڪَروڙَ جو.

(٣٠)

دَولَتَ بنان دَمُ، ڪوڙا هَٿُنِ ڪيترا،
ڳالِهيون پَدَ اڳمَ جون، سامي ڪَٿُنِ سُگمُ،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو، مُورکَ مَنِ مَرمُ،
جَڏي پوينِ ڪَمُ، تَڏي روئي وِهَنِ راهَ تي.

(٣١)

مُورکَ هَيءَ هَيءَ ڪَنِ، مايا ڪارَڻِ مَنَ ۾،
سَتِ جاٽي سَنسارَ کي، نانا دُکَ سَهَنِ،
ڪالُ پَنهنجي ڪَندَ تي، اَندا ڪِينَ ڏِسَنِ،
سامي هَلِيا وَڃَنِ، رُئندا رَتُ اَکِنِ مون.

(٣٢)

مُورَک کرڻ وادِ، بنان سَمُجَھ سَروپَ جي،
ڳالهيون ويدَنِ جون ٻُڌي، سامي رکَنِ نہ يادِ،
پَرچي لَهَنِ ڪينَڪي، آتمُ پَدُ اڳاڌ،
بنان سڪَ سَماڌِ، پَنڊِتُ ڄاڻَنِ پاڻَ کي.

(٣٣)

پَنڊِتُ پُڪاري، ويدَ ٻُڌائي وِڏِ سان،
ساکان ڏيئي سَمَ جو، سَڀَ جو مَنُ ٺاري،
رکي چاهَ اَندرَ ۾، پاڻُ نہ سَنڀاري،
ويندو سو هاري، هيرو جَنَمُ هٿَن مون.

(٣٤)

مُورَکَ وادِ ڪَئي، پَنڊِتُ ڄاڻي پاڻَ کي،
ٻُڌايائين سَڀَ کي، چارَئي ويدَ چَئي،
سامي سارَ سَروپَ کي، ڪَيائين ڪِينَ سَهي،
وِيَڙو پاڻَ وَهي، ڏيئي هَٿَ ٻِئَنِ کي.

(٣٥)

مُورکُ چوراسِي، پِئِي پَوي ٿو پائهين،
اَوِديا جي اَهَنڪارَ جِي، پائي ڳَلِ ڦاسي،
سامي سَدائي رَهي، مَڌ ۾ مَواسي،
اَلَتِي اَبناسي، ڏيوُ نہ ڏِسي ڏيهَ ۾،

(٣٦)

مُورکُ چوراسِي، پُلي پَوي تہ پائہين،
نَکو جَمَ گُڻُ، ڏَرَمَ گُڻُ، نَکو ڦُندُ ڦاسِي،
ڏِسي اِنهيءَ ڳالهِ کي، اَچي مَنِ هاسِي،
سامي اَبناسِي، ناسُ مَٿِي تِيو نِنڊَ ۾.

(٣٧)

گهرَ ۾ ڪِينَ اَچي، مُورکَ ساڌَ سَنگَتِ ري،
اَوِديا نوڙُ ڳِچيءَ ۾، پائي نِتُ نَچي،
سَهَسَنِ مون سامي چَئي، ڪو وِرِلو رَنگِ رَچي،
جَنِهِن کي گُرَ سَچي، ڀيدِيو ڀانُ هَٽي ڪري.

(٣٨)

راتِيون ڏينهنَ پِٽي، تہ مُورکُ جيءَ مَرَمَ ري،
مِلي چاهَ چمارِ سان، پانهِنجو پاڻُ پِٽي،
بنان ساڌَ سَنگَتِ جي، مَمِتا ڪِينَ مِٽي،
سامي تَڏي ڇُٽي، جَڏي جاڳِي جُڙي پاڻَ ۾.

(٣٩)

پانهِنجو پاڻُ مَلي، تہ مُورکُ مِٽِي مُنهَن کي،
جَڏي ساڌَ سَنگَتِ کي، کُسَنگَ ساڻُ رَلي،
ڏيئي لعلَ اَڻ مُلها، ڀَنڏي کَڄُ پَلي،
کَڏِي کوٽ هَلي، تہ سَمُجهه وَرائي سکٽو.

(۴۰)

وينو پاڻَ مَني، مُورکَ مايا مَنَ ۾،
تَپَ تِيرٿَ ساڌَنَ ڪَري، پولو ڪِينَ پَجي،
سامي ڪِينءَ وِجي، بنان سَمُجهَ سَروپَ جي.

(۴۱)

وِڌو وِڇوڙو، مُورکَ پاڻَ پِرِينَ کون،
ڏيئي وينو گهرَ کي، اَوِديا جو اوڙو،
سامي رکي ڪِينَڪي، مُحبَ ڏي موڙو،
بُنڌي نَ بوڙو، دانهان دَردَوَندَنِ جون.

(۴۲)

پانهنجو پاڻَ پَٽي، تو مُورکُ اَوِديا قاسَ ۾،
ڪَٽي پِندَ مَنَنَ جِي، ناحَقُ ڏُکَ سَهي،
مِرگَ تِرشنا جي جَلَ مون، اُڇ بُکَ ڪِينَ لَهي،
گُرگمَ رَهتِ رَهي، تَ سُکي ٿِئي سامي چَئي.

(۴۳)

پانهنجو پاڻَ حوالُ، مورکَ جيءَ مَندو ڪيو،
رکِي چاهَ اَندرَ ۾، دَرِ دَرِ ڪَري سُوالُ،
ساڻُ رَهي پِرِتِ پالُ، تنهن کي ڏِسي ڪِينڪي.

(۴۴)

مُوڙِه ڏِئَن آتَرَ، پانهنجي اڳيون پائُهين،
اَنـلُ راڄُ ڇـڏِي ڪَري، ٻيکَ ڪَرِنِ دَرِ دَرِ،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، تون سامي سَهي ڪَرِ،
ٻنان ٻَجَنَ هَرِ، مُنا جيءَ مَنَن ۾.

(۴۵)

پَنا ڪوه پَڙهين، اَتي حَرفُ حَقيقتَ هِڪڙو؟
پائي مُنهُن مَهرانَ ۾، اَندَرِ ڇو نَـ اَڙين؟
ڪَلپِتِ ڪَڍي جيءَ مون، سامي سِيرَ چَڙهين،
نـا حقَ ڪوءِ گهڙين، اَنَ هوندا گهاٽَ اَندَرَ ۾؟

(۴٦)

ٻِلي ڏَرِنِ ٻيکُ، مُورکَ ٻيکُ اَصُلَ تي،
جاڳِي ڏِسَنِ ڪينڪي، اَندَرِ پُرکُ اَليکُ،
جَنهن ۾ مِينُ نَـ ميکُ، سامي آدِ جڳادِ جو.

(۴۷)

تِرِنَ اولي ٻڳوانُ، مورکُ ڦولي دَهَ دِسا،
سَمُجَه نـ رکي جيءَ ۾، جِئين ٻالَڪُ نادانُ،
سامي سِرَ تي ٻانُ، اَنڌو ڏِسي ڪِينَڪي.

(۴۸)

جئين سَنکُ ڪَري، دانهَن نِتُ دَردَ ري،
سامي سکَ ساگرَ کون، ڄاڻي پاڻُ پَري،
تئين مُورکُ مَتِ ري، مَمتا مَنجهِ مَري،
ڏِسي نہ ڏيرَ ڏَري، سُتهِ سِدِ سَروپَ کي.

(۴۹)

مورکَ بنا مُتِ، پَلي پيا پَرمَ ۾،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، کَپَنِ مَنجه کپتِ،
عاشقَ چَڙهيا اَڄَ تي، ڪَري سُتُ سَنبَتِ،
نِندا اَئون اُستَتِ، سامي ڄاڻَنِ سَمَ سَبَ.

(۵۰)

مُورکن ميڙي، ڪاڳرَ ڪوٺَ ڪَنا ڪَيا،
سامي لوڀَ لَهَر نيا، رَهتِ بنان ريڙهي،
عاشق چڙهيا اَڄَ تي، وَرَقَ سبِ ويڙهي،
ٿَمَ رڳَ ڪون نيڙي، سُتَه ڏِسَن سُپرين.

(۵۱)

مُورکَ جيءَ خَرابُ، ڪَيا ڪَلپِتِ پانهِنجيءَ،
جَنمِي مَري جَمَ کي، هَرَ هَرَ ڏِيَنِ حِسابُ،
ڪوڙِنِ ۾ ڪوهِڪڙو، ڪري خُوشيءَ سان خوابُ،
جَنهِن کي شَوقُ شَرابُ، سامي ڏِنو سَتِگُروءَ.

(٥٢)

خوديءَ مَنجھ خَرابُ، مُورکَ لوکَ اُپارَ ٿيا،
مَني وينا سَت سَبُ، جڳَتَ جو اِسبابُ،
اڳيون کالَ قَهارَ جي، سامي جَھلنِ نہ تابُ،
هَرَ هَرَ ڏِينِ حِسابُ، سَمُجھ وَرائي سَکِنا.

(٥٣)

خوديءَ مَنجھ خُوارُ، ٿِيا ٻِيکَ گِرهستي لوکَ سَبُ،
مَني وينا مَنَ ۾، وِڌِ نِکيڌِ وَهنوارُ،
جاڳي ڏِسَنِ کينکي، ساکي سِرجَنهارُ،
سامي پائنِ چارُ، تا سَمُجھ وَرائي سکنا.

(٥٤)

کيڙو جَنِ کَپَٽُ، ساڌَ سَنگَتِ گُرَ پيرَ سان،
تَني ڏِنو ٻاڻَ کي، اڳيونِ اَودِيا پَٽُ،
چڙهي تَنِ جي چِتَ تي، سامي کَلپَتَ کَٽُ،
ڳِچيءَ پائي ڳَٽُ، هو پَوَنِ پَوندؤءَ جان سَدا.

(٥٥)

مَحَلَ مَنجهين آهِنِ، سامي سُوڌا سُپرِين،
هيڏي هوڏي هَٿڙا، مُورکَ تا پائين،
ٻاڻُ ٻُلائي پانهنجو، دَرِ دَرِ ليلائين،
سَمُجھي سَمائين، وِرلا کي وِسرامَ ۾.

(٥٦)

مُورکَ لڳين نہ مُلُ، پَرچي مَنجهِ پرينِ جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڇَڏي هَيبَتَ هُلُ،
رکي سڪَ اَندَرَ ۾، پِريمَ هِندوري جهُلُ،
ناحَقُ پَرَمَ نہ پُلُ، پُنِي ڏيئي پاڻَ کي.

(٥٧)

ساکي سِرِجَنهارُ، رَهي سَدائي گهرَ ۾،
مُورکُ دَهَ دِسا، کَري نہ دَمُ قَرارُ،
پانهِنجو پاڻَ خُوارُ،تِيو سامي چَئي سَمُجَهري.

(٥٨)

مُورکَ ڏارِ نہ بيکُ، هَهِڙي بيکَ اَصُلَ تي،
تَنهن ۾ وَسي پاڻَ تُو، پورَنُ پُرکُ اَليکُ،
اِتي مِينُ نہ ميکُ، سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي.

(٥٩)

مُورکَ کوهُ رَلين، راتيون ڏينهان لوبِ کي؟
وِڌي آتمَ پَدَ جي، اِنهيءَ راهَ لَٽي،
جيءُ کيائين پيءَ کي، مَستيءَ ساڻُ مَٽي،
جاڳي ڇو نہ ڪَنين، سامي کَلِپَتَ پانهِنجي؟

(٦٠)

غيرتَ گندُ مَ وِجهُ، موركَ ميڙي گهرَ ۾،
جَنمَنِ جي جَنجال جو، اِهو پيائي اَٿي ٻِجُ،
سَمُجهي ڪَرِ سامي چَئي، تون دوڙنَ ڪون ڏيرِجُ،
تَ سرَ تي ساڪِي سِجُ، ٻَرِ گهٽڻُ ٽيئي پائيين.

(٦١)

مُورَکَ کوءِ مَرين، ٿو لڳِي ڪوڙي لوپ سان،
سانڍُ ڪٽندين ڪِينَڪي، هِتون بارَ ٻَري،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، شُڌُ وِيچارُ ڪَري،
لاهي چو نَ ڏرين، اَوِديا پِنڊَ مَٿي تون.

(٦٢)

مُورکَ ڪَرِ مَ موهُ، ڪايا مايا ڪُلَ سان،
ڇڏي ويندءِ ڇِنَ ۾، ڊوهي ڪَري ڊوهُ،
اُلِٽو ڏيندءِ ڏوهُ، سامي چَئي سِرَ تي.

(٦٣)

نامُ نَ نِهارين، پائي مُنهن مَڙهيءَ ۾،
جَنَمُ پاٽئِ جگَ ۾، سو حرِفَت ڪِيون هارين.
مُورَکَ ٿو مارين، تون پَنهِنجي هٿين پاڻَ کي.

(٦٤)

مُورکَ ڇڏِ گمانُ، ڪايا، مايا، ڪُلَ جو،
جَيِي وَٽُ جاڳِي ڪَري، پيدَ بنان پڳوانُ،
اَچِي هَنُڌءِ اوچتو، ڪالُ قهاري ڪانُ،
سامي سَڀُ جَهانُ، ماري جَنهن مِٽي ڪيو.

(٦٥)

مُورکَ ڪوهِ ڳٽين، تو سَچا ڪوڙا جيءَ ۾،
اِها پِنڊ خَلَلَ جي، سامي ڪينءَ ڪٽين؟
جُڙَنڌَري جڳديسَ جي، ٻي سَڀِ ڳالهِ وٽين،
ڪٽي نـ پونءِ هٿين، مِٽي مَيلُ ممتَ جي؟

(٦٦)

نا حَقُ وِڃائين، تـو مورکَ مانکَ ديهِ کي،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، ليکي نـ لائين،
جاٽي سَتِ سَنسارَ کي، روئين ۽ کائين،
ٻَکيَري لائين، تـو مٽي پانهنجي مُنهن کي.

(٦٧)

مُورکَ مَنَ اَڄاڻَ، تون پاڻُ نـ پَسين پاڻ ۾،
پائي مُنهن مَڙهيءَ ۾، جَبين تان نـ اَڄاڻَ،
پنهنجي هَٿين پاڻَ، تـو هَٿين کُهاڙو ڪَنڌ تي.

(٦٨)

وِتَرا سَڀِ لڏي، مُورکُ سُمهيو ننڊ ۾،
سامي مَرگ مٿَنِ کون، راتيون ڏينهَن سَڏي،
اَنڌي اَڻَ سَهي کي، کَڏي کِينَ ڇَڏي،
جي پِرين پاڻَ گڏي، تَہ جاڳي مِلي ساٿ سان.

(٦٩)

جَڏِي وَهيو ٽي وَهُ، تَڏِي مَڇ موٽِيَن ڪِنَڪي،
ڇَرَ ڇَنيئَہ ڇاڪي ڪَرين، پوءِ موٽَنَ جو پَڌُ،
هاٿي سِرَ مَٿي تون سَڌُ، مهَميزان مَلاحَ جون.

# مورک (ب)

(۱)

مايا مَنجهه مگنُ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
جُدا ڄاڻِي پاڻَ کي، ڏارنِ نانا تَنُ،
سامي سِڪَ وارَنِ کي، مِليو آتَمُ ڌنُ،
اَنيئِ آتَمَ اَنُ، ڪَنا ڪَيائون سُرتِ سان.

(۲)

مايا مَنجهه مگنُ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
جُدا ڄاڻِي پاڻَ کي، ڏارنِ نانا تَنُ،
سامي ماڻي سيجَ سڪُ، ڪو پرِيمي پُورَنُ،
اَنيئِ آتَمَ ڌَنُ، گهِري لَڌو جَنهنِ گهرَ مون.

(۳)

مايا مَنجهه مگنُ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
يوڳِي يوڳَ يَرَمَ جا، کوهنِ مانڪَ تَنُ،
ڄاڻِي سڪُ سَروپَ جو، ڄاڳِيو ساڌو جَنُ،
ميٺي سَبُ مَنَنُ، سيتَل ٿيو سامي چئي.

(۴)

مايا مَنجهِ پَرِسَنُ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
ڀوڳي ڀوڳَ ڀَرَمَ جا، کوهنِ مانکَ تَنُ،
ماٺي سکُ سَروپَ جو، کو جاڳيو ساڌو جَنُ،
مَيي سَڀُ مَنَنُ، سِيتَلُ ٿيو سامي چئي.

(٥)

مايا مَنجهِ مَستانَ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
ڪالُ نـَ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، ڪَسيو بيٺو ڪانَ،
وَرتَنِ ويدَ وِچارَ سان، نيهي نِرَ اَيمانَ،
ڀڳتِ ڏِني ڀڳوانَ، جَنهِن کي پرچي پانهنجي.

(٦)

مايا مَنجهه مَغرورَ، مورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، سامي سَهَنِ سورَ،
ڪالُ نـَ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، ٿو ڪَري نِتُ ڪلورَ،
راٺا راوَ مَزورَ، ماري جَنهنِ مِٽي ڪَيا.

(٧)

مايا مَنجهِ مَغرورَ، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
ڪالُ نـَ ڏِسَنِ ڪنڌَ تي، ڪَندو چَڪنا چُورُ،
سامي هَلَنِ حَليمَ ٿي، پاڳوانَ ڀرپورُ،
تُرکي تازي تُورُ، ڪُوڙا ڄاڻنِ ڪَلَپَ جا.

(٨)

جڳَ ۾ جيءَ جڪي،مورڪَ مرن مت ري،
چال چلَن اڳيان جِي، بنا رَسَ رڪي،
مليِ تيو محبوب سان، ڪو سامي سنتُ سڪي،
گهِڙِي گهڙمڪي، مکِ رکِي مَوجان ڪري.

(٩)

بِنا دُکَ دکي، مُورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
پُرچِنِ ڄاڻِي پاڻَ کي، جَنمَنِ مَرَنِ جکي،
مِلي تِيو مَحبوب سان، ڪو سامي سَنتُ سُکي،
گهِڙِي گهُرمُکي، مُکِ رکِي مَوجان ڪَري.

(١٠)

سامي سَڀِ دکي، مورکَ رَهَنِ مَتِ ري،
چالِ چلَن اڳيانَ جي، بِنا رَسَ رکي،
مِلي تِيو مَحبوب سان، ڪو ساڌو جَنُ سکي،
گهڙِي گهُرَمُکي، مکِ رکي مَوجان ڪَري.

(١١)

پَرميسَرُ پَري، مورکَ ڄاڻَنِ مَتِ ري،
تنهن کي ڏِسَنِ ڪينَکي، جو سَڀ کي سِڌِ ڪَري،
ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو، سَمُجهي اَجَرُ جَري،
جنهن تي هَٿُ ڌَري، سامي پورو سَتِگُرو.

(١٢)

پَڇمَ کي پورَبُ، مورکَ ڄاڻِ مَتِ ري،
ويٺا پِيرَ فقيرَ ٿِي، ڪَري ڪُوڙُ ڪَسَبُ،
سَمُجهي ڪو سامي ڇڏي، مَحَبتي مَطِلَبُ،
ڊولَ مِلڻَ جو ڍَبُ، جَنهِن کي ڏسيو سَتگُروءَ.

(١٣)

جَنِين بيڙيءَ جو پورُ، تَنِين سَنگُ سَنسارَ جو،
تَنهن ۾ مَرَنِ مَتِ ري، مورکَ ٿي مَغرورُ،
ورِلي ڪَنهن سَهي ڪيو، مَحَبتيءَ مَذڪور،
جَنهِن کي نِرِمَلُ نورُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ.

(١٤)

ڪَري مَتِ مَيلي، مورکَ مُنا ڪيترا،
سامي پِيا سَنسارَ جي، ڦاهيءَ مَنجهه ڦِيلي،
رَهي نِيارو نَپَ جان، ڪو ساڌو جَنُ سيلي،
جِئِين مَجنون لَيلي، لِنوَ سان لالُ گُلالُ ٿيو.

(١٥)

ڪوڙي ڪَلَپَ ڪَري، مُورکَ مُنا مَتِ ري،
ڀَوَنِ ڀَوُ ساگرَ ۾، نانا روپَ ڌَري،
پَرِڇِنتا پاپَنِ ڪون، ڪو پِريمي رَهي پَري،
سامي ڏِسي تَري، پانهنجي اکئين پاڻَ کي.

(١٦)

ڪَلَپَتَ ۾ ڪاهي، مُورَکَ پِيا مَرَمَ ري،
چَڙهَنِ چوراسيءَ جي، ڦِري ڦِري ڦاهي،
سامي سَٽِي ڪَنهن سورَمي، پَرچِنُ پِندُ لاهي،
نَڪِي ڪِي چاهي، نَڪي ڪَٽي خوارُ ٿي.

(١٧)

ٻِيا سَبِ مُوڙَ ڳَٽي، ڳَنَڻُ وارو نَ ڳَٽي،
پُڇي، پُڪاري، سَڏَ ڪَري، هَرَ هَرَ هَٽَ ڪٽي،
ڏانوَر جِئان پانَ کي، تاٽي مَنجهِ تَٽي،
جاڻايو جَٽي، تَڏِي سِيَتلُ ٿِيو سامي چَئي.

(١٨)

ڪَنِ مُورکَ مُلاجو، ڪايا مايا ڪُلَ جو،
وِرلو ڪو گُرمکُ رَهي، اَتَڪَ ڪون آجو،
سارِيو جَنهِن سامي چَئي، ڏائِڻِ جو ڏاجو،
رَمي ٿِيو راجو، بيحَد پُرِ بيگَمَ جو.

(١٩)

مورکُ پِيو پائي، ياڪُرُ پانَ پَرَمَ کي،
اُوِديا سَنديءَ سِيرَ ۾، گوتا نِتُ کائي،
پَنان نتُ پَرَتيتِ ري، وينو واجهائي،
جَڏِي جِنُو جَڏائي، تَہ سکي ٿِئي سامِي چَئي.

(٢٠)

مورکَ مُلِ ڳِڌو، ٻِلي ٻوتُ ٻَرَمَ جو،
جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾، ٻَڌي پاڻُ وِڌو،
اِهو اِشارو اَنيئي، ڪَنهن پريميءَ پُرِڌو،
سَمِتا مَنجهِ سِڌو، سُوکَمُ تي سامي چَئي.

(٢١)

مورکَ ٻوڳَن ٻوڳَ، رَچَنِ نَ رَتيءَ جيترو،
توڙي پائِنِ تَنِ ۾، سامي نانا روڳَ،
رَهَنِ اَليپَ آڪاسَ جان، ڪي اُوڌوت اَسوڳَ،
جَپَ،تَپَ،سادَنَ، جوڳَ، سادي جَنِ سِڌِ ڪَيا.

(٢٢)

مُورکَ مَنْ لائي، ٻوڳَنِ ٻوڳَ ٻَرَمَ جا،
ڪالُ نَ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، جو خَرچُ تو ڪائي،
سامي ٻَچِيو ڪو سورَمو، سادوءَ جي سائي،
چِت چَوڪو پائي، اِستِتِ ٿيو آڪاسَ جان.

(٢٣)

مُورکَ مَواسي، سَچُ سُجائَنِ ڪينڪي،
سامي پِيا سَنسارَ جي، ڦُرني ۾ ڦاسي،
جاڳِي ڪَنهن جوڳيءَ ڪَئي، ڪِنَ ۾ خَلاصي،
اَلکُ اَبِناسي، ڏِٺو جَنهِنِ اِکِنِ سان.

(٢٤)

مُورکَ مَواسي، کوهِ نہ مانکَ ديهِ کي،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، ڇڏي هَٽُ هاسي،
مَتان اَچي اوچِتي، ڪالُ وِجهيئي ڦاسي،
پَوندين ڇوراسي، سامي چوئي سانت ري.

(٢٥)

مُورکَ ڪَري مَمتَ، کوهِ نہ مانکَ ديهِ کي،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، ڇڏي هَٽُ حَرِڪَتَ،
مَتان اچي اوچِتي، ڪالُ هَڻيئي لَتَ،
پوءِ پَوين پَربَتَ، پَسون تي سامي چئي.

(٢٥)

مُورکَ گهڙي گهاٽَ، کوهِ نہ مانکَ ديهِ کي،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، لائي لِنوَ لِلاٽَ،
مَتان اَچي اوچِتي، هَڻيئي ڪالُ چَماٽَ،
پوءِ نہ لهندين واٽَ، سامي چئي سَمَ ديس جي.

(٢٦)

ڪَري تاهَ نَبِگي، مُورَکَ کوهِ نہ تَنُ رَتَنُ،
مِلي وَٽُ محبوبَ سان، ساڌوءَ سَنگَ لِڳي،
اَڄُڪلَ اَچي اوچتي، وَنندءَ ڪالُ وَڳي،
رُئندين پوءِ رَنگي، سِڄَ لَٿي سامي چئي.

(٢٧)

مُورکَ چِڏِ مَخولَ، ڪوڙا مايا موهَ جا،
مِلي وَٹُ مَحبوبِ سان، ڪَري فِڪُرَ قولَ،
مَتان اَچي اوچِتي، هَٹيئي ڪالُ گلولَ،
ٹيندين ڊانوان ڊولَ، سچ لَٹي سامي چَئي.

(٢٩)

مُورکَ مَٹِ ميرِي، مِٹي ڄائِنِ مَنَ ۾،
پِريتِ ڪَنِ پَرِتيتِ سان، پَرِچي پڪيري،
ڪالُ نَ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، وِڳي تو ويري،
يَسَمَ جي ڊيري، سامي ڪَيو جَنهن سَڀِ ڪي.

(٣٠)

مُورکَ سورَ ڪائي، ڪِري پِيا ڪَلَپِتِ ۾،
گوتا ڪائن غَبَ جا، سامي سَدائي،
سارُ لَڏو ڪَنهن سورَمي، سَمَتا صَفائي،
وائي وَڏائِي، سَٽي ماٹي سانتِ سُڪُ.

(٣١)

پَلي ڏارنِ ٻِيڪُ، مورکَ ٻيکَ اَصُل تي،
اُلٹي ڏِسَنِ ڪِينَڪي، اَندَرِ پُرکُ اَليڪُ،
جو سِڌِ ڪري تو سَڀِ ڪي، سَتَهَ ساکي سيکُ،
ڄاڻج مِينُ نَ ميکُ، سَپَتِ سان سامي چَئي.

(٣٢)

سَهَسين سَودائي، ٻيڪَ ٻري بيحالُ ٿيا،
نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾، ٻيگا ٻؤ ڪائي،
سامي سَمُجهنِ ڪِينَڪي، سَتَمَ صَفائي،
ڇاڻي نِتُ ڇائي، پائِنِ پَرڇنتا ڇِي.

(٣٣)

جيڪي طَمعَ تِڪَ، لوڙي لَهوارا ڪَيا،
سي ڪَڏي وِهَن ڪِينَڪي، ماٺِ ڪَري مُورِڪَ،
ائين چَون ٿا اَنيئي، سُجاڪا سالڪَ،
سامي جَنِ جا سِڪَ، لِنوَ سان لعل گُلالُ ٿيا.

(٣٤)

وادي اَئون وڪَئي، سَچَ سُڃائَنِ ڪِينَڪي،
ٻَوَنِ ٻَو ساگَرَ ۾، پانِهنجو پاڻَ پَئي،
اِئين وِيا اِيمانَ ري، سامي سَنتَ چَئي،
اَنيئِ اَنَ مَئي، هُئي جَنِ جي هَڙ ۾.

(٣٥)

سَهَسين سِيائپَ، ڪَري جيءَ جَڏا ٿيا،
وينا ٻُڌنِ واتَ سان، گِيانَ، ڌِيانَ، جپَ، تَپَ،
جاڳي پَنهنجي جيءَ مون، ڪَڏَنِ ڪَينَ ڪَلَپَ،
سامي جَئين سَپَ، وِڪُ ويڙهي وِيا ڪُلُ ڪيا.

(٣٦)

جيڪو اُٿاري، اَچي اَوِڏيا پوتَ ڪي،
موهي تنهن مورڪَ کي، مُنجهائي ماري،
سامي بَچيو ڪو سورَمون، سَتگُرُ سَنياري،
نانَتَ نِواري، سُمِهيو سُکَپَتِ سيج تي.

(٣٧)

پَرِچنتا پٿائي، ماري مورکَن کي،
پاڻُ پَنهنجو پاڻَ ۾، وِيٺا وِچائي،
سُتَهَ سِدِ سِيائِنِ ڏئو، اُلٽي لِنوَ لائي،
پوڙَنُ پَدُ پائي، سامي ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(٣٨)

بِنا گيانَ غلامَ، مورکَ مايا جا ٿيا،
هَرِدَمُ هَٿَ ٻَڌي ڪَري، سامي ڪَنِ سَلامَ،
رَهَنِ اَليپَ آڪاسَ جان، ڪي نيهي نِرِبانَ،
جَنِ کي رَمتا رامَ، پاڻَ لِکايو پاڻَ ۾.

(٣٩)

راتيون ڏينهن راڪِي، مُورکَ ڪَنِ مايا جي،
ڪالُ نَ ڏِسَنِ ڪَنڌَ تي، ڪَرِڙو ڪَٽاڪي،
سَمُجهي سَٽِي سِرَ تون، ڪَنهن هَرِجَنَ هَلاڪي،
سامي ٿِي ساڪي، وَرِتي وِڌِ ويچارَ سان.

(۴۰)

ڦاهيءَ ٻنا ڦٿو، سَيڪو مايا موهَ ۾،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، مُورکَ هَٿَنِ مٿو،
وِرلي ڪَنهن گُرمکَ جو، سامي ڀَرَمُ لٿو،
لوئي، شالَ، ڪٿو، ڄاڻي اَنيَٿِ اُنَ جو.

(۴۱)

ٻنان ڏَرَ ڏِري، مُورکَ مَرَنِ مَمَتَ ۾،
مِرگهه ترِشنا جي جَلَ جي، سگهنِ نَہ سِنڌُ تَري،
سِياڻَنِ کي سامي چئي، ڀيئي خَبَرَ ڪَري،
سَڀني ڀَرَمَ ڀَري، ماڻَنِ سُکُ سَروپَ جو.

(۴۲)

ڀڳوَتُ ڀُلائي، مُورکَ مُٺا ڪيترا،
ڀَوَنِ ڀَو ساگَرَ ۾، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
سامي ٻَچيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سائي،
مَمَتا مٿائي، اِسٿِتِ ٿيو آڪاسَ جان.

(۴۳)

ويدَ پڙهي وادِي، مُورکَ ٿيا مَرَمَ ري،
سامي سَنيارِنِ ڪينَکي، مُوڙِي مُرادي،
پَرچِيو رَهي ڪو پيءَ سان، ماهلُ مُتادي،
اَنيَٿِ آبادي، سُتَهَ ڏَني جَنهن سُجَ ۾.

(۴۴)

وائي وَڏائي، مُورکَ کَنِ مَرمَ ري،
سَت ڄاڻي سَنسارَ کي، ڇاڻِن نت ڇائي،
سِيائَنِ سَچي سامي چَئي، هَرِ سان لِنوَ لائي،
کَلَپنا کائي، رکَنِ نہ رَتيءَ جيتري.

(۴۵)

حَيرتَ اَئون هاسِي، اَچي هِڪَ اَچرجَ تي،
سامي رَهنِ سَرِيرَ ۾، مُورکَ مَواسِي،
کالُ نہ ڏِسَنِ کَندَ تي، جو کَنيون ڦري ڦاسي،
کِنَ ۾ خَلاصي، ماري کِي جَنهِن مُلکَ جي.

(۴٦)

مُورکَ ڇِڪي ڇِڪَ، ڦاهيءَ ڦاسَنِ پاڻهين،
ڀوڳَنِ ڀوڳن سان مِلي، نانا ڀَئہ نَرکَ،
ڏِنو اَنيئہ آتما، اُلٽي کنهن عاشِقَ،
مِهرَ کَئي مالِکَ، سامي جَنهن تي ساڌَ سَنگِ.

(۴٧)

مُورکَ کَري مَمَتُ، ڀَوَنِ ڀَو ساگرَ ۾،
پَرِڇَنُ ڄاڻي پاڻَ کي، رُئندا وَتن رَتُ،
اُلٽي کنهن عاشِقَ ڏِٺو، تَنَ ۾ تِريا تَتُ،
واري کاٿو کَتُ، سامي ماڻي سانتِ سکُ.

(۴٨)

هَرَ هَرَ هَٽَ هَٽي، مُورکَ مَن کينهونءَ کي،
ٻِلي لوکَ پَرلوکَ جون، ڳالِهيون نِتُ ڳُٽي،
ڏانورَ جِٽان پاڻ کي، تاٽي مَنجهِ تَٽي،
جاڳِي هَٽُ کَٽي، تَہ سکي ٿِئي سامي چَئي.

(۴٩)

هَرَ هَرَ هَٽَ هَٽَنِ، مُورکَ مَن کينهونءَ کي،
اوتارِي اَوِديا جِي، پَوَنَ مَنجِهِ پَوَنِ،
سَمُجهي کي جَنَ سورَما، سامي سکِ سُمَهنِ،
جاڳِي ڏِنو جَنِ، پَنهنجي اکئين پاڻَ کي.

(۵٠)

بيحَدِ بکَ بَچِي، مايا مورکَن کي،
سامي سگهِن کِينَکي، پَري پيٽَ پَچِي،
کائي سَمَ سَنتوک جِي، کو ساڌو ٻَت رَچِي،
اَنيَٿِ لکَ اَچِي، جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ.

(۵١)

وادِ وِوادِ بَکِي، مُورکَ مَرَنِ مَرَمَ ري،
چِڏِي سکَ سَروپ جو، پِيهَن چاهَ چَکي،
کوڙِن مون کَنهِن هِکڙِي، لَڌو ٿانءُ ٿکي،
جَنهِن کي پِريت پَکي، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

# اَگياني (الف)

(١)

اَچرجَ هِڪُ آهي، ساميءَ کي هِنَ جيءَ جو،
گياني پَندِتُ ٿي ڪَري،ٿو سَڀ کي سَمُجهائي،
هِيرا، ماڻڪَ، موتي، پَرکي مُله پائي،
وِيٺو وِيچائي، پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾.

(٢)

وِسَنِ ڪون وِسرِي، ويو آدي گهرُ پانهنجو،
سامي پِيا سَمُجَهه ري، ڪَلِپَتَ مَنجهِ ڪَري،
ڪَنهِن گُرِمکَ لَڌو گِياتِ سان، اَنيِٺِ گهاٽُ گهري،
سو اَچي ڪِينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾.

(٣)

وِسَنِ ڪون وِسرِي، ويو آدي گهرُ پانهنجو،
سامي پِيا سنسار جي، ڪَلِپَتَ مَنجهِ ڪَري،
وِرلي ڪَنهن ويساهه سان، لَڌو گهاٽُ گهري،
اَچي ڪِينَ ڦِري، سو جنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾.

(۴)

وِڇايو وِسِي، پاڻُ پاڻهنجو پاڻ ۾،
ديوانَن جان ديسَ ۾، قولي ۽ قِسي،
ڏيو ٻاري گهرَ ۾، سامي ڪِينَ ڏِسي،
اَچَنِ سَنتَ حِصي، تَہ تَپَت مِٽي مَنَ جي.

(۵)

سارو جڳُ پَرِسَنُ، رَهي گَرِبَ گُمانَ ۾،
وَرِنِ، سِراپَنِ سَمُجهَ ري، مَنَ ۾ ڪَري مَنَنُ،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، سامي جاڳِيو جَنُ،
سو جاڻي هِڪڙو پَنُ، هَلي ڪِينَ حُڪمَ ري.

(٦)

ٻَڌَنِ ڪي ٻوڙي، تي سامي لَهَرَ سَمُندِرَ جي،
تَنِ ڪي ڇَوي ڪِينَڪي، جي سَنتَ ڇَڏِيا ڇوڙي،
وينا مُنهُن موڙي، جڳتَ ڏون جڳِديشَ ڏي.

(۷)

سارو جڳُ نَچي، تو مَنَ جي محلاتَ ۾،
اَٺَ ئي پَهَرَ اَندرَ ۾، تو بِنان باهِ پَچي،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، بلا کون بَچي،
جَنهِنِ ڪي دِرِشٽِ اَچي، سامي سورجُ سِرَ تي.

(٨)

اَنَ هوندي ڀولي، وڏو جيءَ ڀَرَمَ ۾،
جئين ڪَستوري ناڀَ ۾، مِرگھ ٻاهرِ ڦولي،
اَوِديا پَٽُ کولي، سامي ڏِسي ڪِينَڪي.

(٩)

جَنمي ۽ مَري، تو ڀُلِي جيءُ ڀَرَمَ ۾،
جِئين ڀاڇو پانِهنجو، ڏِسي ٻارُ ڏري،
سُپَني ۾ سامي چَئي، نانا روپَ ڌَري،
وينو سِڌِ ڪري، مِرگَ تِرشنا جي جَلَ ڪي.

(١٠)

سامي سَيئي، ڀُلا جيءَ ڀَرَمَ ۾،
وَتَنِ ڪَڇُ خوشيءَ سان، آتَمُ ڌَنُ ڏيئي،
ڏِيو ٻاري گهر ۾، ڏِسَنِ نہ پيهي،
وِرِلا جَنَ ڪيئي، سُرِجها رَهَن سُياءَ ۾.

(١١)

اَتَ ئي پَهَرَ وَيَنِ، تا ڀُلِي جيءَ ڀَرَمَ ۾،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، نانا دُکَ سَهَنِ،
مانڪَ ديهِ اَمولَ جو، مَرَمُ نہ رکنِ مَنِ،
ڪي لڪايا لَهَنِ، سامي سکُ سَروپَ جو.

(١٢)

اَڻَ هوندِ ي لڳ لڳِي، ڪوڙين وِڏا ڪيترا،
جٺين پَڇاڻون پاڻهنجو، تِي ياري يوتُ لڳِي،
لَتاڙِي لَتَنِ سان، ڪي عاشِقَ لنگهِيا اڳِي،
اَنيڻِ جوتِ جڳِي، سامي جَنِ جي گهرَ ۾.

(١٣)

جَنِين اُتاري، نِگاهَ ساڌَ سَنگتِ تون،
سامي لڳِي تَنِ کي، خودي خُواري،
جِيئنڍِي جَلَنِ جڳَ ۾، اَنڌا اَوِيچاري،
مونِي اَڌِڪاري، تِيڙا ڪُنيِي نَرڪَ جا.

(١٤)

اَنڌا پِيا اُرجهِي، ڪايا مايا ڪُلَ ۾،
سَتِ جاڻِي سَنسارَ کي، ڦوڪَ وِيا ڦُرجي،
سامي ڏِنو سَروپَ کي، ڪَنهن سُجاڳِي سُرجِي،
پِيتائين پُرِجهي، پيالو پريمَ اَگمَ جو.

(١٥)

اَنڌا ڪَنِ اُنمانُ، ڪَلپِي ڪَرِتا پُرکَ جو،
جنهِن جي اَکِ ڦَرڪَ ۾، تِنِي اُتپَتِ لَي جهانُ،
مَنُ بُڌِ پَهچِي ڪِينَڪي، گيانُ ڌِيانُ غَلطانُ،
نانَتَ ڪون نربانُ، ڪو سامي سُجاڳو ڏِسِي.

(١٦)

ڪائنر گهمَنِ ڪوٽَ، ڪَري ٿاهَ ٽِڳيءَ جا،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيتري، عاشِقَ سُورا اوٽَ،
سَنمکُ هَٿَنِ چوٽَ، سامي سُپيرينِ جي.

(١٧)

پِرتکِ پَرَميسَرُ، اندا ڏِسنِ ڪِينَڪي،
ساڌَنَ ڪَنِ سَمُجه ري، مَنَ ۾ رکي مَڪَرُ،
ڪَنهن سُجاڳي سَهِي ڪَيو، پَرچي پَهنجو گهرُ،
ڪولي ڏَسوون ڏَرُ، تُريا ۾ تَدِروپَ ٿيو.

(١٨)

اندا ڪينَ ڏِسن، پِرتکِ پَرَميسَرَ کي،
پَرَمَ مَنجهِ پِلي ڪَري، پَوندوءَ جان پِتنڪَنِ،
سُتَهَ سِدِ سَهي ڪَيو، سامي سُجاڳَنِ،
رَتا رَنگِ رَهنِ، ڏُئيتَ وَرائي دِلِ ۾.

(١٩)

اَنڌو پيو آٿي، پِلِي پَوَ ساگرَ ۾،
بانيءَ پَڌو تُرهو، ڪَرمَنِ جو ڪاٿي،
سُتَهَ سِدِ سَروپَ کي، ڪو سَچو سُجاٿي،
مَمتا ري ماٿي، مَوجان نِتُ مالِڪُ ٿي.

(٢٠)

ڪوڙين ٽِيا ڪَپَٽي، بيڪَ ڳِرستي جڳتَ ۾،
جوڙي وِڏائون پاڻَ تي، سامي چاهَ چَٽي،
پانهنجي هَٽين پانهنجي، اَندَنِ پارَ پَٽي،
وِرلي ڪَنهِن ڪَٽي، ڳُرمُڪَ ڦاس ڳِچيءَ مون.

(٢١)

وِساري والِثُ، مُنا جيءَ مَنَنَ ۾،
جاڳي ڏِسن نَہ پاڻَ کي، اَندا ڪَري آلِسُ،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اَچ تي، خُلاصو خالِصُ،
سامي تِي ثالِثُ، وَرِتي وِڌِ ويچارَ سان.

(٢٢)

ڪوڙين ڪِروڙي، سِرُ مُنائي ساڌَ ٿِيا،
سِيتَلُ رَهي سِياءَ ۾، ٻانيَنُ ڪو ٻوڙي،
جَنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سُرتِ نِرتِ سوڙي،
ويري وِروڙي، ڪَنهِن جو ٽٽئي ڪِينَڪي.

(٢٣)

ڏِنا سَڀِ مگهنُ، پاڻو واٽي حالَ ۾،
مَنِي وِيٺا مَنَ ۾، نانا ياءَ مَنَنُ،
ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو، رَهي اَليپُ اَنَنُ،
جَنهِين جِيتيو مَنُ، سامي سَنتَنِ سان مِلِي.

(٢۴)

غيرَت منجھ غَرَقُ، رَهن جيءَ جھانَ جا،
پوڄنِ پيرَ فَقير کي، رَکِي ڦيرُ فرقُ،
عاشِقَ چڙهيا اَڄَ تي، لِنوَ سان ٻَڌي لَکُ،
اَندَرِ ٻاهَر هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(٢۵)

پُرِجھن ڪِينَ پَڙهيا، سُتَهَ سُکُ سَروپَ جو،
رَهَنِ وِڌِيا وادِ ۾، اَٺَ ئي پَهَرَ اَڙِيا،
مَمَتَ مِتائي مَنَ جي، ڪي عاشِقَ اَڄَ چَڙهيا،
سامي اَنَ گهَڙِيا، گهَڙِنِ گهاٽَ اَندرَ ۾.

(٢٦)

ٻَڌو سَڀُ جَهانُ، مايا ڦاسيءَ ڦَندَ ري،
ڀَرچِيا رَهنِ ڀِندَ سان، ڀُلائي ڀڳوانُ،
جاڳِي ڪَڏَنِ ڪِينڪي، اَندَرَ مون اِيمانُ،
ڪو سامي پُرکُ سُڄانُ، سَمُجهي چڙهيو سِيرَ تي.

(٢٧)

ڀُلو سَڀُ سَنسارُ، ديهِي مَنِي پانَ کي،
جَنمِي مَرِي دُکَ سَهِي، ڀَڏي نَ اَهنڪارُ،
وِرِلِي ڪَنهن گُرمکَ ڪِيو، واستوَ جو ويچارُ،
ڏِسِي ساکِي سارُ، سَنمکُ ٿِيو سامي چَئي.

(٢٨)

سُڀَني ۾ سامي چئي، ٻَوندُو ٻِڙڪَنِ ڏيرَ،
سَڄُ سُجائَنِ ڪِينَڪِي، اوندا مَنجھ اَنڌيرَ،
ڪي ڳُرَمُکَ سَنتَ سُميرَ، اِسٿِتِ ٿِيا آرام ۾.

(٢٩)

بگلو ريسَ ڪَري، هَنسَنِ سانُ حِسابَ ري،
هو نِرمَلُ، ڪون پَري، هو ڪَپَٽُ ڏِيان ڌَري،
هو موتي ڪائي مانَسَرِ، هو مَڇيءَ ڪانِ مَري،
سامي ساکَ ٻَري، مَرَمُ وِيچاري مَنَ ۾.

(٣٠)

بِنان سَمُجَهَ جڪي، ٿو ڪُتو ڪَڄَ مَندَرَ ۾،
ٻالَڪُ ٻُڌِ وَرائي، ٻِلِي ٻؤ رکي،
گِياني پانُ لکي، تہ سڪي ٿي سامي چَئي.

(٣١)

اَنَ هوندي ٻولي، وِڌو جيءُ ٻَرَمَ ۾،
پُٽي ڏيئي پانَ کي، ڏَهَ دِسان ڦولي،
تنهن کي ڏِسي ڪِينَڪِي، جو ٻُڌي ءِ ٻولي،
سَتِگُرُ ڳِنڍِ کولي، تہ سڪي ٿئي سامي چَئي.

(٣٢)

ڪَلِپَتَ مُنو جيءُ، وَڄي پيو وِستارَ ۾،
ڀَرَمَ منجھ ڀُلي ڪَري، ڏهَ دِسِ قولي پيءُ،
تَپَ، تيرٿَ ساڌَنَ ڪَري، سَھي گرمي سيءُ،
گھرَ ۾ وَنڊ جي ويءُ، سو سامي ڏسي ڪِنَڪِي،

(٣٣)

ڀَرَمُ ڀِينگ ڀارِي، ھَلي چَڙي ڪِنَڪِي،
ڏنگي جنھن ڏندَن ري، سامي وِسُ ساري،
وِرلو وِيچارِي، ڪو بَچي ڳُرگِيات سان.

(٣٤)

ڀَرَمَ جِي ڀاري، چوٽ لَڳي مِنَ جيءَ کي،
چاهَ رکيائين چِتَ ۾، ڇُھَڙي ڇماري،
ڪَيَسِ تنھن ڪَلِپَتَ سان، سامي دِلِ ڪاري،
بيحَدِ جي ٻاري، پوري وَيٺو پاڻھين.

(٣٥)

عَجائِبُ اِسرارُ، غَيبي ڏِٺو گِياتِ سان،
اَوِدِيا تي عاشق ٿيو، سامي سَندِ جو ٻارُ،
جَنھن جو روپُ نَ رَنگُ ڪو، نَڪو اَنگُ آڪارُ،
سُپَني ۾ سَنسارُ، رَچي مَچي نِتُ رَينَ ۾.

(٣٦)

سپني منجھ ڪنگالُ، راجا ٿيو هڪ ديس جو،
هاٿي، گھوڙا، پالڪيون، ميڙيائين سڀ مالُ،
دَرَ تي بيٺا ڪيترا، سامي ڪَنِ سوالُ،
جاڳي ايھو حَوالُ، پنندو وتي پاٺهين.

(٣٧)

ڪوڙي ڪون پاسو، سامي سچي جَنَ ڪيو،
هُن ڪي سڪ سَلَ ڪيا، هُن ڪي مُحبت نہ ماسو،
هو پرچو رهي پَدَ ۾. هُنَ جو وِڪيا منجھ واسو،
تَنهِن ڪي دِلاسو، ڏيئي پانُ ڪَڍي ويو.

(٣٨)

ناحق جيءُ رُلي، تو ڪرمَنِ جي ڪَلپَتَ ۾،
بنان ٻڳت ڀڳوان جي، ڀَرمُ ڪينَ ڀُلي،
تَڏِي ٻُنڍِ کُلي، جَڏِي سامي ملي سَروپَ سان.

(٣٩)

ڀُلِي هِنَ بَندي، خاصُ خَزانو گُمُ ڪيو،
ڪَٿي وِڏائين پانُ کي، ڏِکي منجھ ڏنڌي،
ڏِيو ٻاري گيانَ جو، ڏِنو ڪينَ اَنڌي،
پرين پانُ ڪندين، ڪا سَهائتا سامي چئي.

(۴٠)

پَرورِتا جو پُور، ڪاٺون پيو هِنَ جيءَ ڪي،
موتِي ڪيئن مِٺِي وَجي، سامي سَنسو سور،
پُٺي ڏيئي پاڻَ ڪي، مالِڪُ بَنيو مَزور،
ڏسِي نَرمَلُ نورُ، نانا ڪون نِرِياڻُ ٿِيو.

(۴١)

پَٿَرَ پوڄا ڪَنِ ديوُ نَ ڏِسَن ديهِ ۾،
پندِتُ ڄاڻِي پاڻَ کي، ڪَرمَنِ مَنجه ڀَڄَهنِ،
ساڪان سَنتَنِ جون ٻُڌي، مَرَمُ نَ رکَنِ مَنِ،
سي ڪيئن رَنگَ رَچَنِ، سامي سُڀِرِيَنِ جي.

(۴٢)

پوترَ پلالي، ڪوڙين گُهمنِ ڪيترا،
ڳالهيون ڪَنِ زبانَ سان، خِلوَت جون خالي،
جاڳِي ڏِسَنِ ڪِينَڪِي، خاوَندُ خِيالي،
لُنؤ لُنؤ منجهِ لالي، سامي تنهن سَروپَ جي.

(۴٣)

چَريا سي چَئِجَنِ، جي مَرَمُ نَ رکَنِ مَنَ ۾،
ڳالهيون ويدنَ جون ٻُڌي، دَرِ دَرِ بَڪَ بَڪَنِ،
نانا جڳتيُنِ سان ڪَري، دِبَ دِرِشٽانتَ ڏِيَنِ،
سامي ڪينَ ڏسَنِ، جاڳِي جوتِ سَروپَ ڪي.

(۴۴)

كَلِجگَ جا كوڙا، مِيرَ مُتَهَدي چوري،
راتيون ڏينهان لوڀَ جا، گهرِ ٻَنڌَنِ ٻوڙا،
ويساهِي ويساهَ سان، ڊوهِنِ وِسوڙا،
سامي مَتِ موڙها، مَرنُ نہ جائَنِ مَنَ ۾.

(۴۵)

چَريا سي چَئجَنِ، جي پانُ پَڇاڻِن كينَكِي،
ڳالهيون ڀلنِ جون ٻُنڌي، مَرَمُ نہ رکَنِ مَنِ،
پانهنجي ڳچيءَ پائِهِن، جوڙي سيلَ وِجَهنِ،
سامي كِينَ ڏِسَنِ، جياتي پائي گهرَ ۾.

(۴٦)

پَنڊِتُ پُكاري، سارُ ٻُڌائي سَڀَ كي،
سامي پانهِنجي مَنَ جِي، مَمِتا نا ماري،
رکِي دُئِيتُ اَندَرَ ۾، سَمِتا ڏيكاري،
هَليو سو هاري، مانكَ ديهِ اَمولَ كي.

(۴٧)

ٻانيَنُ ٻَنڌَ ڳِياني، كوڙا ڳهمَنْ كيترا،
ڳالهيون كن زَبانَ سان، اَنِيَنِ آساني،
رَهنِ رَسَ كَسَ لوڀَ ۾، اُرِجها اَيماني،
جائَنِ نہ فاني، پُتلو پَنجِنِ تَتَنِ جو.

(۴٨)

لکين لباڙي، ڳالهيون ڪَنِ اگمَ جون،
سامي ڪُوڙائي ساڌَ ٿيا، مٿو ۽ ڏاڙهي،
ڪَلڪائِنِ ڪَپَٽَ جي، ڪاتِي ڪُهاڙي،
ياڙَ ڪائي ياڙي، وَهِيا وَيِنِ وَهَ ۾.

(۴٩)

لکين ليکا ڪَنِ، پَڇاڙُو کو هِڪڙو،
ليکو چِڏِي اَليک ۾، کي گُرمُکَ غَرقُ رَهَنِ،
بِيا سَڀِ بادِ بَکَنِ، سُپَني ۾ سامي چئي.

(۵٠)

سامي ڪَنِ صَلاحَ، کوڙا مِڙِي ڪيترا،
لَهَنِ نَہ عشقَ اَپيد ري، رامَ نگرَ جي راهَ،
وَڃِي پيئي پاڻَ تي، ڪَنهِن نيهيءَ جي نِگاهَ،
ميٺي چنتا چاهَ، سو چَڙهي ويٺو چَؤڏولَ ۾.

(۵١)

مُنا سڀ مَنَنَ، گِياني، پَنڊِتَ، پُستَکي،
بِنان سمُجَهه سَروپَ جي، ڪَنِ اُترَ اَئون پِرشَنَ،
پائي ويٺا ڪَڇَ ۾، تِرشنا ڏائِڻِ رَنَ،
وِرلي ڪَنهن هَرِجَنَ، سامي سارُ سَهي ڪيو.

(٥٢)

بِنا گيانِ گيانُ، ڪوڙا ڪَٿِنِ ڪيترا،
ڳالهيون ويدَن جون ٻُڌي، ڪَنِ اَندرِ اُنمانُ،
ڏَسَنِ ڪينَ اکينُ ري، اَندا اَنيئِہ يانُ،
سَدا رهن غَلطانُ، سامي مايا موهہ ۾.

(٥٣)

ويدَ پُرانَ پَڙهي، پَندِتَ ٿِيڙا ڪيترا،
بِنا گيان گُروءَ جي، وِيا اَوِديا مَنجھِ اَڙي،
وِرلي ڪنهِن گُرمُکَ ڏٺو، وَچَنَ مَنجھ وڙي،
تنهِن کي هَٿِ چَڙهي، سامي لکَ سَروپَ جي.

(٥٤)

لکين هزارين، وادِ ڪَرِنِ ويدانتَ جي،
وِرلو ڪو وِيچارَ سان، ويهِي ويچاري،
سامي سارُ سَهي ڪَري، هِردي مَنجھ ڌاري،
نانَتَ نِواري، سَبَ گهٽِ ڏِسي سُپرين.

(٥٥)

اَڦُرَ پانَ ڪيو، ڦُرنو نانا روپَ جو،
اَنَ هوندو ڪَلپَتَ ڪَري، سامي سِدِ ٿيو،
جَنَمُ مَرَنُ دُکُ سُکُ مَنِي، سَنسي مَنجھ پيو،
پَلي پَرَمَ وِيو، جَڏِي جاڳي جُڙيو پانَ ۾.

# آگياني (ب)

(١)

لَکين ليکاري، ليکي مَنجھ لُڙهي وِيا،
لَنگھي چَڙهيو لکَ تي، کو اُتمُ اَڏِکاري،
جَنھِن کي ڏِنو ستِگُروءَ، ڀَروسو ڀاري،
سامي سَچاري، ھکَ رَکِي موجان کَري.

(٢)

لکين ليکارِي، ليکي منجھ لُڙهي وِيا،
غوتا کائنِ غيبَ جا، ڀَرَمُ کَري ڀاري،
چَڙهيو چيتَنَ چِٽَ تي، کو ورِلو وِيچاري،
سامي وِسُ ساري، جاڳي ڏِني جَنھن جوتِ ۾.

(٣)

لکين ليکارِي، ليکي منجھ لُڙهي ويا،
جئين پَسون گھمَنِ گھاٽي ۾، پائي پانجاري،
سامي ماٽي سارُ سکُ، کو ورِلو وِيچاري،
ڀؤ ساگرُ ڀاري، لَنگھي چڙهيو. لکَ تي.

(۴)

وائي وَڏائي، ڪُوڙا پِلي ڪَنِ ڪيترا،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيتري، سمجهہ صفائي،
وِرلي ڪنهن گُرمکَ کي، سامي سانتِ آئي،
سَمَ تِي سِدائِي، ماڻي موجَ مُڪتِ جِي.

(۵)

سنسي سَبُ سَنسارُ، لوڙهي لهارو ڪَيو،
لَهي سگهنِ نہ لکَ ري، پَرِچنتا جو پارُ،
ساکَ ڏئِي سامي چئي، ساڌو جَنُ سچارُ،
ڪَري جنهن قرارُ، پورَنُ ڏِٺو بيءَ کي.

(۶)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، سارو ڏيهہ ڏکي ڪَيو،
سامي وِيو کو سورمو، پَرپَڪُ پارِ لَنگهي،
جنهن کي چِڏيو سَتِگُروءَ، آتمَ رَنگِ رَنگي،
ڪَنهِن ڪون ڪِينَ سَنگي، ماڻي مَوجَ مُڪتِ جِي.

(۷)

سَنسي سَرپَ ڏنگي، موڳو ڪَيو ماڻُنِ کي،
اَتَ ئي پَهَرَ اَندرَ ۾، سَيُکو پِيو سَنگي،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اَچَ تي، لوڪان ليڪَ لَنگهي،
جنهن کي رَنگِ رَنگي، سامي چِڏيو سَتِگُروءَ.

(٨)

ڦُرني ڦُري فقيرَ، ڪيا سَڀِ جيءَ جهانَ جا،
ٻوَنِ ٻؤ ساگرَ ۾، ڏري سگهن نہ ڏيرَ،
ڪو سُجاڪو سورَمو، سامي چڙهيو سيرَ،
جنهن کي پُوري پيرَ، لڪ لکائي اَنيَّي.

(٩)

جڳَ ۾ وسَنِ ٺڳَ، ياري پَنجَ پرَنہَ جا،
موهي ماري مَتِ کَسي، سڀ کي ڪَن ڏڪَ مڳَ،
ڪي سُجاڪا سورَما، رهنِ عينَ اَلڳَ،
سامي تي سرِ ٻڳَ، مانِنِ مَوجَ مُڪتِ جي.

(١٠)

سڀ کي ٺڳنِ ٺڳَ، پنجَ پانهنجا پريتم ٻٽي،
سامي سَمُجهن ڪينڪي، اَنڌا جيءَ اَلڳَ،
رهنِ اَليپُ اَڪاسُ جان، ڪي سادو سرِ ٻڳَ،
جَن کي ٽوپي پڳَ، نظرِ نہ اچي نامَ ري.

(١١)

وِيا سڀ وِڪامي، ويرنِ هٿ ويچارَ ري،
ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو، سنتُ بَچيو سامي،
جَنهن کي ڪيو ستگُروءَ، اَنَ آرامي،
نِرمَلُ نِهڪامي، رهي وِديهي ديهِ ۾.

(١٢)

وَهي بِنا ويچار، خَلقَ خامَ خيالَ ۾،
پَرچِنِ جاڙي پاڻَ کي، روئي زارؤن زارَ،
رَهَنِ اَليپُ اَڪاسَ جان، نيهَي نِراڌارَ،
لائِي جَنهن لِنوَ تارَ، سامي سُپيرين سان.

(١٣)

پَرَمَ مَنجهِ پِلي، پيا سَڀِ جيءَ جهانَ جا.
جَنمَنِ مَرَنِ مَتِ ري، رَسَنِ ڪانڻِ رُلِي،
سامي لَڌو ڪنهن سورَمي، اَنيڪ گهرَ اَصلي،
مِٺِي ڪَلپ ڪُلي، ماڻِي مَوجَ مُڪتِ جي.

(١٤)

سَڀِني ٿي آتُرُ، پِتَنِ ڪارَڻِ پيٽَ جي،
پائي پَوَنِ پاڻهين، پَرَمَ کي پاڪُرُ،
سامي سُڄاڪَنِ ڏِٺو، هَرِ حاضُرُ ناظُرُ،
ڪَري مَنُ اَڦُرُ، ماڻِنِ موج مُڪتِ جي.

(١٥)

پنهنجو پاڻَ پَونِ، پِلِي جيوَ پرمَ ۾،
سَتِ جاڻي سَنسارَ کي، جَنمَنِ نِتُ مَرَن،
ساڌو جَنَ سَمُجهِي سَچِي، سامي ساکَ ڏِينِ،
جاڳِي ڏِٺو جَنِ، هِڪُ هيڪلو آتما.

(١٦)

سَنُڪو ڏَنڊُ پَري، جنمي مُري جَمراءِ جو،
جَهِڙا جهڙا جڳَ ۾، ڪَلِپي ڪَمَ ڪَري،
سامي رَهي ڪو سورَمو، پِريمي پاڪُ پَري،
نِرمَلُ ڏِيانُ ڌَري، پورَنُ ڏِنو جنهن پيءَ ڪي.

(١٧)

هَٺي هارائي، هِيرو جَنَمُ وِيا هَٿَن مون،
سامي موهَ مَمَت جِي، ڦاهي ڳَلِ پائي،
نيهي نارائِڻَ سان، مِليا مَنُ لائي،
وِيا وَڄائي، نَغارو نِربانَ جو.

(١٨)

هاري جَنَمُ هَٺي، سڪِٽا وِيا سَنسارَ مون،
ڪَٺِي ڪوڙَ ڪَپَٽَ سان، ڪوڙِي جَنِ ڪَٺي،
وِرِلي ڪَنهن گُرمُکَ جِي، نانَتِ مَتِ نَٽي،
جو وِڏِ سان واٽ وَٺِي، سامي هَليو حَليمُ ٿي.

(١٩)

مُنهَن ڪارو مو چارو، اَندَرَ ڪاري آدميءَ ڪون،
سَمُجهي سُجانُ ڪو سورَمو، اِهو اِشارو،
چَڙهي وَڄائي چِٽَ تي، نِرڀَوُ نَغارو،
نَڀَ جان نِيارو، سامي رَهي سَريرَ ۾.

(٢٠)

مَنَن جي ماکي، چِٿي جيءَ چَريا ٿيا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، ڪَلِپِنِ نِتُ ڪانکي،
ڪَنهن ساڌوءَ ڳالهِ سَهي ڪئي، سامي ٿي ساکي،
ڇَڏي هَلاکي، جُڙيو رَهي جڳديسَ سان.

(٢١)

اِها وَڏي اَنيتِ، پِوَن نانا جونِ ۾،
پَرچِنِ جاڻي پاڻَ کي، سَدا رَهَنِ پِئي پِيتِ،
سامي ساڌو جَنَ کي، هَلَنِ سَچي رَسَ ريتِ،
پورَنُ ڪَري پَرَتيتِ، رَهَسي مِليا رامَ سان.

(٢٢)

پَرچِنتا پَليتُ، ڪَيا جيءَ جهانَ جا،
ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪِڙو، رَهي اَليپُ اَچيتُ،
پَرِچي لڌو جَنهن پانهنجو، آدي اَنيِئِ مِيتُ،
سَدائي سُرجيتُ، سامي رَهي سُياءَ ۾.

(٢٣)

جَنمي مَري جيءُ، پَرچِنُ جاڻي پاڻَ کي،
سامي ڏسي نَہ سَمَ ٿِي، پَرتڪِ پورَنُ پيءُ،
وِرِلي ڪَنهن ڳُرمکَ جو، مِٺيو سَنسو سيءُ،
مَنمکُ رَهي سَديءُ، گهٽَ اَڪاسَ مَهَ اَڪاسَ جان.

(٢٤)

طَمعَ ترِڪائي، ڇڏِيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻَوَن ٻؤ ساگرَ ۾، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
سامي ٻَڇيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سائي،
لِنوَ سَچي لائي، چڙهيو چيتَن چِٽَ تي.

(٢٥)

طَمعَ ۾ ترِڪي، پيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
گوتا کائي گيبَ جا، ساهُ ڪَٽَنِ سُڏِڪي،
لَنگهي چڙهيو لڪَ تي، ڪو پريمي پُلڪي،
ممتا جي مَٽڪي، جَنهن سَٽي وِڌي ساڌَ سَنگ.

(٢٦)

طَمعَ ترِڪائي، وِڌا جيءَ وَهَڻَ ۾،
گوتا کائنِ گيبَ جا، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪو نيهي لِنوَ لائي،
جنهن کي جاڳائي، سَتِگُرَ ساوِڌانُ ڪَيو.

(٢٧)

دُئيتَ سَڀِ دکي، ڪَيا جيءَ جهانَ جا،
شاهَ، وزيرَ، اَميرَ، پِيرَ، مهاجَنَ، مکي،
سَدا رَهنِ سامي ڇَئي، سَمِتاوانَ سکي،
بِنا رَسَ رکي، ڳالھ نہ ڪَرنِ ڳُجھ جي.

(۲۸)

جاڳئي ٻنا جن، پلي ڪين پرم جو،
سامي لڳو سڀ کي، ٻڏي واچ وڳهن،
ڪو نيهي نرٻاڻ ٿيو، ڇڏي جات ورن،
ڏِٺو جنهن اين، اندر ٻاهر آتما.

(۲۹)

ٻَري چاهَ چَرِي، ڇڏي خلق خُداءِ جي،
مرگهه ترشنا جي وهَ ۾، وهن وري وري،
سامي لنگهيو ڪو سورمو، توڪل سان تري،
جنهن کي گُر گهري، سُرڪي ڏني سچ جي.

(۳۰)

ڇُهَڙي چماري، چاهَ چڀل چنتا پَري،
سامي ڪَسِي سَمَتا سڪ، ڏيئي ڏيکاري،
رهي اليپُ اڪاس جان، ڪو ورلو ويچاري،
سَٺِي پند ساري، مليو سار سَروپ سان.

(۳۱)

ترشنا جيءَ انيڪ، وڏا واچ وهن ۾،
ٿيون ڪاڻ نرڪ جون، بنا وئراڳ ويڪ،
سامي سمجهو سورمو، ڪري انوي وتريڪ،
هردي رکي ٽيڪ، ماڻي موج مُڪت جي.

(٣٢)

چنچلَ چورَ چُغلَ، سَچُ سُڃاڻنِ ڪينَڪِي،
ڪوهِنِ خامَ خِيالَ سان، مانَڪُ جَنَمُ اَمُلُ،
سَچارَنِ سُوڌِي لَڌو، اَنيئہِ گهرُ اَصُلُ،
ڪَٿي ڪَلِپَتَ ڪُلُ، سامي ماڻنِ سانتَ سڪُ.

(٣٣)

ڪَرَمَ ڪَرِنِ ڪُوڙا، پائي سگهنِ نہ پيءُ ڪي،
پَلِي پَوَنِ پائهين، مَمِتا ۾ مُوڙا،
ماڻنِ دَورَ دَرِسَ جِي، سَمَ تي سَچُوڙا،
سَدا ٻُورا ٻُوڙا، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٣٤)

قِصا ڪرَي ڪوڙا، ٻُڌائنِ ٻِيَنِ ڪي،
پاڻَ پَڇائنِ ڪينَڪِي، مُنڌَون مَتِ موڙا،
ماڻنِ سڪُ سَروپَ جو، ساڌو سَچُوڙا،
سَدا ٻُورا ٻُوڙا، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٣٥)

ڪَري جيءَ ڪَرَمَ، ڦاهيءَ ڦاٿا پائهين،
سَدا رَهنِ سَنسارَ جي، وِسا مَنجهِ وَهَمَ،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَچَ تي، جَڏي ڪوڙا ڪَمَ،
سامي ڏِسي سَمَ، اَندرِ ٻاهرِ آتما.

(٣٦)

ڪَپٽي ڪَپَٽُ ڪَري، ڦاهيءَ ڦاٽا پائيِن،
ٻَوَنِ ٻِيُو ساگرَ ۾، نانا روپَ ڌَري،
پاپَ پُنَ دُکَ سُکَ ڪون، ڪو پريمي رَهي پَري،
سامي ڏِسي نَري، اَندرِ ٻاهر آتما.

(٣٧)

اَندرَ گندُ ٻَ گندُ، ٻاهِرون اُجو اُجرو،
پيرُ سڏائي پانَ کي، ڪَري فاضُلُ ڦندُ،
سامي ڏِسي نہ سِرَ تي، خوديءَ ڪون خاوَندُ،
جَڏِي رُبِي پونڊو رَندُ، تَڏِي رُنڊو رَتُ اُکِن مون.

(٣٨)

پَڙهيلَ پَلالي، جڳَ ۾ گُهمَنِ ڪيترا،
ڪَتَندا وَتَنِ ايڪَتا، دِرِڙتا ڪون خالي،
لَڏي لکَ اَلکَ جي، نيهِنِ نِرالي،
سَدا سانتِ سالي، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٣٩)

نِيهَ ٻِنان نادانَ، ويدَ پَڙهي وادي ٿيا،
پانُ پَچائنِ ڪِينَڪي، سَمَيَ جي ڪَنِ ڳالانَ،
پيئنِ پيارنِ پريَمَ رَسُ، ڪي ساڌو جَنَ سُجانَ،
سَدا نِراَيمانَ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٤٠)

پيٽَ ڪَيو پاڄي، سامي سَڀَ جَهانَ ڪي،
وِرلي ڪَنهن ڳُرمکَ جِي، مِٽي موٽاجي،
سَهي ڪَئي جنهن سَمَرٿي، سپُني جي باجي،
رَضا ۾ راجي، رَهي سَدائين رامَ جي.

(٤١)

پاپي اَئون پُني، ڀوڳنِ ڀوڳَ ڪَرَمَ جا،
ڪَنيون وَتَنِ سِرَ تي، سامي ڪَلپَ ڪُني،
رَهنِ اَليپَ اَڪاسَ جان، گِيانَوانَ گُني،
ڳاوَن ويدَ ڌُني، مَهاوَاڪَ مارِلُ ٿي.

(٤٢)

پاپي ڪَري پاپُ، ڦاهيءَ ڦاسَن پانهين،
ڀوڳنِ ڀوڳَ نَرڪَ جا، سِرَ تي ڪَٽي سِراپُ،
سامي سَچارَنِ ڪي، ڪونهي ڏُک سَنتاپُ،
مَنَ ۾ رکي ملاپُ، وَرتَنِ وِڌِ ويچارَ سان.

(٤٣)

بِنا ڏر ڏري، جڳتُ سَڄوئي جيءَ ۾،
نانگُ ڄاڻي نوڙيءَ کي، سگهي نَہ ڏيرَ ڌري،
وَهيو وَڃي وِچارَ ري، ڪوڙي ڪَلپَ ڪَري،
جَنمي اَئون مَري، سڀني ۾ سامي چئي.

(۴۴)

پوڳڻِ پلائي، وڃو جيءَ وهڻَ ۾،
پُٺي ڏيئي پاڻ کي، گوتا نِتُ کائي،
اُلٽي ڏِسي ڪِينَڪي، مُنهُن مَرُهيءَ پائي،
جاڳيو جاڳائي، تَہ سڪي ٽِئي سامي چئي.

(۴۵)

پوڳِنِ پلائي، ڇڏيا جيءَ جَهانَ جا،
پَوَنِ پَنهنجو پائُهين، ڦاهي ڳلِ پائي،
ڪالُ نَہ ڏِسَنِ ڪنڌَ تي، وري واجهائي،
وِڃي سڀُ وڃائي، جيرو جنمُ ڇُٽِن مون.

(۴۶)

سُوڪَمُ تي اَستُولُ، پوي پَو ساگرَ ۾،
جَنِمي مَري، روئي هَسي، ڪَري سَڀُ مَسڪولُ،
ڏِنائين اداسُ تي، موٽي پَنهنجو مولُ،
ڇَڏي طَمعَ تَنَ تُولُ، ساماڻو سامي چئي.

(۴۷)

سُپَنَ مَنجهِ غُلامُ، سُپني شاهُ اَميرُ ٿِيو،
سُپَني ۾ مَوجان ڪَري، سُپَني ۾ نِهَڪامُ،
اَکِ کُلي آرامُ، سُتَهَ ڏِنو سامي چئي.

(۴٨)

اِڇا ڪَيا آڏين، سامي جيءَ جهانَ جا،
پَوَنِ پِؤ ساگرَ ۾، سَدا مَتِ مَلِينَ،
پَرچا رَهَنِ پيءَ سان، ڪي پريمي پَرَبِينَ،
جُٺن جَلَ ڪون مِينَ، پَلَڪَ پَراهون نَہ ٿِئي.

(۴٩)

ڪي ڄاتائين پاڻُ، پِريَنِ ڄاتائين ڪي ٻيو،
سامي تَنهن ڪي سَنتَ جَنَ، ڄاڻَنِ اَتِ اَڄاڻُ،
پَرچي ڪَري نَہ پاڻَ ڪي، نانَتِ ڪون نِرِباڻُ،
سَدا سَنسي ساڻُ. پَوي پِؤ ساگرَ ۾.

(۵٠)

لَنگهي لوڪَ لڄا، ڪوڙا سگهن ڪِينَڪِي،
جَنمي مَرِي جَمَ جِي، سَهَنِ نِتُ سَجا،
سَچا رَهَنِ سامي چئي، راضي مَنجهِ رَجا،
مِلي ڪَنِ مَجا، سُتَهَ سُدِ سروپَ سان.

(۵١)

اَندَنِ ڪي آهي، اَنديرِي اکِنِ ۾،
پَونِ پانهنجو پاڻهين، ڪَندنِ ۾ ڪاهي،
سامي سڄاڪَنِ ڪي، ڦُرنو نَہ ڦاهي،
پَٽُ پَرِدو لاهي، پورَنُ ڏِسَنِ پيءَ کي.

(۵۲)

پَرَتک پَرَميسَرُ، اَندَا ڏِسَنِ ڪِينَڪِي،
هَٿَنِ ڪَرَمَ ڌَرَمَ ۾، ڪَلَپي نِتَ تَڪرُ،
سُجاڪَن سَهي ڪَيو، پَرچي پَنهِنجو گهرُ،
ميٺي ڏک ڏمَرُ، سِيتَلُ ٿِيا سامي چئي.

(۵۳)

پَونِ پانهِنجو پاڻ، اَندَا جيءَ اَگيانَ ۾،
گوتا کائِن گيبَ جا، ڪَري ڪِنچاتاڻَ،
ماڻِن سکُ سَروپَ جو، سُجاڪا سُڄاڻَ،
سَدائي نِربَاڻَ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(۵۴)

اَندَا اَندُ غبارُ، ڏِسَنِ مَتِ مَشعالَ ري،
پَوَنِ پَوُ ساگرَ ۾، ڪَرِنِ ڪِينَ قَرارُ،
سامي سُجاڪَنِ جو، سُجاڪو وَهَنوارُ،
اَندرِ ٻاهَرِ يارُ، پورَنُ ڄاڻَن پانهنجو.

(۵۵)

اَندَا آڌيءَ راتِ، ڏِسَنِ مَتِ مَشعالَ ري،
پُني ڏيٺي پاڻَ کي، ڪَنِ پَرائِي تاتِ،
سامي سُجاڪَنِ کي، سَدائي پِربِاتِ،
پائي آتمَ گِياتِ، اِستِتِ رَهَنِ آڪاس جان.

(٥٦)

اندا ڪنِ اَيمانُ، ڪايا، مايا، ڪُلَ جو،
ڪالُ نـ ڏِسَنِ ڪندَ تيِ، ڪَشيو بيٺو ڪانُ،
وِرلو ڪو ڳُرمک رَهي، سامي ساوڌانُ،
جَنهِن کي آتَم گيانُ، سُتَهَ ڏِنو سَتِگروءَ.

(٥٧)

اَندا اِيماني، سَچُ سُڃاڻَنِ ڪِينَڪِي،
ڪَنيون وَتَنِ پانَ سان، پَرَمَ جي پاني،
اِستِتِ رَهي آڪاسُ جان، ڪو وِرلو وِگياني،
دِلِ ۾ دِلِ جاني، سامي ڏِنو جنهِن سَمَ تيِ.

(٥٨)

اَنَ هوندي اَگيانَ، وِڌا جيءَ وَهَنَ ۾،
گوتا ڪائِنِ گيبَ جا، ڪوٽَ ڪَري اُنمانَ،
لَنگهي چَڙهيا لڪَ تي، ساڌو جَنَ سُڃانَ،
سَدا ساوڌانَ، سامي رَهَنِ سُپاءَ ۾.

(٥٩)

اَندا اَگياني، سَچُ سُڃاڻَنِ ڪِينَڪِي،
ڪوهي مانڪَ ديهِ کي، پَوَنِ ويراني،
سامي سُڃاڪَنِ ڏِٺو، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
مُشڪِلُ آساني، سَمُجهائي ڪَنِ سِڪَ جي.

(٦٠)

اَندَا اَگِياني، سَچُ سُجائَنِ ڪِينَڪِي،
جَنمنِ مَرَنِ مَتِ ري، بَڻي اِيماني،
سامي سُجاڪَنِ ڏنو، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
هَردَمُ حَقاني، ماڻِن موجَ مُڪتِ جي.

(٦١)

اَندَا اُپاڌِي، سَچُ سُجائَنِ ڪِينَڪِي،
ڪَٽَنِ پانهِنجي پاڻهين، روڻي پِٽي راڌي،
سُجاڪَنِ سَڀي ڪَري، سَمتا مَت ساڌي،
سَدا سَماڌِي، سامِي رَهَن سُياءَ ۾.

(٦٢)

اَندَا اُپاڌي، سَچُ سُجائَنِ ڪِينَڪِي،
ديهي جاڻي پاڻَ کي، روئي ڪَٽَنِ راڌي،
سُجاڪا رَهَنِ سامي چئَي، سَدا سماڌي،
اُونهو اَگاڌي، ڏسَنِ اَنيئِ آتما.

(٦٣)

اَندَا اُنماني، سَچُ سُجائَنِ ڪِينَڪِي،
ڳالِهيون ڪَنِ ڳُٺَنِ جون، جوڙي زَباني،
سامي سجاڪَنِ ڏِٺو، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
سَدا سَيلاني، رَهَن رَهَتِ سَچيءَ سان.

(٦٤)

اَندا ڪَنِ اُنمانُ، سَتَهَ سِڌِ سَروپَ جو،
ڏِسَنِ ڪِينَ اکِنِ ري، اَکِيون اَنيِئَ يانُ،
سامي سُجاڪَنِ کي، اَستامَلُ آسانُ،
جاڳِي سَڀُ جهانُ، لَئِ ڏِٺائون لکَ ۾.

(٦٥)

اَندو اَياڳو، سَچُ سُجاٺي ڪِينڪِي،
پِلِي پَري سَڀَ جو، لوڀي ٿِي لاڳو،
ماٺي سکُ سَروپَ جو، ڪو ساڌو سُجاڳو،
سَدا اَنَراڳو، سامي رَهِي سُياءَ ۾.

(٦٦)

اَندا اَناري، سَچُ سُجاڻَنِ ڪِينڪِي،
لائي وِهَنِ لوکَ ۾، طَمَعَ جي تاري،
سامي سُجاڪَنِ جِي، سَڀَ سُجانَ واري،
سَمَ تي سَپاڙي، ڪَنِّي ڇَڏِيائون ڪَلپَنا.

(٦٧)

اَندا ڪَنِ اُپاءُ، پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرَ جي،
آدِي اَنيِئَ گهرَ جو، رکَنِ نَ سُڌِ سَماءُ،
سامي سُجاڪَنِ کي، ٿيو لُنئَن لُنئَن مَنجهِ لکاءُ،
مينِي دُٺِيا ياءُ، اِستَتِ ٿِيا اَچَلَ جان.

(٦٨)

اَندَا ڪَنِ اِتبارُ، ڪايا مايا ڪُلَ تي،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، کِپي ٽِيَنِ خُوارُ،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو سادُو جَنُ سَچارُ،
ماڻي موجَ اَپارُ، سامي مِلِي سَروپَ سان.

(٦٩)

اَندَا ڪَنِ اِتبارُ، ڪايا مايا ڪُلَ تي،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، کِپي ٽِيَنِ خُوارُ،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو سُڄاڪو سَچارُ،
جَنهِن آدي اَنيَئِ يارُ، پَرتکِ ڏِٺو پانهِنجو.

(٧٠)

اَندَن کي اِتبارُ، اَڇي نَ آتَمَ رامَ تي،
آهي جَنهن جي آسري، سامي سَڀُ سَنسارُ،
ڪَنهن سُڄاڪي سورَمي، دِلِ ۾ ڪَيو ديدارُ،
جَهن کي سَنتُ سَچارُ، اَچي مِليو اَنيَئي.

(٧١)

اَندَن کي اِتبارُ، اَچي نَ آتَم رامَ تي،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، کِپي ٽِيَنِ خُوارُ،
سَدا سُڄاڪَنِ کي، دِلِ اَندرِ ديدارُ،
سامي ڪَري قَرارُ، سُمهيا سُکَيَتِ سيجَ تي.

(٧٢)

آنڌا جيءَ اَجاڻَ، سَچُ سُجاڻِ ڪِينَڪي،
مايا موهَ اَسارَ ۾، سَدا رَهنِ غَلطانَ،
ماڻِنِ سکُ سَروپَ جو، نيهي نِرآيمانَ،
سَمَ سيتَلَ ساوڌانَ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٨٣)

آنڌا جيءَ اَجاڻَ، سَچُ سُجاڻِ ڪِينَڪي،
ڪَري ڪَرمَ ڀلا بُرا، ڀَوَنِ ڀوڳنِ پاڻَ،
سُجاڪا سَروپَ جي، رکَنِ پريتِ پڇاڻَ،
سَدائي نِرٻاڻَ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(٨۴)

آنڌا جيءَ اَڙي، ڀِيا سَڀِ مايا موهَ ۾،
مَرَن مَت مَرمَ ري، راتيون ڏينهن رڙي،
ڪَنهِن سُجاڪي سورَمي، ڀڳي ڀَرمَ گهڙي،
چيتَنِ چِٽَ چڙي، سَيلَ ڪَري سامي چئي.

(٧٥)

آنڌا ٿِي اُتپَتِ، سَچُ سجاڻِ ڪِينَڪي،
رولِنِ مانکَ ديهِ کي، ڪَري ڪوڙُ ڪُسَتِ،
سُجاڪَنِ ڪِي ساڌَ سَنگِ، ڀاڳوَتي ڀڳتِ،
ميٺي مَمَتا مَتِ، سامي جُڙيا سَروپَ سان.

(٧٦)

اَندو پيو آٽي، ٻڏيءَ ٻارَ سُڪيءَ ۾،
تارِ ڇاڻي تُرَهو ٻَڏو، ڪَرمَنِ جو ڪاٺي،
سامي آيا سورَج جِي، ڪو سَچو سُڄاڻي،
مَوجَ ملي ماڻي، پاڻَ وراڻي پاڻَ سان.

(٧٧)

اَندو پيو آٽي، ٻلي پؤ ساگرَ ۾،
بي ٻُڏيءَ ٻَڏو تُرهو، ڪَرمَن جو ڪاٺي،
سُڄاڪو سامي چئي، صاف سُڪو ڇاڻي،
موجَ ملِي ماڻي، پاڻَ وَراڻي پاڻ ۾.

(٧٨)

اَندو پيو آٽي، پؤ ساگرَ جي پيڙ ۾،
تارِ ٻُڏي تُرَهو ٻَڏو، ڪَرمَنِ جو ڪاٺي،
سامي آيا سورِجَ جِي، ڪو سَچو سُڄاڻي،
مَوجَ ملي ماڻي، پَرتکِ پورَنُ پانهنجِي.

(٧٩)

اَنڌَنِ کي آئِي، اَگِيون اوٽَ اَگيانَ جِي،
جُدا جانيءَ پاڻَ کي، رولي وِڌائِي،
سامي سُڄاڪَنِ کِي، سُتَمَ صَفائي،
سَڀَ گهٽ لالائي، پَرتکِ ڏِسَنِ پيءَ جِي.

(٨٠)

اَنڌَنِ کي آئي، اِڳيون اوٺَ اڳيانَ جي،
پَرچِنِ ڄاڻِي پانَ کي، ڄاڻِنِ نتُ ڄائي،
سامي سُڄاڪَن کي، سَمَتا سَدائي،
لُنوَ لُنوَ لالائي، پَرتکِ ڏِسَنِ پيءُ جي.

(٨١)

اَنڌا اوٺَ ڏيئي، دَرِ دَرِ ڦولنِ دوسَ کي،
ڪَرِيَ بيٺا ڪَلپَ سان، ساڌَنَ سَيئي،
سَهجي سُڄاڪَنِ کي، سامي سُڌِ پيئي،
سوُ، سَڪَتِ، بيئي، ڏِسَنِ پَنهنجي ڏيلَ ۾.

(٨٢)

اَنڌَنِ کي اَٽڪَلَ، ڪانهي تار تَرَنَ جي،
سَتِ ڄاڻِي سَنسارَ کي، پَوَنِ مَنجهِ پَؤ جَلَ،
لَحظي مَنجهِ لَنگهي پيا، کي سُڄاڪا سَبَلَ،
سامي سَبَ مَهَلَ، حاضرُ ڏِسَنِ حَضورُ ۾.

(٨٣)

اَنڌَن کي اولو، مايا ڏِنو موهَ جو،
پائي پَوَنِ پائهين، ڇِنتا جو ڇولو،
سامي سُڄاڪَنِ کي، ڪونهي پَؤ پولو،
ڪِما ڪَتولو، پائي سُمهيا پَدَ ۾.

(٨٤)

اَندَنِ کون اَيلاکَ، مِٽي نہ مايا موهَ جي،
پَوَنِ پِوَ. ساگرَ ۾، ڪٽي طمعَ جا ٽِباکَ،
ماٽِنِ سڪ سَروپَ جو، ڪي ساڌُو جَن سُجاکَ،
سامي سَچي ساکَ، ويدَنِ ڏِني وِڌِ سان.

(٨٥)

اِڳيون آئي اوٽَ، اَندَنِ کي اڳيانَ جي،
پائي پَوَنِ پائهِنِ، ڪَلپَتِ جَنمَ ڪوٽَ،
سُجاکَنِ سَٽي وِڌي، پولِي پَرچِنِ پوٽَ،
چيتَنَ اُتي چوٽَ، سامي لائِنِ سَمَ جي.

(٨٦)

اَنَ هوندي اڳيانَ، ڏِني اوٽَ اَندَن کي،
سُتَمَ شُڌِ سَروپَ جي، سُڌِ ٻُڌِ رکَنِ ڪانَ،
ڪَرِنِ عَدالَتَ اَنيَٽي، سُجاکا سُلطانَ،
رَهَنِ منجھِ جَهانَ، سَدا اَليپُ اَڪاسَ جان.

(٨٧)

پولي پُلايو، اَنَ هوندي اَڳيانَ جي،
پُٽي ڏيئي پانَ کي، دَهَ دِسا ڏايو،
سڀني ۾ سامي چئي، سَڀُ رَنگُ رَچايو،
اَڪِ ڪُلي آيو، عينَ اَڦُرَ آرامَ ۾.

(٨٨)

اَندَنِ ڏني اگرِ، پَرچِنتا جي پاڻَ کي،
اُچا سڌّ الله کي، اُٿي کَنِ اَسُرِ،
سامي سُجاڪا وِيا، ڌِيرَجُ ڌاري ڌُرِ،
پَرچي پِيئنِ پُرِ، پاڪُ پِيالو پريمَ جو.

(٨٩)

اندَنِ ڏني اوٽَ، اڳِيون آسَ اَگيانَ جِي،
پائي پِوَنِ پاڻهين، ڪَلپَتَ جَنَمَ ڪوٽَ،
سامي سُجاڪَنِ تي، ڪَنهِن جِي چَلي نَ چوٽَ،
سَٽي پَرچِنِ پوٽَ، ماڻِنِ سکُ سَروپَ جو.

(٩٠)

اَندَنِ راهَ اَندي، وَتِي مَتِ مَشعالَ ري،
پِوَنِ پِوُ ساگرَ ۾، لَهَنِ ڪِينَ ڪندي،
سامي سُجاڪَنِ جِي، مَتِ سُجاڪي سگندي،
وِيئا ڳَندِ ٻَندي، اَنيڪِ لعلُ اَڻَ مُلهو.

(٩١)

اَوِديا ڏني اوٽَ، اَندَنِ کي اَيمانَ جي،
پائي پِوَنِ پاڻهين، ڪَلپَتِ جَنَمَ ڪوٽَ،
سامي سُجاڪَنِ تي، ڪنهن جي چَلي نَ چوٽَ،
سَٽي پَرچن پوٽَ، ماڻِنِ موجَ مُڪتِ جي.

(٩٢)

اَهَنڪاري اَحَمَقَ، سَچ سُڃاڻِ ڪينَڪي،
ٻُڌي واڪَ ويدانتَ جا، دَرِ دَرِ بَڪَنِ بَڪَ،
اِستِتِ رَهَنِ آڪاسَ جان، ڪي پريمي پَرَپَڪَ،
لُنوَ لُنوَ سانُ لَٽڪَ، سامي لائي لالُ ٿيا.

(٩٣)

وَهي پاڻَ وِيو، اَنڌو اَوِديا سِنڌُ ۾،
ڪاٺو ڪَرَمَ تُرَهي، سامي سُوارُ ٿِيو،
سُڃاڪو سَنسو سَٽي، لَنگهي پارِ پِيو،
ڏِسي ڪِينَ ٻِيو، سورجَ سارَ سڪياتَ ري.

(٩٤)

ڪُٽنبُ قَبِيلو، موهي مُسائي سَڀَ ڪي،
ڪنهن جو چَلي ڪينَڪي، هَٺُ هِمَتَ حيلو،
سامي ٻَچِيو ڪو سورَمو، رَنگَ ۾ رَنگيلو،
والِٺُ وَسيلو، پَرچِي جَنهن جو پاڻَ ٿِيو.

(٩٥)

ڪوڙَ جَنَمَ ڪوڙو، پائي مِلي نہ پيءُ سان،
سَدا رَهي سامي چئي، مايا ۾ موڙهو،
چَڙهيو چيتَن چِٽَ تي، ڪو گوهَرُ ڳوڙهو،
ٻُڌي جنهن ٻُوڙو، مَنُ مَنايو پانهِنجو.

(٩٦)

لوڪَنِ ليڪ لَجا، ڪوڙا ڇڏِنِ ڪينَڪي،
سَيي مايا موهَ ۾، سَهَنِ نِتُ سَجا،
عاشِقَ چڙهيا اَڄَ تي، مَني رب رَجا،
ڪرِنِ نِتُ مَجا، سامي صفائيءَ جا.

(٩٧)

ڪوڙ جَنَمَ ڪَپِٽي، پائي مِلَنِ نہ پيءَ سان،
سامي سَچارَنِ جي، سَهَجي مَمَتَ مِٽي،
پَنهنجي اکِئين پاڻَ کي، ڏٺائون اُلٽي،
ڪَري قولَ قِٽي، اِسٿِتِ ٿيا آڪاسَ جان.

(٩٨)

ڪوڙا ڪُوڙ سَتِ، ڪَري ڪَلپِنِ پائُهين،
مَري پائِنِ مَتِ ري، دُباري دُرِگتِ،
سَنتَنِ سَچارَنِ جي، سَچي سارَ سُمَتِ،
راتِيون ڏينهان رَتِ، سامي رکَنِ سَروپَ سان.

(٩٩)

ڪوڙا ڪوڙائي، سوگهي رکَنِ ساهَ ڪون،
پائي پَرَنِ پائُهين، چلَ وَل جي چائي،
سامي سَچارَنِ ڪي، سَچي ڪَمائي،
پانهنجي پَرائي، تاتِ ميٽي تَدَروپُ ٿيا.

(١٠٠)

ڪوڙا ڪوڙائي، ڇڏِنِ ڪين ڇَنِ ۾ِي،
پائي ڀَوَنِ پائهين، ڄَڄَ ڀَري ڄائي،
سامي سَچارن کِي، سَمُجهي صَفائي،
سَمَ تي سَدائي، ماڻِنِ سکُ سَروپَ جو.

(١٠١)

ڪوڙا ڪارِ ڪَچي، ڪوڙي ڪَنِ ڪَلپَتِ جي،
مَرَنِ مَتِ مَرَمَ ري، پانهنجو پاڻَ پَچي،
سامي سَچارن جي، سَدا مَت سَچي،
رَهيا رنگِ رَچي، سَتَهَ سِدِ سَروپَ جي.

(١٠٢)

ڪوڙا ڪَهاڻي، ڪوڙي ڪَنِ ڪَلپَ جي،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، وِلوڙِنِ پاڻي،
سامي سَچارن جي، سَچي ٻُڌِ ٻاڻي،
سَبَ گهٽِ سَماڻي، جوت ڏِسَنِ جڳديسَ جي.

(١٠٣)

ڪوڙا ڪوڙ ڪَري، ڦاهيءَ ڦاسَنِ پاڻهين،
ڀَوَنِ ڀَوَ ساگَرَ ۾، نانا روپَ ڌَري،
سامي سَچارنِ ڪون، ڀيءُ نـ رَهي ڀَري،
پِيئَنِ پاڪُ ڀَري، پِيالو پريمَ اَگَمَ جو.

(١٠٤)

ڪوڙا ڪوڙيءَ لارَ، لڳا مايا موهَ جي،
ڪوهي مانڪَ ديهِ ڪي، رُلن زاروُن زارَ،
ماڻِن سک سَروپَ جو، سامي سَنتَ سچارَ،
جتِ جيتَ نہ هارَ، تتِ ڪيائون ٽڪيو.

(١٠٥)

ڪوڙا ڪَري ڪَرتَبُ، ڏيکارِ نہ سَبَ ڏيہ ڪي،
اڳيون عَجيبن جي، ڇپي ڪينَ ڪَسَبُ،
سامي سَچارَنِ ڪي، ڪونهي لالَچ لَبُ،
راتيون ڏينهان رَبُ، ڏسَنِ پانهنجي ڏيلَ ۾.

(١٠٦)

ڪوڙا ڪٿي ڪَٽَ، ٻُڌائن ٻين ڪي،
وَهَنِ پاڻَ وَهَ ۾، هاري سَبُ هِمَٽَ،
پُورنُ ڇائن پيءَ ڪيَ، سورَما سَمَرٿَ،
جن ڪي ڏيٺي هَٽَ، سامي رکيو سَتِگُروءَ.

(١٠٧)

ڪُوڙو ڪَمينو، سچ سيڃاڻي ڪينَڪي،
ڪاٿي نِتُ خواريءَ سان، رُلي روزينو،
سامي مِليو سَروپ سان، ڪو پريمي پَربينو،
ڪٿي ڪبرُ ڪينو، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جي.

(١٠٨)

ڪوڙَنِ ڳالهِ ڪَچي، مَنِي ڪُوڙَ ڪَلَپَ جِي،
مَرَنِ مايا موهَ ۾، پَنهنجو پاڻَ پَچي،
سَچارَنِ سامي چَئي، سَمُجهي ڳالهِ سَچي،
رَهيا رَنگ رَچي، سَتَمَ سِدِ سَروپ جي.

(١٠٩)

ڪوڙَنِ کي قَدُرُ، ڪونهي مانڪَ ديهِ جو،
ٻَوَنِ ٻڏ ساگَرَ ۾، ٿي اَڏِينُ اَٿُرُ،
سَچارَن سوڌي لَڌو، نِڪَرَ مون نا ڪُرُ،
عينَ اَيِيدَ اَڦُرُ، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(١١٠)

ڪوڙَنِ جو ڪَلياڻُ، ٿِئي نہ سَمَتا سَچَ ري،
توڙي سَبَ ساڌَنَ ڪَرِنِ، مارِنِ پَهنجو پاڻُ،
سامي سَچارنِ سان، سَدا ساجَنُ ساڻُ،
پائي پَدُ نِربَاڻُ، ماٽِنِ دورَ دَرسَ جي.

(١١١)

ڪوڙَنِ کي ڪَرِتُو، ويدنَ چَيو وِڌِ سان،
سامي سَچارنِ جو، سَتَمَ پاڪُ پَدُو،
ٻورَنِ ڏِسَنِ پيءَ کي، ميٺي ٻولو ٻڏ،
سونارڪو سَوُ، لوهَرَ جو ڏَڪُ هِڪڙو.

(١١٢)

ڪوڙي پوشا پوشَ، مورکَ ڪَنِ مَرمَ ري،
رَهَنِ مايا مَدَ ۾، سَدائي بيهوشَ،
سامي ماڻِنِ سانتِ سکُ، ڪي نيهي نِرَدوشَ،
لَنگهي پَنجَئي ڪوشَ، چَڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي.

(١١٣)

ڪوڙَنِ جو ڪَليانُ، ٿئي نہ سَمَتا سَجَ ري،
توڙي سَبِ ساڌَنَ ڪَري، مارِنِ پنهنجو پاڻُ،
سَدا سَچارَنِ جي، سَچَڻُ رَهي ساڻُ،
پائي پَدُ نِربَاڻُ، سامي ماڻِنِ سيجَ سکُ.

(١١٤)

ٻولو ٻيو ياري، جُدائيءَ جو جڳَ ۾،
تَنهن جي تاوَ سان، نَچَنِ نَرَ ناري،
سامي ويٺو سَمَ تي، ڪو ورلو وِيچاري،
بيحَدَ جي ٻاري، پَئي ڏِلو جنهن پاڻَ ڪي.

(١١٥)

ٻِلي ٻَچِڙُو، ٻَوَنِ ٻؤ ساگرَ ۾،
ڪَنيو نِتُ ڪَپِتِ جو، سامي ساڻُ تَنُو،
ڪيپَ ڪَتِي گهرِ آئيو، ڪو پريمي پِندَ سَنُو،
لوئي، شالَ، پَٽُو، ڄاڻي اَنيڪَ اُنَ جي.

(١١٦)

ڀاري لڳي ڀٽَ، اَوِديا جي اَنڌن کي،
ڀُنِي ڏيئي ڀانءُ کي، ڪَرِنِ ڪوٽَ ڪَشٽَ،
سامي سُجاڪَنِ جي، چِتِ ۾ چيٽَنَ چِٽَ،
عِينَ اَييدَ اَمِٽَ، ماڻِنِ دورَ دَرَسَ جِي.

(١١٧)

پَرَمُ مِٺيو ڀاري، جُدائيءَ جو جڳَ ۾،
جَنِمَنِ مَرَنِ جيءَ سَڀِ، ٻَڌِي ديهِ ڌاري،
سامي مِليو سَروپَ سان، ڪو آتَمُ اُڌڪاري،
نانَتَ نِواري، جاڳي جَنهن اَندرَ جِي.

(١١٨)

پَرَمَ منجهه پِڻِڪي، مورکَ مُٺا ڪيترا،
سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي، اَنڌا پِيا اَٽِڪي،
پَرڪي پِڳي ڪَنهن ڀاڳوان، مَمِتا جي مِٽِڪي،
لَٽِڪي مَنجِهه لَٽِڪي، سامي رَهيو سَروپَ جِي.

(١١٩)

پَرَمَ مَنجِهه پُلي، پِيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
پَرچي ڏِسَنِ نَہ پانهنجو، اَنيَہ گهرُ اَصلي،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اَچَ تي، ميٽي ڪَلپَ ڪُلي،
جَنهن جو ڪَنولُ کُلي، سامي پِيو سَنگِ ساڌَ جي.

(١٢٠)

پرَمَ منجھ پلي، پيا سيڻي سنسارَ ۾،
جنمن مرن مت ري، رسن ڪانڌ رلي،
سامي لڌو ڪنھن سورمي، اَنيئ گھرُ اَصلي،
ميٺي ڪلپ ڪلي، اِسٿت ٿيو آڪاس جان.

(١٢١)

پيڌ پرمَ پاسي، جنھن ڪي جيءَ برھمَ ۾،
تنھن ڪي ڪالُ ڪلپت جو، گرھي گراسي،
ساکَ ڏني سامي چئي، نيھيءَ نراسي،
جنھن جو پٽ پاسي، سمجھائي ڪيو سگروءَ.

(١٢٢)

پوتُ لڳو پاري، اَنَ هوندو اَنڌن ڪي،
ديھي جاڳي پانَ ڪي، نچي نرُ ناري،
رھي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو ورلو ويچاري،
سٽي پنڊ ساري، سامي مليو سروپَ سان.

(١٢٣)

پوتُ لڳو پارو، سَبَ کي پيڌ پرمَ جو،
پائي پوَن پائيھن، ڳچيءَ ۾ ڳارو،
سامي رھي ڪو سورمو، نَبَ جان نيارو،
جاڳي جڳ سارو، لئہ ڏٺو جنھن لکَ ۾.

(۱۲۴)

پوڳنِ پُلائي، وِڏا جيءَ وَهَڻَ ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
سامي ٻَچيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سايي،
مَمَتا مِٽائي، پورَنُ ڇاٽي پيءَ کي.

(۱۲۵)

پوڳنِ پُلائي، وڏا جيءَ جَهانَ جا،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، ويٺا وِڃائي،
سامي سمُجَهنِ ڪِينَڪي، ڪوٽَ جَنَمَ پائي،
جُتو ڇڏائي، تَہ اَچَنِ اَنيَہِ پَدَ ۾.

(۱۲۶)

بِنان ويساهَ وِسا، پِئي پِيا پَرَمَ ۾،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، ڪُوڙا ڪَنِ قِصا،
ڪو عاشقُ چَڙهيو اَچَ تي، ميٽي مَنَ مَنشا،
سامي سَروَ دِسا، پُورَنُ ڏِسي پيءَ کي.

(۱۲۷)

بيحَدِ بَڪَ بَڪي، ٻَڌو جيءُ ٻِيائيءَ ۾،
سامي چَئي سِرڻِ جان، طَمعَ نِتَ تَڪي،
اَنيَہِ گهرَ اَتَمَ ۾، پاتو ٿانءُ ٿَڪي،
جِنهن کي پُورِ پَڪي، پارِ لَنگهايو پاتِڙيءَ.

(١٢٨)

بِنا ڏَرَ ڏَري، جڳَتُ سَيوئي جيءَ ۾،
پَرِچَنُ چاڙِي پاڻَ کي، جَنمي نِتُ مَري،
پورَنُ ڏِسي پيءَ کي، ڪو نيهي نيڻَ ڀَري،
جَنهن تي هَٿُ ڌَري، سامي پورو سَتِگُرُو.

(١٢٩)

بِنا گُپَ گِپي، پِيا سَبِ جيءَ جَهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرِمَ ري، ڪَپَتِ مَنجِهه ڪَپي،
ڪَنهن سُجاڪي سورَمي، سامي ڪَلِپَتِ ڪَپي،
جنهن کي چِٽي چَپي، لَڪَ لَڪائي اَنيَئي.

(١٣٠)

بِنا گُپَ گِپي، پِيا سَبِ جيءَ جَهانَ جا،
مَرَنِ مَتِ مَرِمَ ري، ڪَپَتِ مَنجِهه ڪَپي،
ڪَنهن سُجاڪي سورَمي، ڪَلِپَتِ ڳَنڍِ ڪَپي،
جَنهِن کي ڳالهِ چَپي، سامي ٻُڌائي سَتِگُروءَ.

(١٣١)

ٻوڙا ڪِينَ ٻُڌَنِ، دانهان دَردَ وَندنِ جون،
مِرگه تِرشنا جي جَلَ ۾، وَهِيا نِتُ وَڃَنِ،
سَمُجِهي ڪي سامي چَئي، پَريمي پارِ پَونِ،
جاڳِي ڏِٺو جَنِ، اَندرِ ٻاهَر آتما.

(۱۳۲)

ڦاهيءَ ري ڦاٽي، خَلقَتَ خامَ خيالَ ۾،
سامي ماري سَبَ کي، سُهڻَ جو هاٿي،
جاڳي ڪنهن جَتَنَ ري، لُوٽيو لاٿي،
سَدا سَنگِ ساٿي، ڏِسي اَنيَڪِ آتما.

(۱۳۳)

بِنا ويساهَ وِسا، پَلِي پيا پَرَمَ ۾،
پُٺي ڏيٺي پاڻَ کي، ڪوڙا ڪَنِ ڦِصا،
سامي سُوڌي سُڌِ ڪَئي، مَحَبَتِ مَنشا،
دوستُ دَهَ دِسا، پورَنُ ڏِسَنِ پَڌرو.

(۱۳۴)

ڦُرني مَنجهِ ڦاسي، پيا سَبِ جيءَ جَهانَ جا،
رَهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪو نيهي نِراسي،
سامي جنهن کي سَربَ گتِ، سَمَ سَتا ڀاسي،
گنگا، گيا، ڪيدارُ، ڪاسي، پَوي ڪينَ پَلَنِ جان.

(۱۳۵)

ڦُرني سَبَ ڦاهي، ڇَڏيا جيءَ جَهانَ جا،
پَلِي پَونِ پاڻهين، روپَ رَنگَ لاهي،
سامي سَنِي ڪنهن سورَمي، پَرِچَنِ پَندَ لاهي،
نَڪي رُلِي راهي، نَڪي ڪَٿي خُوارُ ٿي.

(١٣٦)

ڦُرني ڪَري ڦوڪُ، ڪَيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
پَوَنِ پئو ساگرَ ۾، پائي طَمعَ طوقَ،
اِستِٿِ رَهي اَڪاسَ جان، ڪو اَوڌوتُ اَسوڪُ،
جاڳي لوڪُ پَرلوڪُ، لَئِ ڏِٺو جنهن لڪَ ۾.

(١٣٧)

ڦُرني ڦُري فقيرَ، ڪيا جيءَ جَهانَ جا،
پِٽَنِ ڪارَڻِ پيٽَ جي، ڏَري سگهنَ نَہ ڏيرَ،
سامي ڪي ساڌو بَچِيا، گِيانَوانَ گنيرَ،
پاڻَ لڪايو پيرَ، جَنِ ڪي پُورَنُ پاڻَ ۾.

(١٣٨)

ڦُرني ڦاسائي، ڇڏيا جيءَ جَهانَ جا،
پِلِي پَوَنِ پاڻهين، ڪوٺَ جَنَمَ پائي،
سامي بَچِيو ڪو سورَمو، ساڌوءَ جي سائي،
مَمَتَ مِٽائي، سَدا ماڻي سيجَ سُکُ.

(١٣٩)

ڦُرني مَنجهِ ڦاسي، پِيا جيءَ جَهانَ جا،
پِلِي پَوَنِ پاڻهين، چَريا چوراسي،
سامي بَچِيو ڪو ساڌَ سَنگِ، وِرلو ويساسي،
اَلکُ اَبِناسي، گِهري لَڌو جَنهن گهرَ ۾.

(١٤٠)

ڦُرني ڦاسائي، وِڏا جيءَ وَهڻَ ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، ڪوٺَ جَنَمَ پائي،
سامي ٻَچيو ڪو سورَمو، هَرِ سان لِنوَ لائي،
وينو وَڇائي، نگارو نِرٻاڻَ جو.

(١٤١)

ڦُرني ڦاسائي، ڇِڏيا جيءَ جَهانَ جا،
ٻون ٻِؤ ساگرَ ۾، ڪوٺَ جَنَمَ پائي،
تَنهن جو ليکو ڪونَ ڪو، جنهن ڪي ڇُٽو ڇڏائي،
ويهِي وَڄائي، نگارو نِرٻاڻَ جو.

(١٤٢)

ويدَ پَڙهي وادِي، مورِکَ ٿيا مَرَمَ ري،
جاڳِي جاچِنِ ڪِينَڪي، موڙِي مُرادي،
لَڌِي لک اَلک جي، ڪَنهن عاشِقَ آلادي،
سَدا سماڌي، سامي رَهَنِ سُياءَ ۾.

(١٤٣)

ويدنِ ٻِگاڙي، ڪوڙين ڇڏيا ڪيترا،
ڦِهُتو چاهِنِ ٻَدَ ۾، ڪَري گَڏهُ ياڙي،
ڪو عاشِقُ آيو گهرَ ۾، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
اکيون اگهاڙي، پَرتکِ ڏِسي پيءَ کي.

(۱۴۴)

پَڙهي پُرجهائي، سِياڻو بَڻي سَڀ ڪي،
مايا ڪارڻ مَنَ ڪي، ڏهَ ڏِس ڊوڙائي،
پيهي ڏِسي نـ پاڻَ ڪي، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
جاڳيو جاڳائي، تـ سکي تِڻي سامي چئي.

(۱۴۵)

وِسَنِ وِساري، ڏِنو اَنيَـِ آتما،
لُڙهي لَهَوارا ٿِيا، هيرو جَنَمُ پائي،
اُلٽي ڪَنهن عاشِقَ ڏِٺو، سامي سَنياري،
چڙهي چَوباري، سَيلَ ڪَري سَنسارَ جا.

(۱۴۶)

وِسَنِ وِڃايو، گهرَ جو ڏٺي گهرَ ۾،
اُلٽي ڏِسَنِ ڪِينَڪي، جنهن جگُ اُپايو،
سامي سُجاڪَنِ ڪي، اَنيَـِ ۾ آيو،
پَنهنجو پَرايو، خِيالُ سَڀ خاموش ٿِيا.

(۱۴۷)

وِسَنِ وِساري، چَڏيو اَنيَـِ آتما،
يَوَنِ يَؤ ساگرَ ۾، نانا روپَ ڌاري،
وِرلي ڪَنهن گُرَمکَ لَڌو، وِڌِ سان وِيچاري،
نانَتَ نِواري، سامي ماڻي سانتِ سکُ.

(١٣٨)

وِسَنِ وِساري، ڏِنو اَنِيَءَ آتما،
دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان، پُڇَنِ پُڪاري،
پَرتکِ ڏِسَنِ نَہ پاڻَ کي، سامي سَنياري،
ڏِنو ڏيکاري، تَہ اِستِتِ تِيَنِ رامَ ۾.

(١٣٩)

وِسَنِ وِچايو، پَرتکِ پورَنُ آتما،
جَنهِنِ سان سَرِکي سِدِ تِئي، پَنهِنجو پَرايو،
وِرلي کَنهِن گُرَمکَ کي، اَنِيَءِ ۾ آيو،
رَمِي رَنگ لايو، سامي سَنسي پَرَمَ ري.

(١٥٠)

وِسَن وِچايو، پرتکِ پورَنُ آتما،
ديهي جاڻي پاڻ کي، ڦاهيءَ ڦاسايو،
ورلي کَنهن گُرَمکَ کي، اَنِيَءِ ۾ آيو،
سامي سَمايو، جَلَ پِپوتو جَلَ ۾.

(١٥١)

وِسا بِنا ويچارَ، پَوَنِ پَئو ساگَرَ ۾،
گوتا کائِنِ گيبَ جا، رُئَنِ زارون زارَ،
ماڻِنِ سکَ سَروپَ جا، کي نيهي نِراڌار،
سَدا رَهن هکَ تارَ، سامي سَمَ سُياءَ ۾.

(١٥٢)

وِسا وِساري پاڻُ، پَوَنِ پِيُو ساگرَ ۾،
سَت جاڻي سَنسارَ کي، ڇاڻِ ڇاڻيو ڇاڻُ،
ماڻي سُکَ سَروپَ جو، ڪو ساڌُو جَنُ سُجاڻُ،
سَدائين نِرباڻُ، سامي رَهي سُياءَ ۾.

(١٥٣)

وِسا وِڃائي، وِيئا اَنيِڪِ آتما،
رُنِنِ رت اکِنِ مون، پُڇَنِ پَڇتائي،
سامي سُجاڪَن ڏِٺو، مُنهن مَرُهيءَ پائي،
مَمتا مِٽائي، سَدا ماڻِن سيجَ سُکُ.

(١٥٤)

وسا وِڃائي، ڦولنِ اَنيِڪِ آتما،
اُپَجي نِپَجي جَنهن ۾، سَيُ جَگُ سَمائي،
سامي سُجاڪَنِ ڏِٺو، مَنهن مَرُهيءَ پائي،
لِنوَ سچي لائي، سَدا ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(١٥٥)

آدِ وِيادِ اُپادِ، ٽيئي تاپَ لَڳا هِنَ جيءَ کي،
وَهي تَنِ جي وَهَ ۾، سو جَنَمُ وِڃائي بادِ،
جاڳي ڪَري نَه يادِ، سامي سُپيرِيَنِ کي،

(١٥٦)

سَهَسين سَناسي، گُرو گوسائين گِيانَوانَ،
کوڙين گُهمَنِ کيترا، نانگا نِهکامي،
سُکي سي سامي، پاڻُ کَڍيو جَنِ پاڻَ مون.

(١٥٧)

لافان لَکَ هَڻَنِ، پَندِتُ ڄاڻي پاڻَ کي،
ڳالهيون ويدَن جون ٻُڌي، مَرَمُ نہ رکَنِ مَنِ،
تاکُرُ وَسي گهرَ ۾، سو اَنڌا کينَ ڏسَنِ،
لکايا لَهَنِ، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(١٥٨)

پاڻيءَ مَنجِهه مَري، مِينَ پِياسي پاڻهين،
پَرَمَ مَنجِهه پِلي کَري، ڏہَ دِسِ گَوَنُ کَري،
بِنا پريمَ پَري، سامي ڄاڻي سِيرَ کي.

# ويساسي (الف)

(١)

وَڏو ڄاڻُ ويساهُ، سامي سَيَڪَنهين ڪون،
ويدَ پُراڻَ مٿي ڪَري، ڪَڍيو اِهو راءُ،
اَنتَرِ مکِ اَچي ڪَري، سَمُجهي ڪَرِ سَماءُ،
جِڏ وَڏائي واءُ، تَ سَهِجي مِلني سُپرين.

(٢)

وَسي مَنجهه ويساهَ، وِيا پَڪُ ساريءَ وِسُ جو،
سَهجي سُپيرينِ جِي، تون سامي ڪَرِ صَلاحَ،
جُڙِي جوتِ سَروپَ سان، ڪَري چِتُ اَچاهَ،
اَتي اِها راهَ، سَنتَنِ ساپُرسَنِ جي.

(٣)

وَسي مَنجهه ويساهَ، وِيا پَڪُ ساريءَ وِسُ جو،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، تون اِها نِرمَلَ راهَ،
سَهجي ٿئي صلاح، اَتَ ٿي پَهَرَ عَجيبَ جِي.

(۴)

جَنهين رِيجهايو، سامي وَرُ ويساهه سان،
تَنهن کي خاوَندَ خوش ٿي، ڳُلِ ڳچيءَ لايو،
چاڙهي سکيَتِ سيجَ تي، سَنسو مٽايو،
اَهڙو رَسُ آيو، جو مُشڪي ڪُشڪي ڪِينَڪِي.

(۵)

جن کي نانهه ويساهُ، تَنِ کي مِلَڻُ مَحالُ ٿيو،
سي ڀُلي پيئڙا جهنگَ ۾، ڇَڏي مورکَ راهُ،
بِنا ٽَڪنِ شاه، ڪوڙَ ٻُڌوسي ڪاٿهين.

(٦)

سي ڪيئن پرين پَسَنِ، جي گُٿا مُوڙهه ويساهه ڪون؟
سامي ساپُرسَن جو، مَرَمُ نَہ رکَنِ مَنِ،
جهاتي پائي گهرَ ۾، ڪَڏي ڪينَ ڏِسَنِ.
جي ڏِکيا پاڻُ وَتَنِ، تنِ کي مِلَڻُ محالُ ٿيو.

(٧)

سي ڪيئن رَنگِ رَچَنِ، وِئڙا جي ويساهَ ڪونِ؟
ڇَڏي دَرُ دِوسَن جو، ڪَچي ڪَٿي ڪَچَن،
سَچُ سُجائَنِ ڪينَڪِي، ڪپَتِ مَنجهه پچَنِ،
پَريجُ نَہ لَهَنِ پَنِ، سامي سُجا سڪِڻان.

(٨)

ڪوڙو بڪيڙو، اَٿي مايا موهَ جو،
سَمُجهي ڪَڍُ سامي چَئي، جُهڳِي مون جهيڙو،
ڪَرِ ڪرِپا سان مو ڪِرو، ويساسي ويڙهو،
تَہ نيڙي ڪون نيڙو، سَنَمڪُ ڏِسِين سُپرين.

(٩)

سدائي سيتَلُ، چايا ٻوڏَ بِرِچَ جي،
وينا جي ويساهَ سان، سي نَرَ ٿِيا نِرمَلُ،
تَپَتِ مِٽي تَنَ مَنَ جي، ڪائِنِ آتَمُ ڦَلُ،
پائي پَدُ اَچلُ، پَرچا رَهَنِ پاڻَ ۾.

(١٠)

ورلو ويساهي، ڪو سيتل رهي سُياءَ ۾،
جَنهن سامي ساڌ سَنگتِ جي، رج مَستَڪِ لائِي،
ميٽي وينو مَنَ مون، پَچر پرائي،
جُهولي سَدائي، پريمَ هِندوري پيءَ سان.

(١١)

وَچنَ تي ويساهُ، رکين سِڪَ سَچيءَ سان،
پَرچي ڪَريئي پانهِنجو، سامي مَردُ مَلاحُ،
لَحظي مَنجهِ لَنگهي پَوين، اَلَڪَ جو دَرياهُ،
هَڙو دِلبرُ داءُ، موٽي اِينڊءُ ڪِينَڪِي.

(١٢)

مَها سُوکَمُ راهَ، اَتِي پَدَ اگَمَ جي،
پَهتو کوندَ پَندُ کَري، بِنا سِکَ ويساهَ،
ڇَڏي چنتا چاهَ، تون سامي گهرُسَهي کَرين.

(١٣)

ڳالهيون سَيئي، اَتِي کوڙيون ڳُرَويساهَرِي،
ويدَ پُرانَ سِڌَ ساڌَ جَنَ، ويچي پُچ پيهي،
مَنُ مَنسا ڏيئي، تون سمجهي ڏِس سامي چئي.

(١۴)

جَنهِن کي دَرسَنُ دانُ، سامي ڏِنو سَتِگُروءَ،
سو ڏِسي ڏِيوَ اِگَمَ کي، ويساسي وِدِمانُ،
پَرچي ٽِيو پَرتيتِ سان، نانا کون نِرٻانُ،
ڄاڻي سَبُ جَهانُ، سُتهه لَهر سَمُنڊَ جي.

(١٥)

سامي سَيئي، ليکا اوري لکَ کون،
کَنهِن وِرلي ويساسيءَ کي، گُرگمَ سُڌِ پيئي،
جو اَرِڌِ اُرڌِ پيئي، ميٽي ويٺو مَنَ مون.

(١٦)

جڳتنِ سان جوڙي، سَنتَ لڪائن سارُ ٿا،
وِرلو ويساسي ڏِسي، سامي مُنهن موڙي،
ڪَڍي سَبَ وَچَنَ مون، مڪَڻُ وِلوڙي،
اَوِديا ڳَنڍِ ڇوڙي، مُڪتو ٿِئي مَهِراڻَ ۾.

(١٧)

سَنتَنِ سَندِ ڏِسي، سوڪَمُ سارَ سَروپَ جِي،
ڪَنهِن وِرلي ويساسيءَ جِي، وَڃي سُرتِ رَسِي،
جَنهن اِندرِيُنِ جي اُلٽي ڪَري، سامي شَڪتِ ڪَسي،
پانهنجو پاڻُ پَسي، مُڪتِ ٿِيو مَهِراڻَ ۾.

(١٨)

سوڪَمَ سَندِ سَهي، ڪَنِي ڳُرَمڪَ ڳودڙِئي،
ويئي سَبَ ويساه ۾، اَوِديا مَيلُ وَهي،
آتَمُ لعلُ لَهي، سامي چڙهيو سِيرَ تي.

(١٩)

جَنهِن ڪي سَمَ ويساهُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ،
سو لَحظي مَنجهِ لَنگهي پِيو، اَتَڪَ جو دَرياهُ،
پاتائين پَرچي ڪَري، آتَمَ سڪُ اَسگاهُ،
سَدا بيپرواهُ، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(٢٠)

وِديا اَئون ويساهُ، جَنهِن کي ڏِنو سَتگروءِ،
تَنهن پَرچي پريمَ نگرَ جو، لَڌو اَنيَئي راهُ،
بوندَ ملِي پاڻيءَ سان، سامي تِي اَسِگاهُ،
سَدا بيپرواهُ، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(٢١)

ويساسيءَ کي وِڌ، سُتَه ڏِني سَتگُروءِ،
پَرچي لَڌائين پانهِنجي، آدي نِرمَلُ نِڌِ،
کَري ڪارِجَ سِڌِ، سِيتَلُ ٿيو سامي چَئي.

(٢٢)

ويساسيءَ وَچَنُ، سامي مَنيو سَنتَ جو،
جيتيائين جَڳتِ سان، پَرچي مَنُ پَوَنُ،
گهتَ وَڌِ واٽيءَ واچَ کي، ڪَلبِي ڏِٺي نَـ ڪَنُ،
بِنا ييدَ يَڳَنُ، ڪَري ڪَرتا پُرکَ جو.

(٢٣)

ويساسِن وٺي، سَودو ڪَيو سَنتَن سان،
سُتَه سِڌَ سَروپَ جي، جَنِ کي سِڪَ گهٽي،
سامي سَنّياسُون سِرَ تون، ڪَلِ ڪَلِ سَبَ ڪَٽي،
توڙي پِنِ پنجَ ڪٽي، تَـ بِـ راجا رانولَ ديسَ جا.

(٢۴)

ويساسِنِ جي واٽَ، نِياري ويدَ ويچارَ کون،
چيتَ وِڃائي چِتَ جي، چڙهيا اَوگهٽَ گهاٽَ،
سامِي ويٺا سَمَ تي، لِنوَ سان مَنجهہ لِلاٽَ،
کولي بَجَرَ ڪپاٽَ، سَنَمکُ ڏِسَنِ سِپرِين.

(٢۵)

ويساسيءَ وِرتُ، سامي رکيو سَچَ جو،
ڏِسي پيدَ پرَمَ ري، نارائِڻَ کي نِتُ،
چَرَنَ ڪَنولَ کون چِتُ، پاسي ڪَري نہ هِڪُ پَلَ.

(٢٦)

ويساسي وِدمانُ، سُتَمَ ڏِسي سِپرِين،
جَنهِن کي ڏِنو سَتگُروءَ، اَنيڪَ آتمَ گيانُ،
سامي ڇَٽي سُپني جو، ڄاڻي سَڀُ جَهانُ،
پائي پَدُ نِربانُ، مُشڪي ڪُشڪي ڪِينَڪي.

(٢٧)

ويساسي ويري، ڄاڻي ڪونہ جڳتَ ۾،
ڪاڍي جَنهن گُرگِياتِ سان، ڦُرني کون ڦيري،
ماري ڪَيائِين مَنَ کي، پَسَمَ جي ڍيري،
ميٽي مَيِن ميري، سامي ويٺو سَمَ تي.

(٢٨)

پوٽيون ۾ پَنا، ويساسن ويڙهي رکيا،
سَمُجهائون سامي چَئي، سارِي لاءِ ڪَنا،
چَڙهيا اَنيئَ اَڄَ تي، پَلي پَنج رَنان،
وِڌا جَنِ ٻَنا، اَڳيون آتمَ رامَ جي.

(٢٩)

سامي جَنهن ٻُڌي، مُرلي مَنَ موهَنَ جي،
سُرتِ تنهن ساپُرسَ جي، راتِيون ڏينهن رُڌي،
گگَني ڳُئون ڏُڌي، وِجهي وَنگُ ويساهَ جو.

(٣٠)

ٻانيَءَ جَنهن ٻَڌو، تَوڪَل تُرَهو تارِ ۾،
سَهَجي سُپيرينِ ڪي، لوڙِي تَنهن لَڌو،
ڪوسو ۾ ٿَڌو، ڳَٽيندڙَ ٽَڪجي ٻيا.

(٣١)

پَرَمَ ري پاٽو، مَنيو جَنِ مَحَبوبَ جو،
تَنِ جو مَنُ مَوجَ ۾، سَهَجي سَماٽو،
ڏيئي وِهاٽو، هو سامي سُمهيا سيجَ تي.

(۳۲)

مَنُ مَٿُرا، دِلِ دُوارِڪا، ڪايا مَنجھ ڪاسي،
چيتَنُ وَسي چِتَ ۾، اَلکُ اَبِناسي،
پيھِي ڏِسي پاڻَ ۾، ڪو وِرلو ويساسي،
وَڃي ٿِئي واسي، بيحَد بيگمَ پورِ جو.

(۳۳)

جَنِ ڪي جاني يادِ، آن يادِ ڪَريان نِتُ تنِ ڪي،
سامي مِليا سُپِرين، پَرچِي تَنِ پِرَسادِ،
تَنُ مَنُ اَرپِيان پاوَ سان، ڇڏي واد وِوادِ،
اِيھا آدِ جڳادِ، واٽَ بَٽِي ويساھ جي.

(۳۴)

ويساسيءَ وَستي، سُتَمَ لَڏي سُڃَ مون،
چَڙھي جنھن جي چِتَ تي، مَحَبَتَ جي مَستي،
ماري مَنُ هَستي، سوڪَمُ ٿِيو سامي چئي.

(۳۵)

ويساسيءَ والِٿُ، لَڏو ساريءَ وِسُ جو،
پَرچي ڏِٺائين پاڻَ ۾، ڇڏي اُونگھ آلِسُ،
رَهي مايا موهَ ڪون، خُلاصو خالِصُ،
سامي ٿِيو ثالِثُ، وَرِتي وِڌِ ويچارَ سان.

(٣٦)

ويساسيءَ واسو، ڪَيو اَنيڪِ پَدَ ۾،
پائي گيانِ گُروءَ جي، ٿيو نِرمَلُ نِراسو،
سامي رکي نہ مَنَ ۾، مَمِتا جو ماسو،
ڏِسي تَماشو، ساکي ٿِي سَنسارَ جو.

(٣٧)

ويساسيءَ جو واسُ، سَدائين گُرگيانِ ۾،
جئين رَهي مَنَ ۾، اَنڌَ لکو آڪاسُ،
مايا ڪايا ڪُلَ ۾، سامي رَهي نِراسُ،
پاتائين پِرڪاسُ، پَرچي پَرماتمَ جو.

(٣٨)

عجَبَ اَبِناسي، پدُ ڏِٺوسي پانڌَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، وِرلو ويساسي،
پانڌُ ڪَڍِي جو پانڌَ ۾، ٿيو آتمَ اَبناسي،
وَجي ٿِيو واسي، اَنَلَ جان آڪاسَ ۾.

(٣٩)

ويساسي واصُلُ، وَجي ٿِيو وحَدَتَ ۾،
جِتي تون مان ناهِ ڪا، نَڪو هَيبَتَ هُلُ،
روپَ رَنگَ پَنَ پاڙَ ري، ڪُليو غيبي گُلُ،
ڪِرانتِ جَنهِين ۾ ڪُلُ، سورجَ چَندرَ چراغَ جِي.

# ويساسي (ب)

(١)

صَفائي ساڌَنُ، سَنتَ چَونَ سکِياتَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي سَچو، ويساسي وَچَنُ،
جاڳي ڏِسي جوتِ ۾، پَرميسَرُ پورَنُ،
مينٿي سَبُ مَنَنُ، ماٽي مَوجَ مُڪتِ جي.

(٢)

سُتَهَ سِدِ سائِي، وارِي ويساسِنِ جي،
جَنِين سِڪَ سمجَهه سان، پَرِيَڪُ پَچائي،
سڪي تِيا سامي چَئي، اَمِرتُ ڦُلُ ڪائِي،
سبِ ۾ سَمائي، جوتِ ڏسن جڳديشَ جي.

(٣)

ڪَنهِن کي ڪِينَ مِلي، مُفتُ پِيالو پريم جو،
پَرچي پِيتو ساڌ سَنگِ، ڪَنهِن ويساسيءَ ورلي،
سامي وِڏِي جنهن سرِ تون، اَوِديا پِندَ اُڇَلي،
توڙي خَلَقَ کِلي، تَ بِي مَستُ رَهي مَهراڻَ ۾.

(۴)

ويساسي وَلو، ڏِسي ڪونہ اکن سان،
سامي ڪيو جنهن ساڌ سنگ، تَرتيبرُ تسلو،
جاڳِي ڏنائين جڳ جي، ليکي اُتي لَلو،
رکِي ياءِ يلو، وَرتي وِڌِ ويچارَ سان.

(۵)

بِنان وِڌِ ويساهَ، ڪنهن پَدُ پاتو ڪِينڪِي،
پُڇي ڏِسُ پَرتيتِ سان، سامي سَبِ داناهَ،
گِهرِي لَڌِي جَنِ گهرَ مون، رامَ نگرَ جي راهَ،
ميٽي چِنتا چاهَ، اِستِتِ ٿِيا آڪاسَ جان.

(٦)

بِنان وِڌِ ويساهَ، پَدُ پِراپَتِ نہ ٿئي،
پُڇي ڏِسُ پرتيتِ سان، دَردَوندَ داناهَ،
مِٽِي جَنِ جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
سَدا بيپرواهَ، رَهن بِديهي ديهِ ۾.

(٧)

بِنان وويڪَ ويساهَ، پَدُ پراپَتِ نہ ٿِئي،
ائين چَوَنِ سَبِ اَنيَئي، دَردَوَندَ داناهَ،
مِٽِي جَنِ جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
جاڏي ڪَنِ نِگاهَ، تاڏي سَجَڻُ سامُهون.

(٨)

نهچي بنا نامُ، ڪنهن کي ملي ڪينڪي،
توڙي تپَ، تيرٿَ ڪري، ٿي نانگو نهڪامُ،
ائين چون ٿا آنيئي، ڪري اَنَ آرامُ،
سمُجهي جَنِ سلامُ، سامي ڪيو سڀَ کي.

(٩)

ويساسنِ وٺي، وتي گياتِ گروءَ کون،
جَنِ کي پيءَ پَسَڻَ جي، سامي سِڪَ گهٽي،
سٽي وِڏائون سرَ تون، ڪَلڪَلِ سڀَ ڪٽي،
پِنَنِ پَنجَ ڪٽي، ٿي راجا رانولَ ديس جا.

(١٠)

سامي سَنتَ سِڌو، وَچَنُ چونِ ويساهَ جو،
ڪوڙِن ۾ ڪنهن هِڪڙي، پَڪ پريميءَ پُرڌو،
سڪُ دُکُ جنهن سَنسار جو، سٽي سڀُ وِڌو،
مَري مُله بِڌو، پَرَميسرَ کي پريتِ سان.

(١١)

گُرَسِکيءَ جي گتِ، سَمُجهي جنهن سامي چئي،
سَهجي تنهن جي مَنَ مون، مِٽي مَمَتا مَتِ،
لئِ ڏِنائين لکَ ۾، سُتَمَ شوِ شَڪتِ،
تکيو ڪَري تَتِ، وينو وِڌ ويساهَ سان.

(۱۲)

وِساسِ وَٽي، ڪَيو سَنگُ ساڌوءَ جو،
پَلِ پَلِ پيئڻِ رامَ رَسُ، ڇڏي مانَ مٽي،
سامي لَڌائون سَمَ تي، گھرَ مون گھرَ ڏٺي،
تان پي پِياسَ گھٽي، رکَنِ پِيالي پاڪَ جي.

(۱۳)

ويساسي وِستارُ، ڪَرِنِ نَہ ڪَتَرَ جيترو،
جَنِ کي ڏِنو سَتگُروءَ، وِڌِ سَچيءَ وِيچار،
پَرچي لَڌائون پورَبي، پاڻَ پانهنجو يارُ،
سامي سَڀُ سَنسارُ، آهي جنهن جي آسري.

(۱۴)

ويساسي وِستارُ، ڪَري نَہ ڪَتَرَ جيترو،
مِٽيو جنهن جي مَنَ مون، اَنَ هوندو اَهَنڪارُ،
پَرتکِ پورَنُ آتما، ڏِسي ڏِسَنهارُ،
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چئي.

(۱۵)

ويساسيءَ کي وِڌِ، سَتِگُرَ ڏِسي سَمَ جي،
پَرچي ڪِيائين پانهنجا، سامي ڪارِجَ سِڌِ،
پَوي ڪِينَ پَلَنِ جان، اَندو تِي اَرِدَ اُرِدِ،
پائي نوري نِڌِ، سُمهيو سکپتِ سيجَ تي.

(١٦)

وَڇَنَ تي ويساهُ، سامي رکيو جَنهن سورَمي،
ڏِنو تنهن اَيِدُ تي، اکِنِ ساڪُ اَلاهُ؟
ڪَنهِن کي سلي ڪِينَڪِي، اَنيئَہِ سڪُ اَٿاهُ،
سَدا بيپَرواهُ، رَهي پانهِنجي حالَ ۾.

(١٧)

وَڇَنَ تي ويساهُ، رکيو جَنهِن رَهَتِ سان،
سو اُلَٽي اَنترمکِ ٿِيو، دَردَوَندُ داناهُ،
پَرچي لَذائين پَدَ جو، رومَ رومَ مون راهُ،
اَنيئَہِ سڪُ اَٿاهُ، سامي پائي سَمَ ٿِيو.

(١٨)

ويساسيءَ وِرتُ، سامي رکيو سَچَ جو،
جَنهِن کي ڏِني سَتگُروءَ، سِڪَ سَمُجَهہ ثابِتُ،
ڏِسي پانهِنجي ڏيلَ ۾، نارائِنَ کي نِتُ،
ڇَرَنَ ڪَنولَ کون چِتُ، پاسي ڪَري نَہ هِڪُ پَلُ.

(١٩)

ويساسيءَ وِرتُ، سامي رکيو سَمَ جو،
اِشارو اَنيئَہِ جو، سَمُجهيو جَنهن ثابِتُ،
ڏِسي پَنهِنجي ڏيلَ ۾، نارائِنَ کي نِتُ،
ڇَرَنَ ڪَنولَ کون چِتُ، پاسي ڪَري نَہ هِڪُ پَلُ.

(٢٠)

ويساسيءَ وَڪيلُ، سِڪَسان ڪَيو سَنت کي،
ڪَئيو تنهن ڪرپا سان، دِلِ جو سَڀُ دَليلُ،
پَهچايائين، پَدَ ۾، ڏيئي سَمِتا سِيلُ،
ڏِسي پَنهنجو ڏِيلُ، سامي باغُ بَهارُ ٿِيو.

(٢١)

ويساسيءَ وَستي سُتَهَ ڏِني سُجَ ۾،
جَنهِن کي اَزَغَيبي چَڙهِي، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوکَمُ ٿِيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
دَرِسَنَ جو دَستي، سَؤدو ڪَري سَروپَ سان.

(٢٢)

ويساسيءَ وستي، سُتَهَ لَڌي سُجَ مون،
چَڙهي جَنهِن جي چِتَ ۾، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوکَمَ ٿيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
دُئيتَ بِنا دَستي، سَؤدو ڪَري سَروپُ جو.

(٢٣)

ويساسيءَ وَستي، سُتَهَ ڏِني سُجَ ۾،
جَنهِن کي اَزَغَيبي چَڙهي، مَحَبَتَ جي مَستي،
سُوکَمُ ٿِيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
تِياڳِي اَئون گِرستي، لَنگهي چَڙهيو لڪَ تي.

(۲۴)

پَنا سَڀِ پڙهي، پورا ڪَيا تَنهن پَلڪَ ۾،
اَڪَرُ لَڌو جَنهن عَينَ جو، ويساسيءَ وَري،
سامي چڙهيو سُميرَ تي، لَنگهي مَسيتِ مَڙهي،
لائِي ڏيان ڏڙي، لُنوَ لُنوَ لالُ گُلالُ ٿِيو.

(۲۵)

ڦُرني مَنجهِ اَڦُرُ، وِرلو ويساسي رَهي،
پيٽيو جَهن پَرَمَ رِي، گِيانَ پرَڪاشي گُرُ،
لائي لالُ گُلالُ ٿِيو، اَنيئي عَطرُ،
تِڪَرَ ۾ ٽاڪُرُ، سُتَهَ ڏِسي سامي چئي.

(۲۶)

ڦُرني مَنجهِ ڦاسي، پِيا سَڀِ جيءَ جَهانَ جا،
سَدا پَوَنِ سامي چئي، موړڪَ مَواسي،
رَهي اَليپُ اَڪاسَ جان، ڪو وِرلو ويساسي،
اَلکُ اَبناسي، سَمَرَ ڏِٺو جَنهن سادَ سَنگِ.

(۲۷)

رکي جَنِ رَجا، پَرچي پَنهنجي سِرَ تي،
سي ڦُرني کون فارَغُ ٿِيا، جِڏي لوڪَ لَجا،
ڪَنهن جي ڪائِنِ ڪِينَڪِي، سامي چئي سَجا،
مِلي ڪَنِ مَجا، پَرچِنتا ري پيءَ سان.

(٢٨)

مَستي دانائي، ٻيئي ٻيائيءَ ٻُڌِ ۾،
سَمُجھي ڪو سامي چَئي، واصُلُ ويساهي،
ڏٺو جَنهِن اڪِنِ سان، اَچِرَجُ اِلاهي،
ڦُرني جي ڦاهِي، ڪَٽي چڙهيو ڪمَ ڪَمَ تي.

(٢٩)

داوا اگِنِ داهِي، خَلقَ سَبَ خِيالَ سان،
رَهي نِرِداوا نَبَ جان، ڪو ورِلو ويساهي،
جو لَنگھي چڙهيو لڪَ تي، ڦُرني جي ڦاهي،
عَدلُ اِلاهي، سامي ڪَري سَمَ تي.

(٣٠)

رکيو جَنهِين صدِقُ، ثابِتُ پَنهنجي پيرَ تي،
سو چڙهيو چيتَنَ چِٽَ تي، لِنوَسان ڪَڍِي لِڪُ،
ڏِسي نِيارو نَبَ جان، مُلڪَ ۾ مالِڪُ،
جئين پاڻي هِڪُ، سامي لَهرَ تَرَنگَ ۾.

(٣١)

مايا مَواسِي، موهي ڪَيو ماڻُنِ کي،
ڀُلي ڀَوَنِ پائيِن، چِتَ ۾ چوراسي،
سامي بَچيو ڪو ساڌَ سَنگِ، ورلي ويساسي،
اَلَکُ اَبِناسي، جاڳي ڏٺو جَنهِن جوتِ ۾.

# ڀاونا (الف)

(١)

سَڀَ کي ڏئي ڦَلُ، سامي پَنهنجي ڀاوَنا،
ڇَونِ ويدَ پُرانَ تا، ايها ڳالهِ اَصُلُ،
ڏنائون ڪَري نِرمَلُ، حاضُرُ شِيشو هَٿَ ۾.

(٢)

ڀاوَنا ڏئي ڀاڙو، سَڀَڪَنهِين کي پانهنجو،
سَمُجهِي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَڏِي ڪيپاڙو،
ساجُهر سُپيرِيَنِ ڏي، ڪَرِ لنوَ سچيءَ لاڙو،
اَهڙو ڏِهاڙو، موتي ايندءُ ڪِينَڪِي.

# ياونا (ب)

(۱)

ياونا ڪَري پوٽُ، راڪَسُ، مانڪُ، ديوتا،
ياونا پڳِتُ گياني، اَچارَجُ اَودوتُ،
ياونا پَرِتا اِستري، گُرو چيلو، پوٽُ ڪَپوٽُ،
سامي سَڀَ جو سوٽُ، ياڳِوتَنِ ياونا چئي.

(۲)

ياونا ڏئي ياڙو، سڀَڪنهِين کي پانهنجي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، جَڏي روسُ راڙو،
ساجهرُ ڪَرِ سائِينءَ ڏي، لِنوَ سَچيءَ لاڙو،
اَهڙو ڏِهاڙو، موٽي ايندُءَ ڪِينَڪِي.

(۳)

ياونا ڪَري پڳِتُ، مِلائي مَحبوبَ سان،
ياونا وِجهي پَرَمَ ۾، نِتُ رُئاري رَتُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، جَڏي موهُ مَمَتُ،
گِرهِستي اَئون وِرڪَتُ، ياونا ۾ ياسِي رَهيو.

(۴)

ڪَري ڪَرَمُ ڪَرُورُ، ڀاونا ڀَوِين ڏهَ ڏِسا،
ڀاونا ۾ اَميرُ ٿِئي، ڀاونا مَنجِھ مَزورُ،
سامي ڀاونا ساڌَ سَنگِ، ميٽي سَنسو سورُ،
ڀاونا ڏِسي ڀَرپورُ، اَندرِ ٻاھَرِ آتَما.

(۵)

ڀاونا ڀَرَمُ ڪَري، ڀاونا ڪَٽي ڀَرَمُ سَڀُ،
ڀاونا سُکو سکٽو، ڀاونا سُٺَرُ ڀَري،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، نِرمَلُ ڏِيانُ ڌَري،
ڀاونا ٻيءُ ٻَري، ڀاونا اِکنِ اوڏڙو.

(٦)

ڀاونا گِيانُ، ڌِيانُ، ڀاونا مورکُ مَسخِرو،
ڀاونا پاپي، پاڪَندي، ڀاونا، دانُ، سِنانُ،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، ڇَڏي سَڀُ اَيمانُ،
ڀاونا ڪون ڀڳوانُ، پَلڪَ پَراھون نَہ ٿِئي.

(۷)

ڀاونا ڀَوائي، چوراسي لکَ جونِ ۾،
ڀاونا مَنُ نِھچَلُ ڪَري، لِنوَ سَچي لائي،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، مُنھَن مَڙھيءَ پائي،
ڀاونا لَڪائي، پَرتکِ پورَنُ آتَما.

(٨)

ٻاونا ٻَنوائي، چوراسي لکَ جونِ ۾،
ٻاونا گوتا گيبَ جا، کَہي نِتُ کائي،
ٻاونا مِلي سادوءَ سان، سادُنَ کَمائي،
پَدَ ۾ پَهچائي، شُدِ ٻاونا سامي چَئي.



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهہ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# سلوڪ ساڌ مهما (الف)

(١)

ٿوڪي وَڃائي، ڏِٺا جيءَ جَهانَ جا،
سَڀُڪو مَطلَبَ پانهنجي، ٻُڌي ڳالهائي،
مَطلَبَ ري ڪو مَهَدِ جَنُ، سامي سَمُجهائي،
مَمِتا مِٽائي، نِرَمَلُ ڪَري نَبَ جان.

(٢)

اَٿِي بي شُمارُ، ساڪَان ساپُرِسَنِ جون،
نانا جُڳِتِنِ سان ڪَري، ڪَيائون پَرَ اُپڪارُ،
وچون واچ ڪِدي ڪَري، سامي سَمُجهڻ سارُ،
تہ اَودِيا جو اَهَنڪارُ مِٽي وڃيٿي مَنَ مون.

(٣)

جيڪو هَٿُ هاري، سَرَنِ پِئي ساڌوءَ جي،
تنهن کي پِيالو پِريمَ جو پَرچي پياري،
آٿي غرقِيءَ گَسَ ۾، اَچِرَجُ ڏيکاري،
نانَتَ نِواري، سامي چَڙهِيو سيرَ تي.

(۴)

ساڌوءَ جو اُپڪارُ، ڪَهڙو ڳُڻيان مُکَ سان،
ڦيري هَٿُ مٿي تي، ڪيائين سيتلُ سارُ،
سامي سَڀُ مٿي وِيو، اَوِديا جو اَهَنڪارُ،
ساڪي سِرجَڻهارُ، وَڻي ڏنائين هَٿَ سان.

(۵)

آهِن پوڄَڻَ جوڳُ، ساڌُو جَڳَ سَنسارَ ۾،
ڪَڍِيو جَنِ اَندَرَ مون، سَمُجهي سَنسو سوڳُ،
ساڪِي سارَ سَروپَ تي، ٻوڙِنِ ٻوڳَ اَٻوڳُ،
اَوِديا ڪَلپِتَ روڳُ، سامي ڪَٽِنِ سَڀَ جو.

(٦)

اَنَنَ اُپڪاري، ساڌُو جَڳَ سَنسارَ ۾،
ڏيئي ڏيرَ ڌَرمَ جي، مَمِتا جَن ماري،
سارِي وِسُ تاري، جوڙِي جَهازُ ٻِگتِ جو.

(٧)

اَڪٿُ ٿا ڪٿِنِ، ساڌُو جَڳَ سَنسارَ ۾،
جِتي نَہ مارڳُ مَنَ جو، تِتي ساٿُ سَٿِنِ،
دَيا ڌاري دِلِ ۾، سامي سارُ ڏَسنِ،
وِجهِي نَٿَ نَٿنِ، ٿا جڳِياسيءَ جي جيءَ کي.

(٨)

چَئي ٻُڌائِنِ، ٿا ساڌوءَ حَرفُ حِسابَ جو،
جڳِتِنِ سان جوڙي ڪَري، اَلڪُ لکائِنِ،
جهاتي سي پائِنِ، جي گُروءَ جي گَس پيا.

(٩)

عَجائِبُ آهن، عاقِلَ عَقُلَ جا ڏٿي،
موڙي موڙَ سکانَ جِي، ٿا لُڙَ مون لَنگهائِنِ،
جتي ديرو دوسَ جو، تِتي پَهُچائِنِ،
ريءَ ڪُنجيءَ لاهِنِ، ڪُلفَ سَڀِ قلوبَ جا.

(١٠)

ڪَنهن کي ڪِينَ جهلِنِ، ساڌو سَڀَ ڪَرمَ ڪون،
سامي وادِ وِوادِ ڪون، پانهِنجو پاڻُ پَلنِ،
شيشو دلِ اَندرَ جو، مَحَبَتَ ساڻُ مَلنِ،
اَندرِ وَلَ وَلنِ، ٻاهِرِ ٻاڦِنِ ڪِينَڪِي.

(١١)

اَنيڪِ روپَ اَپارَ، يڳَتَ ياري يڳوَنَت جا،
ٻُڌي پريمُ تَني جو، پِلي سُرتِ سَنيارَ،
سامي مِليا سَروپَ سان، ڪَري مَنُ نِرڌارَ،
ٿِئڙا جڳِ جِنڪارَ، سَنتَنِ ساپُرسَنِ جا.

(١٢)

پُرکَنِ جو پاڙو اَچي مليو کَنهِن پُنَ تي،
تَنِ کَجو پانهنجي پاند سان، ڏِسِي اگهاڙو،
مَتِيو سَبُ اَندرَ مون، سامي چَئي ساڙو،
لوکَنِ کون لاڙو، کَري مَنُ مگهن ٿيو.

(١٣)

نِرمَلَ نِرالا، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
کانڻ نہ کَڏَنِ کَنهِن جي، سَدا سکالا،
رَتا رَهَنِ رَنگَ ۾، مگهنُ مَتوالا،
بُڌِيا ۽ بالا، سامي ٿِئَنِ کِينَکِي.

(١٤)

کُسَنگَ ڇَڏائي، سوئِي ساڌُو سَتِ گُرُو،
ڏيئي گُڻَ هَرِ ہِکِتِ جا، اَوگُڻَ مَٽائي،
اَنترِ مکِ جوڙِي کري، اَوديا پَٽُ لاهي،
سامي لکائي، آتمَ پَدُ اکِنِ سان.

(١٥)

کيڏِي وَڏائي، ہِڳَيان سَنتَ دَيالَ جي،
مِلِي جَنهِن مَردَ سان، اَنيَڪِ مَتِ آئي،
سامي سَمائي، نانا سَبَ نِربانَ ۾.

(١٦)

مِليو ساڌو جَنُ، اَندرِ اَوِديا نہ رهي،
لوهو پارسَ سان لڳي، سَهَجي ٿيو ڪنچَنُ،
مِٽي وِيَڙو مَنَ مون، سامي سَڀُ مَنَنُ،
آتَمُ پَدُ اَنَنُ، پائي پَرِچو پاڻَ ۾.

(١٧)

ساڌوءَ سوناري، پڳو جيءُ سچو ڪيو،
جَڙيائين جڳديسَ سان، نانَتَ نِواري،
لُنوَ لُنوَ سَڀَ ٿاري، سامي جِڏيائين جِنَ ۾.

(١٨)

تڪَ ڊيرِگُ آيو، ساڌو ٿي سَنسارَ ۾،
تنهن سامي جوڙي جيءَ کي، لِنوَ جادو لايو،
اَمَلُ پِياري اَنيَڪِي، تَنُ مَنُ پِلايو،
پنهنجو پَرايو، مالُ ميڙي وِيو گهرَ مون.

(١٩)

مَهان دُرَلڀُ دَرِسَنُ، ساڌو جَنَ ساپُرِسَ جو،
سامي مِلي تَنهن کي، جَنهِن تي پرين ٿِئي پَرسَنُ،
تَنُ مَنُ سَڀُ ڪَنچنُ، ڪَري ڪَلپَ ڪَڍي ڪَري.

(٢٠)

ساڈوءَ ڪيو سعيو، تڏ ي عاشق مُڪائين ايلچي،
مَنجهين خوابَ خِيالَ جي، تَنهن جوڙي جاڳايو،
مِلائي محبوبَ سان، سَڀُ سَنسو چُڪايو،
جڏي سورِجُ سِرِ آيو، تڏي آندارو اُٿي وِيو.

(٢١)

روح ڏِنو ريلو، لڳِي سِڪَ سَروپَ جي،
ملي مَهَدِ جَنَنِ سان، ٽِيَڙو مَنُ چيلو،
تَنِ ڏيکاريو ڏيلَ ۾، مِليو اَڪيلو،
ميلي ري ميلو، سامي ٽِيو سَروپَ سان.

(٢٢)

ويدَ پُرانَ پڙهي، ميلَ نَہ مِٽي مَنَ جي،
تَپَ تِيرَٿَ ساڌَنَ ڪَري، ڏَنو غُفا مَنجهه وڙي،
سَمُجهه ري سامي چَئي، اُلٽي ميلَ چڙهي،
يڳِي يَرَمَ گهڙي، مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان.

(٢٣)

ويدَ وِمَل آهِنِ، ساڌو هِنَ سَنسارَ ۾،
ناڙِ نِهاري مَنَ جي، دِبَ دارون ڏسائِنِ،
رَحمَتَ ڪوٽَ جَنمَ جي، ڪِ لَحظي مَنجهه لاهِنِ،
جوڙي جاڳائِنِ، ڪامِلَ پَنهِنجي ڪَلَ سان.

(۲۴)

حِرصَ هَلاڪُ ڪَيو، سامي سَڀَ سَنسارَ ڪي،
ڪايا مايا ڪُلَ جي، وَهَ ۾ وَهي وِيو،
ڪوڙَنِ ۾ ڪو مِڪِرُو، پانهِنجيءَ مَنجھ پِيو،
جَنهِن ڪي سَنگُ ٿِيو، سَنتَنِ ساپُرِسَنِ جو.

(۲۵)

وِرلو ڪو آهي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو جڳياسيءَ جي جيءَ جو، سنسو مِٽائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سامي لڪائي سارَ ڪي.

(۲٦)

وِرلا جَنَ ڪيئي، ساڌو هِنَ سَنسارَ ۾،
ڪَڍِيا جَن اَندَر مون، سَنسا سَيئي،
سهي ڪَيائون سَڀَ ۾، پِرِيَنِ ڪي پيهي،
سَنَمڪُ ٿيا سيئي، سامي سُپِرِيَنِ جي.

(۲۷)

سَدا ايڪانتي، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
پرچي پانهنجي گهر ۾، پاتي جَنِ جهاتي،
سامي سُڃاتي، مورتَ مَحبُوبَنِ جي.

(٢٨)

سَدائين نِرمَلَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نہ لڳي تَنِ کي، جئين جَلِ رَهَنِ ڪَنوَلَ،
اَندَرَ سَمَ سيتلَ، ٻاهَرِ تَتا تاوَ جان.

(٢٩)

سَدا سَمَ رهنِ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ٻُڌَن ڳالهائِن مَنَ ري، نيڻِن سان نِرکَن،
کائِنِ پِيئن خوشِ ٿي، هاجَ سَيائي ڪنِ،
هَلايا هَلنِ، سامي سُپيرينِ جا.

(٣٠)

ڀڳتِ ڀڄائي، ساڌو جَنَ سيتَلُ ڪيا،
پاڻُ ڏِنائون پاڻَ ۾، اَوِديا پَٽُ لاهي،
سامي چَڙهيا سِيرَ تي، مَمِتا مِٽائي،
جڳَ کي جاڳائي، واٽَ ڏَسِنِ ويساهَ جي.

(٣١)

ساڌو سَڏَ ڪَري، سارَ لڪائِنِ سَڀَ کي،
ڀَرَمُ ڇڏي ڪو ڀاڳوانُ، ديکيا مَنِ ڌَري،
ڏِسِي پَنهِنجو پاڻَ کي، نِرمَلَ نيڻَ ڀَري،
پَلَڪَ نہ ٿئي پَري، سامي تنهن کون سُپرين.

(٣٢)

ڏسي ڇڏائِنِ، تا ڪَرِمَ ساڌو جَنَ سِڪَ ڪي،
جڳتِ سان جوڙِي ڪَري، اَنتَرِمکِ لائِنِ،
اَوِديا ڪوٽَ جَنَمَ جِي، مَنَ مون مِٽائِنِ،
سامي لڪائِنِ، آتَمَ پَدُ اکِنِ سان.

(٣٣)

سَهَجي کُليو ڪِواڙُ، سُرتِ سَمائِي نِرتِ ۾،
جوتِ ڏِٺي جڳديسَ جي، حدَ بيحَدَ نِرَڌارُ،
سَنسو سوڪَ مِٽِي وِيو، پائي پَدُ اَپارُ،
تِئِڙو جڳِ جَئِڪارُ، سامِي ساپُرسَن جو.

(٣٤)

سَبَ جي پُڄائِن، سامي اِنچا ساپُرسَ،
خالي ڪَنهِن کي ڪِينَڪِي، مَرِدَ موٽائِنِ،
ڏِسي ياءُ اَندَرَ جو، پاندُ پَلِئَه پائِنِ،
سيوَڪَ ڪون لاهِنِ، اَوِديا پَٽُ اَندَرَ جو.

(٣٥)

چَوَنُ مَنجهِ چَونِ، تا ساڌو سُڌ سَروپَ جي،
مَنَنُ ڪَدي مَنَ مون، ڪي گرمکَ سَمُجهَنِ،
سي سامي سَدا رَهَنِ، بِڌ وَرائي بِوڌَ ۾.

# سلوڪ ساڌ مهما (ب)

(١)

جاچي سڀُ جَهانُ، ڏِٺمِ ٻِڌِ وِويڪَ سان،
سامي آهي ڪونہَ ڪو، ساڌو جَنَ سَمانُ،
جنهن سَهَجي مَنُ سيتَلُ ڪيو، ڏيئي آتَمِ گيانُ،
سَدائي قُربانُ، وَڃان تَنهن جي نانوَ تون.

(٢)

پنڊِتَ پُڪري، سارُ لڪائِن سَڀَ ڪي،
سامي سمُجهِي ڪو سورِمو، هِردي مَنجهہ ڌَري،
لاهي ڇَڏي سِرَ تون، پَرِڇِنَ ٻِندَ پري،
سامي ڏِسي ٺَري، پَرتِڪ پورَنُ آتما.

(٣)

هَرِجَنَ ڪڍِي هَٿُ، ويٺا سؤدي سارَ جو،
سَمَ رکيائون ساهِمي، سَمَ رکيائون وَٿُ،
وَٺِي ڪو ويساهَ سان، نيهِي نہَ ڪَپَٽُ،
پَرَميسَرُ پَرگهٽُ، سَٺَہَ ڏِسي، سامي چَئي.

(۴)

هَرِجَنَ ڪَڏِي هَٽَ، وِيٺا قَلعِيگَرَ جو،
مَنَ کي ڏيئي مُسِڪلو، لاهِن ڪَلِپَتِ ڪَٽُ،
سامي ڏيکارِن ڏيلَ ۾، پَرِميسَرُ پَرگھٽُ،
تَنِ جي مِحِنَتَ مَٽُ، اَچي ڪينَ عَقُلَ ۾.

(۵)

هرِجَنَ هَٽُ پَٽي، وِيٺا سَودِي سارَ جو،
وَٺي کو ويساهَ سان، سامي سرُ سَٽي،
پانُ وَرائي پانَ کي، ڏِسي کيپَ کَٽي،
ڪَلِپَتِ سَبَ ڪَٽي، اِسِٿِتِ ٿِئي آڪاسَ جان.

(٦)

کيوَلَ ڪَلولِي، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
جَنِ کي ڏِني سَتگُروءَ، اَنيڪِ اَمولي،
سَٽي وڌائون سِرَ تون، پَرِچِنَ پِندَ پولي،
هميشَ هولي، سامي کَنِ سَروپَ سان.

(٧)

آئي کي آدَرُ، شَرِڌا سان ساڌو کَري،
مِنِيو جنهن جي مَنَ مون، مَمَتا موهُ مَڪَرُ،
ڏِسي عينَ اَڪاسَ جان، پورَنُ پَرِميسَرُ،
سَدا اَجَرُ اَمَرُ، سامي ٿِهي سَياوَ ۾.

(٨)

ساڌو جَنَ سانجهو، ڪَنِ اُپَديشُ اَنيئِي،
سَمُجهِي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مانجهو،
ڪَئِيو جَنهن ڪرپا سان، لوڪائِي لانجهو،
رومَ رومَ رانجهو، هَردَمُ ڏِسي هيرَ جان.

(٩)

جئين ڪَنوَل ڪَلِي، ڪَنِ خَشبِوءِ خوشيءَ جي،
تئين ساڌو ڏَين سَڀَ کي، اَنيئِ اَڻَ مُلهي،
وَٺن وِڌِ ويساهَ سان، ڪي عاشِقَ اَصُلي،
ميٺي ڪلِپَ ڪُلي، سامي اَچَنِ سَنتوکَ ۾.

(١٠)

جيڪو دکي جيءُ، سَرَنِ پَئي ساڌوءَ جي،
ميٺي تنهن جي مَنَ مون، سَهَجي سَنسو سيءُ،
سامي لکائي لکَ سان، پَرِتکِ پورَنُ پيءُ،
ڇَوي جيءُ نَ ٿيءُ، پُني ڏيئي پاڻَ کي.

(١١)

ساڌوءَ سَرَنِ پيو، جيڪو هاري هِتَ سانَ،
سَهَجي تَنهِن جو سَتِگُروءَ، ڪارِجُ سِدِ ڪيو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلپِتِ کي، سامي سکي ٿيو،
بِنان ٻوڏ ٻيو، ڏِسي ڪينَ اَکِنِ سان.

(١٢)

ساڌوءَ جي سرني، لکين لوڪ ترِي ويا،
سکي ٿيا سامي چئي، وَڃن صاف مَني،
پَرتک ڏِسَنِ پانهنجا، هيڙا لڳا هَني،
ڪبير، رَوِداس، ڏني، ساک ڏِني سَيني سَچي.

(١٣)

هَرِجَن حضوري، اَچي مِليو اوچتي،
تَنهِن ڳالهِ ٻُڌائي ڳُجهَ جي، سَبَ وَٽي پوري،
سَمُجهي آئي جيءَ کي، سامي صَبوري،
نَظَرَ ٿي نوري، حاجَتَ رَهي نہ حَجَ جي.

(١۴)

ساڌو جَنُ سکي، مِليو ديسَ ملارَ جو،
تَنهِن جاڳايو زورَ سان، تيدي رَمزَ رکي،
سامي سِپَ سيتَلُ ٿي، بيحَدِ بوندَ چکي،
اَچي اَنَلُ پکي، اُلٽي چَڙهيو اَڪاسَ تي،

(١٥)

ساڌو جَنَ سگهُ، مارِگُ ڏسِنِ موکَ جو،
سامي رکيو کنهن سورمي، کلِپت پارِ قدمُ،
ماري کيو جنهن مَنَ جو، پولائو سَبُ ڀَسَمُ،
گهَر ۾ گهَرُ گهورمُ، پاتي ويٺو پاکُ ٿي.

(١٦)

سادو جَنُ سَچارُ، اَچي مِليو اوچتي،
ڪَيو تنهن ڪرپا سان، گيانَ ڏيئي گُلزارُ،
رَهيو نہ رَتيءَ جيترو، اَوِديا جو اَهنڪارُ،
سامي چَئي سَنسارُ، لئہ ڏِٺو سڀُ لکَ ۾.

(١٧)

سادو جَنُ سَچارُ، ڪانہ ڪَڍي ڪَنهن جي،
جَنهن کي ڏِني سَتگُروءَ، اَنڀِٺ مَت اَپارَ،
سُتَہَ رَهي سامي چئي، ٻَنهيءَ تي هَسوارُ،
ٻولي اَمِرتُ سارُ، سِيتَلُ ڪَري سڀَ کي.

(١٨)

سادو جَنُ سَچارُ، ڪَري ڪانہَ ڪلپنا،
جنهن کي اَزِغَبي چَڙِهيو، پورَنُ پِريمَ خمارُ،
پَرتکِ ڏِسي پيءَ جو، ڏهَ دِسا ديدارُ،
ٻَنهيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(١٩)

سادو جَنُ سَچارُ، پاسي ٿئي نہ پيءَ کون،
سَمُجِهيو جنهن سامي چَئي، سُپني جو سَنسارُ،
رکي نہ رَتيءَ جيترو، اَندرَ ۾ اَهنڪارُ،
جَنِين بيحَدِ بارُ، وَرِتي وِڌِ نِڪيدَ ري.

(٢٠)

ساڌو جَنُ سُچِکُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
مِٺيو جنهن جي مَنَ مون، سامي پَرِچَنُ پِڪُ،
خالي ڏِسي ڪونہَ ڪو، ڪَرِتا ٻا جهون ڪِکُ،
ٿِي پورَنُ پارکُ، وَرِتي وِڏِ ويچارَ سان.

(٢١)

ساڌو جَنُ سَچو، ڪَري اُپَديشُ اَنيئِي،
سامي چئِي سَبَ ڪَي، اُلٽِي گهرِ اَچو،
ڪَڏِي ٿِئِي ڪِينڪِي، ڪَلپِتِ مَنجهِ ڪَچو،
رَهي رَنگ رَچو، سُتَهَ سُڌِ سَروپَ جي.

(٢٢)

ساڌو جَنُ سُجانُ، مِليو پورَنَ پُنجَ تي،
تنهين لکايو رَمزَ سان، چِٽو چيتَنَ پانُ،
خالي جَنهِن ڪان نانهِ ڪو، ڪَرِنِ ويدَ وکان،
اَندرَ مون اِيمانُ، جِڏِي ڏِسي ڪو سورَمو.

(٢٣)

ساڌو جَنُ سُجانُ، ڪَري ڪانہَ ڪَلپِنا،
ڏِٺو جنهن اڪِنِ سان، چِڙهيو چيتَنَ پانُ،
آهي جنهن جي آسري، سامي سَماڌِ اُٿانُ،
مِٿِي سَبُ اُنمانُ، ماٺِي مَوجَ مُڪِتِ جِي.

(٢۴)

ساڌو جَنُ سپاهِي، ماري مَنَ مَواسَ کي،
جوڌا پَنجئي زورَسان، ڪَري ڏِڍي جا گهائِي،
سامي چِلائي سَرِبَ گَت، عَدلُ اِلاهي،
ڏَهَ دِسِ ڌُهائِي، ڦيري ڦُرِني فَوجَ ٻِنِ.

(٢٥)

ساڌو جَنُ سُورو، سَدا رَسِي سَنگِرامَ ۾،
ماري ڪائِي مَنَ کي، اَنيِءَ اَجورو،
سامي ڏِسي سَيَ ۾، پَرَميسَرُ پورو،
ڪٽو، لوئي، پُورو، ڇاڙي اَصُلي اُنَ جو.

(٢٦)

راتِ ڏينهن جو ڦيرُ، ڏِسَنَ اَئون ٻُڌَنَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَٽِي، ساڌو جَنُ سُميرُ،
پَرچي لَڌو جَنهن پَدَ جو، پَرِچِنتا جو پيرُ،
ٽِي نِرَيءِ نِرَويرُ، ڪَري عَدالتَ اَنيئي.

(٢٧)

تنهن کي ڇَونِ ڇَري، ڇَرِيا جيءَ جَهانَ جا،
جا لَنگهي چَڙهي لڪَ تي، طَمَعُ تارَ تَري،
پيءُ ڏِلائين پَڌِرو، پَئي دَرِسَ دَري،
سامي اَجَرُ جَري، مُشڪي ڪُشڪي ڪينَڪي.

(۲۸)

سَدا پاڪُ پُرِڪُ، وَرتِي ويدَ ويچارَ سان،
دَيا ڏاري دِلِ ۾، سَڀ جو ميٺي دُکُ،
پِيئي پِٺاري پِريمَ رَسُ، ماڻي سَمَتا سُکُ،
سَدائي سَنَمُکُ، سامي رَهي سَروپَ جي.

(۲۹)

دوستَ جو دُئارو، سُچَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
سامي پَهُچي ڪو ساڌُ جَنُ، پاڳوانُ پارو،
مِٽيو جَنهن جي مَنَ مون، اَوِديا اَنڌارو،
لَکي لَکَ وارو، ماڻي مَوجَ مُڪِتِ جِي.

(۳۰)

ڪُليو بيحَدَ باغُ، اَنيڪِ جي آڪاسَ ۾،
سامي گُلَ سَڀَ رَنگَ جا، پِگِتِ، جوڳُ، وئراڳُ،
سَئِلَ ڪَري ساڪي تِي، ڪو ساڌو جَنُ سُجاڳُ،
ڦُرني بنا ڦاڳُ، پَلِ پَلِ ڪيلي پاڻَ سان.

# سلوڪ ستسنگ مهما (الف)

(١)

آهِن اگمَ اَپارُ، راهان رامَ مِلَڻَ جون،
تَن سَبِني ۾ هِڪڙي، ساڌَ سَنگَتِ نِروارُ؛
سامي مِلُ تَنهِين سان، ڪَري پِريمَ پِيارُ،
تَـ دوستَ جو ديدارُ، ڏِسِين پيدَ پَرَمَ ري.

(٢)

اَٿِي سَبُ ڪَلِياڻُ، پَرَمُ پُلائو دور ڪَرِ،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، چِنَ ماتِرَ پَدُ جاڻُ،
پَسي پاڻهنجو پاڻُ، تون سامي رَهُ سُياوَ ۾.

(٣)

اَٿِي سَبُ ڪَلِياڻُ، پَرَمُ پُلائو دورِ ڪَرِ،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، سامي پاڻُ سُڃاڻُ،
اِها اَوِديا جاڻُ، پائڻُ پَرَميسَرَ جو.

(۴)

دَر دَرِ ڪيمَ بُنداءِ، سامي سِڪَ پِرِينِ جي،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، وائي سَڀ وِڃاءِ،
پائي گِيانَ گُروءَ جي، اَنترِ مڪ مَنُ لاءِ،
تَہ لُنوَ لُنوَ مَنجهِ لڪاءِ، مورتَ محبوبَنِ جي.

(۵)

دَرِ دَرِ ڪيم بُڌاءِ، حَقُ حقيقيت ڳالهڙي،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، جهاتي جَهروڪي پاءِ،
اَوِديا ڪُلفُ اَندرَ جو لِنوَ ڪُنجيءَ سان لاهه،
تہ لُنوَ لُنوَ منجه لَڪاءِ، مُورت محبوبن جِي.

(٦)

اُها پوتي پَڙهُ، جنهن سان لَهِين اَلکَ کي،
مِلي ساڏَ سنگتِ سان، چِبَنَ چُونڪيءَ چَڙهُ،
اَوِديا مَنجهِ نَہ اَڙُ، سَمُجَهہ ري سامي چئي.

(٧)

عَجائِبُ آهي، سَنگتِ ساڌو جَنَ جي،
اَوِديا مَيلُ اندرَ مون، ڌوئِي سَڀُ لاهي،
سامي لَکائي، پانهنجو پاڻُ اکِنِ سان.

(٨)

ڪُوڙا گھرِ مَ گھاتَ، مورِڪَ مَنَ جي ياءِ تون،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، وَٺُ ويساھون واٽَ،
تـَ ڪولي بَجَرَ ڪَپاٽَ، ڪامِلَ ڏِيَني ڪَلَ سان.

(٩)

سامي جاڳج چَلُ، ڪايا مايا ڪُلَ ڪي،
جئين سڪُ سُپَني جو، مِرِگھ تِرِشنا جو جَلُ،
جاڳِي ڪَڏي جيءَ مون، گُرگمَ خامُ خَلَلُ،
ڪَري جَنَمُ سَڦَلُ، مِلِي ساڌَ سنگتِ سان.

(١٠)

ڪرِين پُرِڪارَٽُ، مِلِي مَھَدَ جَنَنِ سان،
مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي، سامي تِئين سَمَرَٿُ،
تـَ آتَمُ پَدُ اَڪَٿُ، لوڙِي لَھين گھرَ مون.

(١١)

سَبَ ڪون پَدُ اُچو، ساڌَ سَنگتِ ھَرِ يُگتِ جو،
ڪوڙِنِ مِ ڪو ھڪڙو، سَمُجھي ساڌُ سَچو،
لايو تنهن مُرِچو، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(١٢)

ڪيتري ڳڻيان، مَهما ساڌ سَنگتِ جي،
سِڌَ ساڌڪَ جوڳي جَتِي گاوَنِ سَهَس ڦڻيان،
جَنڪَ سَنڪَ سَنڪَديوَ دَتَ، سامي داسَ ٻڌيان،
جَنِ کي واڪَ وَڻيان، سي سَيبئي سُڌريا.

(١٣)

لکين لوڪَ تَريا، مِلي ساڌ سَنگتِ سان،
وَڃي پُڇُ تَنين کون، جَنين هِرِدي واڪَ ڌَريا،
سَدا رَهَنِ ٺَريا، سامي سيتَلَ جَلَ جان.

(١٤)

وَڏي وَڏائي، ساڌ سَنگتِ گُرَ گيانِ جي،
ڪوڙين مَنجهون ڪو هِڪڙو، سَمجهي گُرَيائي،
جَنهن مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، ڪَلِ ڪَلِ مِٽائي،
سامي سَدائي، پَرچو رَهي پاڻَ ۾.

(١٥)

پَرچي سَيبئي، ويا لوليءَ جي لاڏَ ۾،
ورلي ڪَنهِن گُرمکَ کي، سَمَ سُوجهي پيئي،
جَنهن سَنگتِ ساڌوءَ جي ڪَئي، سامي دِلِ ڏيئي،
تنهن جي سَبَ ويئي، اَوِديا ڪَلپَتَ نِڪري.

(١٦)

ڪَنيو جَنهِن قَدَمُ، ساڌَ سَنگَتِ ڏي سِڪَ سان،
مِٺيو تنهن جي مَنَ مون، سامي ڇِڄي سَڀُ غَمُ،
مَحَبَتي مَحَرَمُ، سُرِجهِي ٿِيو سَروپ جو.

(١٧)

جَنهِين دِلِ ڏيئي، سامي ساڌَ سَنگَتِ کي،
تَنهن کي پَد اَگَمَ جي، سَهجي سُڌِ پيئي،
پورا ڪَيائِين پِريمَ سان، ساڌَنَ سيئي،
وِڌِ نِکيدِ ٻيئي، ميٽي ويٺو مَنَ مون.

(١٨)

جَنِين نِرمَلَ مَتِ، وَدِي ساڌَ سَنگَتِ کون،
اَنَنَ آتَمَ رامَ جي، ڪَئي تَنِ ڀڳَتِ،
سامي ٻُڌَنِ ڪينَ کي، جڳَ نِندا اُستَتِ،
جڳَتُ سَڀُ اَسَتِ، ڏِٺائون جڳديسَ ري.

(١٩)

تَنهِن جي ڪيپَ ڪَٿي، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو مِلِي ساڌَ سَنگَتِ سان، سَڀُ سُپاوَ مَٿي،
ڏِسي نيڻَ پَٽي، سَنَمکِ شاهَ صَرافَ کي.

(٢٠)

ڀِلي ٽِنَڙا ڏِينهَن، آدِيَ گهرَ اَپارَ ڪون،
ڀَوي سُڌِ سَروپَ جي، ڪرپا ٻنان ڪِيئن؟
ڏَرِتي هَرِي نَہ ٿِئي، ٻِنان پاڻيءَ مِينهَن،
ساڌَ سَنگَتِ جي نِينهَن، سامي ڪارِجَ سِڌِ ڪَيا.

(٢١)

ٽِنَڙو جَنَمُ سَڦَلُ، مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان،
جاڳيو سَهَجَ جَتَنَ ري، پُرِڪارَتُ پَرِبَلُ،
مِٽِي ويئي مَنَ مون، سامي مَمِتا مَلُ،
آتَمُ پَدُ اَچَلُ، پَرِچي لَڌو پاڻَ مون.

(٢٢)

اَچِي جاڳيو ڀاڳُ، ڪَنهِن پورَنَ پُنَ تي،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، سامي ٿِيو سُجاڳُ،
لُنئِن لُنئِن مَنجھ چَڙي ڀِيو، سَهَجِي نِرمَلُ ڦاڳُ،
پائي پَدُ اَنُراڳُ، ماهِلُ ٿِيو مَهرانَ ۾.

(٢٣)

پورَنَ پُرکَ اُتِي، مَتِي ڳالھ مَرمَ جِي،
سامي ساڌَ سَنگَتِ جِي، ڪَنئي جَنهِن جُتِي،
تنهن جِي مَتِ ويساهَ سان، ٿِي اُتَمُ اَچُتِي،
وَڃِي دِرِشٽِ کُتِي، اَنيڪ سکَ اَگَمَ ۾.

(۲۴)

ٻوهہَ ساڌوءَ سنگ، پورو سَتِ گُرُ پاتَي،
سامي مِلي تَنهن کي، جَنهِن تي آگو رکي اَنگ،
سو ٻَوَ ساگرَ جي ٻيڙَ کون، پٽرو پارِ نِسَنگ،
اَنيَهِ آتمَ رَنگ، لڳو کوڙِنِ مَنجهون کَنِ کي.

(۲۵)

ٻاڳِنِ ڏِنو ٻَرُ، تَڏي جاڳِي سَمُجَه اَندرَ ۾،
کَيو ساڌَ سَنگتِ جو، اَدَبَ سان آدَرُ،
تَنهن پيارِي زامَ رَسُ، کوليو دَسون دَرُ،
ميٽي ڏُکُ ڏَمَرُ، سامي مِليو سَروپَ سان.

(۲٦)

کَهڙي ٻيٽَ ڏَريان، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
هيُرا ماٹِکَ مُوتي، کَنچَنَ تالَ ٻَريان،
ٻَٽَ ٻَنيهَرَ، پاٻِريون، توشا ڍيرَ ڏَريان،
توٹي صَدِقي سِرُ کَريان، تان ٻي ٻَڇي نَہ پريمَ رَتيءَ سان.

(۲۷)

اوراتا آهِنِ، ڳالِهيون ساپُرِسَنِ جون،
مَمتا ميلُ اَندرَ جي، ڌوئي سَبُ لاهِنِ،
نِرَمَلُ کَري مَنَ کي، ٻَدَ ۾ پَهچائِنِ،
سَبَ گهٹِ لکائِنِ، سامي سُبيرِيَنِ کي.

(٢٨)

ڳالهِن مَنجهه آهن، مِنيون ڳالهيون ڳوٺَ جون،
ڏيئي ڏس سَڄَڻَ جا، ٽِيون سڄڻُ ملائنِ،
ڪوريون سي لاهِنِ، سامي ڪَسُ اَندرَ جي.

(٢٩)

توڙي نِتُ چئي،چهه چارِ اَنارهَن مکَ سان،
تَپَ تيرَٿَ ساڌَنَ ڪَري، غُفا مَنجهه رَهي،
بِنان ساڌَ سَنگتِ جي، وَهَڻَ مَنجهه وَهي،
سامي ڪيئن لَهي، پَٽي ڏيئي پاڻَ کي.

(٣٠)

تَنهن جا سَڀِ پَرواڻُ، گيانَ ڌِيانَ جَپَ جوڳَ جڳ،
جَنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڏِٺو پَنهنجو پاڻُ،
دُکَ سکَ لابَ اَلابَ ۾، رَهي ٿابوتيءَ ساڻُ،
جاڻي سَڀُ ڪَلياڻُ، سَدائي سامي چَئي.

(٣١)

ٻِيا سَڀِ ڪَمَ ڪوڙا، ساڌَ سَنگتِ هَرِيڳتِ ري،
سامي سَمُجهنِ ڪينَکي، مورکَ مَتِ موڙها،
کي گُرمکَ ڳوڙها، پَرِچا پاڻُ ڪَدِي ڪَري.

(٣٢)

ٻي سَڀ اَٿي سُڃ، ٻِنان ساڌَ سَنگَتِ جي،
مِرگهہ تِرِشِنا جي جَلَ مون، سامي لهي نہ اُڃَ،
جاڳِنِ پورَنَ پُڃَ، تہ ساڌو سڪَ ساگرُ ملي.

(٣٣)

ٻِنان ساڌَ سَنگَتِ، سامي سُڌِرِيو ڪونہ ڪو،
جاڳِي ڪَڏُ اَندرَ مون، ٻي سَڀ مَمتا مَتِ،
پائي گِياتِ گُروءَ جِي، ڪَرِ اَيِيدَ ٻِڳَتِ،
تَہ ساڪي ڏِسين سَتِ، چِيتيءَ ۾ ڪُنچَرَ ۾.

(٣٤)

ڪوهُ ڪَرِين اَپِياسُ، تُو مورِڪَ مايا موهَ جو؟
سامي سَيئِي ڪَيا، جَنهِن رِنَ ۾ رولي ناسُ،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، ڪَرِ ٻاريءَ مَنجهِ نِواسُ،
تہ چيتَنَ چِدَ آڪاسُ، ڏِسين پانهِنجي گهرَ ۾.

(٣٥)

مورِڪَ ڪوهُ مَرين، تُو اَوِدِيا جي اَهنڪارَ ۾،
ملي ساڌَ سَنگَتِ سان، سَرِبَ تِياڳُ ڪرين،
سامي اَجَرُ جَرين، تہ سَنَمڪُ ڏِسين سُپِرين.

(٣٦)

مورِکَ کوهُ پَچين، ٿو اَوِديا جي اَهنکارَ ۾،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، رَنگَ ۾ چونڊَ رَچين،
اَهِڙو داءُ اَچي، موتي بَٽندءِ کِينَکِي؟

(٣٧)

ڇاکي ٿو سورين، سُمرِٽيون سَمُجھه ري،
ساڌَنَ سُپيرِيَنِ ري، اَٿي سَڀِ اوري،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، کَلپِتَ کَڍُ کوري،
تَ جھُولين هِندورين، سامي اَنَيَڪِ سارَ جي.

(٣٨)

وَجي پَؤ کِري، سامي ساڌَ سَنگتِ ۾،
ڏيکِيا وَٺِي دِلِ سان، لَنگھي گھاٽُ گھِرِي،
تَ سَهَجي جگَ سُپَني جو، وَڃيئي وِسِري،
اَچِين کِينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏُکَ ۾.

(٣٩)

ڇَڏِ وَڏائي واءُ، ڪايا مايا کُلَ جو،
سامي تِيندءِ کونَکو، هَرِ بِنان هَمراهُ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ساجھَرِ کَرِ سَماءُ،
اَهِڙو دِلبَرُ داءُ، موتي ايندءِ کِينَکِي.

(۴۰)

نانا بيکَ مَ ڌارِ، مورکَ مَنَ جي ڀاءِ تون،
ڪونَ ٻُڌوسي ڪاٽئين، ڦِينَ لنگھايو پارِ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، اَوِديا ڀَرَمُ نِوارِ،
جاڳي پانُ سَنيارِ، تَ سکي ٿِئين سامي چئي.

(۴۱)

هِيرو جَنَمُ نَ هارِ، مورکَ مَنَ جي ڀاءِ تون،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، اَوِديا ڀَرَمُ نِوارِ،
پانهِنجو پانُ سَنيارِ، تَ سکي ٿِئين سامي چئي.

(۴۲)

مُورکَ ڪِينَ ڏِسَنِ، سَنَمکُ سُپِيرِيَنِ کي،
اَوِديا جيءَ اَنڌا ڪيا، ڏِنو پَٽُ پِرِيَنِ،
ڀَرَمَ مَنجھِ ڀُلي ڪَري، تا پَنا نِتُ پڙهَنِ،
تَپَ تيرَٿَ بِرتَ نيمَ، جڳ جُهدُ ڪَيو جاڳَنِ،
غُفا بَنَ پهاڙَ مِ، بکَ اُڃَ دُکَ سهَنِ،
نانا بيکَ ڌري ڪَري، تا ديھِ اَمولَ ڌهَنِ،
بِنان ساڌَ سَنگتِ جي، سَڀ وَهَڻَ مَنجھِ وَهَنِ،
کي لکايا لَهَنِ، سامي سُپِيرِيَنِ کي.

(٤٢)

تِرِشنا تارِ نَدي، سَدا وَهي تِکَ تاوَ سان،
تَنهِن ۾ واگهو ڪَچَ مَڇ، سَهَسين سَنپَندي،
سامي وِجهين ڪِينَڪي، تون ڀانهنجو ڀانُ ٻَندي،
ڪيوَلَ هِڪَ ڪَندي، وَلِين ساڌَ سَنگتِ جي.

(٤٣)

سَودا سَيئي، ڪَري ڏِلَم رامَ ري،
ڪَنهِين ڪَٿِيو ڪِينَڪي، ڪيپَ ڪُٽي پيئي،
سامي ساڌَ سَنگتِ سان، مِلِيُس مَنُ ڏيئي،
سُتَهِ سُڌِ پيئي، ويئي ڪوتِ خُواري نِڪري.

(٤٥)

تَڪي بيٺُس تَڙَ، ڪنهِن پارِ لَنگهايو ڪِينَڪي،
بيکَ گِرِستي لوکَ سَڀِ، سامي سُورَ سگهڙَ،
ٺَڪِي ساڌَ سَنگتِ جي، لِنوَ سان وَڏيَمِ لَڙَ،
سَهَجي اُوڌِيا اَڙَ، مِٽي ويئي مَنَ مون.

(٤٦)

رَهِئس سَڀَ پِٽِڪي، بيکَ پَنتَ جوڳِي جَتي،
ڪَنهِين لاٿي ڪِينَڪي، مَمتا جي مَٽِڪي،
ڪَنهِين پُورَنَ پَنَ تي، اَچي ساڌوءَ سان اَٽڪي،
سولائي چِتَ چَٽِڪي، سامي ڪَٽي وِيو سيرَ ۾.

(٤٧)

ڪَري اُپاوَ ٽَڪِي، مَيلُ نـَ مِٽي مَنَ جِي،
سامي ساڌَ سَنگتِ جِي، سَچي اوٽَ ٽَڪي،
تَنِ راهَ لَکائي لکَ سان، پِيرادُنِ پَڪي،
ڏِسي دَرَسُ ڇَڪِي، بوندَ سَمائي سِنڌُ ۾.

(٤٨)

ٽيئي لوڪَ رُلي، سانت نـَ آئي جيءَ کي،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، اَوِديا ڳَنڍِ کُلي،
ويئي يِاسَ پُلي، سامي ڇُٽي سَنسارَ جي.

(٤٩)

سدائي سِيتَلُ، سَنگت ساڌو جَنَ جي،
ڪوري سَڀَ قلوبَ مان، ڪَڍِي مَمتا مَلُ،
جوڙِي جوت سَروپ سان، سامي ڪري من اَچَلُ،
چڙهيو جنِ عمل، واقفُ سي وِرونهَن جا.

(٥٠)

ڪري وَٽُ اُپاءُ، اَوِديا روڳَ اَسارَ جو،
موٽي ايندءُ ڪينَڪِي، اَهڙو اُتَمُ داءُ،
ملي ساڌَ سَنگتِ سان، اَنيِڪَ اَوکَدُ کاءُ،
تـَ سامي نانا ڀاءُ، مِٽي وَڃيئي مَنَ مون.

(٥١)

ڪَري سَمُ صِدقُ، مِلِين ساڌَ سَنگتِ سان،
جي توکي پياس پَسَڻَ جي، تَہ سِپَ چاترڪَ جان سِڪُ،
پائي بوند اَنيَئي ڪرِ لوڪنِ ڪون لِڪُ،
تَہ اَندرِ باهرِ هِڪُ، سامي ڏِسِين سُپرين.

(٥٢)

ڪَهڙيءَ ڀڳتِ تي، مِلي پيارو پانهنجو،
شيوا پوڄا ساڌنا، پُڇي ڪين تِني،
جَپَ تَپَ جوڳُ ڪَري رَهيا، ڪَلَ نَہ ڪَنهين کي،
سامي پُهتا سي، جَن جو ساهُ سَنگت ۾.

(٥٣)

ڪنهن جي ڪين وَڃي، ڪَلپِتَ ساڌَ سَنگت ري،
اِها ڳالهِ اَنيَئي، ڪو گُرمکُ هِڪُ ميڄي،
جيڪو ڀولُ ڀَڄي، سامي سَنتَنِ سان مِلي.

(٥٤)

ڪَنهن وِرلي وَڄايو، نگارو نِرٻاڻَ جو،
جَنهِن تي ساڌَ سنگت جو، سامي ٿيو سايو،
اُلٽي گهرِ آيو، چاهَ وِڃائي چِتَ جي.

(٥٥)

سُوڌي سَنگُ ڪَري، سامي سَچارَن جو،
سدا جَن جي منَ ۾، محبّتَ مَچُ ٻَري،
سُتَه سِدِ سَروپَ ڪون، پَلڪَ نہ ٽِڙن پَري،
ڏِئِن ٻِندارَ ٻَري، سَيَڪَنِهن کي سکَ جا.

(٥٦)

اَچي هِن اَوسَرِ، جيڪو پريتِ پَڪيءَ سان،
وَٺي وَحان تنهن جَن کي، پَرِچي پَنهنجي گهرِ،
چاڙهي پريمَ چوڏولَ ۾، ڪَريان سَيني کون سَرِ،
حاضُرُ ڏِسي هَرِ، سامي ٻيدَ ڀَرَمَ ري.

(٥٧)

سڌِنِ سَودائي، تنهن کي جيءَ جَهانَ جا،
جنهن سُتهِ ساڌَ سَنگتِ جِي، رَجَ مَستَڪ لائِي،
چَڙِهيو اَنيَنہ اَجَ تي، وِحائي وائي،
سامي سَدائي، سَنَمکُ ڏِسي سُپِرين.

(٥٨)

چَوِنِ لوڪَ چَرِيو، آءٌ سِياڻو سَنرو،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڪارجُ سَبُ سَرِيو،
ڏِيو جوتِ اگمَ جو، ٻِيائيءَ ٻِنان ٻَرِيو،
سامي ڏِسي لَرِيو، پنهنجي اکِين پاڻَ کي.

(٥٩)

جوڳي بيراڳي، پَنتَ سَناسي سيوڙا،
تَنِ مون کو هِڪڙو، سامي وَڏَ ڀاڳي،
جَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مَمتا مَتِ تياڳي،
ڏٺائين جاڳي، پانهنجي اکين پاڻَ کي.

(٦٠)

مَنيو جَنهن وَچَنُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
ڪَري وَسِ ويساهَ سان، ويٺو مَنُ پَوَنُ،
سَهَجي تنهن سيوَڪ تي پِرِيُو ٿِيو پَرِسَنُ،
ڇاڙي پَنهنجو جَنُ، پَلَڪَ پَرانهون نَہ ٿِئي.

(٦١)

مَري جَنهن مَجو، وَتو ساڌَ سَنگتِ جو،
سو سُتَهِ سِدِ سَروپَ جو، ڇَڏي ڪينَ ڇَڄو،
ملي ڏِٺائين لڪَ ۾، سامي جڳُ سَڄو،
سَدا رَهي رَڄو، ڪَرَي نَہ بيڪَ بڪَينِ جان.

(٦٢)

ايڪتا ري اَنَنُ، ڪونَہ ڀُڏوسي ڪاٽئين،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، جَنهين جيتيو مَنُ،
سو پائي رامُ رَتَنُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(٦٣)

اَچي پِٽِرو رُکُ، جَنهِن جو ساڌَ سُنگتِ سان،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مونٌ، سامي سَنسو دُکُ،
پَرچي ڏِٺائين پانءَ ۾، اَنيَـٰ آتمَ سکُ،
سَدائين سَنَمکُ، رَهي رَمِتا رامَ ۾.

(٦٤)

جيڪو جَنُ ڪَري، سودو ساڌَ سَنگتِ سان،
هَلي ديسَ اگمَ ڏي، اَنيَـٰي بارَ پَري،
واٽَ جڳاتي ڏَرَمَ راءِ، تنهن کي ڏِسي ڏري،
اُتي پيٺَ ڏَري، سامي سِرَڏا پِريتِ سان.

(٦٥)

جيڪو پانُ چَڏي، اَچي ساڌَ سَنگتِ ۾،
سامي تنهن کي سَتگرو، پَرِچي گَڏَ گَڏي،
اَنيَـٰ سانُ اَڏي، سارُ لکائي سَڀَ ۾.

(٦٦)

جيڪو پِيو ڪرِي، سامي ساڌَ سَنگتِ ۾،
مِليو تَنهن مائِل کي، سُتَمِ سِدِ سُپري،
سامي سُکَ سَنسارَ جا، وِيَس سَڀِ وِسري،
اَچي ڪينَ ڦِري، جَنَمَ مَرَنَ جي دُکَ ۾.

(٦٧)

جيڪو پئي ڪِري، سامي ساڏ سَنگت ۾،
تنهن کي ڳَل لائي ڪن ڳوٺ جو، پَسي نِت پُرِي،
اَچي ڪينَ ڦِري، جَنمَ مَرَڻ جي ڏکَ ۾.

(٦٨)

جيڪو سَرَنِ پيو، اَچي ساڌ سَنگت جي،
سَهجي تَنهن شيوَڪَ جو، ڪارج سِڌِ ٿيو،
ڏِسي ڪينَ .بيو، سامي سُپيرِيَنِ ري.

(٦٩)

جيڪو سَرَنِ پئي، سامي ساڌَ سَنگت جي،
سو آتمَ پَدَ اگمَ جِي، سُتَهِ سَنڌِ لَهي،
راتِيون ڏينهن رَهي، اَرڌ اُرڌَ جي وِچَ ۾.

(٧٠)

جيڪي سَرَنِ پيا، سامي ساڌَ سَنگت جي،
تنِ جا پُوري سَتِ گُروءَ، ڪارِجَ سِڌِ ڪَيا،
ويري مِترَ ٿيا، مَمَتِ نَه رَهِي مَنَ ۾.

(٧١)

جيڪو لِنوَ لائي، سامي ساڌَ سَنگتِ سان،
سو ڳِنٽي ڪَڍِي مَنَ مون، پيرُ اڳي پائي،
جِئڻَ مَرَڻَ ڏکَ سکَ جو، سنسو مِٽائي،
سَهَجي سَمائي، اَنيَڪ آتمَ پَدَ ۾.

(٧٢)

جنِ کي پريمَ پِياسَ، اَچي اَزِغيبي لڳي،
سي سامي سَدائي رَهَنِ، مايا مَنجهِ اُداسَ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ٿيا داسَنِ جا داسَ،
ڪَٽي اَوِديا ڦاسَ، سَبَ گهٽِ ڏِسَنِ سُپرِين.

(٧٣)

جنِ کي لَڳِي لوڙ، سامي سُپيرين جي،
سي مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، عاشِقَ اورِنِ اورَ،
پريتِ وَڌائي پانهنجي، ماٺِ دَرِسَنِ دورَ،
جئين نَچَنِ مورَ، ٻُڌي گَرِجَ گگَنَ جي.

(٧٤)

جَنهِن کي ٻاڻُ لڳو، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
تنهن اُلٽي اَنتَرِ مکِ تي، پَنهنجو ٻولُ ٻڳو،
چَڙهيو اَنيَڪ اَڄَ تي، وِڪٽي ڏورُ ڏِڳو،
پِڇو ۽ اڳو، ڄاڻي سَبُ سَڄَڻَ جو.

(٧٥)

جَنهن کي لِيئِيو، اَچي عَشِقَ عَجيبَ جي،
تَنهِن مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سَنسو سَبُ ميٽيو،
ڳَهڙي پانهنجي گهرَ ۾، پُورَنُ پَدُ پيٽيو،
سڪي تي ليٽيو، سامي سکَيَتِ سيجَ تي.

(٧٦)

جَنهن کي آيو ساءُ، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
اَچي لڳو تنهن جو، سَهَجي دِلبَرُ داءُ،
ميٽي دُتِيا ڀاءُ، سَبَ گهٽِ ڏِسي سُپرين.

(٧٧)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
تنهن موڙي مَنُ مَرمَ سان، اَنتَرِ مکِ لايو،
گُرَ گمَ سارُ سَهي ڪَري، سَنسو مِٽايو،
تَهِيو تَهايو، سکُ لَذائِن سَمَ جو.

(٧٨)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌ سَنگتِ جو،
تَنهِن پَرِچي لَڌو پيچِرو، تَهيو تَهايو،
سَتِم سَمايو، ساڪيءَ سار سَروپَ ۾.

(٧٩)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
سو گهرَ دَرَ سَڀُ ڇڏي ڪَري، سڪَمِ سَمايو،
سَت گُرَ جو سايو، سَدا ڇانٺي سِرَ تي.

(٨٠)

جَنهن کي آيو رَسُ، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، ڪوڙَ جَنَمَ جي ڪَسُ،
نِرمَلُ نارائِنَ جو، ٻُڌي ٻولي جَسُ،
خاوندَ ٻا جهون خَسُ، خالي ڏسي ڪونَڪو.

(٨١)

جَنهن کي رَسُ آيو، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
سو پِئي پِيالو پِريم جو، ڏيئي سڀ سَروَنسُ،
گُرگمَ ڪَڍي جيءَ مون، ڪوري ڪَلپِتَ ڪَسُ،
ڳائِنِ تنهن جو جَسُ، ويدَ پُرانَ مِلي ڪري.

(٨٢)

جَنهن کي رَنگُ لڳو، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
اُٿي تنهِن جي گهرَ مون، اَوِديا ڀوتُ ڀڳو،
ڪَيائِين صافُ سَمُجهَ سان، پڇو ۽ اڳو،
وِڪِٽي دورُ ڏڳو، سَتَمِ مِليو سَروپَ سان.

(٧٣)

جَنهن کي ڳالهه وَڻي، سامي ساڌُ سَنگتِ جي،
سو چڙهيو اَنيَڪ اَڄَ تي، وٺي عَشِقَ اَٽي،
اُستَتِ نِندا لوڪَ جي، بيٺو سڀ ڪٽي،
توڙي پِني پَنجَ ڪَٽي، تہ بہ يي راجا رانول ديسَ جو.

(٧٤)

جَنهِين ڏنئي دِلِ، سامي ساڌُ سَنگتِ کي،
سو پَرچي ڏِسي پورَبي، جُهڳي ۾ جِهل مِل،
چڙهي رَنگِ مَحَلِ، موجانَ ڪَري مَمَتَ ري.

(٧٥)

جَنهِن کي لڳو ڦُلُ، اَچي ساڌُ سَنگتِ جو،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
سُتَهِ سِدِ سَروپَ کون، پاسي ٿِئي نَہ پَلُ،
اٺ ئي پَهرَ اَچَلُ، رَهي پَنهنجي حالَ ۾.

(٨٦)

جَنهِن کي لڳو ڦُلُ، سامي ساڌُ سَنگتِ جو،
باهِ نَہ ساڙي تَنهِن کي، ٻوڙي سگهي نَہ جَلُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ نَبَ جان، رَهي اَليپُ اَچَلُ،
ڇاڻي مايا ڇَلُ، چڙهي وينو چَوڏولَ ۾.

(٨٧)

اَچي لڳو ڦُلُ، ڪوٽِ جَنَمَ جي ڪَرَمَ جو،
مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، ٿِيو مانڪَ جَنَمُ سڦُلُ،
ڌِلو مِنَ اڪِنِ سان، آتَمَ پَدُ اچَلُ،
سامي اَودِيا مَلُ، ريکَ نہ رَهِي مَنَ ۾.

(٨٨)

اَچي لڳو ڦُلُ، ڪوٽِ جَنَمَ جي ڪَرَمَ جو،
مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، ٿِئڙو مَنُ اَچَلُ،
مِٽائي خَلَلُ، سامي سڪِيَتِ روپُ ٿِيو.

(٨٩)

جَنهِين اوٽَ وَدِي، سامي ساڌَ سَنگتِ جي،
آتَمَ پَدَ اَپارَ جِي، تَنهِن سَهَجِي سُڌِ لَڌِي،
ڇِڪي ڳَندِ ہَڏي، سَچِي سِڪَ پِرِيَنِ جِي.

(٩٠)

جَنهِين پِليو پاڻُ، مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان،
سو سامي رکي ڪينَڪي، ويرُياءُ ڪَنهِن ساڻُ،
سَڀَ جو گُهري ڪَلِياڻُ، پِريتَمُ جاڻِي پانهجو.

(٩١)

جَنهين دِلِ ڏيئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
سَهَجي سنپيرين جي، تَنهن کي سُڌِ پيئي،
سَنسا سَيئي، ميٽي ويٺو مَحلَ ۾.

(٩٢)

جَنهين دِلِ ڏيئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
مِٽيا تَنهن جي مَنَ مون، سَنسا سَيئي،
ساڌي چَڙهيو سِيرَ تي، اُروارُ پارُ ٿيئي،
دِرِشٽِ وَڃي پيئي، سَتَمِ سِدِ سَروپَ تي.

(٩٣)

جَنهين دِلِ ڏيئي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
مِٽيا تَنهن جي مَنَ مان، سَنسا سَيئي،
سَتَمِ سِدِ سَروپَ تي، دِرِشٽِ وَڃي پيئي،
لوڪُ پَرِلوڪُ ٿيئي، ساڌي ويٺو سَمَ تِي.

(٩٤)

جَنهين پَرچي پڳُ، ڪَنيو ساڌَ سَنگتِ ڏي،
سامي تَنهن شيوَڪَ کي، لَڳي نَہ اَوِديا لَڳُ،
ڪايا مايا ڪُلَ ۾، رَهي اَليپُ اَلَڳُ،
جِيتي سارو جڳُ، پُهتو پارِ پرين کي.

(٩٥)

جَنهِين پَليو پاڻُ، مِلي ساڌَ سَنگتِ سان،
تَنهن جو ويري ڪونہَ ڪو، صُلِحُ ٿي سَڀَ سانُ،
سامي سَدائي رَهي، نانا ڪون نِرَٻاڻُ،
گاوي راڳُ ڪَلِياڻُ، چَڙهي سَهَجَ سُميرَ تي.

(٩٦)

جَنِين ڪي گاسِي، پيٺي ساڌَ سَنگتِ جي،
لاٿي تنِ ڳِچيءَ مون، سامي جَمَ ڦاسي،
گهِڙي لَڌائون گهرَ مون، اَلَکُ اَبِناسي،
وَيِي ٿِيا واسي، ٻاريءَ بيگمَ پورِ جا.

(٩٧)

جَنِين لِنوَ لائي، سامي ساڌَ سَنگتِ سان،
تاتِ تَني جي مَنَ مون، مِٽي پَرائي،
رَهي نَہ رائي، چِنتا چاهَ اَندرَ ۾.

(٩٨)

جَنِين لائي خاڪَ، سِرَ تي ساڌَ سَنگتِ جي،
سَهَجي سکُ سَروپَ جو، ماڻِن سي مُشتاقَ،
ٻُڌِي تَنِ جا واڪَ، سَهَجي مَنُ سيتَلُ ٿِيو.

(٩٩)

جَنين لائي خاڪَ، سِرَ تي ساڌَ سَنگتِ جي،
سامي سڪُ سَروپَ جو، ماڻن سي مُشتاقَ،
مُڪتا ٿيا مَنَ ڪون، تَنَ جا ڪولي تاڪَ،
ٻولنِ اَنيَڌ واڪَ، سُياوَڪَ سَنسي ري.

(١٠٠)

جَنِ سُڃاتو سَچُ، مِلي ساڌَ سَنگتِ سان،
سَدا تَنِ جي مَنَ ۾، ٻَري مَحَبَتَ مَچُ،
ڪَڍي ڪَلپِتَ ڪَچُ، سامي چڙِهيا سِيرَ تي.

(١٠١)

گُذري سا گُذري، باقي رڪُ رَهَتِ سان،
وَڃِي ساڌَ سَنگتِ ۾، سامي پَڌ ڪري،
تہ پَرچِي پاڻَ پِري، ڪَٽِي وَنّني هَٺَ سان.

(١٠٢)

وِڏو جَنهن سَٽِي، پَنهنجو پاڻُ سَنگتِ ۾،
سو نَڪي واڏي ۾ وَڏي، نَڪي گهاٽي مَنجهِ گهٽِي،
سامي سُمِهيو سيجَ تي، ڪَلپِتَ سَڀ ڪَٽِي،
ٻِنان چيتَ چَٽِي، سِلَ اَلُوٽِي سَمَ جِي.

(١٠٣)

رکيو جَنهِن ناتو، سِرَ تي ساڌَ سَنگتِ جو،
پڳتِ هارُ ڳچيءَ ۾، پوئي تنهن پاتو،
سامي سُپيرِيَن کي، سَڀَ گهٽِ سُڃاتو،
وائي نہ واتو، شيوَکُ تِي شيوا کَري.

(١٠٤)

وِرِلو کو ڄاڻي، مَرِدُ سِکُ مَرَمَ کي،
جو مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، پَسرِيو گهرِ آڻي،
هَلي هَٽُ ڇڏي کَري، پڳوَنتَ جي پاڻي،
سُمهي پَٽُ تاڻي، سامي سُکپتِ سيجَ تي.

(١٠٥)

وِرِلو کو ڄاڻي، قَدُرُ مانکَ ديهِ جو،
جو مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، پَسرِيو گهر آڻي،
ڏِسي سَڀُ سَنسارَ کي، ڄاڻيءَ مَنجِهہ ڄاڻي،
سامي سُڃاڻي، جاڳي پنهنجو پاڻَ کي.

(١٠٦)

وِرِلي کَنهِن ڄاتو، قَدُرُ مانکَ ديهِ جو،
جَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مُنهن مَرُهيءَ پاتو،
سامي چِٽي سَروپَ کي، سُتَمِ سُڃاتو،
واري کَٽُ کاتو، جيئندي ويٺو جَمَ سان.

(١٠٧)

وَلَ چلَ سَبِ چڏي، اَچين ساڌَ سَنگتِ ۾،
سَنتَنِ ساپُرسَنِ سان، جوڙي جيءَ گڏي،
تـ وِجهني سَنت آڏي، ڏِسي سِڪَ سامي چئي.

(١٠٨)

سَنّي جَنهِن وِڏو، پنهنجو پاڻُ سَنگتِ ۾،
تَنُ مَنُ تَنهِن ساپُرسَ جو، سَمُجهَ مَنجهِ سِڏو،
سامي مُلهِ ڳِڏو، تَنهِن پَرَميشَرَ کي پِريتِ سان.

(١٠٩)

ساڌَ سَنگتِ جي اوٽَ، وَڌي جَنهِن ويساهَ سان،
کَنهِن جي چَلي کانـکا، تَنهِن چيتَن تي چوٽَ،
سامي سَنّي سَمَ تيو، پاپَ پُڃَ جي پوٽَ،
تَنَ ۾ تيرَٿَ کوٽَ، کَري نِتُ کَلِپَتَ رِي.

(١١٠)

ساڌَ سَنگتِ جي اوٽَ، وَڌي جَنهِن ويساهَ سان،
سامي چَلي نـ کَنهِن جي، تنهن چيتَن تي چوٽَ،
کَٽي سَنّيائين سِر تون، پاپَ پُڃَ جي پوٽَ،
تَنَ ۾ تيرَٿَ کوٽَ، پَرچي کَري پِرِينِ سان.

(١١١)

ساڌ سَنگَتِ ڏي پڳُ، ڪنيون جَنهِن خوشيءَ سان،
لَڌو تنهن لوچي ڪَري، ديسَ اَگمَ جو ڏڳُ،
سامي ٿِيو سَرِيگُ، پائي سڪُ سَروپَ جو.

(١١٢)

ساڌ سَنگَتِ مون راهَ، جنهن سامي لَڌي سَچَ جي،
سَهَجي تَنهِن جي چِتَ مون، مِٽي چِنتا چاهَ،
ڪَنهِن جي رکي ڪِينَڪِي، پِريَنِ ري پَرِواهَ،
نِرمَلُ ڀَري نِگاهَ، سَنَمکُ ڏِسي سُپرين.

(١١٣)

ساڌ سَنگَتِ هِڪُ پَلُ، ڪَئي جَنهِن ڪَلپَتَري،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
اُٿَئي پِهَرَ اَچَلُ، پَرچو رَهي پاڻَ ۾.

(١١٤)

ساڌ سَنگَت جو ڦَلُ، ٻارِي ڪَرَمَ ڪَلپ ڪون،
ڪَڍي سَڀُ اَندَرَ مون، سامي مَمتا مَلُ،
تَتو ڪوٽُ جَنَمَ جو، ڪَري سَمَ سِيتَلُ،
آتَمَ پَدُ اَچَلُ، سَنتَ لَکائِنِ گهَرَ ۾.

(١١٥)

سمجهي جَنهن صَلاحَ، سامي ساڌَ سَنگتِ جي،
وَڏي تنهن ويساهَ سان، اُلٽي اَنيَڏ راهَ،
جاڳي ڪَڏِيائين جيءَ مون، ٻي سَڀ چِنتا چاهَ،
بِنان ڪَلپِتَ ڪاهَ، ڪَري پَهتو پَدَ ۾.

(١١٦)

سَمجهي جَنين سَئِنَ، سامي ساڌَ سَنگتِ جي،
سي مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، ٿِيا اَوڌوتي عَينَ،
جاڏي ڪَنِ نَئِنَ، تاڏي ڏِسَنِ سُپِرين.

(١١٧)

سامي نِيتِ اَنيتِ، ڪوه ڳِڻين ٿو جيءَ ۾،
مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، اِها اَوِديا جيتِ،
پاڻَ ڪَڍِي ڪَرِ پِريت، تَ سَنمکُ ڏِسين سُپِرين.

(١١٨)

سامي سَڀ وِڃاءِ، گهٽ وَڌِ چاڻَ اَندرَ مون،
گُرگمَ سارُ سَهي ڪَري، لُئن لُنئن سان لِنو لاءِ،
چڙهي نورَ مَحَلَ ۾، اَنيَڏ اَلکُ جڳاءِ،
نِرَيَڏ راجُ ڪَماءِ، مِلي ساڌَ سَنگتِ سان.

(١١٩)

سامي سڀ وِسارِ، ليڪا چوڪا جيءَ مون،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، پَنهِنجو پاڻَ سَنڀارِ،
تَہ دوساٽيءَ دَربارِ، خاصو خِلوَتَ دارُ ٿِئين.

(١٢٠)

سامي رَڇي ڪينَ، ساڌَ سَنگتِ هَرِ يڳتِ مون،
رَهي سَدائين جَلَ ۾، جِئين پياسي مِينَ،
ڀنورَ نَہ ڀيدي گُلَ کي، مَري ڏِٺي لِنوَ لِينَ،
مِرِگُ موهيو رَسَ بينَ، صَرِفو ڪَري نَہ سِرَ جو.

(١٢١)

سامي اَلکُ اَپارُ، مَنَ بُڌِ واٽيءَ ڪون پَري،
وِياپي رَهيو وِسُ ۾، سامي سِرجِڻهارُ،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، تون ڪَرِ غُصي کي غارُ،
تَہ دوستَ جو ديدارُ، ڏِسين هِنَ اکِن سان.

(١٢٢)

سامي شونقَ سَچي، لکين هَزارين لَعلُ ڪيا،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، تون رَنگَ ۾ چو نَہ رَچين،
موتي بَنُدءِ ڪينَڪي، اَهڙو داءُ اچي،
ناحَقُ ڪوهُ پَچين، تو اَوِديا جي اَهَنڪارَ ۾؟

(۱۲۳)

سامي سوئي ڄاڻُ، پهُتو پارِ سَمنڊَ ڪون،
جو مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڇڏي پَنهنجو پاڻُ،
ساڪِي ڏِسي ساڻُ، اَندرِ ٻاهرِ ڏهَ ڏِسا.

(۱۲۴)

وَڏو ڄَنِ ڀِڄو، سامي ساڌَ سَنگتِ مون،
ٻُڌو تَنِ پُرسَنِ جو، ڪَنَنِ ساڻُ قِصو،
پَرچا رَهَنِ پاڻَ سان، ڪاٿي مِٺو ترِسو،
جي تَنِ جو دَرسُ ڏِسو، تَہ مِٽِئي معافي ٿيو.

(۱۲۵)

وِرلو ڪو ڄاڻي، ساڌَ سَنگتِ جي سکَ کي،
سامي جَنهِن کي سَتِ گُرو، پَرچي گهرِ آڻي،
مَوجان سو ماڻي، اَنٿي پهَرَ عَجيبَ سان.

(۱۲۶)

وِرلا ڪي پائِينِ، سامي سکُ سَروپَ جو،
جي مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، لِنوَ سَچي لائِينِ،
ٻولو نَہ ٻائِينِ، نِرگُڻَ ۽ سِرگُڻَ ۾.

(١٢٧)

وِرلي جَن کَنّي، کنهن بازي مَن مَواس کون،
جَنهن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، بيحَد ٻوند چکّي،
جيتي اَوِديا دَلَ کي، کَلِپَتَ سَبِ کَٽي،
سَمُجهي اَنِڀَٽي، آکاٽي اَنيَو جي.

(١٢٨)

ياري پَٽُ پِيو، اَڳيون واڄَ اَواڄَ جي،
ساکيءَ کي سامي چئي، تنهن جوڙي جيءَ کَيو،
اَنَ هوندي دَرياهَ جي، وَهَ ۾ وَچي پِيو،
جَڏِي ساڌوءَ سَنگُ ٿِيو، تَڏِي جاڳي جُڙِيو پاڻَ سان.

(١٢٩)

گهمي گهرِ آيو، کِل کِل مِٽِي کِينَکِي،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سَنسو مِٽايو،
تَنِ چيتيءَ ۽ کُنجَرَ ۾، اَلَکُ لکايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(١٣٠)

اِهو دانُ گهري، سامي ساڌَ سَنگتِ کون،
سَدا مَنُ مَحبوبَ جي، آگيا مَنجهِ ترِي،
ڦرِنو کونَ ڦري، اَوِديا جي اَهنکارَ جو.

(١٣١)

مَهِما ساڌوءَ سَنگَ جي، پَري ڪون پَري،
سيسُ سَلاهِي سَهَسَ مکَ، ويدُ وِمَلَ اُچَري،
بِرَهَما، وِشِنُ، مَهيشُ مَهَدِ جَنُ، سامي ساڪَ ڀَري،
ڪوٽَ اُپاوَ ڪري، مَنُ واٽِي پَهُچِي ڪِينَڪِي.

(١٣٢)

ڀاڳِنِ ڏِنو ڀَرُ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ ٿِيو،
جُهُڌُ جو جَنِمَنِ جو، سو سَيو ساڀُ پِيو،
سَنسو آتَمَ جيءَ جو، سو وچان ئي ويو،
پِريَنِ پاڻُ ڪَيو، هي نَظَرُ نِماڻيءَ تي.

(١٣٣)

مَٿي جاڳِيو ڀاڳُ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ ٿِيو،
تَنهِن ڏيکاريو ڏِيلَ ۾، آتَمَ سُکُ اَنَراڳُ،
مُوڙهيءَ لَڌو ماڳُ، جو اَصُلِي اکِهين هئُو.

(١٣٤)

سا پُرِسَنِ جو سَنگُ، سِيتَلُ ڪَري سَڀَ کي،
مِيٺي ڏِٺِي مَستَڪَ تون، وِرَڌاتا جو اَنگُ،
وَڃي پُڇ تنهين کون، جَنهِن کي لڳو رَنگُ،
سامي ٿِي سَرِبَنگُ، وَرِتِي وِڌِ ويچارَ سان.

(۱۳۵)

ڏِٺِي سَيائِي سُڄَ، ساڌوءَ ري سَنسارَ ۾،
مِرِگهه تِرشِنا جي جَلَ مون، سامي لَٿِي نـَ اُڄَ،
جاڳِيا پورَنَ پُنيجَ، تَڏِي ساڌوءَ جو سَنگُ ٿِيو.

(۱۳۶)

ساڌوءَ سَنگ سَمانُ، جَپُ تَپُ اَٿِي ڪونَڪو،
نَڪو جوڳُ جڳِتِ ڪا، نَڪو دانُ اِسنانُ،
نَڪو تِياڳُ وَيراڳُ ڪو، نَڪو گِيانُ ڌِيانُ،
سَڀُ اوري اَيمانُ، سامي پَدَ اَواڄَ ڪون.

(۱۳۷)

ٻِيا سَڀِ ڏِٺِي ٻَنِ، ڪَجي سَنگُ ساڌَنِ جو،
جي آئي ڪي آدَرَ سان، پَرِچي پَنهِنجو ڪَنِ،
جاتِ وَرَنَ ڪُلَ ڪَرَمَ ڏِي، سامي ڪِينَ ڏِسَنِ،
گَڏِي گَڏُ ڇَڏِنِ، سُتهِ سِدِ سَروپَ سان.

(۱۳۸)

ساڌوءَ سَنگ وِيو، اَوِديا سَنسو جيءَ جو،
جِئين پِرَنگِيءَ ڪِيٽَ کي، جوڙِي پِرَنگُ ڪِيو،
لوهو پارَسَ سان لَڳِي، سامي سونُ ٿِيو،
پاڻيءَ مَنجهه پِيو، وَڃي ڪيلُوٽو ڪَنڌُ جو.

(١٣٩)

ساڻوءَ سَنگ سَڙيو، سَنسو ڪوٺُ جَنَمَ جو،
اَندرِ اوندَهَ نَـ رَهِي، مانو سورُ چَڙهيو،
سامي اَنَ گهڙيو، ديوُ ڏِئوسِي ديهہ ۾.

(١٤٠)

ساڻوءَ سنگ چُڪِي، چاهَ سَيائِي چِتَ جي،
سَوداگَرَ ساپُرسَ جِي، اَچِي ڪيپَ ڏُڪِي،
اَوِدِيا سِندُ سُڪي، سامي سَمَ ويساهَ سان.

(١٤١)

ساڻوءَ سَنگ پاتِي، جِيوَنَ پَدَوي جَڳَ ۾،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، سَڀَ گهٽِ سُڃاتِي،
مَنِسا مَدَ ماتِي، سامي سَدائي رهِي.

(١٤٢)

ٽٽڙو ساڻوءَ سَنگُ، ٻِيا سَڀِ سَنگَ ڇَڏي ويا،
اَچِي اَزغَيبي لَڳو، لُنوَ لُنوَ آتَمَ رَنگُ،
مَمَتَ مِٺائي مَنَ جي، سامي رَهِي نِسَنگُ،
ڇاڪي گُهمي جَهنگُ، جَنهِن گهرِ لَڌا سِپرِيِن.

(١۴٣)

ساڌوءَ سَنگ ٿيو، تڏي مَيلُ نہ رهِي مَنَ ۾،
سامي سورِجَ کي ڏِسِي، پاسو تمَ ڪِيو،
پاٽيءَ مَنجِهه پِيو، جِئين ڪيلوٽو ڪَنڌُ جو.

(١۴۴)

ساپُرِسَنِ جو سَنگُ، ڪَري سِڪَ سَچِيءَ سان،
موڙي مَنَ پوَنَ کي، ڏوَ سان وِجهِي ڏَنگُ،
نَڪي ڦِري ديهُرا، نَڪِي ڦِري جَهنگُ،
لائي وِهي رَنگُ، سُتَهِ سِدِ سَروپَ سان.

# سلوڪ ستسنگ مهما (ب)

(١)

وَحي سَڀَ وَهَندِي، خَلقَ خامَ خيالَ ۾،
سامي لَڌِي ساڌَ سَنگِ، ڪَنهن ڪِرِپا ساڻُ ڪَنڌي،
پَهتو پورَنَ پَدَ ۾، قابُو ڪَمَر ٻَنڌي،
دَيا دَرِدَوَندي، مُڪِ رکي مَوجان ڪَري.

(٢)

ڪوڙي وَڏائي، ڪايا مايا ڪُلَ جي،
ڇَڏِي ٿِئي ڇِلَ وَلَ سان، پَلَ ۾ پَرائي،
سامي جَنهِن کي ساڌَ سَنگِ، اَنيَءَ ۾ آئي،
تَنهن جاڳِي لِنوَ لائي، پاڻُ ورائي پاڻَ سان.

(٣)

ساڌوءَ سَنگِ سَهيپُ، پَرِچي ڪَيو جَنهن پانهنجو،
ڪَڍيو تَنهن ڪَلپَتِ جو، سامي لَءِ وِڪيپُ،
نَپَ جان رَهي اَليپُ، سَدا وِديهِي ديهِ ۾.

(۴)

ساڏوءَ سَنگُ ڪَري، جيڪو سِڪَ سَچيءَ سان،
سَهَجي سو سامي چَئي، اَوِديا سِندُ تَري.
اَندرِ ٻاهرِ آتَما، ڏِسي اَجَرُ جري،
موتِي ڪِينَ مَري، پورَنُ پائي پَدَوي.

(۵)

ساڏوءَ سَنگُ ڪري، جيڪو سِڪَ سچيءَ سان،
سَهَجي سو سامي چَئي، اَوِديا سِندُ تَري،
اَندرِ ٻاهرِ آتما، ڏِسي نينَ ڀري،
موتِي ڪِينَ مَري، پائي پورَنَ پَدَوي.

(٦)

سا پُرسَنِ جو سَنگُ، ڪَيو جَنهن ڪَلِپِترِ ري،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، اَنَ هوندو آهنگُ،
ويٺو وِچ بَزارِ ۾، پائي پِريم پَلَنگُ،
بي رَنگيءَ جو رَنگُ، سُتَهَ ڏسي سامي چَئي.

(٧)

سا پُرسَنِ جو سنگُ، ڪَرين سِڪَ سَچيءَ سان،
ڪايا مايا ڪُلَ ڪون، تي نِرڀانُ نِهَنگُ،
تَہ وِهارني وِچَ ۾، پائي پِريمَ پَلَنگُ،
بيرَنگيءَ جو رَنگُ، ستہ ڏِسِين سامي چَئي.

(٨)

جَنهِن کي پَرَمَ پارِسُ، لڳو سَنگُ ساڌوءَ جو،
سو ڪيوَلَ ڪَنچَنُ ٿيو، ڇڏي مَمتا مِسُ،
سَدا رَهي سامي چئي، خُلاصو خالِصُ،
ڇانئي ساري وسُ، چمتڪارُ چيتَنَ جو.

(٩)

ڏٺي جَنهِن چٽي، سِلَ اَلوٽي ساڌَ سَنگِ،
پَرچي سو پورَنُ ٿيو، سامي سَبُ وٽي،
نَڪي واڌي ۾ وڌي، نَڪي گهاٽي مَنجهِ گهٽي،
ڪَلپِتِ ڪالُ ڪٽي، سُمهيو سُکپَتِ سيجَ تي.

(١٠)

پَرچي پاءُ گهڙي، جَنهِن مَجلِسَ ڪئي مُنِ سان،
تَنهِن کي اَمَلَ اَپيدَ جو، وِيو خُمارُ چڙهي،
پائي وينو پَدَ ۾، سامي مَوجَ مَڙهي،
لائي ڏيان ڏڙي، پَلِ پَلِ ڏسي پاڻَ کي.

(١١)

ڪَيو جَنهِن سَتِ سَنگُ، پاڻُ ڪَڍي پَرَتيتِ سان،
سَهَجي تَنهن گُرَمکَ کي، لڳو آتمَ رَنگُ،
پائي سکُ سَروپَ جو، ٿيو سيتَلُ سَرَبنگُ،
سامي گهرُ اَئون جَنهگُ، سَمَ ڏِسي سَنسو ڪَڍي.

(١٢)

اَندرِ جنهن آندي، سُرتِ سَميئي ساڌ سنگ،
سامي لَڌي تنهن لِنوَ سان،چيتَنتا چاندي،
سَئي وِڌائِين سِر تون، هَيبَتَ هيڪاندي،
بَندَنِ جو باندي، موٽي ٿِئي نَه مورکُ بَٽِي.

(١٣)

پورَوَيا ڳُ جڳيو، جَنهِن جو ساڌوءَ سَنگَ تي،
سَتگُرَ سَندي شَبدَ ۾، رَهي راتِيون ڏينهَن لڳيو،
جَنَمَ جَنَمَ جو سُمهيو، تنهن جو مَنُ جڳيو،
سامي ڪِينَ ٺڳيو، وَرَ مايا جي موهَ ۾.

(١٤)

جو ڳُويراڳُ، ويچارُ، جنهن کي آيا ساڌَ سَنگِ،
مٽيو تنهن جي مَنَ مون، اَوِديا جو اَهنڪارُ،
جاڳي ڏِٺائِين جوتِ ۾، سُپَني جو سَنسارُ،
عينَ اَيِيدُ اَدارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١٥)

تَنهِن کي چَونِ چَرِيو، چَريا جيءَ جَهانَ جا،
جَنهِن جو سَنگَ ساڌوءَ جي، ڪارِجُ سَڀُ سَريو،
چَڙهي گيانَ جَهازَ تي، اَوِديا سِندَ تَرِيو،
سامي اَجَرُ جَرِيو، پورَنُ جاٽي پيءَ کي.

# سلوڪ ساڌ سَنگتِ مهما (الف)

(١)

اَوِديا ڪَيِڙو اَنڌُ، پَٽَلُ ڏيني جيءَ کي،
اَچي ٿيسِ ڪنهن پُنَ تي، سَنتَنِ سان سَنبَنڌُ،
ڏيئي تَنِ آنندُ، سامي جيءُ سَجو ڪَيو.

(٢)

مانُکَ جَنَمُ اَمولُ، ڪنهن پاتُئِ پورَنَ پُنَ تي،
سو پَوَ ساگَرَ جي پيڙ ۾، ريڙهي ڪَرِ مَ رولُ،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، لَهُ آتَمَ سُکُ اَڏولُ،
هَرَ هَرَ هِرِڙو تولُ، هَٿَ ۾ ايڏءِ ڪِينَڪِي.

(٣)

لَکِيو جَنهن اَلَکُ، سامي سَنتَنِ سان مِلي،
تنهن جيئَنديءَ مِلي جَمَ سان، چِنو ڪَلِپَتِ کَک،
سدائين نِرپَکُ، رَهي پنهنجي حالَ ۾.

(۴)

جَنهن جَنهن پَدُ پاتو، تَنهن سامي سَنتَنِ سان مِلي،
سَنتَنِ ري ڪَنهِن پاڻهي، سارُ نہ سُجاتو،
رَهي جيءَ جَنجالَ ۾، اَوِديا رَنگِ راتو،
گُرَمکُ سو گِياتو، جو سَمُجهائي اَسَمُجَهہ ڪي.

(۵)

يَرِيو جنهن مُجِرو، سامي ساڌَ سَنگتِ جو،
سَهَجِي تَنهن شيوَڪَ جو، اَندَرُ ٿيو اُجِرو،
لَڏائِين حُجِرو، پَرچِي پاڪُ پِرِيَنِ جو.

(٦)

ڳَنِڍِي ڪَرِ ڦِٽي، اندَرِ ڏِسُ اَڱَڻَ ڪي،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، سَمُجُهہ ڳالهِ چِٽي،
جَنِ جِي مَمَتَ مِٽي، سي راجا راڻولَ ديسَ جا.

(٧)

وِرلو جَنُ وَيَجي، ڪو لنگهي پارِ سَمُندَر ڪون،
جو سَنتَن ساپُرسَن جي ، سامي ڳالهہ مَڃي،
جاڳِي سِرُ يَجي، پَنجَن جو پَرتيتِ سان.

(٨)

وِرلو ڪو پَرِچي، رَهيو پانهنجي گهرَ ۾،
جنهن سامي سارُ سَهي ڪَيو، سَنتَنِ سان سَرِچي،
ڪِمان جي خَرِچي، ٻَڌي ويٺو ڳَنڍِ ۾.

(٩)

جاڳي جَنهن ڪَيو، سامي سَنگُ ساڌوءَ جو،
تَنهن جو پِرَنگيءَ ڪِيتَ جان، ڪايا پَلَٽُ ٿِيو،
سَهَجي اَوِديا سِندُ ڪون، لَنگهي پارِ پِيو،
ڏِسي ڪِينَ ٻِيو، سُتَمِ سِدَ سَروپَ ري.

(١٠)

ڪوڙي ڪَٽَ مَڪَٽِ، دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان،
سامي سَنگِ ساڌوءَ جي، مَنَ پنهنجي ڪي مَٽِ،
اَهِڙو ويلو هَٽِ، موٽي اِينڌءِ ڪِينڪِي.

(١١)

ڪَڍي پانُ ڪَري، سَنگَتِ ساڌو جَنَ جي،
وَڃَنَ اَمولَ ٻُڌي ڪَري، هِردي مَنجهِ ڌَري،
اَوِديا سِندُ تَري، سامي سَمَ ويساهَ سان.

(١٢)

هَرِ ڀِڳتَنِ سان هيتِ، ڪَيو جنهن ڪَلِهَتَ ري،
سو جاڳي اَوِديا ننڊَ مون، سَهَجي ٿيو سُڇيتُ،
پائي پَدُ اَدويتُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(١٣)

ڪَيو جنهن سَتسَنگُ، پاڻُ ڪَڍي پَرتيتِ سان،
سامي سو سِيتَلُ ٿيو، لُنئَن لُنئَن لائي رَنگُ،
ميٽيائين مَستَڪَ تون، وِرِڌاتا جو اَنگُ،
پائي پريمَ پَلَنگُ، سُمهيو سکِيَتِ سيجَ تي.

(١٤)

سادوءَ سَنگِ سَڦَلُ، جَنَمُ ٿِيو تنهن جَنَ جو،
جاڳي ڪَڍيو جَنهن جيءَ مون، سامي مَمتا مَلُ،
ڪَنهِن سان ڪَري ڪِينَڪِي، ڪورُ ڪَپَٽُ وَلُ ڇَلُ،
سَدائي سيتَلُ، رَهي پنهنجي حالَ ۾.

(١٥)

ڪَيو جنهن سَتِسَنگُ، پريمَ پريتِ پَرتيتِ سان،
تنهن سامي لَڌو گهرَ مون، بِنان اَڪرَ اَنگُ،
جو ڪَري ڪَڇي ڪِينَڪِي، سِيتَلُ اَئون سَربَنگ،
اَهڙو رَنگُ اَينگُ، پائي پَرچو پاڻَ ۾.

(١٦)

ڪيو جنهن سَتِ سَنگُ، پاڻُ ڪَڍي پِرِتيتِ سان،
سَهَجي تنهن ساپُرِسَ کي، لڳو آتمَ رَنگُ،
مِٽيائين مَستَڪَ تون، وِردَاتا جو اَنگُ،
سامي ٿِيو سَربَنگُ، ڏِسي سارَ سَروپَ کي.

(١٧)

جَنِين ڪيو قُربانُ، تَنُ مَنُ ڌَنُ سَتسَنگَ تون،
چِتُ تَنِين جو چيتَ کون، سَهَجي ٿِيو نِربانُ،
چِيٽيءَ ۾ ڪُنجَرَ ۾، ڏِسَنِ پانهنجو پاڻُ،
سامي تَنِين ساڻُ، مِلِي مُڪِت ٿِيا ڪيترا.

(١٨)

جَنهين جَنَ ڪَيو، سَمُجهي سَنگُ ساڌوءَ جو،
تَنهن کي رَهِيو ڪونَڪو، ڪَرِتو ڪَرَمُ بِيو،
سامي سَنسي ڀَرَمَ کون، لَنگهي پارِ پِيو،
سُتَمِ سِدِ ٿِيو، ڪارِجُ لوڪَ پَرلوڪَ جو.

(١٩)

پَرِچِي جنَهِن پِياسي، ساڌوءَ جو سَنگُ ڪِيو،
سَهَجي ٿِيو سامي چَئي، تَنهِن جو پَٽُ پاسي،
اَندَرِ باهَرِ نَڀَ جان، ساکي سَمَ ڀاسي،
ڦِرِي نا ڦاسي، اَوِديا جي اَهنڪارَ ۾.

(٢٠)

نَڪي ڪَٽي آئِين، نَڪي نِينڊين سانُ،
ناحَقُ مايا موهَ ۾، ڇو پاڻُ پَچائِين،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مُنهَن مَڙهيءَ پائِين،
مَتان پَڇتائِين، اَنتَ سمي سامي چَئي.

(٢١)

ناحَقُ مايا موهَ ۾، پَچائِين ڇو پاڻُ،
مُنهَن مَڙهيءَ پائي ڪَري، مِلِي ساڌَنِ سانُ،
متان پَڇتائِين پاڻُ، اَنتَ سَمي سامي چَئي.

(٢٢)

نَڪي ڪَٽين آئِين، نَڪي نِينڊين سانُ،
ناحَقُ مايا موهَ ۾، پَچائِين ڇو پاڻُ،
ملي ساڌَ سَنگتِ سان، سَهَجي پاڻُ سڃاڻُ،
مَنَ جو ڀَڃِي ماڻُ، سامي ڏِسُ سَروپَ کي،

(٢٣)

پِريتِ اَچي پيئي، سامي ساڀِرِسَنِ سان،
خاصُ خَزانو گيِاتِ جو، ڇَڏيو تَنِ ڏيئي،
ويري رَهيو ڪونَ ڪو، ٽِيا سَڄَڻَ سَيئي،
ڀاسَ ڀلي ويئي، اَوِديا ڀَرَمَ اَسارَ جي.

(٢٤)

وَيِي ٻُڌُ ٻاٽي، تَہ ٻَلا ڇوَن کوهُ ٿا؟
ڪَڏي وَٽُ مکَڻُ تون، وِجهي مَنَ مانڌاڻي،
فُرِصَتَ ڇڏِ سامي ڇَڻي، ٿي وَيِي وِهاڻي،
ڦِٽي گهٽِ پاڻي، جِئين ريتي مٽِ ۾.

(٢٥)

وِرلي ڪَنهِن ڪٿي، بازي مَنَ مَواسَ کون،
جَنهِن سِلَ اَلوٽِي سَمَ جِي، ساڌوءَ سَنگِ ڇَٽي،
تنهن سامي ڪٿي سَٽِي، اُوِڊيا پِندُ مَٽي تون.

(٢٦)

پاري مَنجهِ پاڻي، تِئين ساکِي ڏٺو سَڀَ ۾،
وَيِي سُرتِ سَروپَ ۾، سامي سَماڻي،
سَنتَنِ ساپُرِسَنِ سان، مَوجَ مِلِي ماڻي،
ڄاڻائي ڄاڻي، سُوکَمُ سَندِ پِريَنِ جِي.

(٢٧)

رکيو جَنهن ناتو، سَنتَنِ ساپُرِسَنِ سان،
تنهن لَنگهِي مايا موهَ کون، پورَنُ پَدُ پاتو،
ڇِيٽيءَ ۾ ڪُنچَرَ ۾، صاحِبُ سُڃاتو،
وائِي نَہ واتو، سامي رَهِي سَنتوکَ ۾.

(٢٨)

سوئي سَتِ سنگِي، جو رَهي مُڪتِ مَيدانَ ۾،
جاڳي ڪَڍي جيءَ مون، سامي طَلَبَ تَنگي،
صاحِبُ سَربَنگي، پِرتَـڪ ڏِسي پِريم سان.

(٢٩)

سوئي سَتِ سَنگِي، جو رَهي مُڪتِ مَيدانَ ۾،
ڪَٽي سَبَ ڪَلپَتَ جِي، لِنوَ سان طَلَبَ تنگي،
بولي بُڏي ڪِينَڪِي، وَچَنُ هِڪُ اَنگي،
صاحِبُ سَربَنگي، سُتَهِ ڏِسي سامي چَئي.

(٣٠)

سوئي سَتِ سَنگِي، مَرَمُ جنهن جي مَنَ ۾،
جاڳي ڪَڍيائين جيءَ مون، سامي طَلَبَ تنگي،
صاحِبُ سَربنگي، ڏِسي ڀيدَ ڀَرَمَ ري.

(٣١)

شاهُ گداءُ وِيو، سڪِئو هِنَ سنسارَ مون،
ڪَنهِن وِرلي جاڳي پانهِنجو، ڪارجُ سِدِ ڪيو،
جنهن کي سَنگُ ٿيو، سامي ساڀُ سِن جو.

(٣٢)

ويسُ مَ وَٽائين تَہ لَهين ليڪَ اَليڪَ جي،
مِلي مَهَدَ جَنَنِ سان، منهن مَڙهيءَ پائين،
سامي سارُ سَهي ڪَري، تنهن سان لِنوَ لائين،
جيئندي پَهُچائين، تون پاڻُ پَنهِنجو پَدَ مِ.

(٣٣)

ڪِرِپا ڄاڻي ڪرُ، سَنتَ دُواري سِڪَ سان،
ديکيا دَرَدَوَندَنِ جي، سَمُجهي ڪَرِ صَبُرُ،
سامي بَڪُ مَ سِرُ، دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان.

(٣٤)

سَنتَنِ جو دَرسَنُ، ڏِسي نينَ ٺَري وِيا،
پُنڏي واڪَ وِلاسَ جا، لُنئُن لُنئُن ٿي پَرسَنُ،
اَوِديا ڪَلِپَتَ نَہ رَهي، مِٽيو سَڀُ مَنَنُ،
پائي آتمَ ڏَنُ، سامي سُمهيو سيجَ تي.

(٣٥)

سَنتَنِ ڪَڍيو هَٽُ، هيرَنِ ۽ لعلَنِ جو،
کولِنِ ڳَنڍِ خوشيءَ سان، ڏِسِي نِهَڪَپَٽُ،
عَينَڪَ ڏيئي اَنَ مِلهي، پُرِکائِنِ پَرِگهٽُ،
سامي لاٿي لَٽُ، جَنُ جوڙي ڪن جَواهِري.

(٣٦)

سدائِين هَرِجَن، تا جوڙنِ جڳياسيءَ کي،
خوشِ ٿي ڏِين ٻُورَنِ کي، نانا ويدَ وَچَن،
سامي کَنِ اَنَن، ڪَلِپتَ ڪَلَرُ ڪدِي ڪَري.

(٣٧)

سَنتَنِ سانُ مِلِي، سَهَجي مَنُ اَمَنُ ٿيو،
ڪَٽي ڏِنائون گهرَ جي، سامي سَمُجَهه ڪِلي،
سُتَهِ مِليا سِپرِين، خوشيءَ سانُ کِلي،
اَوِديا رَنَ رِلي، ڪَٽي پيڳي گهرَ مون.

(٣٨)

ساڌوءَ سَنگُ ڪِيو، جنهن پِريمَ پِريتِ پَرَتيتِ سان،
اِستِتِ آتمَ پَدَ ۾، تنهن جو مَنُ ٿيو،
سَنسو ڀَرَمُ اَندرَ مون، سامي سَڀُ وِيو،
پاڻيءَ مَنجهِ پِيو، جيئن ڪيلُوٽو کَنڊُ جو.

(٣٩)

سا پُرسَنِ جو دَرُ، وَدو جَنهِن ويساهَ سان،
لَدو تَنهِن لوڙي ڪَري، آتمَ سَرُ سُيَرُ،
ٽِٽَرو اَجَرُ اَمَرُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(۴۰)

سَڀُ جڳُ ڪوڙُ ڏِٺو، ٻِنان نالي نامَ جي،
ساميءَ ڪي سَتِ سَنگَ ري، لڳي ڪينَ مِٺو،
ڪَرمَنِ جو چِٺو، ڦاڙي سَڀُ ڦِٽو ڪَيو.

(۴۱)

سامي سَنگَ ڪِيو، پاپِي پُنِي جيءَ ڪي،
نَرڪَ سُرِگَ دُکَ سکَ ۾، پَرِچي پاڻَ پِيو،
اَڻَ هوندي دَرِياهَ جي، وَهَ ۾ وَهي وِيو،
ساڌوءَ سَنگ ٿِيو، تَڏِي جاڳي جُڙِيو پاڻَ ۾.

(۴۲)

سُرِجها سَيِئي، ڳالِهِ چَوَن ٿا هِڪڙي،
ٻُڏي جَنهِن ٻانَيِڻ چَوي، ڪيوَلَ ڪَنُ ڏِيئي،
سَهَجي تَنهن جي جيءَ مون، مَمَتَ مِٽي ويئي،
دِرِشٽِ وَجي پيئي، سُوکَمُ ساکِيءَ پَدَ ۾.

(۴۳)

ساڌوءَ سَنگُ ڪِيو، جنهن سامي سِڪَ سَچِيءَ سان،
سَهَجي تَنهِن جي جيءَ مون، سَنسو ڀَرَمُ وِيو،
لَنگهي پارِ پِيو، اَوِدِيا جي آڙاهَ مان.

(۴۴)

ساڌو جَنُ سوري، جنهن کي ڪري ڪَچَ ۾،
ڪَڍي تنهن جي جيءُ مون، ڪَلِهَتَ سَبَ ڪوري،
سامي ڏِسي سُپرِين، اکِن کون اوري،
ڪائي نِتَ پوري، لَڏون پريمَ اگمَ جا.

(۴۵)

ساڌو جَنُ سوري، جَنهِن کي ڪَري ڪَچَ ۾،
ڪَڍي تَنهِن جي جيءُ مون. ڪَلِهَتِ سَبَ ڪوري،
سامي لڪائي سُپرين، اکِنِ کون اوري،
هَرِدَمُ هِندوري، جهومي پِريم اگمَ جي.

(۴٦)

ساڌو جَنُ سوري، جَنهِن کي ڪَري ڪَچَ ۾،
تَنهِن جي ڪَسُ قلوبَ مون، ڪَڍي سَبَ ڪوري،
سامي ڏِسي سُپرِين، اکِنِ کون اوري،
هَرِدَمُ هِندوري، جهولي پِريمَ اگمَ جي.

(۴۷)

وِرلو جَنُ وِيو، ڪو لَنگهي پارِ سَمُندَ کون،
جَنهِن کي مَردَ مَلاح جو، سامي سَنگُ ٿيو،
تَنُ مَنُ سِڪَ سَچيءَ سان، پَتَڻُ پيٽَ ڪيو،
چَڙِي جانءَ پيو، تَنِي پَگَتِ جَهازَ ۾.

# سلوڪ ساڌ سَنگتِ مهما (ب)

(١)

وَڃي ڪينَ ڳِنّي، مَهما ساڌوءَ سَنگَ جي،
مَنَ. ٻُڌِ، واڻيءَ ڪون پَري، اونهي اَتِ گهڻي،
ساڪَ ڏِيَنِ ثالِث مِڙي، ڇڏي مانَ مَٽي،
گهرَ ۾ گهرَ ڏَٺي، سامي ڏِٺو جَنِ سَرِبَ گتِ.

(٢)

وَڃي ڪينَ ڪَهي، مَهما ساڌوءَ سَنگَ جي،
مَنَ، ٻُڌِ، واڻيءَ ڪون پَري، اونهي اَڻَ مَٽي،
ساڪَ ڏِيَنِ سامي چَٽي، عاشِقَ اَنيَئي،
پانهِنجيءَ مَنجھ پَئي، سَدا ماڻِنِ سانتِ سُکُ.

(٣)

ڪَهي وَڃي ڪينَ، مَهما ساڌوءَ سَنگَ جي،
پُڇي ڏِسُ پَرَتيتِ سان، سامي سَڀِ پَرَبينَ،
سي سَدا سُبيرِنِ جي، لِنوَ ۾ رَهَنِ لِينَ،
توڙي ڪَنِ ڪوپِينَ، تَہ بَہ راجا رانولَ ديسَ جا.

(۴)

سَبَ کي پَرَمَ پَنيتُ، ڪَري سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلَپَ کي، سَمُجهي عينُ اَتيتُ،
پورَنُ ڏِسي پانهِنجو، آدي اَنيَتِ ميتُ،
سَدائي سُرَجيتُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(۵)

سَدائي سيتَلُ، سَنگُ تَہ ساڌو جنَ جو،
ڪوري سَبَ قلوبَ مون، ڪَڍي مَمتا مَلُ،
لکَ لکائي اَنيَئي، ڪَري عَينَ اَچَلُ،
جيئين جَلَ ۾ جَلُ، سَمائي سامي چئي.

(٦)

تارِ مَنجهون تاري، سَبَ کي سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڪَنهِن کي ڇَڏي ڪِينَڪي، لائي لِنوَ لاري،
اِئين چَوَنِ تا اَنيَئي، پَندِتَ پُڪاري،
نِجُ نِهچو ڌاري، سامي مِلي ڪو سورَمو.

(٧)

اَنَ هوندي اولي، سامي لِڪو سُپرِين،
لَڌو سَنگَ، ساڌوءَ جي، فَقِيرَنِ قولي،
جَنِ کي عَشِقَ اَگَمَ جي، ڇِڪَ پيئي ڇولي،
پَرتِکِ پَٽُ کولي، ڏِٺائون ڏيهيءَ ۾.

(۸)

کيتيءَ مَنجھ کَسَمُ، اَندا ڏِسَنِ کِينَکِي،
پَوَنِ مَتِ مَرَمَ رِي، پورَبُ اَئُون پَچَمُ،
سامي لَڌو کنهن ساڌَ سَنگِ، تنهن سُجاکي سگمُ،
مِيتِي پِيدَ پَرَمُ، اِسِتِتِ ٿِيو اَنَندَ ۾.

(۹)

پَوَ ساگرُ پاري، لَنگھيو وَچي نَہ لکَ رِي،
توڙي سَبَ ساڌنَ ڪَري، جوگُ جَتَنُ جاري،
سَمُجھي کو سامي چَئي، اُتَمُ اَڌِکاري،
خُواريءَ جي ڪاري، سَنّي وِڌي جَنهن ساڌَ سنگِ.

(۱۰)

وِرلو کو جاڻي، قَدُرُ ساڌوءَ سَنگَ جو،
سُرِتيءَ کي سامي چَئي، اَنتَرَ مکِ آڻي،
سهِجي سُدِ سَروپَ سان، مِلي خوشي ماڻي،
پورَنُ پَٽُ تاڻي، سُمِهي سَهَجانَندَ ۾.

(۱۱)

مُلڪيءَ کي مُلِڪِي، مِليو مَنُ ڏيئي ڪَري،
پَرچيو ڪِيائُون پاڻَ ۾، پِرِينِ جو پُلِڪِي،
لَگِيَن باهِ بِرِهَ جي، سَندَ سَندَ ۾ سُلِڪي،
مَري ٿِيا مُلِڪي، پِيائيءَ ري باڻينُ چَئي.

(۱۲)

ٿيٺي لوڪَ رُلِي، سانتِ نَہ آئي جيءَ کي،
مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، اُوِديا ڳُنڍِ کُلي،
پَرِچي لَڌو پانهِنجو، اَنيَٺِ گهرُ اَصُلي،
ويني ڀاس ڀُلي، سامي ڇَٽي سَنسارَ جي.

(۱۳)

بِنان ساڌَ سَنگتِ، وَسَنوَ ڪانهي وِچَ ۾،
اِئين چَوَنِ ٿا اَنيَڻي، ڪري سنتَ سُپَتِ،
جاڳِي جڳُ سُپَني جو، ڏِٺو جَنِ اَسَتِ،
سامي ڏِيَنِ سُمَتِ، سَڀَ کي سارَ سَروپَ جي.

(۱۴)

ٻي سَڀ ڏِٺي سُڃَ، سامي ساڌَ سگت ري،
مِرگهہ تِرشِنا جي جَلَ مون، ڪَنهِن جي لَٿي نَہ اُڃَ،
وَڃي پُڄَ تَنِين ڪون، جَنِ ڪَيا پورَنَ پُڄَ،
توڙِي ڪَنِن مُڃَ، تَہ ٻِي راجا رانولَ ديسَ جا.

(۱۵)

وِشيَنِ وِڇائي، وِڏا جيءَ جهانَ جا،
سَپَ، رَس، آدِڪَ سان مِلِي، جَنمَ ٿو پائي،
سامي ساڌو سورَمو، ٻَچي ساڌَ سَنگتِ سعيي،
ٻِيائي ٻُجهائي، پائي پورَنَ پَدَوِي.

(١٦)

جنهن مانکَ کي قَدُرُ، ڪونهي ساڌَ سَنگتِ جو،
موتي ٺِئي مَري ڪَري، اَوِديا ۾ آتُرُ،
سامي سَچارَنِ سَدا، مَجيو اَپيدَ اَمُرُ،
هميشَهَ حاضُرُ، رَهَنِ رَمِتا رام سان.

(١٧)

مِهرَ ڪَري مالڪُ، جَنهن تي پَرِچي پانهِنجي،
سامي ساڌَ سَنگتِ ۾، اَچي سو عاشِق،
سَمُجهِي واڪَ ويدانِتَ جا، ميٽي ڀيرُ فَرقُ،
هَرِ ڏسِ ڏِسي هڪُ، اَندرِ ٻاهَرِ آتما.

(١٨)

ڪنِ ڪي پُڇَندي پَهَ، اِئين گذري آرِجا،
ڪي مِلِي ساڌَ سَنگتِ سان، تَرِي پِيا تَهِ پَهَ،
سامي وينا سَمَ تي، سَبَ سان ڪَري صُلَحَ،
اَنيئِ سڪُ اَڪَهَ، ڪَنهِن ڪي سَلِنِ ڪِينَڪِي.

(١٩)

ٽيڪيو جَنهن مَنُو، سامي ساڌَ سَنگتِ ۾،
تنهن ڪان ڪوٽَ جَنَمَ جو، ٽَٽُرُ تَپُ لَٿو،
ڪَڏِي ٻولي ڪِينَڪِي، ٻِلي ٻي اَرِٿو،
توڙِي ڪَري ڪَٿو، ٽَپِي را جا رانولَ ديسَ جو.

(٢٠)

ساڌَ سَنگتِ ڏي پير، ڪَنيون جَنهِن خوشيءَ سان،
مِٽيو تنهن جي مَنَ مون، اَوِديا پَرَمُ اَنڌير،
پاتي سُکَ سَروپَ جو، ٿِيو سامي ڇَٽي سُمير،
ڪري سگهي ڪير، مَهِما تَنهِن جي مُنهَن سان.

(٢١)

جَنهِين دلِ ڏِنِي، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
مِٽيا تَنهنِ جي مَنَ مون، سَنسا سَيئِي،
لَنگهي چَڙهيو لکَ تي، اُروارُ پارُ ٻيئي،
دِرِشتِ ڪُلي پيئي، پورَنُ جاٽي پاڻَ کي.

(٢٢)

جَنهن جاڳِي دلِ ڏِني، سامي ساڌَ سَنگتِ کي،
تَنهِن لَڌي لکَ اَلکَ جي، بيحَد رَسَ پِني،
چَڙهيو اَنَيَڌ اَچَ تي، چِڪا سَبِ چِني،
توڙي پَري پيٽ پِني، تَ پي سيتَلُ رَهي سُياوَمِ.

(٢٣)

سَمُجهي جَني سَئِنَ، سامي ساڌَ سَنگتِ جي،
سي مَمَتَ مٽائي مَنَ جي، ٿِيا اَوڌوتي عَئِنَ،
پاسي ڪَرِنِ نَ پيءُ کون، نِمکَ هڪڙي نَئِنَ،
سَدائي سُکَ چَئِنَ، ماٽِن مَستِ مَگَهنُ تي.

(٢٤)

سادَ سَنگتِ جو ساڪُ، سَچو سَبُ سَنسارَ ڪون،
سَمُجهي ڪو سامي ڄڻي، اِهو اَنيَہِ واڪُ،
اَندَر ٻاهَرِ آتما، ڏِسي پورَنُ پاڪُ،
جِئين چُوٽيءَ چڙهيو طاقُ، اَتَڪ ڪان آجو رَهي.

(٢٥)

جَنهِن ڪي سادَ سَنگتِ، ڪيو اُپَديش اَنيَئي،
مِٽِيِي تنهن جي مَنَ مون، سامي سَبَ ڪُپَتِ،
جگَ مِ جگَ جهڙو ٿي، وَرِتي سانُ سُمَتِ،
تَڪيو ڪِيائِين تَتِ، جتي ڏِينهُن نَ راتِ ڪا.

(٢٦)

وَرِتو جَنهِن وَچَنُ، سَچو سادَ سَنگتِ جو،
ٻاتو تَنهِين پُوربي، ويساسيءَ وَطَنُ،
سَبَ مِ هِڪُ چيتَنُ ڄڻي، ٻائي آتَمُ ڌَنُ،
مِيٽي سَبُ مَنَنُ، ماڻي مُڪِتي مَوُجَ سان.

(٢٧)

جَنهِن ڪي آيو ڏَبُ، سُتَهَ سادَ سَنگتِ جو،
مِٽِيو تَنهِن جي مَنَ مون سامي لالَچِ لَبُ،
ٻائي وِيٺو ڪَچِ مِ، راتيون ڏِينهان رَبُ،
رکِي عينَ اَدَبُ، سيوا ڪري سيوَڪُ ٿي.

(٢٨)

جَنهِنَ ڪي رَسُ آيو، سَچو ساڌَ سَنگتِ جو،
تنهِنَ پريميءَ پَرَتيتِ سان، مَحَڪمُ مَنُ لايو،
پورَنُ ڄاڻِي پيءَ کي، سَبُ سَنسو مِٽايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(٢٩)

جنهن ڪي رَسُ آيو، سَچو ساڌَ سَنگتِ جو،
تنهن ڪري تياڳُ طَمَعَ جو، لِنوَ سان مَنُ لايو،
پائِي پورَنُ پَدِوِي، سَبُ سَنسو مِٽايو،
جئين سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(٣٠)

جَنهِنَ ڪي آيو رَسُ، سَچو ساڌَ سَنگتِ جو،
مِليو سو مَحبوب سان، ڪَٽي ڪَلپَتِ ڪَسُ،
سڪي ڪَري سامي چَئي سَبَ ڪي ڏيئِي ڏسُ،
جئين سورِجُ سَسُ، ڪَري سُياوَڪَ سو جهرو.

(٣١)

جَنهِن ڪي چڙهيو اَمَلُ، سَچو ساڌَ سَنگتِ جو،
سَهَجِي ٿِيو سامي چَئي، تَنهِن جو جَنَمُ سَڦَلُ،
سُمهِيو سڪپتِ سيجَ تي، ميٽي سَبُ خَلَلُ،
بيحَدِ بلاوَلُ، مِلِي ڪَري مَحبوبَ سان.

(٣٢)

جَنهِن کي لڳَن لڳي، سامي ساڌ سَنگت جي،
تنهن جِي جُهَدَ جَتَن ري، سَهَجِي پرانت پئي،
جاڳِي ڏنائِين جڳ مون، جڳمڳ جوت جڳي،
ڇَڏي ناهَ لڳي، اِستِت ٿيو اَڪاس جان.

(٣٣)

جَنهِن کي ساڌ سَنگت، لڪ لڪائي اَنيئي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سهجي مَمتا مَت،
ڪَنهِن جي ڪَري ڪِينَڪِي، نِنديا اُئون اُستَت،
جاڳرَتَ ۾ سکپَت، سدا رَهي سامي چئي.

(٣٤)

جنهن کي ساڌ سَنگت، اکيون ڏنيون اَنيئي،
مِلي تنهن مَحبوبَ سان، ميٽي مَمتا مَت،
جاتي تون مان نانهِن ڪا، تَڪيو ڪيائين تَت،
جاڳرَتَ ۾ سکپَت، سامي سَدائي ڏِسي.

(٣٥)

سَڌِن سَودائي، تَنهِن کي جيءَ جَهانَ جا،
جَنهين ساڌ سَنگت جِي، رَجَ مَستَڪ لائي،
سو ڪوڙِي جاتي ڪَلپنا، پنهنجِي پَرائي،
نَهِي تَهائِي، سَنَدِ لَڌائين سَمَ جي.

(٣٦)

سَنُڪو ڦُلُ پائي، ڪَري ڪَرَمَ يَلا بُرا،
سامي بَڇيو ڪو سورَمو، سادوءَ جي سَعيي،
وَرَتِي ويدَ وِچارَ سان، مَمتا مِٽائي،
جاڏي واجهائي، تاڏي سَچَڻُ سامُهون.

(٣٧)

سَبَ ڪي ساڌَ سَنگتِ، لَڪَ لڪائِي اَنيَڪِي،
سَمُجهي ٽيو ڪو سُورَمو، اَوِديا ڪان اُپَرَتِ،
ڪَنهِن جي ڪَري ڪِينَڪِي، نِنديا اَئون اُستَتِ،
جاگَرِتَ ۾ سکَپَتِ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(٣٨)

سَبَ ڪي ساڌَ سَنگتِ، تِي آلڪ لڪائي،
ڪَنهِن پريميءَ ڏِٺو، ڪَريَ مَنُ اُچَتِ،
لکي گُرَ ويچار سان، سَچِي سارَ رَهَتِ،
مَنجهين پاڻَ پَرَتِ، سَدا رَهي سامي چَئي.

# سلوڪ گُرَمُکُ (الف)

(۱)

ويدانتن وکاڻُ، ڪيو سُتَه سَروپَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، گُرگمَ سِکُ سُڄاڻُ،
جئين ڏِسجي سِجُ چندر، تيجَ تنهين جي ساڻُ،
تئين پَنهِنجو پاڻُ، اُتّي ڏِسي اَييد ٿي.

(۲)

ويدَنِ جا وادي، ڪوڙين گُهمَن ڪيترا،
ٻالهائن ٻالهيون ٻُڌي، سِيائپ اُستادي،
وِرلي ڪنهِن گُرمکَ لَڌو، اَنيئہ سکُ آدي،
سو گگن ۾ گادي، پائي ويٺو پِريمَ سان.

(۳)

سَيُڪو رامُ چَئي، مَرمَ وَرائي مُنهن سان،
ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو، گُرَمکُ رَهَت رَهي،
ساڌي مَنَ پوَنَ کي، سامي سارُ لَهي،
ڪَڏِي ڪينَ وَهي، سَنسي جي ساگرَ ۾.

(۴)

گُرَ سِکيءَ جي گَت، سَمُجهي جَنهِن سامي چَئي،
مِٿي تَنهن جي مَنَ مون، ٻي سَڀَ مَمتا مَت،
اَندرِ ٻاهَرِ نَيَ جان، ڏِسي ساکِي سَت،
کَري سَنتَ سُپَت، ساکَ ڏِين ٿا سَچَ جي.

(۵)

هَٺُ کَڍيو آهي، سَنتَنِ سَودي سارَ جو،
کو گُرَمکُ پورو سِکَ سان، وَڃِي وِهائي،
تَنُ مَنُ ڏيئي تَنِ کي، سَچُ پَلئِ پائي،
جُڳَ جُڳَ ٿو کائي، سامي کُٽِي کِينَکِي.

(٦)

وَڃَنُ اَيِيدُ اُتو، سامي سَتِ گُرَ سَڀَ کي،
وِرلِي کَنهِن گُرَمکَ کي، هِردي مَنجهه کُٿو،
جانِءَ وِڃائي پانهنجِي، وَڃي پَدِ پَهتو،
تاٿي پَٺُ سُتو، سَهِجي سُکپَتِ سيجَ تي.

(٧)

سَڀَ کي سَنتَ چَونِ، ٿا نا کُرُ اَتِي گهرَ ۾،
اَندا ڏِسَن کِينَکِي، کوڙا قِصا کَنِ،
اَنُ هوندي دَرِياهَ جي، وَهَ ۾ نِتَ وَهَنِ،
کي گُرَمکَ لعلُ لَهنِ، سامي جُڙِي سَروپَ سان.

(٨)

مَحلَ مَنجهِي آهينِ، ٻاريءَ ٻَسُ پرينَ کي،
ٻولِي ٻاوَنَ ٻاهرين، ڳُجهي ڳالهائينِ،
نئَنَ جَهروکي ناٿَ کي، ويٺا واجهائينِ،
جهاتي سي پائينِ، جي گُروءَ جي گسِ پيا.

(٩)

بِنان مکَ کائِي، سَنسو وِيو سَنسارَ کي،
کَنهِن جي چِلي کانَ کا، سِيائپَ چِتُرائي،
اها ڳالھ سَمُجَھ ۾، کَنهِن گُرَمکَ کي آئي،
تَنهن جي سَمائي، سامي سُرتِ سَروپَ ۾.

(١٠)

وَڃي وِسُ وَهندي، تي سَنسي جي ساگَرَ ۾،
کَئي لوڀَ لَهَر سان، اَوِديا سَڀ اَنڌي،
وِرلي کَنهِن گُرَمکَ لڌي، کرِپا سانُ کَنڌي،
ٻانيَنُ جَنهِن ٻَنڌي، پَنجَ نُي کيا وَسِ پانهِنجي.

(١١)

وَڃي سَڀَ وَهِي، تي خَلقَتَ پانهنجي خيالَ ۾،
وِرلي کنهن گُرَمکَ کَئي، سامي ڳالھ سهي،
چَڙهيو اَنڀَئَہ اَڄَ تي، پَنجَ نُي دُوتَ دَهي،
کَري راجُ رَهي، بيحَدَ بيگَمپور جو.

(۱۲)

ليکي مَنجهِ آهينِ، سَڀي جيءَ جَهانَ جا،
گُرمکَ ليکي کي ڇڏي، پيرُ اَڳي پائين،
سامي لِنوَ لائينِ، وَڃِي اَنيئہِ جي آکاسَ ۾.

(۱۳)

سارو جڳُ جَلي، تہ بِنان باهِ اَندرَ ۾،
وِرلو کو گُرمکُ بَچو، جنهن کي سَچُ پَلي،
سامي مِليو سَروپَ سان، پنجَئي دوتَ دَلي،
ڪَنهِن کي ڪينَ سَلي، اَنيئہِ سکُ اَندرَ جو.

(۱۴)

حِرص ۽ حرفَتَ، جوڙي ٻَڌا جيءَ سَڀ،
مَنِي ويٺا مَنَ ۾، سامي نانا مَتَ،
وِرلي ڪَنهِن گُرمکَ ڪَڍِي، اَنَ هوندي ڪَلپَتَ،
لَنگهي پَنجَئي تَتَ، چَڙهيو اَنيئہ اَڄَ تي.

(۱۵)

سارو جڳُ وَهي، تہ اَنَ هوندي دَرياهَ ۾،
سَمُجَھ ري سامي چَئي، اَستِتِ ڪونہَ رَهي،
کو گُرمکُ پارِ پَئي، سادَ سَنگتِ جي ڏيرَ سان.

(١٦)

سارو جڳُ سارِيَ؛ داوا اَڱنِ ڏڱڏُ ڪيو،
وِرلو ڪو ڱُرَمڪُ بَچو، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
سامي چڙهيو سِيرَ تي، سَڀِ لِڪَ لَتاڙي،
پَرِدو اُگهاڙي، ڳالهہ نَہ ڪَري ڳُجهہ جي.

(١٧)

سارِي وِسُ چِلِي، مايا موهَ مَمَتَ سان،
وِرلو ڪو ڱُرَمڪُ بَچو، ڀانيَنُ چَئي ڀِلي،
جَنهِن کي سُتَهَ سَروپَ جِي، سَتِگُرَ ڳالهہ سَلِي،
جاڻي سَڀ ڀِلِي، ڪَئي ڪَرتا پُرکَ جي.

(١٨)

ڀِلِي وِسُ ساري، سامي اَوِديا ڀَرمَ ۾،
ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو، ڱُرَمڪُ وِيچاري،
جَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مَمتا سڀ ماري،
اَنَيَتِہ جي ڀاري، ڪولي وِيٺو خوش ٿي.

(١٩)

سِيئي حيرانُ، ڏِٺا مايا موهَ ۾،
ورلو ڪو ڱُرَمڪُ رَهي، سَمَ سيتَلُ نِرباڻُ،
جنهن کي آتمَ گيانُ، سامي ڏِٺو سَتِ ڱُروءَ.

(٢٠)

سَيَکو سڏائي، گِياني پَنڊِتَ ڀانءَ کي،
سامي ڏِسي کونَکو، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
ڀانءُ کڍي کو ڀانءَ سان، گُرمکُ لِنوَ لائي،
ويهي وَڃائي، نگارو نِربانءَ جو.

(٢١)

روئي ڀُلِ پيو، سامي سيوَکُ گُرَ جي،
ڏِسي ڇَلُ مايا جو، ڀاري پِئُہ ٿيو،
سَهَجي رَمزَ سَهي کَري، ڪامِلَ ڪَرَمُ ڪيو،
وَلي تَتِ وِيو، جَتِ پَرَمَ پولائو ناهِ ڪو.

(٢٢)

سُڌَ شيوَکَ پيٽيو، پورو گُرُ پَرِتيتِ سان،
تنهن سَنسو سوکُ اَندَر مون، سامي سيءُ ميٽيو،
سکي ٿي ليٽيو، وَڃي سکِپَتِ سيجَ تي.

(٢٣)

سامي سُوالي، آيو سَرَنِ گُروءَ جي،
بِردُ سُڃاڻي پانهنجو، پريتِ گُروءَ پالي،
چَڙهي چيتَنَ رَنگَ جي، لُنؤ لُنؤ ۾ لالي،
خاوَندَ ري خالي، سُڃيءَ ڀاهو نَہ ڏِسان.

(٢٤)

سامي ڪينَ ڇڏي، سَتِ گُرُ پورو سِڪَ کي،
جئين تئين پانءَ سان، جوڙي جيءَ گڏي،
راتيون ڏينهَن سَڏي، رکِي نينءَ نيٽنِ ۾.

(٢٥)

سامي گُرَ سِکِي، اَچي نَ ڪَلپَتِ ڪَٽَ ۾،
سوکَمَ کون سوکَمُ تِي، کَنڊي ڏارَ تِکِي،
پُڇي ڏِسُ پَرتِيتِ سان، سِڌَ، مُني، ديوَ، رِکي،
جنهن کي پيا گَڀِلکي، سو مَوجان ڪري مَمَتَ ري.

(٢٦)

سامي جَنهِن وَدو، گُرگَمَ نانءُ اَلکَ جو،
تَنهِن جو واريو ڏَرَمَ راءِ، خوشيءَ سانءُ کَنڊو،
پَنهِنجو پانءُ لَڌو، وِڇڙيو ڪوٽُ جَنَمَ جو.

(٢٧)

سامي جَنهِن سوڌي، گُرگَمَ سارُ سَهي ڪَيو،
جيتيو تنهن جَتَنَ ري، سارو جگُ جوڌِي،
جاڳي ڪَديائين جيءَ مون، لُڌِڙا سَڀ لوڌي،
پَنجَئي پَرڀوڌي، لائي چِڏيائين لڪَ ۾.

(٢٨)

سامي ڪَڍِي جَنِ، اَوِديا مَيلُ اَندرَ مون،
سي نِرمَلُ سنسار ۾، سَدا اَليپُ رَهَنِ،
چيِنيءَ اَئون ڪَنچَرَ ۾، سَمَ سَروپُ ڏِسَنِ،
لَنوَ لَنوَ رَسُ پيئَنِ، آتمَ پَدَ اَپارَ جو.

(٢٩)

سامي سَيِئي، سَنتَ چَوَنِ ٽا ڳالهِ هِڪَ،
وِرِلي ڪَنهن گُرَمکَ کي، سَمَ سُو جهِي پيئي،
جنهن ٻيا سَڀ ٻَنِ ڏيئي، دَرُ سُجاتو دوسَ جو.

(٣٠)

سامي سَڀَ جو ڏيوُ، آهي پُرڪارَتُ پانهِنجو،
ڪوڙِنِ مون ڪو هِڪڙو، گُرَمکُ جاڻي ڀيوُ،
اَوِديا جو اَهَنميوُ، ڪَڍيو جَنهِن اَندر مون.

(٣١)

واٽي لکائي، تِي ساکيءَ پَدَ نِرٻاڻَ کي،
ڪوڙِنِ مَنجهون ڪو هِڪڙو، سَمجهي سکُ پائي،
ڏٺو جنهن گُرگياتِ سان، اَوِديا پَٽُ لاهي،
سامي سَمائي، سو اَنيئِي آتمَ پد ۾.

(٣٢)

سامي سَدائِي، گُرَمُکُ رَهي ﭘَڌَ ۾،
جَنهِن جي ﭘُورِي سَتِ گُروءَ، مَمِتا مِٽائِي،
سَمُجَهَ مَنجِهِ آئِي، اَنيَئَہِ لکَ اَلکَ جِي.

(٣٣)

سَبَ کي ڪانُ ڪَشي، مايا هَنيون موهَ جو،
وِڌائين وَلَ ڇَلَ سان، ڌُبڌا مَنجِهِ ڌَسي،
ڪَنهِن گُرَمُکَ وَتَسِ گِياتِ سان، ڀانَيَنَ ڀَلُ ڪسي،
جَنهن کي راهَ ڏَسي، سَتِ گُرَ ڏِني سَجَ جي.

(٣٤)

سَبَ کي گِراسي، مايا ويئي مُکَ ري،
سامي هِڪ هَرِجَنَ کون، رهي رن ﭘاسي،
جنهن کي هَرِياسيَ، چيٽيءَ اَئُون ڪُنچر ۾.

(٣٥)

سَبَ کي لَڳو روگُ، اَوِديا جي اَيمان جو،
ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو، گُرَمُکُ رهي اَروگُ،
جَنهِن کي ڏِنو سَت گُروءَ، اَنيَئَہِ آتَمَ جوگُ،
ڪَٽي سَنسو سوگُ، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(٣٦)

سَيُکو پريمُ چَئي، پريمُ نہ اچي واچَ ۾،
جئِين آکاسُ گھٽَنِ ۾، سَدا اَليپُ رَهي،
کو گُرَمکُ سَندِ لَهي، سامي سَنتَنِ سان مِلي.

(٣٧)

سَيُکو هَٽَ هَٽي، تو اَودِيا مَنجھ اَندَنِ جان،
ديهي مَني پاڻَ کي، جَپَ تَپَ دانَ ڳَٽي،
وِرلي کَنهِن گُرَمکُ کي، اَنيئہ واکُ وَٽي،
جُنهِن کي پاڻَ کٽي، ڏيئي هَٽَ هِمَٽَ جا.

(٣٨)

سَيَکَنهِين پاتو، کَيو کيتو پانهِنجو،
کوڙَنِ ۾ کو هِکڙو، هَرِجَنُ رَنگِ راتو،
سامي گُرَ ويساهَ سان، جَنهِين سَچُ ڄاتو،
تَنهِن جو کَٽُ کاتو، وارِيو ڏَرِمَ نياوَ ۾.

(٣٩)

مايا مَنجھ اَپَرَسِ، وِرلو کو گُرَمکُ رَهي،
کَئي جَنهِن کَلپَتِ کون، سامي سَمُجهي بَسِ،
کَڏي ٽَئي کِينَ کي، مَنَ اِندرِن جي وَسِ،
کِميا جي کَسِ کَسِ، گھوٽي پِيئي پريمَ سان.

(۴٠)

مايا مَنجھِ اُداسُ، وِرلو ڪو گُرَمڪُ رَهي،
ڪيو جنهن گُرگِياتِ سان، اَنتَرَمڪِ اُپياسُ،
چَڙهي ڏِئائين چيتَ ري، اَنيئِہ جو آڪاسُ،
سامي جاڻي ناسُ، دِرِشٽِمانَ سَنسارَ کي.

(۴١)

مايا مَنجھِ اُداسُ، وِرلو ڪو گُرَمڪُ رَهي،
جو دِرِشٽمانَ سَنسارکي، نِشچي جاڻي ناسُ،
سامي ساڌَ سَنگتِ جو، وَٺي پَنوَرَ جان واسُ،
جِئين گهٽَنِ ۾ آڪاسُ، تِئين ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(۴٢)

مايا مَنجھ اداسُ، وِرلو ڪو گُرَمکُ رَهي،
جَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، ڪيو اَنتَرَمڪِ اپياسُ،
جِئين گهٽَنِ ۾ آڪاسُ، تِئين ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(۴٣)

تيڪيو جَنهِن مَتو، سَتِ گُرَ اَڳيون سِڪُ ٿي،
سَهَجي تَنهن سيوَڪَ جو، سَنسو دُکُ لَٿو،
موتي اَودِيا ڦاسَ ۾، سامي ڪينَ ڦَٿو،
توڙي ڪَري ڪَٿو، تَپِي راجا رانوَلَ ديسَ جو.

(۴۴)

جَنهِين ڪَنُ ڏيئي، ٻُڌو گيانُ گُروءَ جو،
پَڙهي تَنهن پورا ڪَيا، شاستَر سَڀيئي،
ساڌِي چڙهيو سِير تي، اورارُ پارُ ٻيئي،
درِشٽِ وَڃِي پيئي، سامي ڇَٽي سَروپَ تي.

(۴۵)

جَنِين ڪَمائي، ڀڳتِ گُرَ ويساهَ سان،
مَيلُ تَنِين جي مَنَ ۾، رَهي نَہ رائي،
پاتائون پَرتيتِ سان، اَمتَ وَڏائي،
سامي سَدائي، سَنَمکُ ڏِسَنِ سپرين.

(۴۶)

جَنِين ڪي آئي، گُرگمَ سَمجه سَروپَ جي،
مَيلُ تَنين جي مَنَ ۾، رَهي نَہ رائي،
سامي سَدائي، پَرچا رَهَنِ پَدَ ۾.

(۴۷)

جَنِهين سُڃاتو، سَتَمِ ساڌَ سَنگتِ کي،
مَٽيو جو مَحَبَتَ جو، پُوئي ٻِگلِ پاتو،
وائِنِ نا واتو، جي گُروءَ جي گسِ پيا.

(٤٨)

جَنهِن کي لڳو ٻاڻُ، سَتگُر سُڄاڪي جو،
سو ڀيديو ڄاڻي پاڻَ کي، چار ڏينهَن مهمانُ،
ڪَلپِتَ ڪڍي مَنَ مون، رهي ثابوتيءَ ساڻُ،
پاڻَ ورائي پاڻُ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(٤٩)

جنهن کي سَمَ صَلاحَ، سامي ڏِني سَت گُروءَ،
سَهَجي تَنهِن جي مَنَ مون، مِٽي چِنتا چاهَ،
وَدائين ويساهَ سان، اُلِٽي اَنيَٰءَ راهَ،
ٻِنان ڪَلپِتَ ڪاهَ، ڪَري پَهُتو پَدَ ۾.

(٥٠)

جنهن کي ڏِني ٽيڪَ، سَتگُرَ پوري سَچَ جي،
سو مُحَڪَمُ رکي مَنَ کي، ڇوڙي ڇڏي نہ ڇيڪَ،
سامي ڇَٽي سَنسارَ ۾، وَرتي ساڻُ وِويڪَ،
توڙي ڀوڳي ڀوڳَ اَنيڪَ، تہ بہ نِيارو رهي تَنَ جان.

(٥١)

جَنهِن کي لَکائِي، سَتِ گُرَلکَ اَلکَ جِي،
تَنهِن پَرچي پانهِنجي پاڻ سان، لِنوَ سَچي لائي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، ٻانيَرُ ڇَٽي ٻِيائي،
رَهي سَدائي، سُچَ وَسَٽن جي وِچَ ۾.

(٥٢)

جَنهِن کي دَرسَنُ داتِ، سامي ڏِني سَتِ گُروءَ،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سَڀ پَرائي تاتِ،
جاڳي ٿِيو جڳديشَ جِي، جوت سَروپِي جاتِ،
جاتي ڏينهن نَہ راتِ، تِتِ ڪيائِين تَڪِيو.

(٥٣)

سَمُجَهہ آئون صِدِقُ جَنِ کي ڏنو سَتِ گُروءَ،
سي خاصا خِلوَتَ دارَ ٿِيا، هَردَمُ ڏِسَنِ هڪُ،
توڙي رکَنِ لِڪُ، تہ بہ سامي لِکَنِ ڪِينَڪِي.

(٥٤)

سمجهو جن سچُ سِيرُ، سي را جا رانولَ ديسَ جا،
تِن کي مَنِي سَيڪو، پِير، فَقِيرُ، اَميرُ،
ڪيرُ ڪري تاگيرُ، جَن کي سامي مِليو ستِگُرو.

(٥٥)

سَمُجهو جنهن سَبَقُ، صَفا سَلوڪتَ جو،
مِٽيو تنهن جي مَن مون، سامي ڇِني سَڀُ شَڪُ،
ميخاني مَحَجَد ۾، ڄاڻي ڪونہَ فرَقُ،
ٻولي اَناالحق، ملِي مَهَد جَنَنِ سان.

(٥٦)

سَمُجهو جن مَرَمُ، سامي سُپيرِنَ جو،
مِٺيو تَنِ جي مَنَ مون، پولائو پَرَمُ،
جَپُ تَپُ ڏيان ڌَرَمُ، تن سَهجي سَيوئي ڪيو.

(٥٧)

سَمُجهي سَيوئي، سَٺين ٻَلُ ٻانيَنُ چئي،
پَئين ٻَلِ گُروءَ جي، رَهَسي سان روئي،
ڪَڏين پنهنجي جيءَ مون، ڏُبِڌا سڀ ڌوئي،
تہ دِلَ ٻنان ديوئي، لَهين دَرِ دوسَنَ جي.

(٥٨)

سُرِجها سي چئجَنِ، جَنِ ڪَڏِي اُرِجَهہ اَندَرَ مون،
اُلَٿائي اِندرين کي، صَبُر مَنجه رَهَن،
ڪَنهِين سان ڪَنہَ جيترو، ڪِينو ڪِبرُ نہ ڪَنِ،
سامي سدا ڏِسَن، سَنَمکُ پانهنجي سُپِرِين.

(٥٩)

سَتِگُرُ پُرکُ ديالُ، لَڌو جَنهِن لوڙِي ڪَري،
سو سامي سَهَجيئي ٿيو، نَظَرَ مَنجهہ نِهالُ،
پرچي ڏِٺائين پانهنجو، اَنِيَڪَ روپ رَسالُ،
ڪَٿي ڪَلِپِتَ ڪالُ، سُمهيو سُکِپِتَ سيج تي.

(٦٠)

سَت گُرَ سَمُجهايو، سا سَمُجهَ ڏِني سَڀ ڪاٽئين
جَنهن ڪي آتمَ پدَ جو، پيرو هَٿِ آيو،
سو ساڌُو ڪِجهو نہ رهي، ڇِپيو ڇپايو،
سامي سَمايو، ساڪي پانهنجو پاڻ ٿيو.

(٦١)

ست گُرَ هِڪَ جڳَتِ، سُوڌي ڏِسي سِڪَ کي،
سُرجهي سِڪَ سَنئُون ٿِيو، ڪَڍي مَمتا مَتِ،
چيٽنيءَ اُئون ڪُنچِرَ ۾، ساڪي ڏِسي سَتِ،
سَدا گَتِ مُڪَتِ، سامي جاڻي پاڻَ کي.

(٦٢)

سنت رَچي سُورِي، ٻارِي ٻاوَنَ ٻاهرِي،
تنهن تي ڪو گُرمکُ چڙهي، هَٺ رِي حضوري،
جَنهِن دَرسنُ ڏِنو دوسَ جو، نئين سان نوري،
هيءَ پِرولي پوري، سامي سَلِي سو سَتِ گُرو.

(٦٣)

سَنتَنِ جو پُرتاپُ، وِرلو ڪو گُرمکُ لکي،
مٽيو جَنهن جي مَنَ مون، سامي چَئي پُنُ پاپُ،
جاڻَ وِجائي پانهنجي، جَپي اَکَندتُ جاپُ،
لَنگهي وَرُ سَرابُ، چڙهيو اَنيَڏِ اَچَ تي.

(٦٤)

سَنتَنِ جو رَستو، نِرمَلُ نيارو سَڀَ کون،
وِرلو ڪو ڳُرمک چڙهي، سامي رَنگِ رَتو،
ڪَڍيو جَنهن ڦُستو، اَوِديا جو اندرَ مون.

(٦٥)

سَنتَنِ ساڻُ مِلِي، ڳُرمکَ سارُ سَهي ڪَيو،
سامي رَهِي سَماڌِ ۾، سَدائين اَملِي،
ڳاوِي رامَ ڪَلي، چيتَنَ چِدَ آڪاسَ ۾.

(٦٦)

دَيا مَنجهِ دَيالُ، اَٿي دَيا مَنجهِ دَيالَ جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَڍي خامُ خيالُ،
دَيا ري دوسَنِ جي، اَٿي ٻي سَڀَ ڪَلپَتَ ڪالُ،
نَنلَرَ مَنجهِ نِهالُ، ڳُرمکَ ٿِنڙا ڪيترا.

(٦٧)

پَرچي ڳَرَ پَتو، ڏِنو پَدَ اَواچَ جو،
جُڙِي پانهنجو پاڻ سان، سامي رَنگِ رَتو،
عَجَبُ اَنَ چِتو، ڳالهه نه ڪَري ڳُجَهه جي.

(٦٨)

پَرچي جَنهِن پاتو، گُرگمَ مُنهُن مَڙهيءَ ۾،
سامي سُپيرِيَنِ کي، تنهن سَهجي سُڃاتو،
واري کَٽُ ڪاتو، جِيئندي ويٺو جَمَ سان.

(٦٩)

پَرچي جَنهن پاتو، گُرگمَ مُنهُنْ مَڙهيءَ ۾،
سامي تَنهن سَروپَ کي، سُتَهہ سُڃاتو،
جاڳِي وارِيائِين جَمَ جو، جيئندي کَٽُ ڪاتو،
وائي نا واتو، وَرتي پيو ويچار سان.

(٧٠)

پَرچِي جنهن پاتو، گُرَمکَ گِيانُ مَڙهيءَ ۾،
تنهن سامي سُپيرِيَنِ کي، سُتَهَ سُڃاتو،
واري کَٽُ ڪاتو، جيئندي وينو جَمَ سان.

(٧١)

پَرچِي جنهن پَلالُ، گُرَمکَ ڪَڍيو گهرَ مون،
تَنهِن کي لَڳِي ڪِينَڪِي، سامي ڪَلپِتِ ڪالُ،
چاڙهي جانُ ڪَڍي ڪَري، سَبُ خاوِندَ جو خِيالُ،
سدائين نِهالُ، رَهي پانهِنجي حالَ ۾.

(٨٢)

جَنهِن کي پيئي سُڌِ، گُرگمَ عَشِقَ اَيدَ جي،
سامي تنهن جي سير ۾، ٻُڏي ويئي ٻُڌِ،
کَنهِن سان کَري کِينَکِي، وائي ائون وِرڌِ،
جوڙي ويٺو جُڌِ، سَنَمکُ سُپيرِيَنِ سان.

(٧٣)

گُرگمَ جَنهِن سَمُجهِي، نِيتِ نِرَنجَنَ ديوَ جي،
تَنهِن کون رهِي کانکا، سامي ڳالهِ ڳُجهي،
کِيائين هَٺِ کُنجي، اَنيئہ ديس اگمَ جي.

(٧٤)

جنهِن سَمُجهايو، گُرگمَ پانهِنجي من کي،
پَوَنُ تَنهِن جو پاڻهِين، اُلَٽِي گهر آيو،
سامي سَمايو، جڳتُ ڏِناَئِين جوت ۾.

(٧٥)

جَنهِن گاهکَ ڏِيئي گوشُ، ٻُڌي ڳالهِ مُنِ جي،
سو ٻُڏَنَ سان ٻانيَنَ چئي، ٿِيو بيحَد بيهوش،
سَهِي کيائين نَکَ کي، جنهن پهريو نانا پوشُ،
کري ويو خاموش، ڳالهِ نہ کري ڳُجهَ جي.

(٧٦)

جَهن جي پريت لڳي، اَنترمکِ گُرگيانِ سان،
ڪَڍِي تَنهن اَندَرَ مون، سامي سَڀَ ٿڳي،
اَنيڪَ جوتِ جڳي، ڏِٺائين گهٽَ گهٽَ ۾،

(٧٧)

توڙي لکَ لڳن، چاتان حَرفَ حِسابَ جون،
گُرمکَ گاهڪَ گُڻَ جا، پلَڪَ نَه پاسو ڪَنِ،
پَلو ڄاڻي پانهنجو، سَنَمکُ سَدا رَهَنِ،
سامي سَمُجهيو جَنِ، پَڪو پيرُ پرڻَنِ جو.

(٧٨)

ترِشنا گهٽائي، سو جڳياسي جڳَ ۾،
مِلي ساڌَ سَنگتَ سان، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
گُرگَمَ ڏِسي پاڻَ کي، اَوِديا پَٽُ لاهي،
مَمتا مِٽائي، سامي رَهي صَبرَ ۾.

(٧٩)

اَتَ ئي پَهَرَ پَلنِ، گُرمکَ پانهنجو پاڻَ کي،
سامي سَمَ ويساهَ سان، پَنجئي دوتَ دَلنِ،
اَندرِ وَلَ وَلنِ، ٻاهرِ ٻاڦُنِ ڪِينَڪِي.

(٨٠)

اَنتَرمکِ آئي، جوڙي مَنُ جڳتِ سان،
هلِي هَٿُ ڇڏي ڪَري، ڀڳوَتَ جي ڀاڻي،
ڇينٽيءَ اَئون ڪُنچَرَ ۾، سامي سَمُ ڄاڻي،
مَوجان سو ماڻي، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(٨١)

اِهو ڪَري سُوالُ، جڳياسي جڳديسَ کي،
ڏيئي سَنگُ ساڌَن جو، ڪٽي ڪلپت ڪالُ،
رَهي نہ رَتيءَ جيترو، سامي جڳ جنجالُ،
ٻُنڌِي حالُ حَوالُ، پرچي ڪَري پانهِنجو.

(٨٢)

اِهو دانُ گهري، جڳياسي، جڳديسَ کون،
سَنتَنِ ساپُرسن سان، منهنجو جيءُ جُڙي،
پِريم پريت وِيساہ کون، سامي ڪينَ مُڙي،
اَوِديا ڳنڍِ ڇڙي، ساڌ سَنگتِ جي ڏيرَ سان.

(٨٣)

ڪَري ڪينَ اِتبار، گُرَمکُ پانهِنجي مَنَ تي،
سامي سَدائين رهي، گُرگمَ سان هوشيار،
ڄاڻي خَلِقَ خُوار، اِنهيءَ ڀوت ڀَرَمَ ڪَئي.

(٨۴)

ڪَيو جنهن پري، گُرگمَ پَٽُ اَندرَ جو،
سامي تَنهِن جي گهرَ ۾، اکنڊ جوت ٻَري،
ڏِسي مُنهُن مَحبوبَ جو، راتيون ڏينهن ٺَري،
مَنجهي تار تَري، لَهرَ نہ لوڙهي تَنهن کي.

(٨٥)

ڪَيو جنهن سَهي، گُرگمَ رَمتا رامَ کي،
سو مِرگه ترِشنا جي جَلَ ۾، وَيجي ڪينَ وَهي،
ڪَري راڄُ رَهي، سُڄَ وَسنؤ جي وِچَ ۾.

(٨٦)

ڪَيو جنهن نِرَوارُ، ريهي پانهنجي گهرَ ۾،
ڪَڍيو تَنهِن قَلوب مون، اَوِديا جو اَهنڪارُ،
لَڏائين لوڙي ڪَري، سامي سِرجَنهارُ،
دوست جو ديدارُ، پائي پَرچو پاڻَ ۾.

(٨٧)

ڪَئي جنهن جَفا، گُرگمَ سِڪَ سَچيءَ سان،
ڪَٽيا تنهن ڪَلپَت جا، سامي سَڀ خَفا،
سِنسي ڪون صَفا، ڏِي سَنَمکُ ڏِسي سَپِرِين.

(٨٨)

ڪِنڙو جَنهِن سَهي، ڱُرمکَ ڱُر ويساهَ سان،
سَنسو تَنهِن جو سِيرَ ۾، وِنڙو سَڀُ وَهي،
باقي سَتا سَروپَ جِي، سامي سيکَ رَهي،
آتَمَ لعلُ لَهِي، ماهِلُ ٿيا مَهرانَ ۾.

(٨٩)

پاتو جَنهِن لِيو، ڱُرگمَ پَنهنجي گهرَ ۾،
بِن ٻارِئُنِ جي وِچَ ۾، ڏنو تنهن ڏِيو،
سدائي کِيو، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(٩٠)

پَهُچي نَہ پَرِماڻُ، اَنيئي ڳُجهہ اڳمَ جو،
وِرلو ڪو ڱُرمکُ لکي، سَمُجَهہ سَلوڪَتَ ساڻُ،
ڏِسي پانهنجو پاڻُ، سِيتَلُ ٿِئي سامي چَئي.

(٩١)

ڪِديو جنهن خَللُ، اَوِديا جو اَندَر مون،
پاتو تنهن پَرتِيت سان، آتَمَ پدُ اَچلُ،
سدائي سِيتلُ، سامي رهي سُياوَ ۾.

(٩٢)

ڪَري ويو پَرويسُ، جَنهن کي واڪُ گُروءَ جو،
مِٽيو تنهن جي من مون، سامي سڀُ ڪَليسُ،
اَلکَ کي اَديسُ، ڪري نتُ ڪَلپَت ري.

(٩٣)

سلاهِن سيئي، سامي ساڌ سَنگَتِ کي،
جَنهِن کي واڪ گُروءَ جا، وِيا هِردي منجهه پيهي،
مَمَتَ ويجائي مَنَ جي، نِرمَلُ ٿِيا نيهِي،
بيگمَ بِديهي، سَمَ رَهَنِ سَنسارَ ۾.

(٩٤)

سَهَسين ڪَنِ صَلاحَ، ٿا گُرمُک سِکَ گُروءَ جا،
جَنِين لَڌي لکَ سان، آتمَ پَدَ جي راهَ،
پائي پَرَماتمَ کي، ٿِيا بي غَمَ بي پرواهَ،
سامي رَهَن اَچاهَ، ساکي ٿي سنسار ۾.

(٩٥)

سهَجي سکُ ٿيو، جَڏِهِن مِلي دِلِ دَيال سان،
اَوِديا دُکُ اَندرَ مون، سامي سَڀُ ويو،
بِنان دَرَسَن دوسَ جي، ڏِسي ڪينَ هيو،
پاڻيءَ مَنجِهِ پِيو، جئين ڪيلوڻو کندُ جو.

(٩٦)

سهَج سمير چڙهيو، شيوَڪُ سا پُرسن جو،
جَنهِن جو برهمَ اگنِ ۾، سنسو سَڀ سڙيو،
سامي اَنَ گهڙيو، ڏِيو ڏِٺائين ڏيه ۾.

(٩٧)

هَرِجَسُ نتُ ٻُڌنِ، گُرمکَ ساڌَ سَنگت ۾،
نانا واڪَ وِصال جا، پَرچي پانَ چَون،
ٻُڌي ٻڌائي سَڀَ جو، سامي ڪارِجُ ڪَنِ،
سَدا سَمَ رَهَنِ، اِستَتِ آتمَ پَدَ ۾.

(٩٨)

ٻانيَنَ ڪيم ٻڌاءِ، ڪنهن کي گيان گُروءَ جو،
پَرچي پِريت سَچِيءَ سان، اَنترَ مک لنؤ لاءِ،
اگست جان آچمن ڪري، اَوِديا سِندُ سُڪاءِ،
رَهين پولي پاءِ، تہ سَهَجي مِلِين سُپرين.

(٩٩)

ڪَيو جَنهن حَوالُ، پانهنجو سَڀُ هَرجَنَ سان،
ڪَڍي سَڀُ اَندرَ مون، سامي خامُ خِيالُ،
نَظَر منجهِ نِهالُ، تنهن کي گُرپُوري پَرچي ڪيو.

(١٠٠)

ڏُئيتَ مَنجهِ اَڏُئيتُ، سَنتَ لکائِن سَبَ ڪي،
ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو، سمجهي سِڪُ سُچيتُ،
ڪَيو جَنهن ڪَلپِتَ ري، هَرِ ٻڳتِ سان هيتُ،
ڄاڻي اَنيڪِ ڪيتُ، سامي مانڪَ ديھ ڪي.

(١٠١)

سَرگُڻَ ۾ نرگُڻ، ورلو ڪو گُرمکُ لَکي،
سامي جنهن ڪي ست گُروءَ، ڏنو گيان اَنجنُ،
ڪڍي مَيلُ منُ، سُوڌو رهي سُياوَ ۾.

(١٠٢)

سيئي حيرانُ، ڏِٺا مايا موھ ۾،
وِرلو ڪو گُرمک رَهي، سَمَ سيتلُ نِرٻانَ،
جنهن ڪي آتمَ گِيانُ، سامي ڏنو ستگُروءَ،

(١٠٣)

جيڪو داسُ ٿِيو، سَنتَنِ جو ويساهَ سان،
سَنسو تَنهِن جي جيءَ مون، سامي سَبُ وِيو،
موتي ڪِينَ پِيو، گَربَ جُونِ جي گارَ ۾.

(١٠٤)

جيڪو ڳالِ مَجي، سَنتَنِ ساپُرسن جي،
سو پانهنجي اکين پانڌَ کي، ڏِسي پولُ پَجي،
لَنگهي پار وَجي، سَهَجي اُوِديا سِندَ کون.

(١٠٥)

جيڪي سَنتَ چَيو، سو شيوَڪَ رکيو سِر تي،
وَري ڏِنائين ڪِينَڪِي، تَنِ جو ڪَرَمُ ڪَيو،
چِڏي ناهَ نهيو، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(١٠٦)

جيڪو سِرُ رکي، لاهي پيتَ گُروءَ جي،
سو سَهَجي سِڪَ سَچيءَ سان، انيڏ رَسُ چکي،
گهتَ گهتَ مَنجهِ لکي، سامي سارَ سَروپَ کي.

(١٠٧)

جيڪو سَميتي، پَسريو آتي گهرَ مِ،
سو سَهَجي سُپيرِيَنِ کي، پِرنگيءَ جان پيتي،
سکي تي ليتي، سامي سکيَتَ سيجَ تي.

(١٠٨)

جيڪي نِواجا، سامي پوري سَتگُروءَ،
ڏُکَ سکَ لاپَ اَلاپَ کون، ٿِيا اَنيئِي آجا،
رَهَن پانهِنجي حالَ ۾، طَمَع ري تاجا،
راجَنِ جا راجا، ڪانِ نَہ ڪَڏَنِ ڪَنهِن جي.

(١٠٩)

جيڪِي چِيو گُرَنِ، سا ويدَنِ ساکَ ڏِني،
دانا ديوانا سَنتَ جَنَ، ٻي ڳَل ڪانہَ چَوَنِ،
مَتُ سَيني جو هِڪڙو، جي اَنيئہ ديسِ رَهَنِ،
سامي سَمُجهو جَنِ، سي ماهِل ٿِيا مَهراڻَ ۾.

(١١٠)

جاڳِي ٻنان جڳَتُ، پِلِي ڪِينَ پَرَمَ جو،
توڙِي ٻَنَ غُفا ۾، وِهي ٿِي وِرِڪَتُ،
اِئِين چَوَنِ ٿا سَنتَ جَنَ، سامي ڪري سَپَتُ،
مَنَ مون ڪَڍِ مَمَتُ، تہ سُتَهَ سَمَ سيتَلُ ٿِئِين.

(١١١)

جاڳِيو جڳياسي، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن جيئندي ڪَئِي جَمَ سان، ڪِلي خَلاصي،
وَجي ٿِيو واسي، سامي پَدَ اَواچَ جو.

(۱۱۲)

جاڳيو جڳياسي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
ڪَني جنهن جَهانَ سان، جٺيندي خَلاصي،
وڃي ٿيو واسي، سامي ديسَ اَگمَ جو.

(۱۱۳)

جڳتنِ سانُ هَلي، گُرمکُ سَمَ سَنسارَ ۾،
ٻَڌائين گرگياتِ سان، آتمَ تَنُ پَلي،
ڪَنهن کي ڪين سَلي، سامي سِڪ پِريَنِ جي.

(۱۱۴)

جانيءَ سان جوڙي، آءٌ تنين جي گولڙي،
جڳتِ ڏيئي جيءَ کي، مِٽيا ڪون موڙي،
ڇِڪيءَ سان ڇوڙي، اَوِديا ٻَنڌِ اَندرَ جي.

(۱۱۵)

گُرگمَ اَڌُ اکَرُ، پڙهيو جنهن پِرِتيتِ سان،
وِديا واچ اَواچَ جو، آيو تنهن کي وَرُ،
پَرچي ڏِنائين پانَ ۾، انيٺ آتمَ سَرُ،
اَوِديا ڏُکُ ڏَمَرُ، ميٽي وِڌو مَنَ مون.

(١١٦)

گُرگمَ ڪَيو يادِ، جاڳي جَنهِن جڳديس کي،
مِٽي تنهن جي مَن مون، سامي سَبَ اُپاڌِ،
ڪنهن سان ڪَري ڪينَڪي، ڪوڙي ڪَلهِ وادِ،
سامي مَنجهِ سَماڌِ، وَرتي پِيو ويچارَ سان.

(١١٧)

گُرگَمَ هڪ گهڙي، جنهن پَرچي ڏِٺو پاڻَ کي،
ويٺي تنهن جي جيءُ مون، مَمَتا مَيلُ سڙي،
چوباري چڙهي، سَيلُ ڪَري سَيَڪَنهِن جو.

(١١٨)

گُرگمَ گَندُ گيرُ، ڪَڍيو جَنهِن اَندرَ مون،
سو ساکي ٿِي سَنسارَ جو، سامي ڪري سَيرُ،
ڪِميا سانُ ڪَيرُ، گُهري دَرِسُ ديدارَ جو.

(١١٩)

گُرگمَ جَنهِن ڪِيو، شِيشو سُڌِ اَندرَ جو،
اَنيٺ آتمَ ديوَ جو، تَنهِن پَرلاءُ پِيو،
اَندرِ باهَرِ دَهَ دِسا، ڏِسي ڪِينَ بِيو،
ڪارجُ سِڌِ ٿِيو، سامي تَنهِن سا پُرسَ جو.

(١٢٠)

گُرگمَ جَنهِن ساڏِي، ڪايا ڪَلِپتَ پانهنجي،
سو ڏِسي ڪونہ اڪن سان، پاپي اپراڌي،
سَدا سَماڌي، سامي رهي سنسارَ ۾.

(١٢١)

گُرگمَ جَنهِن چِٽِي، سِلَ اَلوٽي سَمَ جي،
تَنهن ٻارِي بيگمَ پُرِ جِي، پَرچِي سانڻ پِٽي،
ڏِسي سارَ سَروپَ ڪي، ڪَلِپتِ سڀَ ڪُٽي،
وِيئو راندِ ڪُٽي، سامي سڀَ سَنسارَ ڪون.

(١٢٢)

ڏِٺي جَنهِن چِٽِي، سِلَ اَلوٽي سَمَ جِي،
تنهن اَوِديا وَڏائيءَ جي، وِڏي پِندَ سَٽي،
نَڪي شاديءَ ۾ وَڏي، نَڪي غميءَ مَنجه گهٽي،
ڪَلِپَتَ سَڀَ ڪُٽي، سامي چَڙهيو سيرَ تي.

(١٢٣)

گُرگمَ جَنهِن پاتو، اُلٽي مَنهَن مَرهيءَ ۾،
تَنهِن ساميءَ سُپيرين ڪي، سَهَجِي سُڃاتو،
وائِي نا واتو، پَرچِي پِيئي پريمَ رَس.

(١٢٤)

گُرگمَ ديپڪَ راڳُ، ٻُڌو جَنهن ٻانيَنُ جِئي،
مِٺيو تنهن جي مَنَ مون، گِرهَنُ ۽ تياڳُ،
جاڳي اَوِديا ننڊ مون، سُتَهَ ٿِيو سجاڳُ،
ڦُرني ٻِنان ڦاڳُ، پَلِ پلِ کيلي پيءَ سان.

(١٢٥)

گُرگمَ اُڏاڻي، گُڏي سَهَجَ اَڪاسَ ۾،
سَتَ ئي لوڪَ لَنگهي ڪَري، سُنَ ۾ سَماڻي،
ٻولي پريمَ پَوَنَ سان، بيحَدَ جي ٻاڻي،
سامي مَنِ ڀاڻي، جُڙئي جوڳيسَرَ جي.

(١٢٦)

گُرگمَ چڙهيو سُورُ، انيڪ آڪاسَ ۾،
اَوِديا اونده نـ رهي، مِٺيو سَنسو سورُ،
حاضران حَضورُ، سامي ڏِٺا سُپرين.

(١٢٧)

ٻيڙي سيرَ چَڙهي، سَوداگَرَ ساپُرسَ جي،
سَودي سارَ اپارَ سان، پُورنَ پِريمَ ڀَري،
ڪُنَ ڪَپَرَ لُڙَ لَهرِ ۾، سامي ڪينَ اَڙي،
ٻِنان گهاٽ گهڙي، ڳَڻ ڪاري گُرگياتِ سان.

(١٢٨)

ٻَالهيون سَيئي، ٻَالھ ڏسِن ٽيون ھِڪڙي،
ڳُرمکَ مَٽي ڳيات سان، ڏِنو ڳهرِ پيھي،
تَنُ مَنُ ڏَنُ ڏيئي، سامي مِليو سَروپَ سان.

(١٢٩)

سو چيتَنُ چيلو، جو سَمُجهي ڳيانُ ڳُروءَ جو،
جڳَ ۾ جڳَ جَهڙو ٿِي، وَتي اَڪيلو،
سامي ڳُٽي ڪِينَڪي، وَقتُ ۽ ويلو،
مَمَتا ري ميلو، پَلِ پَلِ ڪَري پرينِ سان.

(١٣٠)

ساڌوءَ سَرَنِ پئي، پريمي پريتِ پَرتِيتِ سان،
جانُ وِڃائي پانھِنجي، آڳيا مَنجِھ رَھي،
تَدَ ڳرمي بکَ ديھ جِي، سامي سَبَ سَھي،
تَڏِي لَعلُ لَهي، اَمولَڪُ اَندَرَ مون.

(١٣١)

مَنَ مکَ مُنهن ڦيريو، ڳُرمکَ سَدا سَنَمکُ رهي،
مَنَ مکُ سَمُجهي ڪِينَڪِي، اَوِديا ڳُهنَ ڳهيرِيو،
سامي نِبيريو، ڳُرَمکَ سَنسو جيءَ جو.

(١٣٢)

گُرمُکُ سو آهي، جو رَهي گُرَ گَياتِ ۾،
ٻي ڳِلِ ڄاڻي ڪانَڪا، سَتِ گُرَ جي سايي،
ڄاڻَ وِچائي پانهِنجي، لُنؤ لُنؤ لِنوَ لائي،
تَنهِن تي وَسائي، سَتِ گُرُ ميگهه مِهَرَ جو.

(١٣٣)

گُرمُکُ ڪينَ مَري، مَنَ جَي ياءِ مَنَنَ ۾،
ڏيکيا داتِ گُروءَ جي، هِردي مَنجهه ڌَري،
سامي سَدا ڪَري، ٻِگَت ايدَ اَلکَ جي.

(١٣٤)

گُرمُکُ گُڻُ کَٽي، سامي سيڪَنهِين جو،
اَوديا جي اَهَنڪار جا، ليکا ڪينَ ڳَٽي،
آتمَ لکَ سَهِي ڪَري، سَبَ جو داسُ بَڻي،
وِرلي ماءُ ڄَڻي، ڪا اِهڙا پٽَ اَنيئِي.

(١٣٥)

گُرمُکُ ڪوڙُ ڪَپٽُ، ڪَنهِن سان ڪري ڪينَڪي،
سامي جَنهِن جو سَتِ گُروءَ، پَرچي لاٿو پَٽُ،
پَرميسَرُ پِرگهٽُ، ويا پَڪُ ڏِسي وِسُ ۾.

(١٣٦)

گُرمکُ ڪين گھٽي، پريم پريت پرَتيت ڪون،
چاترَڪ جان چت ۾، سَدا سامي رامُ رَٽي،
پَنوَر جان پيديو رَهي، سَنسو سَڀُ سَٽي،
بيحَدَ بوندَ چَٽي، انيءَ جي آڪاس جي.

(١٣٧)

گُرمکُ گُرَيائي، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهن مِلي سادَ سَنگَتِ سان، انيءَ لِنوَ لائي،
ڏِسي مُنهن مَحبوبَ جو، مَمتا مِٽائي،
وِڃائي وائي، وَڃي سامي چڙهِيو سيرَ تي.

(١٣٨)

گُرمکُ جاڻي چَلُ، ڪايا، مايا، ڪُلَ ڪي،
ڪَيو جَنهن گُرَگِيانَ سان. اَندرَ مَنجھ عدَلُ،
جاڳِي ڪَڍيائين جيءَ مون، سامي سڀُ خَلَلُ،
ڪري راجُ اَچَلُ، ساڪي ٽِي سَنسارَ ۾.

(١٣٩)

گُرمک جو گُذرانُ، سَدا سادَ سَنگَتِ ۾،
جَنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، سِڪَ سَمُجھَ جو دانَ،
رکي نَ رَتيءَ جيترو، اَندرَ ۾ اِيمانُ،
سَمَ ڏِسي پڳوانُ، چيٽيءَ اَئون ڪُنچِرَ ۾.

(۱۴۰)

گُرمکَ ڏُورِ پڄي، مَنمکَ موڙه اَڄاڻَ کون،
گهاٽو جاٽي پانهِنجو، هَٽَ ۾ کِينَ هَڃي،
کَري اَرداسَ گُروءَ کي، وَنجِ پاڻَ کڄي،
متان ناءُ لَڄي، سامي تُنهنجو جگَ ۾.

(۱۴۱)

گُرمکَ گهر گنڀيرَ، رَتا رَهَنِ رَنگَ ۾،
مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي، ٿيا سامي نِرمَل نِيرَ،
گڏيا گهارِنِ سَڀَ سان، پِيَنِ کَنڊون اَئُون کيرَ،
وِڃي چَڙهيا سيرَ، لَهَريون کُنَ لَنگهي کَري.

(۱۴۲)

گُرمکَ پَدُ پائي، کَنهِن کي سَلي کِينَکي،
اَنئي پَهَرَ اَندَرَ ۾، پِيو سامي سَلاهي،
جِئَن گُنگو گُڙُ کائي، مُشِکي کُشي کِينَکِي.

(۱۴۳)

گُرمکَ وَڏائي، پِريت ڏِهاڙي پانهِنجي،
ملي سادَ سَنگتِ سان، نِتُ هَرِ گُڻَ ڳائي،
سَمُجهي سارُ تنين جو، مُنهن مَرُهيءَ پائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(۱۴۴)

گُرمکُ شِوُ شَکتَ، ٻئي ڏسي پاڻ ۾،
سَدائي نِيوو رَهي، پائي اوچي مَتِ،
سامي کَلپِتِ ري کَري، سَڀَ جي ياءُ يڳت،
ساکي جاڻي سَتِ، چيتنيءَ اَئون کُنچَرَ ۾.

(۱۴۵)

گُرمکُ سِکَ رکي، سَدا چَرَنَ کَنَوَلَ جي،
جاڻَ وِجائي پانهِنجي، لُنؤَ لُنؤَ رَسُ چکي،
گهٽَ گهٽَ مَنجِهِ لکي، سامي سُپيرِيَن کي.

(۱۴۶)

گُرمکُ سَدا سَموکُ، پَرچو رَهي پاڻَ ۾،
جَنهِن کي ڏنو سَتِگُروءَ، سامي سَمَ سَنتوکُ،
کَڍِي اَوِديا دوکُ، ساکي ڏِسي سَڀَ ۾.

(۱۴۷)

گُرمکُ کِينَ ڇِبي، سورِجَ جان سنسارَ ۾،
جَنهِن جا ڇِڏيا سَتِگُروءَ، بَنڌَنَ سَڀِ کَبي،
لُنؤ لُنؤ جاپُ جَپي، اکَنڊِ آتمَ رامَ جو.

(١٤٨)

گُرَمکُ کين لِکي، جَنهِن کي سِڪَ سَلَ کيا،
مَنُ پَوَنُ گُرگيات سان، ٻڌو جَنهِن ڇڪي،
کَڍِيائين اَندرَ مون، کَلپِتِ سَڀِ ڏِکي،
سامي سَدا سِکي، پائي سُکُ سَروپَ جو.

(١٤٩)

گُرَمکُ ڇپي ڪينَ، جنهن جو پَٽُ پري ٿيو،
توڙي دُربلُ ڀِنگلو، ڪوٺُ ڳَنڍي ڪوپِينَ،
پنج ٺي ماري پانهِنجا، تنهِن سامي ڪيا آڌِين،
سَدا رهي لَئي لِينَ، اَنيڻ جي آڪاسَ ۾.

(١٥٠)

سَرنديءَ ڪون تالو، وِرلو ڪو گُرَمکُ ڪَري،
جَنهِن جاڳي کَڍيو جيءَ مون، ڪَلپِتَ ڪشالو،
پَلِ پَلِ پِيئي پِريمَ جو، پُرِ ڪَري پِيالو،
سَدا مَتوالو، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١٥١)

سَرنديءَ ڪون تالو، وِرلو ڪو گُرَمکُ ڪري،
جَهِن پَرچي پيتو پِريمَ جو، پُر ڪري پِيالو،
سَڀَ گهٽ ڏِسي سُپِرين، نَبَ جان نِرالو،
سامي سڪالو، وَرِتي پِيو ويچارَ سان.

(١٥٢)

آسا ڪون نِراسُ، وِرِلو ڪو ڳُرَمڪُ رَهي،
جَنهِن سامي ڪَيو ساڌَ سَنگِ. اَنترَ مڪ اَپياسُ،
جنِين گهٽَنِ مَنجهِ اَڪاسُ، تنِين ساڪي ڏسي سَڀَ ۾.

(١٥٣)

وِرلو ويچاري، ڪو ڳُرَمڪُ واڪَ ڳُروءَ جا،
سَمُجهي سارُ تَنين جو، هِردي مَنجهِ ڌاري،
سامي سَمَ سَنتوڪَ سان، مَمِتا سَڀَ ماري،
سَهِجي گهرِ ٻاري، ڏيئو اَنيئه سارَ جو.

(١٥٤)

ورلو ڪو ٻولِي، سَمُجهي ساپُرسَن جي،
سامي جَنهن جِي سَتِگُروءَ، اَوِديا ڳَنڍِ ڪولي،
پائي سُمِهيو خوش ٿي، ڪِميا ڪَٿولي،
لُنؤ لُنؤ سان لولي، پَرچي ڏئي پاڻَ ڪي.

(١٥٥)

ورلو ڪو مِهمانُ، ڳُرَمڪُ ڄاڻي پاڻَ ڪي،
جَنهِن ڪي هَنيو سَتگروءَ، سامي سيتَلُ ٻاڻُ،
مَنجهي ديهِ بِديهِ ٿيو، ڇڏي پانهنجو پاڻُ،
سَدا سَنتَنِ ساڻُ، ميلو ڪري مڱهنُ ٿي.

(١٥٦)

وِرلو ڪو ڳُرَمڪُ، پرچو رَهي پاڻَ ۾،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، اَنِيئِہ آتمَ سڪُ،
ڪَٽي اَوِديا دُکُ، سامي چڙهيو سير تي.

(١٥٧)

وِرلو ڪو هَرِجَنُ، ڪَرمُ ڪري نِهڪَرمُ ٿِيو،
چَڙهي وينو چَوڏول ۾، ميٽي سَڀُ مَنُ،
جنِين پوڪَ پچائي ڪُڙمي، ڪَڍي اَنِيئِہ اَنُ،
ڪَلِپَتَ ڪانو پَنُ، سٽي وِجهي سامي چِئي.

(١٥٨)

وِرلو گسائي، ڪو مَحَبَتَ سان مَنَ مَڻ کي،
مِلِي ڪاريگر سان، پوتي ٻَگلِ پائي،
سَنسو پَرَمُ اَندرَ جو، ڳُرگمَ وِڃائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(١٥٩)

وِرلو ڪو ڪَري، دَيا پَنهنجي پاڻَ تي،
ديکيا داتِ ڳُروءَ جِي، هِردي منجه ڌَري،
مَمتا مِٽائي مَنَ جي، سامي اَجَرُ جَري،
پَلڪَ نہ ٿئي پَري، سُتَہَ سِدِ سَروپَ کون.

(١٦٠)

وِرلو جَنُ ڪَري، ڪو ڏَيا پانهِنجي پاڻَ تي،
ديکيا داتِ گُروءَ جِي، هِردي مَنجِهه ڌري،
ڪَڍي ڪوڙَ ڪَپَٽَ کي، جيئندي جڳ مَري،
سامي ڏِسِي ٺَري، سَڀَ گهٽِ سُپيرين کي.

(١٦١)

وِرلو جَنُ خُلاصُ، رَهي مايا موهَ کون،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، هردي مَنجِهه هُلاسُ،
چَڙهي مِيرَ مَحَلَ تي، ڏِسي برهَمَ بِلاسُ،
ڪَ ڍِي ڪَلِپَتَ ناسُ، سکي ٿئي سامي چئي.

(١٦٢)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو پوجا آتم ديوَ جي،
سامي جنهن تي سَتِگُرو، پرچي هٿُ ڌري،
سَڀَ کي ڏِسِي ٺَري، پريتَمُ ڄاڻي پانهِنجو.

(١٦٣)

وِرلو جَنُ چِٽي، ڪو سامي هِنَ سَنسارَ کون،
جو ماري مَنَ مَواسَ کي، لَشِڪَرُ سَڀُ لُٽي،
ڪَڍي پانهنجي گهرَ مون، ڪَلِڪَلِ ڪوڙُ ڪُٽي،
بنان چيتَ چِٽي، نِيشانو نِرِباڻَ جو.

(١٦٤)

وِرلو جَنْ ٽَڪي، ڪو اَوِديا جي اَهنڪار ڪون،
جنهن کي پوري سَتگُروءَ، هَنيو ٻاڻُ تَڪي،
ڇاڻُ ويحائي پانهنجِي، اَنيڻ رَسُ ڇَڪي،
بيحدَ ڪِينِ ٻَڪي، سامي حَدَ جي جِيءَ سان.

(١٦٥)

وِرلو جَنْ ٻُجهي، ڪو ڪو اَبَجهُ گُجهُ پِرين جو،
جَنهن جو مَنُ مايا ۾، سامي ڪِينَ رُجهي،
ساڪي سارُ سُجهي، اَندرِ ٻاهرِ دَهَ دِسا.

(١٦٦)

وِرلو جَنُ رڪي، دِيکيا دَولَتَ گهرَ ۾،
چَڙهِي رَنگَ مَحَلَ ۾، آتمَ رَسُ چکي،
چاهَ ويحائي چِتَ جي، دَرِ دَرِ ڪِينَ جکي،
گهٽَ گهٽَ مَنجهِ لکي، سامي سُبِيرين کي.

(١٦٧)

ورلو ڪو وسي، اَنيڻ جي آڪاسَ ۾،
جو پنجَن جِي پرِتيتِ سان، سامي شَڪَتَ ڪَسي،
اَندرِ ٻاهر دَهَ دِسا، پانهنجو پاڻُ پسي،
ڪنهن کي ڪِينَ ڏسي، آتمَ سکُ اَندرَ جو.

(١٦٨)

وِرلو ڪو آهي، گُرَمُک گِياني گِياتِ سان،
جَنهِن پانهِنجو پاڻ سهي ڪَيو، مَنهن مَرِهيءَ پائي،
سَنسو مٽائي، سامي جُڙيو سَروپَ سان.

(١٦٩)

وِرلو ڪو آهي، گُرَمُکُ گياني جڳَ ۾،
جَنهِن گُرگمَ ڏِنو پاڻَ کي، اَوِديا پَٽَ لاهي،
ڀيد وِڃائي مَنَ مون، کِلي اَئون ڪائي،
سَنسو مٽائي، سامي رَهي سَياو ۾.

(١٧٠)

وِرلو ڪو آهي، واسي آتمَ ديس جو،
جنهن گُرگمَ ڏِنو پاڻَ کي، اَوِديا پَٽَ لاهي،
مَمِتا مِٽائي، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(١٧١)

وِرلو ڪو آهي، سامي سِکُ گروءَ جو،
ڏِنو جَنهِن گُرگِياتِ سان، اَوِديا پَٽَ لاهي،
شيوا سَنگتِ جي ڪري، مَمِتا مِٽائي،
سَهَجي سَلاهي، رُومَ رُومَ سان رامَ کي.

(١٧٢)

اَنَنَ اَيِندَ پڳتِ، وِرلو ڪو ڳُرَمڪ ڪري،
مِٽي جَنهن جي مَنَ مون، سامي مَمِتا مَت،
رَهي رَمِتا رامَ سان، راتيون ڏِينهان رَت،
آسَڻ ڪيائين تَتِ، جتي ڏينهُن نہ راتِ ڪا.

(١٧٣)

وِرلي ڪَنهِن لکِي، ڳُرَمڪ لڪَ اَلکَ جي،
پرچي ڏنو جَنهن پاڻَ کي، ٽيڏِي رَمز رکي،
سِيتَلُ ٿيو سامي چئي، بيحَدَ بوندَ چکي،
جيئين اَنَلُ پکي، اِستِٿِ رَهي اَڪاسَ ۾.

(١٧٤)

وِرلي ڪنهن وَدو، ڳُرَمڪُ دَرُ گروءَ جو،
سامي سُبِيرَين کي، لوڙِي تَنهن لڌو،
ٻولِن مَنجِهِ ٻَڌو، سو ڪئن پسي سُپري؟

(١٧٥)

پِيالو پِيارو، وِرلَي ڪَنهِن ڳُرَمُک کي،
ڏِنو جَنهِن اکِن سان، اَنيڪ اُجارو،
جاڳي ڪَديائين جيءَ مون، پَرَمَ پَؤ سارو،
رَهي مَتوارو، پِيئي پِياري رامَ رَسُ.

(١٧٦)

نانا وِڌ ڪيئي، واٽان آتمَ پَدَ جون،
وَجي بيگمَ پُرِ ۾، گڏ ٿيون سَيئي.
وِرلي ڪَنهِن گُرَمک کي، سَمَ سوجهي پيئي،
تَنهِن جي سپ ويئي، اَوِديا ڪَلپِتَ نِڪري.

(١٧٧)

پَڙهِن سييئي، ٿا اُتَم واڪ گُروءَ جا،
ڪوڙنِ مون ڪنهِن هِڪڙي، پُڌا دِلِ ڏيئي،
سامي تَنهن ساپُرِسَ کي، گُرگمَ لک پيئي،
تَنهن جي سپ ويئي، اَوِديا ڪَلپِتَ نڪري.

(١٧٨)

هِردي مَنجه رکي، ڪو ورلو واڪَ گُروءَ جا،
مَنَنُ ڪِدي من مون، آتم رس چکي،
اَوِديا جي اهنڪار ۾، سامي ڪِين جکي،
گُهتِ گُهتِ اَلکُ لکي، دِبِ دِرشت پائي ڪري.

(١٧٩)

پڙهي ٿِيو پُختِو، گُرَمُک اکرُ پِريمَ جو،
ڪديائين ڪوري ڪري، نانا جو نقطو،
کَيائين ليکو سَبَ سان، چتَ مَنجهون چُڪتو،
سدائين مُڪتِو، سامي رَهي سُياءَ ۾.

(١٨٠)

ديهي نہ ڄاڻي، گُرمکُ پانهنجو پاڻَ کي،
چيتنَ سارَ سَروپَ کي، گُرگمَ سُڃاڻي،
مَمتَ مِٽائي مَن جي، موجان نتُ ماڻي،
سُمهِي پَٽُ تاڻي، سامي سکِيتَ سيجَ تي.

(١٨١)

سَدائي گُلزارُ، گُرمکُ رَهي گيات ۾،
چيتيءَ اَئون کُنچَرَ ۾، سامي ڏِسي سارُ،
لُنؤ لُنؤ اوآنکارُ، سامي جَپي زَبانَ ري.

(١٨٢)

سَدائي گُلزارُ، گُرمکُ رَهي گيات ۾،
کَديائين کَلپتَ جو، وِڍِ نِکيدُ وَهنوارُ،
سَمَ ڏِٺائين سَڀَ ۾، ساکي سِرجَنهارُ،
لنؤ لنؤ اوآنکارُ، سامي جَپي زَبان ري.

(١٨٣)

سَدائي مِهمانُ، گُرمکُ ڄاڻي پاڻَ کي،
سامي جَنهِن کي سَتِگُروءَ، ڏنو آتمَ گيانُ،
سَمَ رَهي سَپَکَنهِن سان، کَڍي گير گُمانُ،
ٿيو نِرمَلُ نِرباڻُ، چيتَ وِڃائي چِتَ جي.

(۱۸۴)

سَدائي مِهمان، گُرمک ڄاڻي پاڻَ کي،
ڏِٺو جَنهن گُرگِياتِ سان، فاني سَبُ جَهانُ،
ڪايا مايا ڪُلَ جو، رکي نَہ اَيمانُ،
پائي پَدُ نِربانُ، سامي رَهي سِياوَ ۾.

(۱۸۵)

سدا راجَ ۾ جوڳُ، گُرمک ڪري گِياتِ سان.
سامي جنهن جو سَتِگُروءَ، ڪَٽيو هِئين مان روڳُ،
هارَ جِيتَ سکَ ڏُکَ جو، رکي هَرکُ نہ سوڳُ،
توڙي ڀوڳي ڀوڳ، تان ڀي رَهي اَليپُ ڪَنولَ جان.

(۱۸٦)

سَدا سَمُجهائي، گُرمکُ پانهِنجي پاڻَ کي،
ڀَرَمَ مَنجهِ ڀُلي ڪَري، باد نہ بقرائي،
رَهِيو لِنوَ لائي، سامي چَئي سَروپَ سان.

(۱۸۷)

ڀگَتِ ڪَمائي. گُرمکُ چِٺو ڏُکَ ڪون،
ڏِٺائين گُرَ گِياتِ سان، مُنهن مَرُهيءَ پائي،
ڳالِ نہ سَلي ڪنهن کي، جِئن گُنگو ڳُڙ کائي،
رهيو لِنوَ لائي، سامي سُپيرِيَن سان.

(١٨٨)

پيدَ بنان پڳوان، سَنتَ لکائِن سَڀَ کي،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو، اَندرَ ۾ اِيمانُ،
سَمُجهي کو سامي چئي، گُرمکُ اِيهو گيانُ،
پائي دَرسَنُ دانُ، سِيتَلُ رَهي سُياوَ ۾.

(١٨٩)

پَرَمُ وِيائي پينُ، اَچي آتَڻَ وچَ ۾،
سَهي ساهيڙنِ جا، سَمَ تِي وينَ ڪُوينَ،
سامي لائي سِرَ تي، رَهي سَنتَن جي رينَ،
تہ پَري نِرمَلَ نينَ، کَنِي نِهالُ نَظَرَ سان.

(١٩٠)

پَريو جَنهن سَلامُ، سُودو سُپيرين جو،
مِليا تَنهن مُشتاق کي، ٽيئي لوڪ اِنعامُ،
کيائين کَليتَ کڍِي کري، اَنيڌ منجهہ آرام،
شادي اَئون ماتام، سامي ڄاڻي سَمَ سَيُ.

(١٩١)

پَڌو جَنهن پَلي. سَچُ سُڃاڻي پانهنجو،
حڪمُ تَنهن هرِجَنَ جو، سَڀَ تي سيگهہ هَلي،
پَنجَ ئي ڪيائين پانهنجا، سامي داسَ دَلي،
اَچَلُ ڪينَ چَلي، نِهچَلُ نِرمَلَ سارَ کون.

(١٩٢)

سَچَ ۾ سُوڌائِي، ڪَنهن گُرَمکَ جي گهر ۾،
تنهن مِلِي ساڌَ سَنگَتِ سان، ممتا مِٽائِي،
سامِي سِيائِي، جوتِ ڏِسي جڳديسَ جي.

(١٩٣)

ساڪيءَ جو ديرو، مَنَ ٻُڌِ واٽيءَ ڪون پَري،
سَمُجَھ ري سکِٽو اَٽي، اَودِيا جو جهيڙو،
گُرَمکُ گُرَ ويساهَ سان، پاتو گهرِ پيرو،
ڪَري نِبيرو، وَڃي سامِي مِليو سَروپَ سان.

(١٩٤)

سُوڪَمُ ديسُ سَهي، ڪَيو جَنهِن ڪِرپا سان،
تَنهِين ۾ تِر جيترِي، ڪَلِپَت ڪانَ رَهِي،
آتَم لالُ لَهِي، سکي ٿِيو سامِي چئَي.

(١٩٥)

مَحَبَتَن مُلڪُ، جِيتيو سَبُ جڳَتِ سان،
لائي وِيٺا لکَ جو، گُرَمک تَتُ تِلڪُ،
اَندَرِ باهِر هِڪُ، سامِي ڏِسَنِ سُپرين.

(١٩٦)

لَڌو جنهن ڌٽي، گُرگمَ گهر جو گهرَ مون،
سامي تنهنجي سکَ جي، کَهڙي ڳالهه ڳِٽي،
توڙي پِني پَنج کَٽي، تان پِي راجا رانولَ ديسَ جو.

(١٩٧)

لَڌو جَنهِن لَڌيو، آتَمُ ڌَنُ اَنيٽِي،
سامي سو سَنسارَ جي، حِرصَنِ کون هٽيو،
گُرگمَ خاصِ کٽيو، پَرچي کائي پوربي.

(١٩٨)

خالصو خَلاصُ، سَتگُرَ کِيو سَڀَ ڏکَ کون،
پَرچي ڏِٺائين پاڻَ ۾، اَنيٺِ جو آکاسُ،
مايا مَنجهِ اُداسُ، سامي سَدائي رَهي.

(١٩٩)

کوجيءَ لَڌو کوجُ، پرچي پِريمَ نگرَ جو،
ٻُڌائين بانيڻُ چَئي، تَنهِن ۾ سَهَجَ سَروجُ،
کَٽي سَنيائين سِرَ تون، سَڀُ ٻِيائيءَ جو ٻوجهُ،
هِردي مَنجهِ هَروجُ، دَرسَنُ کَري دوسَ جو.

(٢٠٠)

گيانوان گُرَمُکَ، ٻاٽي مَنجهِ پنو رَهي،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، سَمَ ڄاٽي سُکَ ڏُکَ،
پورَنَ هِڪَ پُرُکَ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(٢٠١)

پَلَ پَلَ مَنجهِ پَلي، گِياني گُرَمُکَ پاڻَ کي،
تورِڙي سِيتَلُ ٿِيو سامي چَئي، پَنجَ ئي دُوتَ دَلي،
اِها ڳالهِ اَندَرَ جي، ڪَنهن کي ڪِينَ سَلي،
ٻنان چاهُ چَلي، ساکي ٿِي سَنسارَ جو.

(٢٠٢)

گُرَمُکَ جي گادي، اَنلَ جان آڪاسَ ۾،
هارَ جِيتَ ڏُکَ سُکَ ڪون، اَگمَ آلادي،
چَڙهي تَنهِن چَوکيءَ تي، ٿِيو سَهِجي سَماڌي،
لَڌائِين آدي، سامي سُکَ سَروپَ جو.

(٢٠٣)

گُرَمُکَ جَنهِن ڪِيو، اَنتَرمُکَ اَدَبَ سان،
سَهَجي سُپيرِن جو، تَنهن پَرِلاءُ پِيو،
ڏِسي ٻُڏي ڪِينَڪِي، ٻانيَڻُ چَئي ٻيو،
سَنسو يَرَمُ وِيو، جهولي جَهروکَنِ ۾.

گُرمکُ نرُ گِياني، کوڙنِ ۾ کو هِکڙو،
ڪئي جنهِن ڪليتَ ري، حاصلُ حقاني،
رهي اليپُ جڳتَ ۾، سامي سيلاني،
پرينِ ري پِراني، خالي ڏِسي ڪونڪو.

(٢٠٥)

گُرمکُ موڙي مَنُ، سامي لايو لک ۾،
بنان سارَ وَچَنَ جي، ڪنهِن کي ڏِئي نہ ڪنُ،
پاتائين پَرچي ڪري، اَنيئہِ آتمَ ڌن،
سدائي پَرسَنُ، رهي پانهنجي حال ۾.

(٢٠٦)

گُرمکَ ريجهايو، مَها پُرکُ محبتَ سان،
جانُ وِڃائي پانهِنجي، آگِيا مَنجهِ آيو،
سَهَجي تَنهِن کي ، سَتِگُروءَ، اَلکُ لکايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَيوتو جَلَ ۾.

(٢٠٧)

گُرمکَ لَڌو گهرُ، پائي گِياتِ گُروءَ جي،
مِٽايائين مَنَ مون، سامي ڏکُ ڏمَر،
آتمَ پَدُ اَمَرُ، پائي پَرچو پانُ ۾.

(٢٠٨)

گُرَمکَ پَدُ پاتو، اَنِيئِہ جي آڪاسَ جو،
مَمَتَ مَٺائي مَن جِي، سامي رَنگِ راتو،
صاحِبُ سُڃاتو، ڇيتَنيءَ اَئون ڪُنچَر ۾.

(٢٠٩)

گُرَمکَ لڌو لعل، اَمولَڪُ اَندَر مون،
مِلي سادَ سَنگَتِ سان، سامي ٿيو نِهالُ،
ڪَٽي ڪَلپِتِ ڪالُ، سَماٽو سَروپَ ۾.

(٢١٠)

گُرَمکَ سَبُ سَٽيو، ليکو ڪَڍي جيءَ مون،
مِلي سادَ سَنگَتِ سان، آتَمَ رَسُ چَٽيو،
سامي سارُ ڪَٽيو، ڇِڪي ٻَڌائين ڳَنڍِ ۾.

(٢١١)

گُرَمکُ سالاهي، سدائي سَت سَنگَ کي،
ڏِٺو جَنهِن گُرگِياتِ سان، مُنهَن مَرُهيءَ پائي،
مَمِتا مِٽائي، سامي چَڙهيو سِيرَ تي.

(٢١٢)

اَنِيئِہ آتَمَ تَتُ، گُرَمکَ لَڌو گھر مون،
مَٺايائين مَنَ مون، سامي سَبُ مَمَتُ،
جاڳِي سَبُ جڳَتُ، لَئِہ ڏِٺائين لکَ ۾.

(٢١٣)

اَنيئَہ آتَمَ پَدُ، مَنَ بُدِ واڻيءَ کون پَري،
بنان مِهرَ گُروءَ جي، پَهُچي کونہ اَحَدُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَڍي دُکُ دَرَدُ،
حَدَ پري اَنحَدُ، وِرلو ڪو گُرمک لکي.

(٢١٤)

اَنيئَہ جوتِ جڳي، گُرگَمَ جَنهِن جي گهرَ ۾،
سامي تَنهِن سا پُرکَ کي، سَنسو کونہَ لڳي،
توڙي لوکُ وڳي، تان پي رهي اَليپ اَکاس جان.

(٢١٥)

آتَمَ پَدُ اَگادِ، گُرمکَ لَڌو گهرَ مون،
پاڻُ وِڃايو نِندَ ۾، سو جاڳِئي آيو يادِ،
مِٽي ويئي مَنَ مون، سامي سَبِ اُپادِ،
سُتَهَ سِدِ سَمادِ، لڳي رَهي لک ۾.

(٢١٦)

آيو هَرِ حِصي، گُرگَمَ جنهن گُرمک جي،
پيرُ تَنهِين جو پِريت کون، سامي ڪين کِسي،
راتيون ڏينهن ڏِسي، سنمکَ سپيرئن کي.

(٢١٧)

ڳِٺيان ڪَهڙا ڀاڳَ، سامي تَنهِن سيوَکَ جا،
جَنهِن ٻَنڌي ڏِني پانهِنجي سَتگُرَ جي هَٿَ واڳَ،
ڇَڏي نانا راڳَ، لڳو رَهي لکَ ۾.

# سلوڪ گُرَمُکُ (ب)

(۱)

گُرَ سِڪيءَ جي گَت، چَئِي وَڃي نہ مُنهَن سان،
پُڇي ڏِسُ تَنِين کون، رکي جَنِ رَهَت،
ماٺِ موجَ مُڪِتِ جي، ميٺي مَمِتا مَت،
جاگَرِتَ ۾ سُکَپَتِ، سدا رهن سامي چَئي.

(۲)

گُرَ سِڪيءَ جي سَندِ، لکي وَڃي نہ لِنوَ ري،
پُڇي ڏِسُ تَنهِين کون، جي پَهُتا اُنهِيءَ هَندِ،
لَنگهِيا پارِ سَمُندَر کون، ٻنان ٻيڙيءَ ٻَندِ،
ڪيري ڪَلِپَتَ ڪَندِ، سامي مِليا سَروپَ سان.

(۳)

سَچِي صَرافي، سَتِگُرَ ڏِني سِڪَ کي،
پيهي ڏِنائين پاڻ ۾، سامي سَمَ صافي،
ڪَٽي سَڀ ڪَلپنا، مِلڪُ ڪائي معافي،
طَمَعَ تَلافي، ڪَنهِن سان ڪَري ڪِينَڪِي.

(۴)

اَندو جيءُ اَحمَقُ، سَچ سُجاڻي ڪِينَڪي،
ديهي ڄاڻي پاڻَ کي، پوڄي نِت نَرڪُ،
وِرلو ڪو گُرمکُ رَهي، ڦُرني ڪون فارَقُ،
ٻانَيَن تي ٻارَڪُ، وَرتي سَڀَ وَهنوارَ ۾.

(۵)

اَلکُ عَدالَتي، ڪَري عَدالتَ اَنيَئي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، ماهِلُ مَحَبَتي،
جَنهِن کي ڏِني سَتگُروءَ، سَچَ جي رَهَت رِتي،
مِٺي مَنَ مَتِي، وَرِتي ويدَ وِچارَ سان.

(٦)

سامي چَئي شَريڪُ، آهي ڪونَ الله جو،
ڪَيو سِڪَ سَچيءَ سان، طالِبَن تَحقيقُ،
چَڙهيا عينَ عَرشَ تي، ٿي بيحَد باريڪُ،
نَئِنَنِ ڪَئون نَجيڪُ، سُتَهَ ڏِسن سُپرين.

(٧)

سامي سَيئي، سَنتَ لکائِن سَمتا،
وِرلي ڪَنهن گُرمکَ کي، سَچي سُڌِ پيئي،
پاڻُ ڏِٺو جنهن پاڻَ ۾، ٽُڪُ ٽُٻي ڏِيئي،
لوڪُ پَرِلوڪ ٻيئي، لَنگهي لالُ گُلالُ ٿِيا.

(٨)

سُپيريان جو پير، سَنتَ لِکائِن سَڀَ کي،
گهرِي پَنهِنجي گهرَ مون، کَنهن گُرَمکَ لڌو گهير،
ويٺو اَنيَئِہ تَختَ تي، ٽي نِرَيئہ نِرَ وير،
سامي جِئن سُمير، کَري کانہ کَلپِنا.

(٩)

رامَ نگَرَ جو راهُ، سنتَ لکائِن سَڀَ کي،
پَهُچي کو پِنڊَ سَٽي، دَردَوَندُ داناهُ،
رکيو جَنهِن رَهَتِ سان، وَچَنَ تي ويساهُ،
عينَ اَيندَ اَچاهُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١٠)

هَرِجَنَ ڏِسي هَٽُ، دارون ڏِيَنِ دَرَدَ جو،
سُمُجهي کري کو سورَمو، پِريتِ سَچيءَ سان پَٽُ،
کَٽي سَڀَ کَلپِنا، سامي ٽَئي سَمَرَٽُ،
کَٽي کينَ اَکَٽُ، اِستَتِ رَهي آنَندَ ۾.

(١١)

ياڳوتي ياري، لکَ لکائِنِ اَنيَئِي،
سَمُجهي کري کو سامي چَئي، اُتَمُ اَڌِکاري،
جاڳِي جَنهِن جڳتَ جي، ڀَٽي ميساري،
بيحَدِ جي ٻاري، ٻَٽي ويٺو پاکُ ٽِي.

(١٢)

جيڪو ٻيڪَ ڪَري، دَرَدَ وَندَنِ جي دَرَ تي،
تَنهِن کي سِڪَ سَمُجَهه سان، ڏِئُن ڍَندارَ ڍَري،
وِهي اَنيَٺِ تَختَ تي، ڏيرُ سُڌيرُ ڌري،
سامي ڏِسي نَري، اَندرِ ٻاهَرِ آتما.

(١٣)

وَڪِتي کي سِروتو، سِياڻي سَجاڪو مِليو،
ٻنهي بيحَدِ ٻُڌِ سان، پِريمَ هارُ پوتو،
ٻائي چَڙِهيا چِت تي، چُستِ ٻَڌي چوتو،
ڪائِنِ نَ گوتو، سامي چَئي سَنسارَ ۾.

(١٤)

ڍو ساگرُ ڍاري، لَهَرِيون ماري لوڀ جون،
سامي تَنهِن ۾ سَمُجَهه ري، وَهي وِسُ ساري،
لَنگهِي چَڙهيو لڪَ تي، ڪو اُتمُ اَڌڪاري،
سَمتا سَچاري، پهچائي تي پَدَ ۾.

(١٥)

وَحي سَڀ وَهندي، خَلَقَ خامَ خِيالَ ۾،
سَتِ ڄاڻي سپني جي، بنان نِيرَ نَندي،
وِرلي ڪَنهِن گُرمَڪَ لَڌي، ڪِرپا سانُ ڪَنڌي،
مِيٺي چَگي مَندي، سامي جُڙِيو سَروپَ سان.

(١٦)

وَجي سَبَ وَهي، ٽي خَلَقَ پَنهِنجي خِيالَ ۾،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمکَ ڪَئي، سامي ٻَالهِ سَهي،
چَڙهِيو اَنيَڌِ اَچَ تي، پَنجَئي دوتَ دَهي،
ڪَري راجُ رَهي، سَدا بيگمپُرِ جو.

(١٧)

سَنسي جگُ سارو، مُنجهائي موڳو ڪيو،
ڪَنهِن جو هَلي ڪِينَڪِي، چَتُرائِي چارو،
وِرَلو ڪو گُرَمکُ رَهي، نِرپکُ نيارو،
اَنيَڌِ اُجيارو، سامي ڏِٺو جَنهِن سَمَ تي.

(١٨)

مايا موهي مَنُ، موڳو ڪيو مائُهن جو،
پَوَنِ پئُو ساگَرَ ۾، ڏاري نانا تَنُ،
وِرَلي ڪَنهن گُرَمکَ لَڌو، اُلٽِي آتمُ ڌَنُ،
سَدائي پَرَسَنُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١٩)

مايا مچائي، ڪوڙي راندِ ڪَلپِت جي،
وِرَلي ڪَنهِن گُرَمکَ ڪي، اَنيَڌِ ۾ آئي،
سامي مِلي سَروپَ سان، مَمتا مِٽائي،
سَمَ تي سَدائي، مائي مَوجَ مُڪتِ جي.

(٢٠)

ڏورون ڏڪائي، سَبَ کي نانگُ نوڙيءَ جو،
سامي سگهي ڪونَ ڪو، پيرُ اڳي پائي،
وِرلي ڪَنهِن گُرمکَ ڏِٺو، ڏيئو جاڳائي،
سَنسو مِٽائي، سُمِهيو سکپَتِ سيجَ تي.

(٢١)

مايا مَنجھ مُڪتِ، وِرلو ڪو گُرمک رَهي،
جَنهِن کي ڏِسي سَتگُروءَ، جُڙئي جِي جگَتِ،
ڏيئي ڪَندِ ڪلَپَ کي، چيتَنُ ڪيائين چِتِ،
اَنيڪِ سڪُ اَمتِ، سامي پائي سَمَ ٿِيو.

(٢٢)

گهوڙو پَلاڻي، سَيِڪو ڊوڙي ڏهَ ڏِسا،
سَتِ چاڙي سَنسارَ کي، چاڙِي نِتُ چاڙي،
سامي بَڌو ساڌِ سَنگِ، گُرمکَ گهرِ آڻي،
مَوجَ مِلِي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻَ ۾.

(٢٣)

پَنِ مون پَڙهي، حَرِفُ لَڌو جَنهِن هِڪڙو،
سو مَري ڪينَ مُنجهِن جان، راتيون ڏينهن رَڙي،
پَيِي پِرمَ گهڙي، سَئِلَ ڪَري سامي چئي.

(٢٤)

ٻُڌي سو ٻُڌوان، مُرلي مَنَ موهَنَ جي،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَبَ ايمانُ،
رَهي پانهِنجي حالَ ۾، سَدائي غلطانُ،
ڪري اَمِرَتَ پانُ، ماڻي دَورَ دَرِسَ جِي.

(٢٥)

ڀڳَتَ نانا ڀانتِ، تَپَ تيوَتَ ساڌنا،
وِرلي ڪَنهِن گُرمکَ ڪي، سامي آئي سانتِ،
جاڳِي ميٺيو جَنهن جيءَ جو، ڀُلائو ڀرانتِ،
اَنيڪَ ري ايڪانتِ، ڪوڙي جاٽي ڪَلپَ جِي.

(٢٦)

اَچي ڪوندَ واري، سُورَوِيرُ سَنسارَ سان،
بِيٺا مَتِ مَرِمَ ري، هَٺُ، هِمَٿَ هاري،
وِرلو ڪو گُرَمکَ هَلِيو، وِڌِ سان ويچاري،
چڙهِي چؤٻاري، سَٿَلَ ڪَري سامي چئي.

(٢٧)

دوسِتَ جو دِيدارُ، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
وِرلي ڪَنهِن گُرَمکَ ڏٺو، ٽڪَدَمُ ڪَري قرارُ،
چَئي سگهي نَہ مُنهَن سان، اَنيڪَ سکُ اَپارُ،
سَدا مَستُ خُمارُ، سامي رَهي سُپاوَ ۾.

(٢٨)

آسا مَنجھ نِراسُ، وِرَلوڪو ڳُرَمڪ رَهي،
جو وَجي چڙهيو چِٽَ تي، ڪَري اَنَ اَپِياسُ،
جِتي تون مان نانھِ ڪا، نَہ ڪو تا ڪُرُ داسُ،
چيتَنَ چِداڪاسُ، سُتَہَ سِدِ سامي چئي.

(٢٩)

وِرَلو ڪو چيلو، سمُجهي ڳِيانُ ڳُروءَ جو،
پَري هَٽي جو پَرَمَ ڪي، عَئِبي گُليلو،
سامي ڪَري سَروپَ سان، مَمَتا ري ميلو،
اَنتَر اَڪيلو، ٻاهَرِ تون مان ۾ رَهي.

(٣٠)

وِرَلو ڪو ڄاڻي، ڳُرَ سِکيءَ جي ڳَت ڪي،
جو موڙي مَنَ پَوَنَ ڪي، اَنتَرِ ڳَتِ آڻي،
سُتَہَ سِدِ سَروپَ سان، مَوجَ مِلي ماڻي،
سُمهي پَٽُ تاڻي، سامي سانتِ سَراءِ ۾.

(٣١)

وِرَلي ڪَنهن وَچَنُ، مَڃيو ساڌو جَنَ جو،
ڪِيائين وَسِ ويساهَ سان، پَرِچي مَنُ پَوَنُ،
گهٽ وَڌِ واٽيءَ واچَ ڪي، ڪَلِپي ڏِئي نَہ ڪَنُ،
پَرَميسَرُ پورَنُ، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(٣٢)

هَلي ڪو هرجَنُ سُوڙي راه رَهَتِ جي،
لَڏِ ڪَيو جَنهن لڪَ ۾، موڙي پانهنجو مَنُ،
گهٽِ وَڌِ واٽيءَ واچ ڪي، ڪَلپي ڏئي نَہ ڪَنُ،
پَرميسورُ پورَنُ، سامي ڏِسي سَتِگُرو.

(٣٣)

هرڪو ٻُڌي حُڪمُ، مَحِيو جَنهن مَحبوب جو،
پَٽي سَٽِيو پارَ ڪون، طَمَعَ جو تُخُمُ،
سَدا رَهي سامي چَئي، گيات اَگَمَ ۾ گُمُ،
مُٺَنِ ڪي مَعلُمُ، مَٺو سُکُ مُٺَنِ جو.

(٣٤)

مَحِيو جَنهن چَيو، سَنَتَنِ ساپُرسَنِ جو،
تَنهن سُجاڪي سورَمي، سَرِبَ تِياڳُ ڪَيو،
ڏِنائين آڪاسَ جان، رَمي رامُ رَهيو،
اُونهو اَٿَ مَيو، سامي ماٽي سانتِ سُکُ.

(٣٥)

چِگَنِ جو چَوَڻُ، مَنيو جَنهن مَحَبَتيءَ،
مَنيو تَنهن جي من مون، ٻُلائو ٻَوَڻُ،
سُمِهيو سُکَپتِ سيجَ تي، پائي پَدُ پورَنُ،
سامي ماسو مَڻُ، ڏِسي نَہ رَهَتِ رَتيءَ ۾.

(٣٦)

وِيدَنِ جو وادِي، ٿِئي نہ سُجاکو سورمو،
سُرتِ ساڌي جَنهِن ساڌ سَنگ، اَنترمکَ آندي،
سامي ڏِنائِين سَربَ گتِ، چيتَن لکَ چاندي،
هَيبَتَ هيڪاندي، سَٿي چڙِهيو سکَ پالَ ۾.

(٣٧)

مَحَبَتيءَ ميڙي، سُرتِ رکي گُرَ شَبَدَ ۾،
نِٺائِين نِرتِ نگرَ ڏي، رَهَتِ سَچيءَ ريڙهي،
جِتي دوستَ دَرسَ جو، کيتُ وڏو کيڙي،
ويهي مَنجهِ ويڙي، سَبُ سَئِلُ ڪري سامي چئي.

(٣٨)

وَڏو وِڄُ وِچاءُ، ڪَهَٽيءَ رَهَٽيءَ پاڻ ۾،
وِرَلي ڪَنهِن گُرمکَ کي، سامي پيو سَماءُ،
جاڳِي ڪِيائِين جگَ جو، اِتي اَتنتا ڀاءُ،
ڄاڻي دِلبَرُ داءُ، پاسي ٿِئي نہ پيءَ کون.

(٣٩)

سوئي سَربَنگي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي رَمزَ رنگي،
پِٺي پِيئاري پريم رَسُ، مِٽي طلبَ تنگي،
سَدا ساڻُ سَنگي، ڏِسي اَنيڪَ آتما.

(٤٠)

جيڪو سيڪَ سِڪِي، سامي سَچارَنِ ڪون،
ڪوڙا سو ڪَلپَت جا، ليڪا ڪِينَ لِکِي،
پَهُچي پِريمَ نگرَ ۾، چَڙهي تُرَنگَ ٽِڪي،
پارَکُ ٿي پَرکِي، اَندَر ٻاهَرِ آتما.

(٤١)

جَنهِن کي آتمُ گِيانُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ،
ڪَيو سَمَ ساگرَ ۾، اُلٽي تنهن اِسنان،
مَمَت مِٽائي مَنَ جي، ٿِيو نِرمَلُ نِربانُ،
ڄاڻي سَبُ جَهانُ، چِمتڪارُ چيتَنَ جو.

(٤٢)

جَنهِن کي خَبرَ ڪَري، ٻيئي پَدَ اَگمَ جي،
سَهَجي ويا سامي ڇُٽِي، تنهن جا تَپَ تَري،
سُمِهيو سُکپَتِ سيجَ تي، سُٺي پَرَمَ پَري،
جِئَن ڳُرو ڳَري، پاڻي ڄاڻي پاڻَ کي.

(٤٣)

جَنهِن کي پورِ پَکِي، پارِ لَنگهايو پاڻيءَ،
پائي سکُ سَروپَ جو، ٻيا تَر ڪِينَ تَکِي،
مَستَڪَ تي مَنِ مَرمَ جي، جگمگات جَهلَڪي،
سامي سَدا ڏَکي، اَگهاڙَنِ کي اَنيئي.

(۴۴)

ڪَنيو جَنهِن ڏکو، گُرگَمَ گريبيءَ جو،
ماري تَنهِن مُدَعِنِ کي، مَها مَسانُ مُکو،
سُمِهيو سُکَپَتِ سيجَ تي، پائي چِٽَ چَنکو،
سارو ساٿُ ڍِکو، سامي ڏِسي سَراء ۾.

(۴۵)

ڪَنيو جَنهِن ڏکو، گُرگَمَ گريبيءَ جو،
ماري تَنهِن مُدَعِنِ کي، مَها مَسانُ مُکو،
سامي وينو صافُ ٿي، پائي چِٽَ چنکو،
هَٿَ ۾ کَري حُقو، ماڻي مَوجَ دَرِسَ جي.

(۴۶)

ڪَنئين جَنهِن گدا، گُرگَمَ گريبيءَ جي،
جيتي تَنهِن جَتَن ري، ويري سَبُ وَدا،
جاڳي ڪَيائين جمَ سان، اَنيئي اَدا،
سامي رَهي سَدا، پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾.

(۴۷)

ڪَنئين جَنهِن گدا، گُرگَمَ گريبيءَ جي،
جيتي تَنهِن جَتَنَ ري، ويري سَبُ وَدا،
پَرِچِنتا کون پاڪُ ٿي، ٻولي پريمَ پَدا،
سامي رَهي سَدا، سُکَ وَسنوَ جي وِچ ۾.

(۴۸)

ڪَنئين جَنهِن گدا، گُرگمَ گريبيءَ جي،
جِيتي تَنهن جتَنَ ري، ويري سَبِ وَدا،
ٻاوَندو وَتي ٻوٽَ ۾، پَرچي پِريمَ پَدا،
سامي رَسي سَدا، پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾.

(۴۹)

گُرمُک گِرَستي، مَستُ رَهي مَهرانَ ۾،
چَڙهي جَنهِن جي چِتَ ۾، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوکَمُ تِيو سامي چَئي، ماري مَنَ هَستي،
ڄاڻي سُجَ وَستي، آيا اَنيَنِ لَعلَ جِي.

(۵۰)

گُرمُکُ گِرَستي، مَستُ رَهي مَهرانَ ۾،
چَڙهي جَنهِن جي چِتَ تي، مَحَبَتَ جي مَستي،
سوکَمُ تِيو سامي چَئي، ماري مَنَ هَستي،
ڄاڻي سُجَ وَستي، آيا اَنيَنِ لالَ جِي.

(۵۱)

گُرمُک گِرَستي، پاسي تِئي نہ پِيءَ کون،
جَنهِن کي اجگَئبي چَڙهي، مَحَبَتَ جي مَستي،
ڄاڻي سُجَ وَستي، آيا اَنيَنِ لعلَ جِي.

(۵۲)

راڄُ جوڳُ پيئي، ڳُرمکُ ڄاڻي سَمَ سَدا،
جَنِهن کي سارَ سَروپَ جي، سامي سُدِ پيئي،
سَنسا سَپيئي، ميٽي ويٺو مَحلَ ۾.

(۵۳)

ٻَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي کو سورمو،
جَنهِن کي ڏِني سَتگُروءَ، اَنيڪَ مَتِ اَپارُ،
پيهي ڏِنائين پاڻَ ۾، دوستَ جو ديدارُ،
ڄاڻي سَڀُ سَنسارُ، سُپني جو سامي چَئي.

(۵۴)

تَنهِن کي خَبَرَ کَري، پيئي پَدَ اَگمَ جي،
جَنهِن ديکيا داتِ ڳُروءِ جي، هِردي مَنجهه ڌَري،
کَٿي سَٽِيائين سِرَ تون، سامي پَرَمَ پَري،
سُتَهَ سِدِ نَري، سُمهِيو سُکَپَت سيجَ تي.

(۵۵)

جاڳِيو کينَ جَـکي دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان،
ديکيا داتِ ڳُروءِ جِي، مُحَکَمَ مَنِ رکي،
اَندَرِ باهَرِ آتَما، سامي سَمَ لکي،
چيتَنُ رسُ چکي، لُنوَ لُنوَ لالُ ڳُلالُ ٿي.

(٥٦)

دَولتَ دَردَوَندي، سَتگُرَ ڏِني سِڪَ کي،
سَڀ گھٽَ ڏِسي سُپرين، ڇَڏِي خود پَسَندي،
ڪَنهِن کي ڇَوي ڪِينَڪِي، مُنهَن سان ڇڱي مَندي،
هَرِدَمُ هَٿَ ٻَندي، سيوا ڪَري سامي چئي.

(٥٧)

دَرِسيو دَولتَ وَنَدُ، رَهي اُدارُ اَندر ۾،
سَمُجهي جَنهن سامي چئي، تاجيءَ پيٽي تَندُ،
ماٺي نِتَ مَرَمَ سان، اَنيَتَ جو آنَندُ،
جِئين مِصريءَ جو قَندُ، سَڀَ جو مُنهَن مِٺو ڪري.

(٥٨)

سَرَنديءَ کون تالو، وِرلو ڪو گُرمک ڪري،
ڪاڏو جَنهِن ڪِميا سان، نِجُ نِرِيَوُ نيوالو،
سَٺي وِڏائين سَرِبَ گَتِ، ڪَلپَت ڪَشالو،
سَمَ سيتَلُ سکالو، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(٥٩)

پاڙهي ڪيو پَرپَڪُ، مُرِشَدَ خاصِ مُريدَ کي،
رکي نَہ رَتيءَ جيترو، طَمعَ سان تَعلَق،
پَنهَنجي اَکئين پانَ کي، ڏِسي ٿِيو لاشَڪُ،
هَرِدَمُ عين اَلحَقُ، ٻانيَڻ ٻولي ٻَلَ سان.

(٦٠)

سو گُرمک گِياني، سو جوڳ ميسَرُ جڳ ۾،
جَنهن سامي ڳالهِ سَهي ڪَئي، هِڪڙي حَقاني،
جڳَتَ ڏِسي جانيءَ ۾، جڳَتَ ۾ جاني،
سِيائپَ ناداني، سَٽي وِيٺو سَمَ تي.

# سلوڪ ايشور مهما (الف)

(١)

اِڇا ري اِسرارُ، ٿيو خياليءَ جي خِيالَ ۾،
جنهن جو آدِ نہ اَنتُ ڪو، نڪو پارُ اورارُ،
مَن َٻُڌِ واڻيءَ ڪون پَري، ڪيرُ ڪَري تَڪِرارُ،
ساميءَ سَمُجهِيِ سارُ، سنتن هِڪُ سوگهو ڪَيو.

(٢)

عَجائبُ اِسرارُ، گُرگمَ ڏٺو غيبَ جو،
ڏاري آيو جڳَ ۾، نِراڪارُ آڪارُ،
ڪيلي نانا ياءِ ٻِي، رَهي اَليپُ اَپارُ،
وَڃي ٻَلِ ٻَلهارُ، سامي لَڪِي تون سَدا.

(٣)

عَجائبُ قُدرَتَ، ڪَرتا رچِيِ ڪَلَ سان،
آدِ سَڪتِ ڪون ديوَ ٿي، تِنِ ڪون ٿيا پَنج تَتَ،
تَتَنِ ڪون وِستارُ ٿيو، سَڀِ نِيارِي نانَتَ،
سَيلُ ڪري سَيڪَنهِن جو، سامي ٻنان مَمَتَ،
لُڙَ ڪي هَٽي لَتَ، موتي سُمهيو سيجَ تي.

(۴)

جَنهِين لَڳِ لڳِي، ڪَئي ڪُلَ جَهانَ سان،
ساميءَ جي تَنهِن لَڳِ سان، پورن پريت لڳِي،
گُرگمَ گِيانَ اگمَ جِي، جڳِ مڳِ جوتِ جڳِي،
سَهَجي پِرانتِ پِڳِي، جاڳِئي اِيسَرَ جيءَ جِي.

(۵)

اَجڳِئي تارو، پورَبَ چڙهيو پاڻهي،
پورَنُ پَسريو تَنهِن جو، ڏَهَ دِسَ اُجارو،
وِياپَڪُ ڏِٺو وِسُ ۾، مِلِيو نِيارو،
سامي سُکُ يارو، پاتو جيءَ پَسِي ڪَري.

(٦)

اَڻ هوندِي بازي، بازيگَرَ بَرَحالُ ڪي،
ڪاٿي پيرُ فَقيرِ اَميرُ ٿِيو، ڪاٿي شيخُ مُلان قاضي،
ڪاٿي گُروُ گُسائِين گِيانُ وانُ، ڪاٿي حَجَ ڪري حاجي،
ڪاٿي راجا پرجا چَوڌري، ڪاٿي مَهِتو مِيانجِي.
ڪاٿي سُوربِيرُ داتارُ ٿِيو، ڪاٿي مِنَتَ موٿاجي،
ڪاٿي چورُ چُغُلُ ٺَڳُ مَسخرو، ڪاٿي پِنڊَ ڪٽي پاجي،
ڪاٿي ڳِڻتيءَ ليکي ڏُکَ ۾، ڪاٿي رضا ۾ راضي،
سامي جنهن ساجي، سو ساکِي پَٽَ پار ٿِي.

(٧)

قدرتَ تنهن جي قادرا، ڏسي مَنُ ٺري،
ڪاٿي سلطانن سلطانُ ٿين، ڪاٿي دَردَرِ بيکَ ڪرين،
ڪاٿي لکَ لُٽائين ڏينهن ۾، ڪاٿي ڪوڏيءَ ڪاڻِ مَرين،
ڪاٿي صورتَ جو سَردارُ ٿين، ڪاٿي موهين ذوقَ ذَري،
ڪاٿي زوراوَر ظالمُ ٿين، ڪاٿي ڏسي روپَ ڏرين،
ڪاٿي اَلبيلو اَوڌوت ٿين، ڪاٿي ڳنڍيءَ مَنجھ ڳرين،
ڪاٿي گيانُ ڪرين گلزارُ ٿي، ڪاٿي سنڌِ ڪي ساهَ ڀرين،
مَنَ واٽيءَ ڪون پَري، آهي صِفَت تُنهنجي صاحبا.

(٨)

جاني آيو آهِ، بيکُ ڌري بازارِ ۾،
پاڻَ لِڪائي پاڻَ کون، تو ڪيلي نانا ڀاءِ،
گُرو شيوَڪُ پاڻَ ني، لکَ اَلکَ لکاءِ،
سامي سَهَجِ سُڀاءِ، راند رچائِي خوش ٿي.

(٩)

بيکُ ڌري آيو، خاوَندُ پاڻَ خَلقَ ۾،
چاهَ وَرائي چِتَ سان، نانا رَنگَ لايو،
ڳنڍيءَ ليکي ڪون پَري، اَچرَجُ مَچايو،
سامي سَمايو، نِيارو رَهي نَڀَ جان.

(١٠)

وَدِي دِلِ کَسِي، ساڪيءَ سُهٽي موڙ سان،
اڪيون اڪنِ ۾ رکي، سَنَمڪُ سَدا هَسي،
آدي ڳالھ اَنيَئِي، پَلڪن سان ڏسي،
راتيون ڏينهن وَسي، سامي مينگھ مِهرَ جو.

(١١)

آيو ناگرُ نَٽُ، بيڪُ ڌَري بازار ۾،
ٻانيَنُ چَوي ٻيائيءَ ري، ڪَڍي ويٺو هَٽُ،
پاڻَ وَپارِي، وَڻِجُ ٿيو، پاڻَ تارازي وَٽُ،
رَعيتَ، راجا پاڻَ ٿيو، ڪائرُ، سُورُ، سُپَٽُ.
پاڻَ ڪُنيَرُ، آوي بَڻيو، چَڪُ مِٽي، گھٽُ مَٽُ،
پاڻَ ڦُولُ، ڦَل، پَترُ ٿيو، پاڻَ ڏارُ، ٻِج ٻَٽُ،
اَندَرِ ٻاهِرِ ڏَهِ دِسا، کيلي گُپتُ پَرِگھٽُ،
پَرچِي ڪولي پَٽُ، پاڻ لڪائي پاڻَ کي.

(١٢)

نانا روپَ ڌَري، خِيالي کيلي پاڻَ سان،
جوڙي بُتَ مِٽيءَ جا، جِئين ٻالڪُ راندِ ڪَري،
رَهي پاڻَ پَري، نَٽُ نَچائي پتليون.

(١٣)

شھ رڳ کون نزديڪ، سڄڻ آھي اوڏڙو،
ڪڏي غير اندر مون، ڪري ڏس تحقيق،
ناحق ڪُرڪُ مَ ڪيڪ، سامي چئي سَمجھ ري

(١٤)

پاري ۾ پاڻي، تِيئن وِياپڪُ وَسي سڀ ۾،
سوڪم سَندِ پرين جي، ڪنھن جاڻائي جاڻي،
سامي سَماڻِي، تنھِن جي سُرتِ سَروپ ۾.

(١٥)

حاضِران حضورُ، سائين سيوڪ جي رهي،
پلڪ پرانھون نہ ٿئي، جِئين نَئنَنِ ۾ نور،
ڪڏي سَنسو سُورُ سامي رهي سَياوَ ۾.

(١٦)

حاضِران حَضورُ، سامي ڄاڻُ سَروپ کي،
اَندرِ باهرِ ڏهَ دِسان، سَدائي ڀرپور،
جِيئين نَئنِن ۾ نورُ، تِيئين سَنمکُ ڏِسي سڄِرين.

(١٧)

اَنترجامي ڄاڻُ، سامي سُپيرِين کي،
ڏُويڪ نہ رکي ڪنھن سان، سَمَ رَھي سَڀ ساڻُ،
ڪڏي پانھنجو پاڻُ، تون شيوا ڪر سَروپ جي.

(۱۸)

سُوکَمَ کون سُوکَمُ، اَٿي راهَ عَجيبَ جي،
ڪٿي سانءُ ڪِميا جي، سامي دَمَ قَدَمُ،
جيڪو اَٿي ڪَمُ، پَسڻُ مَنجهِ پرينِ جي.

(۱۹)

خَلقَ مَنجهِ خالِقُ، خَلقَ سَڀ خالِقَ ۾،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، وِرلو هَرِجَنُ هِڪُ،
مِهرَ ڪَري مالِڪُ، جَنهن تي پَرچي پاڻهي.

(۲۰)

نِرگُڻُ ۽ سَرگُڻُ، ٻيئي آڪارَ اَلڪَ جا،
جَنهِن کي پِريم پَرتِيتِ سان، مَني تُنهِنجو مَنُ،
تَنهن جو ڪَرِ تَدَروپُ ٿي، ٻنان ڀيدَ ڀَڄَنُ،
پِريتِ اُتي پَرِسَنُ، سامي ٿِيندءِ سُپرِينِ.

(۲۱)

جنهن مون اُٿِي وِسُ، سو وياپَڪُ ٿِي وِسُ ۾،
پائي مُنهن مَهرانَ ۾، تون ڏِيو ٻاري ڏِسُ،
سامي ڇَڏِ آلِسُ، جاڳُ تَہ لَهين سُپرِينِ.

(٢٢)

سو ڪَنين آوازُ پيومِ، پِرينءَ جو پانَ چيو،
ٻُنڌَڻ سان ٻانَہَنُ ڇُٽي، ڇَڏي وِرسُ وِيومِ،
جَڏو جيءُ جِيومِ، اَچَڻَ سانُ عَجيبَ جي.

(٢٣)

پَرِميسَرُ پورَنُ، چِيتيءَ اَئُونَ ڪُنجَرَ ۾،
جاءِ ڏِنِيسين ڪانَڪا، آتمَ ري اُورَنُ،
ٽِٽڙو چِتُ چورَنُ، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(٢٤)

ڏِٺِي رَنگَ پِرِي، مورَتَ مَحبوبَنِ جي،
جِيَڻَ مَرَڻَ دُکَ سُکَ جِي، اَپِدا سَبَ ٽَري،
سامي جيءُ ٺَري، سُمهيو سُکَپَت سيجَ تي.

(٢٥)

دائِمَ وَسِين دِلِ ۾، تون رَبَ راتيون ڏينهَن،
جِيئِين سِپَ سَمُنڊَرَ ۾، خاطِرِ موهِي مِينهَن،
تِيئِين تُنهِنجي نِينهَن، ڇَڏِسِ چارا لائِئا.

(٢٦)

نيٺَن لايو نِينهَن؛ نورَ مَحلَ جي ناٿَ سان،
جِتِي سُورُ نہ چندرُ ڪو، نڪو رات نہ ڏينهَن،
بنان بادلَ مِينهَن، سامي سدائِي وَسي.

(٢٧)

نِمائُنِ جو مانُ، پِرين پَراهون نَہ ٿِئي،
وِهان تہ وِهي سَمَهون، ڏِسان تَہ ڏِسي پاڻُ،
سامي پُرکُ سُجاڻُ، هَٿَ لائِي هَٿِ نہ اَچي.

(٢٨)

لالَنَ جو لَٿِڪو، ڏِسي مَنُ مَستان ٿِيو،
كيلي نانا ياءِ ٿو، لائِي چِتَ چَٽِڪو،
سَنَمکُ ساميءَ جي اچِي، ڪِيائين جَهٽَ جهَٽِڪو،
پِڳائِين مَٽِڪو، هَٿِي هَٿُ ڪَرَمَ جو.

(٢٩)

سَيئِي پَرِتا، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
ڪي تِياڳِي وِيٺا ڪُلَ ڪي، ڪي گِپِنِ مَنجهِ گَتا،
ڪي پَندِتَ پَرِبِينِ ٿِيا، ڪي مورکَ چِت ڪَتا،
ڪي ڪُچِيل ڪُلِچِٿا، ڪي اَپَرَسَ اَچُتا،
ڪي سِيتلُ وَرِتَنِ وِدِ سان، ڪي رَهَنِ تاوَ تَتا،
ڪي دکي دِينَ اَندرَ ۾، ڪي وَتَنِ مَستُ مَتا،
ڪي ڪُوڙَ ڪَپٽَ پَرِ پَنج ۾، ڪي آتمَ رَنگَ رَتا،
سامي چَئِي سَتا، مِڙِيائي مَهراجَ جي.

(۳۰)

آهي سَبَ پوري، رَچنا مُنهنجي رامَ جي،
سَمُجهي کو سامي چَئي، هَرِجَنُ حضوري،
جَنهِن دَرِسَنُ ڏِٺو دوس جو، نَيَنَنِ سان نوري،
کَري صَبوري، ڦُرني کون فارِڪُ ٿيو.

(۳۱)

سامي جاڻُ اَسَتِ، جڳتُ هي جڳديسَ ري،
سَنتَن ساپُرِسَن جي، اَتي اِها مَتِ،
سَمُجهي پِريم پَرتيتِ سان، کَري سُدُ سَنبتِ،
پَهُچي ڏِسي تَتِ، جتي ساکيءَ جو سوجهرو.

(۳۲)

سامي سَيوئي، اَتي جَسُ جڳديسَ جو،
ويدَ پُرانَ سِدَ سادَ جَنَ، ٿا سَلاهِنِ سوئي،
سَمُجهي آتمَ سَندَ کي، وِرلو جَنُ کوئي،
پاتو جَنهِن پُوئي، يَڳتِ هارُ ڳِچيءَ ۾.

(۳۳)

بنان نالي نامَ جي، ڏَبُ دارون سَبِ ڏوهَ،
جڏهن معافي ڪري ڏوهَ، تڏهن ڦَڪيءَ ري فرقُ ٿِئي.

(٣٤)

سمجهي جنِ سَتا، مِرّيائي مَهراجَ جي،
سي ڪَڏِي ڪائِنِ ڪِينَڪِي، خِلوَتي خَطا،
رَهَنِ رَنگ رَتا، سامي لوئيءَ لاڪَ جان.

(٣٥)

سامي سَڀُ ديدارُ، اَتي عَجِيبَن جو،
ڏِسي ٻِنڌي پاڻَ تو، ٻولي ٻولڻهارُ،
نراڪارُ آڪارُ، ڌاري آيو جڳَ ۾.

# سلوڪ ايشور مهما (ب)

(١)

اَلکَ پُرکُ آيو، سَيلُ ڪَرَڻَ سَنسارَ جو،
ڪِڻَ ۾ هِڪَ خيالَ سان، سَبُ رَنگُ رَچايو،
سَتِگُرَ سِکَ سُجانُ کي، لِنوَ سان لکايو،
سامي سَمايو، جَلَ پِپوتو جَلَ ۾.

(٢)

اَلکَ پُرِکَ آنِي، ديرو ڪِيو ديهن ۾،
سامي سکَ اَگمَ جي، تَنهِن کي ڪَلَ ڪانهي،
سَهي سُڃاتو پاڻَ کي، دَرَدَوَندَ داني،
جيئِين پَرواني، پاڻُ مِلايو جوت سان.

(٣)

اَلکَ پُرکَ آٽي، رَچَنا رَچِي رَنگَ يَري،
اَڳيون ويٺو اَٽَتِيو، پَٽَ پَرِدو تاٽي،
وَتو سِکَ سَچيءَ سان، ڪَنهن پريميءَ پَڇاٽي،
مَؤجَ مِلِي ماٽي، سَدائي سامي چَئِي.

(۴)

آهي سَڀُ ايسَرُ، اَندرِ ٻاهَرِ نَڀَ جان،
اِئين چَوي ٿو آدِ جو، گِيانَ پِرڪاسي گُرُ،
سامي سُجاڪو ڏِسي، ڪَري نِرٻاڻُ نَظَرُ،
سَدا اَڀيدُ اَڦُرُ، وَرتي وِڏِ وِيچارَ سانُ.

(۵)

ٻُڌي ٻولي ڪيرُ، سامي سَڀَ گهٽَنِ ۾،
چَيو وَڃي نَہ مُنهَن سان، نِجُ نِرمَلُ نِر وِيرُ،
جَنهِن جو روپُ نَہ رَنگُ ڪو، نَڪو سِرُ نَہ پيرُ،
گهڙي لَهندين گهيرُ، تڏِي پاڻُ رَهندءِ پاڻَ ۾.

(٦)

اَهڙو رامُ اَٿي، سَمَ سوڪَمُ سَمَرٿُ سَڄُ،
جَنهِن خَلقَ سَڀَ خِيال سان، وِڄهِي نَٽَ نَٽِي،
ڪَنهِنڪون وَڃي ڪِينَڪِي، مُنهَن سان ڳالهہ ڪَٿِي،
هٺُ هاري هِمَتِي، سَرَنِ پِيا سامي چَئِي.

(٧)

اَڻَ هوندي اولي، ديئُ لِڪيو ديهيءَ ۾،
لَڌو لِنوَ سَچِيءَ سان، فَقيرَن ڦولي،
سامي سَڀَ ڪارجَ ڪَري، ڏسي، ٻُڌي، ٻولي،
پَرِچَنُ پَٽُ کولي، ماڻِنِ دَورَ دَرِسَن جِي.

(٨)

اَبِناسيءَ جو ناسُ، ڪَڏِهِ ڪَداچِتِ نہ ٿِئي،
آهي جَنهِن جي آسِري، ڌَرتِي ڌَوَلُ اَڪاسُ،
سورِجُ چَندِرُ پاڻي پَوَنُ، تيجَ پَنجَ پَرِڪاسُ،
بيحَدِ رَچِي بِلاسُ، سَئِلَ ڪَري سامي چَئي.

(٩)

پَرميسَرُ پِرتِ پالُ، ساڻُ سَدائي تو رَهي،
مورِکَ پَوَنِ مَتِ رِي، ڪَٿِي خامُ خيالُ،
ماٽي مَوجَ مُڪتِ جي، ڪِوَ رَهتوانُ رَسالُ،
جَنهِن کي نَظَرَ نِهالُ، سامي چَئي سَتِگُرَ ڪَيو.

(١٠)

پَرَمَيسَرُ پورو، رَهي سَجاتِي سَڀَ سان،
ڪَنهِن سان ٿِئي ڪِينَڪِي، اونهون اَڌورو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، ساڌوجَنُ سُورو،
طَمَعَ تَنبورو، دورِ ڪَيو جَنهِن دِلِ مون.

(١١)

سَجَڻُ سَدائي، ساڻُ رَهي سَڀَ ڪَنهِن جي،
اَنڌا ڏِسَنِ ڪِينَڪِي، چائي نِتُ چائي،
سُجاڪَنِ سَهي ڪَري، لُنوَ لُنوَ لِنوَ لائي،
سامي سَمائي، لَڏِي لَهَرَ سَمُندر ۾.

(١٢)

دِلبَرُ ديرينو، ويٺو وِچَ بازارِ ۾،
سامي ڏيکاري سَڀَ کي، نِرمل ناگِينو،
پَرکي پَرچِنتا ري، کو پريمي پَربِينو،
کبِرُ ۽ کِينو، ميٽي مَستُ مگَنُ ٿيو.

(١٣)

حاضِران حَضورُ، پُرِکُ وَسي پَرَماتَما،
پَلَکَ پرانهون نـَ ٽَئي، جِيئِين نَئِنِ کون نورُ،
سامي ڏِسي کو سورَمو، کَٽي کَلپَ کَرورُ،
سَدائي پَرپورُ، رَهي پانهِنجي حالَ ۾.

(١٤)

هَرِ بِنان هَمِراهُ، کَنهِن جو آهي کونَکو،
کايا، مايا، کُلَ تي، وِسا کَنِ ويساهُ،
سَٽي چَڙهيو سِيرَ تي، کو سامي سَنتُ اَچاهُ،
جَنهِن کي عَشِقُ اَٿاهُ، لِڳو عينُ اَنيَئي.

(١٥)

هَرِ بِنان هَمِراهُ، کَنهِن جو ڏِنو کونَکو،
کايا، مايا، کُلَ تي، مورکَ کَنِ ويساهُ،
سَمُجهي کو سامي چَئي، دَردوَندُ داناهُ،
سَدا اَلِيپُ اَچاهُ، رَهي سُتَهَ سُڀاوَ ۾.

(١٦)

بِنان رَبَ رَفِيقُ، ڪونهي ڪِنهن جو ڪِٿهِين،
مُرشِدَ سان مِلي ڪَري، ڪِيو طالِبَنِ تَحقِيقُ،
سَٽِي پِندُ سامي چَئِي، ٿِيا بيحَدُ باريڪَ،
نَئِنَ ڪون نِزدِيڪُ، پيهي ڏِٺائون پاڻ ۾.

(١٧)

بِنان رَبَ رَفِيقُ، ڪَنهن جو ڪونَ ڪاٿهِين،
سوڌي ڪِيو سامي چَئِي، طالِبَنِ تَحَقِيقُ،
سَٽِي خامَ خِيالَ سَڀِ، ٿِيا بيحَدِ باريڪَ،
نَئِنَ ڪون نَجِيڪُ، پيهي ڏِٺائون پاڻَ ۾.

(١٨)

ڪارِجُ اَئون ڪارَڻُ، پَرِتڪُ پورَن آتما،
آهي جَنهِن جي آسِري، ٻولَڻُ، ٻُڌَڻُ، ڏِسَڻُ،
سامي سَڀِ ڪِي سِدِ ڪَري، رَتي، ماسو، مَڻُ،
بِنان لَڪَ لَکَڻُ، آد، اَنتِ، مَڌِ تانهِن ڪو.

(١٩)

ڪَرِتا اُتي ڪَمَ، وِڌا جَنهِن ويساهَ سان،
مِٽِيا تَنهِن جي مَنَ مون، سامي گوندَرَ غمَ،
ڏِسي عين اَنِيئي، سُتَمَ سورِجُ سَمَ،
رَهي مَنجهِ عالَمَ، سَدا اَليپُ اَڪاسَ جان.

(٢٠)

خِياليءَ رَچايو، ڪيلُ سَيو بيخيالَ سان،
اَندَرِ ٻاهَرِ، اوري پَري، رَمِي رَنگُ لايو،
ڪيلُ سَنڪوچي خِيالَ ۾، سامي سَمايو،
نَڪي وِڇايو، نَڪي پاتو پاڻَ ري.

(٢١)

گهٽَ گهٽَ ۾ گوپالُ، رَهي عينَ اَڪاسَ جان،
پيهي ڏِسي پَرتِيتِ سان، ڪو رَهتوانُ رَسالُ،
جَنهن کي ڪيو سَتگُروءَ، سامي نَجَرَ نِهالُ،
ڪَٽي ڪَلپِتَ ڪالُ، ماڻي مَوجَ مُڪتِ جِي.

(٢٢)

گهر ۾ گهرَ وارو، گُروءَ لکايو گيانِ سان،
آهي جَنهِن جي آسِري، سامي جَڳُ سارو،
گِيانُ، اَگيانُ، ڀَلو بُرو، اوندَهِ اُجارو،
مِليو نيارو، اِستِتِ ٿِي اَڪاسَ جان.

(٢٣)

چيتَنُ هِڪُ چَيو، ويدَنِ وِڌِ سَچيءَ سان،
ڪَنهِن سُڄاڪي سورَمي، سامي سَهي ڪَيو،
ٻاڻَ وَرائي پاڻَ سان، ڇَڏي ناهَ نَهيو،
اَڦرُ اَنمَيو، ماڻي سڪُ سَروپَ جو.

(٢۴)

چَمَڪُ چِلائي، جِئين لوهي جَر ڪي،
تئين چيتَنُ سَڀَ ڪي، ڪِريا ڪَرائي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
ڏيئو جاڳائي، ڪَڍ اَنڌيرو اَندَرَ مون.

(٢٥)

جَهڙو سو تَهڙو، پَرِتڪ پورَنَ آتما،
اِئين چَوَن سَڀِ اَنَيئي، ڏيئي پاڪُ پَڙو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، گُرَمڪُ ڪَڙو تَڙو،
يَجي يِرَمَ گهڙو، سَدا ماڻي سيجَ سُکُ.

(٢٦)

نَئِنَنِ مَنجهه نِواسُ، پَرِتڪ پَرميسرَ جو،
لِڪي چِپي ڪِينَڪِي، جِئين اَليپُ اَڪاس،
سُڪي ٽِيو سامي چَئي، ڪو دَرِسَنُ پائي داسُ،
جَنهِن جي بَندِ خلاصُ، پَرچِي پوري گُرَ ڪئي.

(٢٧)

رَمِتا رامَ رکِي، سَتا لَکائي سَڀِ ۾،
ڪَنهِن سُجاڪي سورَمي، ساڌوءَ سَنگِ لکي،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، چيتَنُ رَسُ چکي،
جيئين اَنَلُ پکي، اُلَٽي چَڙهيو اَڪاسَ تي.

(٢٨)

لَحظي مَنجھ ڪَلپَ، لنگھي لکَ پَري پِيا،
اَڪَہَ سکَ سَروپَ جو، چَئي سگھَنِ نَہ چَپَ،
ساکَ ڏِني سامي چَئي، روماسَرَ رِڪپَ،
گِيانَ، ڌِيانَ، جَپَ، تَپَ، اوري رَهيا اَڌَ ۾.

(٢٩)

سَجَڻَ جي سوپِيا، ڪِھڙي چَوان مکَ سان،
سامي سَھَسي سِج چَندَ، لَجامان ٿِيا،
پُڄي ڏِسو تَنين کون، جَنِ ديدارَ ڪِيا،
لَنگھي پارِ پِيا، سَنسي جي ساگرَ کون.

(٣٠)

سَجَڻَ جي سوپِيا، چَئي وَجي نَہ واتَ سان،
سورِجَ، چَندرِ، چَراغَ لکَ، لَجامانَ ٿِيا،
سامي موهِيا سورَما، جَنِ دِيدارَ ڪِيا،
لَنگھي پارِ پِيا، اَوِديا جي آڙاهَ کون.

(٣١)

بي اَنتَ جو اَنتُ، ڪَنھين پاتو ڪِينَڪِي،
سَمُجھي ڪو سامي چَئي، سُجاڪو سَنتُ،
ڏِٺو جَنھِن اکِنِ سان، ييدَ بِنان يڳَونتُ،
جِئين ڪامڻِ پائي ڪَنتُ، رَتي وَتي رَنگَ ۾.

(۳۲)

بي اَنتَ جو اَنتُ، پاتو پير فقيرَ ڪنهن،
ساڪَ ڏِئي سامي چئي، ماهلُ پُرڪُ مَهَنتُ،
ڏِنو جَنهن اَڪاسَ جان، ڀيدَ ٻنان ڀِڳوَنتُ،
ٻلاوَلُ بَسَنتُ، ڳاوَندو وَتي ڳوٺَ ۾.

(۳۳)

ڊولَ نَہ ڇَڏِ ڊِلو، ڀَوَ ساگرَ جي ڀيڙَ ۾،
لوڙي لوڀَ لَهَر ڪِئو، پَرڇِنتا پَرِلو،
ڪونهي ڪَتَرَ جيترو، ٻِڱرِ تو تہ ٻِلو،
تُنهنجو نانءُ نِلو، ڀانيَنُ ڄاڻي ڀوهتو.

(۳۴)

ثابِتُ رکُ صدِقُ، اُٿي عين الله تي،
جو سامي سَيَڪَنهين کي، رزِق ڏئي رازِقُ،
اَتي اَليپُ اَڪاسَ جان، اندَرِ ٻاهَر هِڪُ،
لِنوَ سان ڪَڍِي لِڪُ، سَتَمڪُ ڏِسَن سورجَ جان.

# سلوڪ اُپديش (الف)

(١)

عَجائبُ اُپَديسُ، سامي ڏِنو سَت گُروءَ،
نورَ مَحَلَ نِرَبانَ ۾، پرچِي ڪِيو پَرِويسُ،
مِٽيو ڪَلَمِ ڪَليسُ، سَبَ گهٽِ ڏِٺا سُپِرين.

(٢)

ويدَ پُرانَ قُرانَ کَوِ، سَرِني ۾ هِڪُ سُوتُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، لائي مَنُ مَضبوطُ،
جِئن آڪاس گهٽَنِ ۾، تِئن سَبَ ۾ ساکي پُوتُ،
ڪو آتمَ رَتَ اَوڌوتُ، سَمُجهي هِنَ سُخِنَ کي.

(٣)

اَتِي سَبَ اَياسُ، جَڳَتُ هي جڳديسَ جو،
جئين سورجُ چَندر ۾، سامي سَدا پَرڪاسُ،
ڪَري ڏِسُ ڪَلپتَ ري، نٿِنَ مَنجهِ نواسُ،
تـ چيتَنُ چِدَ اَڪاسُ، حاضرُ ڏِسِين هٽَ تي.

(۴)

اَوِديا روڳُ اَسارُ، گِيات وَرائي نَہ لَهي،
جٽين جاڳَئي ٻنان نَہ ٻلي، سپني جو وَهِنوارُ،
سَمَجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪري سُڌُ ويچارُ،
اهو ساڏَنُ سارُ، سَنت ڏَسيندءِ سِڪَ سان.

(۵)

عَشقُ عَقُلُ آهين، ٻَئي پَرَ پکيءَ جا،
اَنيَتَہ جي آڪاسَ ۾، گُرگمَ پَهچائين،
دَرسَنُ سارَ سَروپَ جو، لِنوَ سان لڪائين،
مَمَت مِٽائين، سامي سَبَ اَندَرَ جي.

(٦)

هَيا ڇَڏِ حِرص، ڪوڙو مايا موهَ جو،
گِهلي ويندءِ گارَ ۾، اهو ڪيالُ ڪرِس،
سَتَہ سُڌُ سَروپَ ڪي، گُرگمَ جاڳي ڏِسُ،
جنهن ۾ ساري وِس، اَپِجي نپجي لِينُ ٿِئي.

(٧)

اَوِديا جو دَرياهُ، ڪَکَ ڪَرمَ لَنگهائِن ڪينَڪي،
تار وَهي تِک تارَ سان اَنَ هوندو اَسگاهُ،
سامي ٻيڙي سچ جي، ڇِپو ڪري ڇِساهُ،
تَہ سِت گُرُ مَردُ مَلاحِ، پارِ لَنگهائي پَلَ ۾.

(٨)

تکو تيبِرُ وَهُ، اَٿي اَوِديا سِندُ جو،
پُنِي ڏيئي پانَ کي، سامي سورَ نہ سَهُ،
پَچُ تَنين کون پِريمَ سان، پارِ لَنگهڻَ جو پَهُ،
اَنَ ٿي پَهَرَ اَلَهُ، رَهي جَنِ جي روحَ ۾.

(٩)

اَوِديا جَلُ اَپارُ، ڪَرَمُ ڪُٽائي ڪينَ ڪي،
مَني پانهنجو پائهين، تو ٻُڏي سَبُ سَنسارُ،
سَمُجهي لَهُ سامي چَئي، تون ساکي سِرِ جَئهارُ،
مانکَ جَنَمُ اَوتارُ، موٽِي ايندءِ ڪينَ ڪي.

(١٠)

عَشقُ ۽ عَقلُ، ٻئي ساڌن سَمَ جا.
ساڌي لَهُ سامي چَئي، آتَمُ پَدُ املهه،
ناحَقُ روهِ ۾ رُلُ، مورکَ مَن جي ياءِ تون.

(١١)

آهِ سَدِيهي آهِ، ناهِ ڪَڏِيهي نہ چوان،
عَينُ پسِي ٿِي عَينُ کي، پَسُ جهاتي مُنهن پاءِ،
مورَتَ مَحَبوبنِ جي، لُنؤُ لُنؤُ مَنجهہ لِڪاءِ،
تہ سامي ڪَلَ سَنداءِ، سِگهي ڪَريئي سُپِرينِ.

(١٢)

ڪوڙا ڪَمَ نَہ ڪَرِ، مورڪَ مَن جي پاءِ تون،
اَٿي اَوديا سِندَ جي، ڏاڍي لوڀَ لَهَرِ،
وَڃَنُ ساپُرِسَنِ جو، جاڳي هِردي ڏَرِ،
تہ حاضُرُ ڏِسين هَرِ، سامي ڇَٽي سَڀَ ۾.

(١٣)

مورڪَ ڪوهُ ڦَسين، تو پِلي مايا موهَ ۾،
ٻانيَنُ ڇَٽي ٻُڌِ تُنهنجي، وَڌِي ڪَنهن ڪَسي،
جاڳي ڏِسُ تَنهن ڏيوَ کي، جو وِدمانُ وَسي،
متان ڪالُ ڏَسي، پيو ڪُٽيٽي ڪوپِري.

(١٤)

ڪوڙا بيڪَ مَ پاءِ، پَسَنُ ڪانِ پِرِيَن جي،
اِڳيون پانُ صَراف ٿي، تون هنُر ڪيمَ هَلاءِ،
مِلي ساڌَ سَنگَتِ سان، سامي چاه چڪاءِ،
اَچين پولي پاءِ، تہ سهج ملني سُپرين.

(١٥)

ڪوڙو موهُ مَ ڪَرِ، مَتان لَهَرِ نَنجِ لُڙهي وَڃين،
نانا خيال ڦَٽا ڪري، هِڪُ خيال ڪَسمَ جو ڌَرِ،
بِنان پَڄَن هَرِ، اَٿي ٻِيا سَڀِ ٻَندَنَ جيءَ جا.

(۱٦)

ڪوڙا ليڪَ مَ لِڪُ، مؤرکَ من جي ياءِ تون،
اَوِديا جي آڙاھ جو، اَٿي تِيکَنَ تِکُ،
جاڳي ڪَڏُ اَندَرَ مون، سَڀ وِيچاري وِکُ،
تيءُ گُروءَ جو سِکُ، تہ سيتَلُ ٿِئين سامي چئي.

(۱۷)

ڪَرين ڪوهُ ڪِني، دَعويٰ دَردَوَندَنِ سان،
جَنِ کي لِکَ اَلکَ جي، پورَنَ پُرکَ ڏِني،
چڙهي وِيٺا چَوڏولَ ۾، چِڪا سَڀ چِني،
تَنِ ڪون بيکَ پِني، سامي چئي وَٿُ سارَ جي.

(۱۸)

ڪوهُ ڪَرين وَلُ ڇَلُ، ٿو مورکَ مَن جي ياءِ تون،
دوساٽيءَ دَربار ۾، ٿيندءِ سَڀُ عَدَلُ،
رُئندين رَتُ اکِنِ مون، پائي پانهِنجو ڦَلُ،
سامي سَمُجهي هَلُ، ڏيکيا وَٿي ڳُرَ جي.

(۱۹)

ڪوهُ ڪَرين هَي هَي، مورکَ مَنَ جي ياءِ تون،
جڳتُ سَڀُ جونو اَٿي، ڪَري ڏِسُ اَنيَي،
جِيئن لَهَرِ سَمُندرَ جي، روپَ ڌَري ٿي لَي،
تِيئن ساکيءَ ري شَي، سامي اَٿي ڪانَڪا.

(٢٠)

ڪِهَڙِ مَنجهِ ڪُهي، رولِ نہ پانهِنجو پاڻَ ڪي،
موتي ايندءِ ڪِينڪِي، اِهڙي مَوج مُئي،
مِلي وَتُ مَحبوبَ سان، دِلِ مون ڪَڍي ڏُئي،
مَتان ڪالُ ڪُهي، اچي وجهيئي اوچتي.

(٢١)

ڪُهي ڪَرِم ڪوٽُ، ڪَنهين سان ڪَرِ جيترو،
چاڙِي موتَ مَٿي تي، مَدائيءَ ڪان موٽُ،
پيتي وَتُ پِرَمَ ري، گهونگهٽُ ڪولي گهوٽُ،
تہ ڦِري توکي ڦوٽُ، جَمِ جڳاتِي نہ ڏِئي.

(٢٢)

ڳِتيون ڪوهُ ڳِٽين، تو مورکَ پانهِنجي مَن ۾،
گهٽ وَڌِ تِيندءِ ڪِينڪِي، توڙي مُنهَن تي هَٿَ هَٽِين،
ٻيجي جِي ٻانيَنُ چَئي، سَيڪو ٻار ڪَٽي،
جي توکي واڪ وَٽي، تہ استَتِ رَهُ اَندر ۾.

(٢٣)

غَيرتَ گندُ نہ وِجهُ، مورکَ ميڙي گهرَ ۾،
جَنَمَنِ جي جنجالَ جو، اِها ٻِيائي اَٽي ٻِجُ،
سَمُجهي ڪرِ سامي چَئي، تون دَڙَنَ ڪون ڏيرجُ،
تہ سرَ تي ساڪي سِجُ، پرگهٽُ ٿئي ٿي پانهِين.

(٢٤)

گهرين ڪوه گهٽي، مورک مايا رام ڪون،
وِيا پِٽيندا ڪيتِرا، مُنهَن تي هَٿَ هٿي،
تون پي نِينديِن ڪانڪا، ڪوڏي ساڻُ ڪٽي،
سارِ سنيارِ ڏٽي، تہ سکي ٽِٽِين سامي چئي.

(٢٥)

چَرِي ڪوه چَئين، ٿي دَرِدَرِ حالُ حَبيبَ جو،
جي توکي پِياس پَسڻَ جي، تہ ڏَندا ڪيمَ ڏَئين،
سامي سُپيرِين سان، چِڏي نامَ تَهين،
پانهنجيءَ مَنجهِ پَئين، تہ لَهين سکُ سُهاڳَ جو.

(٢٦)

چَرِيا چِڏِ چَوَڻُ، دَمُ ماري رَهُ دَمَ ۾،
سَهَجِي ڪَرِ سامي چَئي، ساکيءَ جو سُمرَڻُ،
ڪَڏِي وَٽُ ڪَلپَتَ رِي، تون مَحَبت ساڻُ مَکڻُ،
پَونڪڻُ ۾ پونڻ، اَٿي ڪَمُ ڪَتَنِ جو.

(٢٧)

سَنسو هِڪُ پِيو، اَچي مَنهِنجي جيءَ ۾،
سامي چَئي هي سَتِ گُرو، ڪاٿون جڳتُ ٿِيو،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، ساکيءَ سِڌِ ڪيو،
آهي ڪينَ بِيو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ري.

جيئن ٻيڙيءَ جو پورُ، تيئن لوڪَ ڪُٽنبَ جا،
جَنين مَنيا پانهنجا، سي ٽِيا چَڪنا چورُ،
سَمجهِي پَٽِ سامي چئي، تون اَوِديا جو انگورُ،
ثابِتُ رکج مُورُ، مَتان شاهُ پُڇَني ليکڙو.

(٢٩)

جَڏي هَٽُ هَئي، مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان،
ڦِنو ڪَرِ فُرصَتَ ڪي، ويندءَ ڏينهن لَهي،
جاڳِي جڳُ سُپَني جو، سامي ڪَرِ سَهي،
متان پوءِ رَهي، پوين وَسِ ويرِنِ جي.

(٣٠)

هَئي هَٽُ نوارِ، مَتان ڏِسين ڏُکَ ڏهاڳَ جا،
جَڏي خيالُ خَلِقَ جو، گهرَ پانهنجي ۾ گهارِ،
ڪَرِ سينگارُ مِلَڻَ جو، پُڇي جيڏيون چار،
تہ دوسُ اَچي دَربارِ، ڏيئي سُکَ سهاڳ جا.

(٣١)

هَئي هَٽُ وِڃاءِ، ساجُهرِ سَمُجهي پانهنجو،
داسَن جي داسي ٿي، شيوا سَڀَ ڪَماءِ،
ٻانيَڻَ چَئي ٻِيائيءَ ري، چِت چرنَنِ سان لاءِ،
پِرِنِ کي پرچاءِ، متان رُليائي رهجي وَڃين.

(٣٢)

جيڪو دکائي، سَنتَنِ ساڀرِسَنِ کي،
سو ڪِيتو پانهنجو پائهين، جَنمَنِ مَنجهِ پائي،
جِئين ڪيڙو گندَ ۾، نِتُ ٿِيي ڪائي،
ساڌو ڇڏائي، تہ سامي ڇُٽي دُکَ کون.

(٣٣)

جوڳي، سَنياسي، بيراڳي، ٻانيَنَ گهڻا،
نانا ڀيک جڳتَ ۾، سيوڙا، اُداسي،
تَنِين ۾ ڪو هِڪڙو، دَرسَنَ جو پياسي،
جَنهِن جو ڦندُ ڦاسي، سامي ڪٽيو سَتِ گُروءَ.

(٣٤)

جي تون ڄاڻي جيءُ، تہ جُڙيو رَهُ جڳديس سان،
جي ديهي مَني پاڻَ کي، تَہ مَري مِٽي ٿيءُ،
جي تون آهين آتما، تہ ڪَڍُ سَنسي جو سيءُ،
سامي پرچي پيءُ، جِئين تِئين رامَ رَسُ.

(٣٥)

دَرِ دَرِ ڪيمَ نهارِ، ڇَري ڇيتَن وَرَ کي،
اَٿي مَنجهِ مَحَل جي، تون اَوِديا پَرمُ نِوارِ،
ڪَرِ سينگارُ مِلڻَ جو، پُڇي جيڏيون چارِ،
گَڏجي گهوٽُ ڪنوارِ، سامي ماڻيو سيجَ سُکُ.

(٣٦)

ڏيهيءَ منجهي ڏيہُ، اَٿي ڏيهي ڏيو ۾،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون گُرگمَ اِيهو پيہُ،
تہ اَوِديا جو اَهَميہُ، مِٽِي وَڃيئي مَنَ مون.

(٣٧)

ناحَقُ مَنُ نہ هارِ، نانگُ ڏِسي نوڙيءَ ۾،
ڪَلپِتَ ڪڍي جيءَ مون، تون نِرمَلُ نَئن نِهارِ،
پانهنجو پاڻُ سَنيارِ، تہ سامي مِلين سَروپ کي.

(٣٨)

سامي تون سَمُجهاءِ، گُرگمَ پانهنجو پاڻَ کي،
پائي سکُ سَروپَ جو، دَرِ دَرِ ڪيمَ ڀُنڏاءِ،
مَتان مَنَ جي ياءِ، وَهِي وَڃين وَہَ ۾.

(٣٩)

نَڪي اَلُ نہ سَلُ، سامي سڪَ پِرين جِي،
نَڪي ڏاري ڀَلَ ڪي، نَڪي ٿيءُ نِبَلُ،
اَڻُ هوندي اَوِديا جو، تون وِچون ڪَڍُ خَلَل،
اَٿئي پَهرَ اَچلُ، جُڙيو رہ جڳديشِ سان.

(۴۰)

نَڪي ڪَتِ گيانُ، نَڪي ڏارِج موه ڪي،
نَڪي گُهمُ گهرَنِ ۾، نَڪي ڏرِ ڏِيانُ،
سَمُجَهه ري سامي چَئي، اِتي سَڀُ اِيمانُ،
پائي پَڌُ نِرِبانُ، تون مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان.

(۴۱)

نَڪي ڪَڏُ نه پاءِ، نَڪي ڪاءُ نه ٻَڪَ مَرُ،
نَڪي سُمه نه جاڳُ ڪي، نَڪي چُپ ڳالهاءِ،
جِتي تون مان ناهِ ڪا، لوڙِي لَهُ سا جاءِ،
ته سامي ٻولي پاءِ، ستهه مِلني سُپرين.

(۴۲)

پوڇين ڪوهُ پَٿَرَ، تون ڇَريا چيتَنَ ڪي ڇڏي،
جَنهِين ساڌَنَ سِڌِ ڪَيا، تَنهِن جي ڪَرِ نظَرَ،
ساڪي ٻولِي سَڀَ ۾، تو وِياپَڪُ چَراَچَرَ،
سامي اَجَرَ اَمَرَ، ڇڏي پوج مَ پِنڊَ ڪي.

(۴۳)

ڪَنهِين ڪِينَ ڪَئي، يڳتِ گُرَ ويساهَ ري،
ڪَرَمَ ڌَرَمَ مَتَ موهَ ۾، وِئُڙا جيءَ وَهي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَري سَنڌِ سَهي،
جَمي ڪِيئن ڏهِي، ساڪيءَ سَنيائِنَ ري.

(۴۴)

پاندِ پَلَئہ پائي، سَڀکو ٻيجيو پانهِنجو،
اِها راهَ اَصُلَ جي، چِڏِي تاڪُرَ تاهي،
سَتِ گُرُ پانهِنجي سِڪِ کي، سامي سَمُجهائي،
جاڳائي لاهي، اَوِديا ڦاسَ ڳِچيءَ مون.

(۴۵)

ٻاٽي لڪائي ٻوڏَ کي، سا ٻوڏَ روپَ ٻاٽِي،
ٻاٽيءَ اُٿَنِ ٻِپوتڙا، ٻِپوتا ٻاٽي،
سوڪَمَ سَنَڌِ ٻِرين جي، ڪَنهن ڄاڻائي ڄاٽي،
مَوجَ تَني ماٽي، گِهڙي لَنگهيا جي گهيڙَ کون.

(۴۶)

ڪَري ٻاءُ ٻِڳَتِ، سامي تَرُ سَنسارُ تون.
ٻيڙي ڪَرِ ويساهَ جي، چَپو مَحَبَتَ مَتِ،
سَتِ گُرُ پُرَکَ مَلاحُ ڪَرِ، پَتَرُ ڪَيُ ڪُمَتِ،
ساڪِي ڄاڻِي سَتِ، تہ پَهُچِين پارِ پَرَمَ کون.

(۴۷)

پورَنَ پُرَکَ چيو، وَچَنُ هڪُ وِسرامَ جو،
سامي ڄاڻِجِ ڪوڙُ سَڀُ، ڪَلپِتَ جو ڪيو،
جِئن سڪُ سُپَني جو، جاڳِئي ڪِينَ رَهيو،
ساڪي نَهيو نُهيو، اَٿي آدِ جگادِ جو.

(۴۸)

پرين وَسَنِ پارِ، مَنَ ٻُڏواڻيءَ ڪَرَمَ ڪون،
هيڏي هوڏي هَٽڙا، مورکَ اَنڌَ نہ مارِ،
پيهي پانهنجي گهر ۾، گُرگمَ ڏيو ٻارِ،
هيرو جَنَمَ نہ هارِ، سامي چِئي سَمُجَهہ ري.

(۴۹)

ڇڏي وَرُ وَڪَڙُ، جي ڪَٽِين پيرُ پرينِ ڏي،
تہ سَهَجِي سُپرِيَنَ جو، سامي لَهِين تَڙُ،
موٽي توکي مَڙُ، جَمُ جڳاتِي نہ ڪَري.

(۵۰)

ٻانيَنَ ٻَندُ مَ ناٿَ، ڪوڙا مايا موهَ جا،
ڪَٽي هَٽَندءِ ڪَنڌَ ۾، اِها ڏائڻِ ڏاٿَ،
ڇڏي پوٽيون پاٿَ، جاڳي ڏِسُ جڳديس کي.

(۵۱)

بيحَدِ ڪينَ هَلي، سامي حَدَ جي جيءَ سان،
مَمِتا جي مُنَ ڪون، رکي پاڻَ پَلي،
جڳَ ۾ جڳَ جهڙو ٿِي، ٻِنان چاهَ چَلي،
تنهِن کي ڳالهِ سَلي، جَنهِن کي سِڪ سَروپَ جي.

(٥٢)

وِرچي مُنڌَ مَ ويھ، ڪاهِ تہ ڪيچَن کي مِلِين،
ساجھرِئي سامي چَوي، چَلي چِمَّرين پيھُ،
ڏورِيندَن جو ڏيھُ، ويئن کي واري وَري.

(٥٣)

سو سَرُ مَنجھِ سَرير، جَنھِن مون وَهن واهڙ ڪيترا،
تَرسُ نہ تاءُ پَسي ڪري، لَهِجِ تَڪي تيرَ،
تہ پاڻي پَرينءَ پَر جو، آئي سو جھي مَنجھِ سَريرَ،
اورينءَ پَرينءَ پَر جِي، سامي ڇڏِ اُڪيرَ،
تنهن نائج مَنجھي نِيرَ، جتي پاڻيءَ پٽو ناه ڪو.

(٥٤)

حَرفُ اَتي هِڪڙو، پَنا ڪوهُ پَڙهين،
پائي مُنھُن مَڙهيءَ ۾، اُنهيءَ ساڻُ اَڙين،
تان چاڙهيءَ تَنھِن چَڙهين، موٽين مور نہ ڪڏهين.

(٥٥)

تَڏي پوَندءِ ڪلَ، جَڏي ضابتَ ايندءِ اوڏڙا،
سُڪائيندءِ ساهَ کي، سامي ساڻُ هَڪلَ،
جي هوندا ساڻ عَملَ، تہ توکي رَندُ نہ پوندو رائرو.

(٥٦)

مورکَ کوهُ ڳِنّي، تو سَتّهِن کورڙا جيءَ ۾،
اِها پَڌِرَ خَلَلَ جي، سامي ڪينَ ڪٿي،
جُڙِئي ري جڳديسَ کي، ٻي ڳالهه ڪانہ وٿي،
ڪٿِي يونءِ هُٿي، مِٿي ميل مَمَتَ جي.

(٥٧)

مها تِيکَڻُ تاءُ، اَٿي اَوِديا سِنڌُ جو،
جِتّي آلس اُونگهه کي، اُٿي ڪَرِ اُپاءُ،
لوڙي لَهُ هِمتَ سان، سامي مَردُ مَلاحُ،
اِهڙو دِلبرُ داءُ، موٽي ايندءِ ڪينَ کي.

(٥٨)

مَها تِيکڻ وَهُ، اَٿي اَوديا سِنڌُ جو،
رَکي چاهَ اَندرَ ۾، سامي سورَ نہ سَهُ،
مَحَبَتِيءَ ملاحَ کي، لِنوَ سان لوڙي لَهُ،
تہ پارِ لَنگهڻَ جو پَهُ، پَرچي ڏِيئي پَلَ ۾.

(٥٩)

ري مکَ اَنگَ اکَرُ، اَکَنڌُ پَڙهي سو اَوليا،
ري ٻاوَنَ ٻاوَنَ ۾، سُوکَمُ سَهِجَ سُيَرُ،
ڪِري کَبي ڪِينَکِي، اَنيَئي روپُ اَمَرُ،
وَڻجارا هي وَرُ، ڪوڙِنِ مَنجهون ڪو لَهي.

(٦٠)

ليکا سَڀِ وسارِ، اندرِ ڏِسُ اَليکَ کي،
ديهي ڍِٻَ پائي ڪَري، حِرفَتَ ساڻُ نہ هارِ،
جانُ وِحائي پانهنجي، سامي سارُ سَنڀارِ،
نِرمَلَ نَئَنَ نِهارِ، تہ پَسَڻُ ٽيئي پِرينءَ جو.

(٦١)

ويدَ پُرانَ پَڙهي ڪَري، ٺولوڪَن رِيجهائِين،
سُپيريان جي سِڪَ ۾، جهاتي نہ پائِين،
چاهُ نہ چُڪائِين، تون پَسِين ڪِيئَن پِرِيَنِ کي،

(٦٢)

ويد وَچَنَ وِيچارَ، پِريم پِريتِ پِرتِيتِ سان،
ڪَنَ اکِيون ڏيئي ڪَري، سامي مَنَ کي مارِ،
کڍي سارُ وَچَنَ مون، باقي سِڪَ سَنڀارِ،
تہ ساکي ڏِسِين پارِ، واٽيءَ اَٿون وِيچارَ کون.

(٦٣)

سوئي ٽِيو اَسٿولُ، جو سوکَمُ ساکي سدا،
ٻِجَ وَرائي نہ ٿِئي، دَرخَتُ پَنُ ڦَلُ ڦولُ،
اَنيئي آتَمَ مولُ، تون سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئِي.

(٦٤)

ساڌُ نہ سَڏائيج، هيءَ تِرڪَڻِ تڪي اَٿي،
هن پِرَمَ پِلايا ڪيترا، سا پِنڌ سِرون لاهيج؛
سَمجهي تون سامي چئي، مُنهن مَرُهيءَ پائيج،
لوڪَ نہ لڪائيج، تہ واقفُ ٿِئين وِرونهَن جو.

(٦٥)

سامي ڪيمَ سَڏاءِ، گيانِي پَندِتُ پاڻَ کي،
اِنهيءَ مَمَتا مُٺا ڪيترا، تون سَمجهي پاڻُ بچاءِ،
آگيا مَني اگست جان، اَوديا سِندُ سُڪاءِ،
جهاتي جَهروڪي پاءِ، تہ سَنمڪُ ڏِسين سُپرين.

(٦٦)

سامي ڪوهُ مَنَنُ، ڪَري ٿو ڪَلپَتَ جو،
دُکي جاڻي پاڻَ کي، گُهمي گهرَ دَرَ بَنُ،
اَوِديا اَندرَ ۾ رکي، سِڌِ ڪَري ساڌَنُ،
جِئين اَليپُ گگنُ، تئين تون ساکي سدا.

(٦٧)

سُورا سي چئجَن، جي جهونجهِن ٿا ميدان ۾،
جِيئڻَ اَئون مرڻ جو، سامي سوچُ نہ ڪَنِ،
اولو پِرمُ ڪَڏي ڪري، سَنمڪُ ٿِرُ رهن،
ماري پَنجَ ڪَٽَن، مَنَ سوڌا مَيدانَ ۾.

(٦٨)

سامي سَمُجهي ٿيءُ، اَنتَرمکِ اَدبَ سان،
وَئي گيانِ گُروءَ کون، تنهن سان جوڙي جيءُ،
کَڏهن سَبُ ڪَلپت جو، اَڻ هوندو سَنسو سيءُ،
تَہ پرگهٽُ ڏِسين پيءُ، اَندرِ ٻاهرِ ڏهَ ڏِسا.

(٦٩)

هِيرو جَنَمُ نَہ هارِ، مورکَ جيءَ مَرَمَ ري،
تو چارِ وِڃائين ننڊَ ۾، کوڙَ ڪپٽَ ۾ چارِ،
ڏِسي ڪالَ قهارَ کي، رُئندين زارون زارِ،
ساجُهرِ سارِ سَنيارِ، سامي چئي ساڌَ سَنگِ.

(٧١)

حِرصَ هلاڪُ ڪِيا، بيک، گِرستي، لوڪ سڀ،
پُلِي سارَ سَروپَ کون، سَنسي مَنجه پِيا،
سُپني ۾ سامي چئي، نانا روپَ ٿِيا،
جاڳئي ڏُکَ وِيا، اڻ هوندا اَوِديا جا.

(٧٢)

هَرَ هَرَ هَٿُ نَہ پاءِ، هيءَ گُندِ ڇُهندي نَہ ڇڙي،
شيوا هَٿَ سُمِرَڻَ جي، کنهن جي چلي نَہ ڪاءِ،
سياٽپَ جا سامي چئي، هُنر ڪيمَ هلاءِ،
هن وَرَ منجهائي ماءِ، ڪوڙين وِڏا ڪيترا.

(٧٣)

هَي هَي کوه ڪَرين، مورڪَ مَنَ جي پاءِ تون،
اَنَ هوندي سَنسارَ جي، مَمِتا مَنجهِ مَرين،
ڏِسي سارَ سَروپَ کي، ڌِيرجُ ڇو نہ ڌَرين؟
سو سامي پير پُرَي، ڪَنهن کون آهي ڪِينَڪِي.

# سلوڪ اپديش (ب)

(١)

اَڻَ هوندِي حَرڪَتَ، مايا رَچِي مَمَتَ سان،
بَندَ مُڪَتِ جَنمَڻُ مَرَڻُ، سامي سَڀ تَتَ مَتَ،
ائين چَونِ ٽا اَنيئي، پِيرَ، فقيرَ، پنڊتَ،
جِڏِ ڪوڙي ڪَلپَتَ، جاڳي ڏِسُ جڳديس کي.

(٢)

ڪوڙي ڪَلَپ نَ ڪَرِ، سَتِ جاڻي سَنسار کي،
سامي آڻِ سُرتِ کي، اُلٽائي اَندرِ،
جاڳي ڏِسُ اکِن سان، حاضُرُ پَنهنجو هَرِ،
پيتَ پُلائو ڏَرِ، تَ مُڪِتو مَمَتا کون ٿئين.

(٣)

ڪوڙا ليکَ نَ لکُ، اَندرِ ڏِسُ اَليکَ کي،
اَٿي واچَ وَهَڻَ جو، مَها تيبَرُ تکُ،
لوڙهي ڏيندءِ لوڀَ سان، سامي سوگُ هَرِکُ،
ٿي سَتِگُرُ جو سِکُ، وَچَنُ مَنِي ڪَرِ مَنصبي.

(۴)

ڪَري ڪوهُ حِرصُ، ڪايا مايا ڪُلَ جو،
اِنهيءَ اَوِديا پَرَمَ ۾، پَلِي ساري وِسُ،
سَتَ سَنهِي جي سکَ کي، ڇڏي اونگهه آلِسُ،
گُرگمَ جاڳي ڏِسُ، سامي پَنهنجي پاڻَ کي.

(۵)

ڪَري لڳائي لَٽُ، مايا موهيا جيءَ سَبَ،
پَوَنِ نِتُ پَوَنَ ۾، رکي هَيبَتَ هَٽُ،
اِها ڳالهِ سَهِي ڪَري، ڳِياتِ گُروءَ کون وَٽُ،
تہ ڪَڍِي مَمتا مَٽُ، سامي ڪَريئي شُدِ مَنُ.

(٦)

ڇوٽو ڏورين ڏيهُ، سامي ڪانِ سَروپَ جي،
جاتون نِڪتين نِندَ ۾، تاتي پَرِچي پيهُ،
پاڻُ وَرائي پاڻَ سان، لائي نوري نيهُ،
ميٽي سَبُ سَنديهُ، سَئِلُ ڪَري سامي چَئي.

(۷)

ڪوهُ ڪَرَين ڪوڙي، هارَ سِنگارَ سُهاڳَ ري،
رولِ نہ مانڪَ ديهِ کي، مَمِتا مَنجهہ مُوڙي،
جاڳي ڪَڍُ اَندرَ مون، اَوِديا اَرُوڙي،
لائي لِنوَ ڳُوڙي، سامي چَئي مِلُ شَهَ سان.

(٨)

ڇڏِ وَرَ وَڪَرَ واءُ، ڪوڙو مايا موهَ جو،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، سَرَنِ گُروءَ جي آءُ،
آتِّي مُحَبَ مِلڻَ جو، اِهو عينَ اُپاءُ،
متان پوءِ پڇتاءُ، ڪَرِينِ جُونِ ڀَوَڻَ ۾.

(٩)

يا تَہ پِرَ پَچارَ، يا تَہ اورَڻُ پِرَ سان،
بَڻِ پِياسي ڏِينهَڙا، جي پِرَ پَچارون ڏارَ،
رکِي رَت سَچِي، سامي چَئِي سَنيارَ،
مَتان پوءِ پُڪارَ، وِڇڙي ڪَرِينِ وَرَ ڪون.

(١٠)

جيڪو پَرڪاسِي، سُپَنِي جي سَنسارَ ڪي،
رکِي دُئيتُ اَندرَ ۾، ڦاهيءَ سو ڦاسي،
سامي ڳالهِ سَهي ڪَئِي، جَنهِن نيهيءَ نِراسي،
هَرِدَمُ هِڪُ ڀاسي، تنهن کي اَنيئِہ آتما.

(١١)

جَڏِي وَهَڻَ هُئڙو وَهُ، تَڏي مَچَ نَہ موٽئين،
چَرَ چِنيءَ چاکي ڳِئين، پوءِ وَيَڻَ جو پَهُ،
وِڇڙي سڪَ ساگَرَ ڪون، سامي رُئندو رَهُ،
سِرَ مَتّي پِيو سَهُ، مَهميزان ملاحَ جون.

(۱۲)

جَنَمُ اَئون مَرَڻُ، مورکَ مَنيو پاڻَ ۾،
آهي ڪونہَ اَڪاسَ ۾، اَچَڻُ اَئون وَڃَڻُ،
جاڳي ڏِسُ جڳديسَ ڪي، ڪَڍي ڀَرَمُ ڀَنوَڻُ،
ڀِيائيءَ ري ڀانيَڻُ، ڪَري اُپَديسُ اَنيَڱي.

(۱۳)

جَنهِن ڪي واڪُ وَٽي، صَفا ساپُرسَنِ جو،
سو سُتهَ سِڌِ سَروپَ ري، ڳَتّي ڪانہَ ڳَٽي،
ڪَڍي مَنُ ميدانَ مون، سَڀِ وِڪارَ ڳَٽي،
دُکُ، سُکُ اچي ٻَٽي، سَمَ رَهي سامي چَئي.

(۱۴)

تَنهِن ڪي لَکُ لَعنتَ، وِجَهِن سُجاڪا سَنَتُ جَنِ،
جو سامي سَچُ ڇَڏي ڏي، ڪَري ڪوڙي ڪَهاوَتَ،
ٻوڙي مانُکَ ديهِ ڪي، لُڙَ ۾ ڏِئي لَتَ،
ڇَڏي موهُ مَمَتَ، سورِجُ ڏِسي نہ سَمَ جو.

(۱۵)

تَنهِن ڪي لَکُ لَعنَتَ، سَنَتَ وِجَهِن سامي چَئي،
جو پَندَتُ ڄاڻِي پاڻَ ڪي، رَکي حِرِصُ حُجَتَ،
ٻوڙي مانُکَ ديه دِبَ، لُڙَ ۾ ڏِيئي لَتَ،
ڪَري مَنُ اُپَرَتَ، سورَجُ ڏِسي نہ سَمَ جو.

(١٦)

ٻولڻُ اَٿون ٻُڌَڻُ، سَمُجَھ وَرائي سکٿو،
سِياٿو ٿيءُ سامي چَئي، پَرچِڻَ پِنڊُ نَہ ڪَڻُ،
ٻِيھي ڏِسُ پَرَماتَما، پَرتکِ پاڪُ پورَڻُ،
رَتي، ماسو، مَڻُ، آھي جَنھن جي آسِري.

(١٧)

ڀِڳت، گيانَ ۾ ڀيدُ، ڪونھي ڪَتَرَ جيترو،
ساڪَ ڏِئي سوڌِي سَچي، سادو جَنُ سُڀيدُ،
سوڌي ڏِلو سامي چَئي، جَنھن وِڌِ سَچيءَ سان ويدُ،
مينٿي وِڌِ نِڪيدُ، اِسٿِت ٿيو اَڪاس جان.

(١٨)

سوئي ساڌَنُ ساڌِ، سامي چَيو سَتگُروءَ،
جَنھن جي ساڌي سڪُ ٿِئي، مِٽي سَڀَ اُپاڌِ،
سَھجي اَنيَئہ ۾ اَچي، آتَمُ پَدُ اَگاڌُ،
اُٿانُ ۽ سَماڌِ، آھي جَنِھن جي آسِري.

(١٩)

سِڪَ، سَمُجَھ، ھَرِکُ، چوٿون سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڪَٽي ڪالَ ڪَلِپنا، ڪَري نِرمَلَ دوڪ،
ساڪَ ڏِئي سامي چَئي، مَحَبتي مَموڪُ،
آتَما اَپَروڪُ، ڏِلو جنھن ڏيھيءَ ۾.

(٢٠)

سَتا وَرائي سار، لَيي نَہ لوڪَ پَرلوڪَ ۾،
ساڪَ ڏئي ساڪِي تِي، ساڌو جَنُ سَچار،
مِٽيو جَنهِن جي مَنَ مون، اَوِديا جو اَهنڪار،
بَٺيءَ تي هَسوار، سَدا رَهي سامي چَئي.

(٢١)

ڀَلو ڀَلائي، بُرو بُرائيءَ کي لَهي،
اها رِيتي نِياوَ جي، آدِ تُري آئي،
سامي سَمُجهي ڪَنهِن سورَمي، مَمِتا مِٽائي،
سَمَتا صَفائي، مکِ رکي مَوجان ڪَري.

(٢٢)

رامَ مِلڻَ جي ريتِ، ڪامِلَ ڏَسِ ڪرپا سان،
جَنهِن جو روپُ نَہ رَنگُ ڪو، نَڪو نانوُ نَہ نيتِ،
سامي سُرِتِ نرتِ کي، جڳَ کون جاڳِي جيتِ،
رکي پِريمُ پَرِتيتِ، اُلٽي ڏِسُ اَڪاس ۾.

(٢٣)

سَمَ، سَنتوکُ، ويچارُ، چوٿون سَنگُ ساڌوءَ جو،
ڪَٿي سَڀَ ڪَلِپنا، لڪائي سکَ سارُ،
اِئين چَوَنِ اَنيڪَ مَتي، پائي پَدُ اَپارُ،
بَٺيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(٢٤)

دوستَ جو ديرو، سَچَ وَسَنو جي وچَ ۾،
پَهچَڻُ پريمَ پَرِتيتِ ري، آهي اُوکيرو،
پَرچي پيراندين سان، لَهُ پَکو پيرو،
پڳوانَ پيرو، سَڦلو ڪَريَ سامي چئي.

(٢٥)

نَکي ٿيءَ وِرَڪَتُ، نَکي گَپُ گِرستَ ۾،
مِلي وَٽُ مَحبوبَ سان، سامي چئي سَتُتَ،
موٽي ايندءِ ڪِينَڪي، اِهڙو هَٿَ وَقتُ،
پوءِ روئندين رَتُ، اَکِنِ مون عاجِزُ ٿي.

(٢٦)

پَڙهي قُرانُ ڪِتاب، قاضي ڪوهُ قِصا ڪَرِين،
مِلي وَٽُ مَحَبوبَ سان، ڇڏي زورُ جوابُ،
مَتان اَچي اوچِتي، ڪَريئي ڪالُ ڪَبابُ،
ٿِندين پوءِ خَرابُ، سِچَ لَٽي سامي چئي.

(٢٧)

پَري ڪون پَري، مَهما مانڪ ديه جي،
ساکَ ڏِيَنِ سامي چئي، سَنتَ سَهي ڪَري،
جَنِ پِيتو پيالو پِريمَ جو، پورَنُ پاڪُ پَري،
ويِنا ڏِيانُ ڌَري، نِرمَلَ نارائِڻَ جو.

(٢٨)

پانهنجي پوڪ سنيارِ، پرائي، پيهي تي چڙهي،
ڏيئي وارُ ويساهَ جي، پاڻي پريم پيارِ،
ڪِميا ڪانياڻيءَ سان، ڪَڍي ڪلپتِ جهارِ،
ڪٽندين بيحدِ بارِ، سامي اَنيڪَ اَنَ جي.

(٢٩)

ٻولڻُ اَئون ٻُنڌَڻُ، سَمُجَهه وَرائي سڪِتو،
پَنڊَتُ جاڻي پاڻَ کي، سامي سيلَ نہ ڪَڻُ،
اَلَئي ڏِسُ اکِنِ سان، پَرِميسَرُ پورَڻُ،
اَچَڻُ اَئون وَڃَڻُ، اَٿي ڪونہ اَڪاسَ ۾.

# اُپديش ياڳو ٢ (الف)

دوستَ جو ديدارُ، ڪامِلَ آهي ڪيھڙو،
ڇَيو وَيي نہ مُنهَن سان، اَجڳئبي اِسرارُ،
نَڪو روپُ نہ رَنگُ ڪو، نَڪو اَنگُ آڪارُ،
جَڏي مِلندءِ يارُ، تَڏي پوندءِ سُڌِ سامي چَئي.

(٢)

اَڻَ هوندي اولي، سامي لِڪو سُپرين،
اَندا ڏِسَنِ ڪِينَڪِي، جو ٻُڏي ۽ ٻولي،
ڪَنهن سُجاڳي سَهِي ڪيو، گهٽُ گهونگهٽُ کولي،
ويهي وِچولي، پَلِ پَلِ پِيئي پِريمَ رَس.

(٣)

پَرميسَرُ پَرتِڪ، سامي سورجَ جان رَهي،
اَندا ڏِسَن ڪِينَڪِي، پَٽي پانهنجي اَکِ،
تَنهين کي تَد روپُ ٿِي، تون لِنوَ سَچيءَ سان لَکِ،
ڪوهُ ڪَرين جکِ جکِ، ٿو دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان.

(۴)

ڪوڙي ڪٽَ ڪٽي، سامي لڪَ لُڙهي وِيا،
مڪَڻُ ڪَڍيو مَنَ مون، ڪَنهِن مَحَبتيءَ مٽي،
ليڪي لَٽي پَٽي، سيڪَ ڏنائين سُپرين.

(۵)

سُوکَمَ کون سُوکَمُ، اَٿي راهَ عَجيبَ جي،
ڪَٿِين سانُ خوشيءَ جي، ڪَلِپَتَ ريءَ قَدَمُ،
تَہ آتَمَ پَدُ اگمُ، سامي لَهِين سُتِرو.

(٦)

هَٿِي هوڏَ مَ ڪَرِ، مُني مَحَبوبَنِ سان،
پِينهُن چَڪي،ڏوءِ پاٿي، مَحَبَتَ مُنيون پَرِ،
تَہ دوسُ تُنهِنجي دَرِ، پيهي آچي پاڻهِين.

(۷)

جيوَنَ طَلَبَ نِوارِ، سامي مِهرَ مَيا سانِ،
تَپِتِ تَنِ تاپَنِ جي، يڪَتِ بوندَ سان ٺارِ،
نِرَمَلُ نَئَنَ نِهارِ، تَہ اَوِديا اوندَهِ نَہ رَهي.

(۸)

پَرچي ڏِنو پَهُ، مُرشِدَ خاصِ مُريدَ کي،
اَنَ هوندي دَرياهَ جي، وَهَ مِ پَلي نَہ وَهُ،
جانَ وِڃائي پانهنجي، تيءَ مَحَبَتَ مِ مَحُ،
تَہ اَچِي پانَ اَلَهُ، عاشِقُ تيئِي عَرشَ کون.

(٩)

ڪَنهن ڪي ڪَرِيان حالُ، پورَبَ ديسَ مَلارَ جو،
جتي اُجَ بڪَ ناهِ ڪا، نَڪي ڪائي ڪالُ،
نَڪو ڏينهن نَ راتِ ڪا، نَڪو آڪاسُ پَتالُ،
خاوَندَ جو خِيالُ، سَمَ وَرتي سامي چئي.

(١٠)

دِلبَرُ دِلِ گهري، دِلِ ري گهري ڪينَڪي،
ڪَڍِي دِلِ دَليلَ مون، تون سامي پيتَ ڏري،
تہ پِرين پيرَ پري، اَچي بِيهيٺي اڳتون.

(١١)

ڇَڏي وَرُ وَڪَڙُ، جي ڪَٽِين پيرُ پِرينَ ڏي،
تہ سَهَجي سُپِيرِينَ جو، سامي لَهِين تَڙُ،
موتي توکي مَڙُ، جَمُ جڳاتِي نہ ڪَري.

(١٢)

وِرلو وَڏُ ڀاڳِي، پَهُتو پِريمَ نگر ۾،
جَنهن مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان، مَمِتا مَت تياڳِي،
ڏِنائين جاڳِي، پنهنجي اکين پاڻَ کي.

(١٣)

اِهو ڪيو اُپَديش، سامي پوري ستگروءَ،
ڄاڻي سَڀُ سُڀِني جو، ڪُٽنبُ قَبيلو خويشُ،
جاڳي ڪَرِ تَنهِن جوت ۾، پَلڪَنِ سان پَرِويشُ،
جنهن جِي شيشُ مَهيشُ، اُستَتِ ڪَري اَيدُ تي.

(١٤)

ڄاڻائج مَ ڄاڻُ، مَتان ڄاڻُ وِجهيئي ڄار ۾،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي، پاڙون پَٽِج پاڻُ،
رَهج ٿابوتيءَ سانُ، مَتان ڏِڪي ڪَنِي ڏاريو.

(١٥)

ڪوهُ ڪريندا ڏاريو، آهي ڄاني مُنهنجو جيءَ،
مَنجهي ڄاڻَ اَڄاڻَ جي، ٿو پاڻُ پَسائي پيءَ،
تَنهِن ڪي ڪِهڙو سيءَ، آهي سورِجُ جَنهن جي سِرَ تي.

(١٦)

هَٿِي هَٿُ وِڃاءِ، مَتان ڏِسِنِ ڏُکَ ڏهاڳَ جا،
ڪَرِ اَدَبَ سان عاجِزي، پاندُ ڳِچيءَ ۾ پاءِ،
مَن مَتِ سَڀَ ڇڏي ڪَري، چِتُ چَرنَنِ سان لاءِ،
پرِيَن کي پَرچاءِ، تہ سامي پائين سيجَ سُکُ.

(١٧)

جي مَحبوبَن معافي ڪَيا، پَرچي پير ڪَنهين،
سالڪَ سَلج ڳالهڙي، رُيڏو راهُ جَنهين،
آن بہ تارَ تَنهين، مِلان مَحبوبَنِ سان.

(١٨)

مانڪَ جو اُوتارُ، ڪَنهِن مِليو پورَنَ پُنَ تي،
تَنهن جي ڪَريان ڪيتري، وَڏائي وِستارُ،
سَهسَنِ ۾ سامي چَئي، ڪو ڄاڻي سَنت سَچارُ،
ڪَيو جَنهن ديدارُ، گُرگمَ پَرچي پانهِنجو.

(١٩)

سَدا ڪَرِ شُڪرُ، سامي دَر دوسَنِ جي،
پاوين مِلي مَليدو، پاوين سُڪو ٽُڪرُ،
رکي چاهَ اَندرَ ۾، گهٽِ وَڌِ ڪَڏي نہ گُهرُ،
تُوَر اِنهيءَ ۾ تُر، تہ خاصو خِلوَتَ دارُ ٿئين.

(٢٠)

جائِين سَڏِ ڪِي ڪَٽي ساهُ، تائين وَڏِي ٿِي وِٽِ پَئي،
سَمُجهہ ڪِي سامي چَئي، اَٿي رومَ رومَ ۾ راهُ،
ڳجهو ئي ٿِي ڳاهُ، تہ واقف ٿئين وِرونهَ جو.

(٢١)

اَڻَ هوندو ڀولو، ڀيو مالڪَ جي مَنَ ۾،
سامي شاهُ سُپني ۾، ٽيو گولَنِ جو گولو،
ڦري ويٺو پائهين، چنتا جو چولو،
ڪيرُ ڪَڍي رولو، ٻنان جاڳئي پانهنجي.

(٢٢)

اَڻ هوندو اَوِديا ڇَلُ، ٽِيو چيتَنَ جي چيت ڪون،
جئين سورِجَ جي تيج ڪون، مِرگَ ترشنا جو جَلُ،
سَمُجهي سارَ سَروپَ ڪي، تون سامي ڪَڍُ خَلَلُ،
تہ اَٿئي ڦِهَرَ اَچَلُ، رَهين سَدِ سُياوَ ۾.

(٢٣)

رَمِتا رامُ رَمِي، سَڀَ ۾ رَهِيو اُڪاسَ جان،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، نيهي نِهَڪرمي،
شاديءَ غمي، جاڳي ڪَڍِي جَنهِن جيءَ مون.

(٢٤)

مَحلَ مَنجهِي آهِينِ، سُدّاتُورا سُپرين،
لِڪا ڇِپيا ڪينَڪِي، ٽا ٻُڌَنِ ڳالهائين،
ساڪي سَڀَ ڪَنهِين جا، ويٺا واجهائين،
جي مُنهَن مَرُهيءَ پائِين، واقِفُ سي وِرونهَن جا.

(٢٥)

اُدم ؏ پرارِبدِ، ٻَئِي ڪيا ٿُهنجا،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَڏي مَمِتا مَتِ،
تو ۾ سَتِ نَہ اَسَتِ، تون ساکِي نِرمَلُ سَدا.

(٢٦)

ويدَ سَنتَ هڪُ روپُ، ساکَ ڏَين ٿا سَچَ جي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون آتمَ سَندَ اَنوپُ،
ساکي برهمَ سَروپُ، پولڻ وارو سَمَ ٿِي.

(٢٧)

مَڙهيءَ مَنجهِ مَڙهي، تَنهِن ۾ مَڙهي دوسَ جي،
پاڻَ مَڙهيءَ کون پار ٿي، چاڙهِي ڏِسُ چَڙهي،
پَيِجي پَرَمَ گهڙي، ناٿُ مِليو نِج ناٿ سان.

(٢٨)

اَڏِيون اَڏِيون اَڏِ، مودين پاسي مَنَهِي،
سَچِيءَ سِڪ سامي چَئي، پاڻُ ٿَني سان گَڏِ،
ڇُوتِ مِڙيائي ڇَڏِ، تہ سَهَجِ مِلني سُپرِين.

(٢٩)

سَدائين اِستَتِ، ساکي پانهِنجو پاڻَ ۾،
شيوَڪُ سامي نانءِ کو، نَکا سَتَ اَسَتِ،
مَنَ بُڌِ واڻيءَ کون پَري، رَتِي وَرائي رَتِ،
ڪَري کيرُ پَگَتِ، شيوَڪَ ري سامي چَئي.

(٣٠)

ڪوهه ڪرين اُنمانُ، سامي سارَ سَروپَ جو؟
مَنَ ٻُڌواڻيءَ ڪون پَري، پورَنُ پُرکُ پُرانُ،
سُوڪَمُ ساڪي سَڀَ جو، نِتَ نِرمَلُ نِرباڻُ،
ڏٺي ٿي پروانُ، ساک ڏئن ٿا سَنتَ جَنِ.

(٣١)

ٻاريءَ مَنجِهه رَهي، تون سامي ڏِسُ سَروپ کي،
جَنهِن جاڳايو جوتِ کي، سو ساڪي ڪَرِ سَهي،
تَ وَڃيئي سَڀُ وَهي، سَنسو آتَمَ سيرَ ۾.

(٣٢)

اَٻُجهه ٻُجهه پِريَنِ جو، پَڌَرِ ڪئن ٿيو؟
جتِ نَ مارِگُ مَنَ جو، ٻُڌِ نَ ٻَلُ ٻيو،
موٽي موٽيو ڪونَ ڪو، وَحدَتَ مَنجهه وِيو،
هي ڪَمُ ڪَنهن ڪِيو، ٿي دَرِ در ٻُجهي دانهڙي،

(٣٣)

ساڌَنَ سيئي، سُونَ آٿي ساڪيءَ ري،
سَمُجهه ري سامي چَئي، تون سارِمَ دِبَ ديهي،
اَندَرِ ڏِسُ ٻيهي، تَ آهي ڪيرُ قلوبَ ۾.

(٣٤)

نِتَ پَراپَتِ چانڻ، آتَمَ سکُ اَندرَ مِ،
جِئِين اَڪاسُ گهٽَنِ مِ. تِئِين تُنهنجي سانڻ،
ڪَڍي پانهِنجو پاڻُ، سامي ڏِسُ سَروپَ کي.

(٣٥)

سَيُڪو ڏورِ ڏسي، تُو آتَمَ پَدُ آڪاسُ ڪون،
اِئين چَئي ڪونڪو، تہ آهيون پاڻَ اَسي،
سامي ڏِسِي هَسي، اِنهيءَ ڳالهہ اَنوپَ کي.

(٣٦)

سامي سوئي ڪَرِ، جَنهن مِ ڪَرِتو نہ رَهي،
اَوِديا پِندِ مٿي تون، گُرگَمَ لاهي ڌَرِ،
تہ دوستُ تنهنجي دَرِ، پيهي اچي پاڻهي.

(٣٧)

جيئندي ڏِٺو جَنِ، سامي سُٻيرِيَنِ کي،
مُٺي سي مَحبوبَ سان، وَڃي مَردَ مِلَن،
جَنِين ڏِٺو ڪِينَڪِي، سي ڪوڙا قِصا ڪَنِ،
اِئين ٿا چَوَنِ، وِيدَ پُران سِدَ سادَ جَنَ.

(٣٨)

جَنِين هَٿُ ماريو، تَنِين جِيتيو جَڳَ کي،
نِرمَلَ ڀاوَ ڀڳت سان، سڀ جو چِتُ ٺاريو،
گهٽَ گهٽَ نِهاريو، سامي سُٻيرِيَنِ کي.

(٣٩)

آتمَ رَسُ مِنو، آئي سَبَ رَسَنِ کون،
وَيي پُڄُ تَنين کون، چکي جَنِ ڏِلو،
ڪِٿائون پاڻُ ڦِنو، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(٤٠)

اَندَر ڏِسُ پيهي، تـَ آهي ڪيرُ قلوبَ ۾،
سَهي ڪَرِ سَروپَ کي، تون مَنُ مَنسا ڏيئي،
تـَ سامي سيئي، دَردَ مِٽني دَمَ ۾.

(٤١)

سامي سو سَچيارُ، جو ڪَڍي ڪوڙُ قلوبَ مون،
پيهي ڏسي پاڻَ ۾، آتمَ سکُ اَپارُ،
ساکي سِرجَنهارُ، وِياپَڪُ ڏِسي وِسُ ۾.

(٤٢)

ٻاريءِ ٽِڪاٽو، ڪوڙَنِ مَنجهون ڪو ڪَري،
مَنيو جَنهِن مَحبوبَ جو، پَرَمَ ري ياٽو،
سامي سَماٽو، پَرچي مَنجهِ پِرينِ جي.

(٤٣)

ٻاريءَ مَنجه ٻاري، آئي عَجائبُ عَجيبَ جي،
مَنَ ٻُڌ واٽيءَ کون پَري، نِرمَلُ نياري،
پيهي ڏِسُ پِرينِ جي، تون مورَتَ موچاري،
تـَ سامي خُواري، مِٽي وَڃيئي مَنَ جي.

(۴۴)

جَنتري وَڄائي، جَنترَ ڪامِلُ پَنهنجي ڪَلَ سان،
ڏِسي ٻُڌي سَيُڪي، سَمُجهي ڳالهائي،
سامي ڏِسي ڪونَڪو، مُنهُن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گُرُ پَٽُ لاهي، تہ سَنسو مِٽي جيءَ جو.

(۴۵)

ڏيهيءَ مَنجهِ ڏِيو، اَچَلُ ٻري ٿو آدِ جو،
اوِديا ڪون اُلَٽي ڪَري، پاتو جَنهن لِيو،
تَن جو مَنُ کِيو، ٿِيو سامي سَهِجَ سَروپَ ۾.

(۴۶)

سُوڪَمَ ڪون سُوڪَمُ، اَٿي راهَ عَجيبَ جي،
ڪَٿِين ساڻُ خوشيءَ جي، ڪَلپِتَ ريءَ قَدَمُ،
تہ آتَمَ پَدُ اگمُ، سامي لَهِين سُتُرو.

(۴۷)

سَتِ گُرَ ڳالهہ چَئي، عَجائِبُ آنَند جي،
ٻاريءَ بيگمپور ۾، سامي ڪَرِ سَهي،
تَہ وَيجيئي پَٽُ لَهي، اَوِديا جو اَکِنِ تون.

(٤٨)

سَتِ گُرَ سارُ ڏِسيو، پَدُ پُراتَنُ گھرَ ۾،
گُرَمکَ گُرَ ويساهَ سان. سامي تَتِ رَسيو،
جِتي بادَلَ جَل ري، مِهروُن مينگھ وَسيو،
سَنسو سَڀُ نَسيو، دَرَسَنُ ڏِسي دوسَ جو.

(٤٩)

سَتِ گُرَ وَچَنُ اُتو، ويدَ پُرانَ مَٿي ڪَري،
وِرلِي ڪَنهن گُرَمکَ کي، هِردي مَنجھ کُتو،
کَڍيو تَنهن اَندَرَ مون، اَوِديا لوڀُ ڪُتو،
سَدائين اَڃُتو، سامي رَهي سياوَ ۾.

(٥٠)

ٻِن جي ڪانهي جاءِ، ساکي سوکَمَ پَد ۾،
سَمُجھي تون، سامي چَئي، وِچون، پاڻُ وِڃاءِ،
تـ لُنؤَ لُنؤَ مَنجِھ لڪاءِ، مورتَ مَحَبوبَنِ جي.

(٥١)

هَرَ هَرَ ڏَڪَ ڪائي، تِي ساري ڦُٽي جگَ ڪون،
تِئين جيءُ سَروپَ ڪون، پِلِي پِتڪائي،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، تون مُنهن مَرّهيءَ پائي،
سَنسو سَمائي، جو موتي مِلي جگَ تِئي.

(٥٢)

سَمَجهه ۾ سامي، بيدُ ڀرمُ اُٽي ڪوڙَ ڪو،
مَها پُرڪَ ٿِيا ڪيترا، اَنيئِي آرامي،
ٻِيا ڪمي نِهَڪامي، اوري اُٽڪيا چاڙَ ۾.

(٥٣)

لنوَ جي لانگوٽي، پاتي جَنهن پَرتِيت سان،
ڪَئِي تَنهن ڪَلپَتَ ري، هَٺَ ۾ سَمَ سوٽي،
ماري ڪَديائين مَنَ مون، ڪَلِ ڪَلِ سَبَ ڪوٽي،
اچي نا موٽِي، سامي چَئِي سَنسارَ ۾.

(٥٤)

سامي گهرَ ۾ گهرُ، تنهن ۾ گهرُ اگهرُ ٿي،
مَنَ بُڌَ واٽيءَ ڪون پَري، اندرِن اگوچَرُ،
نِرمَلُ نِيارو نَبَ جان، سائين سَمَ سُيَرُ،
اهِڙو پَدُ اَمَرُ، گُروءَ لکايو گِيانِ سان.

(٥٥)

ڏکي جَڏَ ڏمرُ، متان ڏِسين ڏکَ ڏهاڳَ جا،
مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي، وَٽُ دوسَن جو دَرُ،
تَہ سَهَجي وَرُ اَمَرُ، مِليئي مِهرَ ڪري.

(٥٦)

ٽالي جهَڙو ٽولُ، اَٽي ڪونہَ جڳَتَ ۾،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، ڪَري مَنُ اَڏولُ،
پَڄُ مِڙيوئي پولُ، تہَ سَهَج مِلني سُپرين.

(٥٧)

مَنجهي ڏُنِ ڏِيانُ، اَٽي ڏُنِ ڏِيانَ ۾،
سمجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون اِهو آتَمُ گِيانُ،
تہَ اَوِديا جو اِيمانُ، مِٽي وَڃيئي مَنَ مون.

(٥٨)

ٻاريءَ مينگهہ مَلارُ، ڇو اناسيءَ اُڃَ مَرين،
تِني اُڃَ نہ ٻکَ ٿِي، سَدا جَنہ جَئڪارُ،
نَڪو ڪالُ نہ ڪَرَمُ ٿِي، نَڪو دُڪُ اَهنڪارُ،
دوستَ جو دِيدارُ، هِڪَ پَلَڪَ پَرانهون نہ ٿِئي.

(٥٩)

نَڪي ڄاڻُ پَري، نَڪي اوري آتما،
سَڀَ وَسنوَ جي وِچَ ۾، تو سَدا سيل ڪري،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، نِرَمَلُ نَئَنَ پَري،
ٻِيائيءَ ٻِنان ٻَري، تو ڏِيو تُنهنجي ڏيلَ ۾.

(٦٠)

ٻِيا سَڀِ ڪوڙا ڪَمَ، اَٿي نالي نامَ ري،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، ڇڏي گوندرَ گمَ،
ٻِنان ساڏَنَ سَمَ، پَدُ پِراپَتِ نَہ ٿئي.

(٦١)

مورکَ ڪوھُ مَواسُ، رَهين مايا واهَ ۾،
اَچي ڪَندءِ اوچتي، گرجي ڪالُ گِراسُ،
جاڳي اَوِديا نِندَ مون، ڪَرِ ڪَلِپَتَ ڪي ناسُ،
چيتَنُ چِدَ اَڪاسُ، سُتَمَ ڏِسُ سامي چَئي.

(٦٢)

اٿي پَدُ پروانُ، سامي ڏِٺي پانهِنجي،
ٻِنان ڏِٺي پانهِنجي، سَيوئي اُنمانُ،
ليکي ڳُڻتيءَ ڪون پَري، سَمَ ساڳِي نِرٻانُ،
ڏَري ڏِسُ ڏِيانُ، تون مَنَ ڪَڍِي مَن مون.

(٦٣)

اَوِديا جو اِيمانُ، جاگرتَ، سُپَنَ سکو پَتي،
سَمُجھي ڏِسُ سامي چَئي، تُريا مَنجھ گيان،
تُرِيا ڪون نِرٻانُ، ساکي اَٿي سَڀَ جو.

(٦٤)

جيءَ ڪَري جڪ جڪ، ٿو راتيون ڏينهان نندمِ،
پَنِي ڏِسي نہ پِريمَ سان، سامي اَنيئي اَک،
پَرميسَرُ پَرتڪ، وِياپِي رَهيو وِسِ ۾.

(٦٥)

سَيڪو بُنڌائي، مُنهَن سان ڳالهہ سَروپَ جي،
اُلٽي ڏِسي ڪونڪو، مُنهُن مَٽِهيءَ پائي،
هِيرو بيڌي هِرڪِي، ڪو وِرلو وِڃائي،
جَنهِن کي جاڳائي، سامي پورو ستگرو.

# اُپديش ڀاڱو ٢ (ب)

(١)

نَڪي ڪاءُ، نَہ ٻُڪَ مَرُ، نَڪي جاڳُ، نَہ سُمُ،
نَڪي هارِ، نَہ هَٿُ ڪَرِ، نَڪي ڳِرَڻُ، نَہ ڳُمُ،
مِلي سادَ سَنگتِ سان، مطلَبُ ڪَرِ مَعلُمُ،
جنهن جو هلي حُڪُمُ، سامي سوئي پاتشاهُ.

(٢)

ٻرڇي پورو ٻَهُ، سامي ڏِنو سَتگُروءَ،
اَڻَ هوندي درِياهَ جي، وَهَ ۾ پِلِي نَہ وَهُ،
اُلٽِي اَلڪَ اَپِيدَ ڪي، لِنوَ سَچِيءَ سان لَهُ،
راتيون ڏِينهان رَهُ، اَنلَ جان آڪاسَ ۾.

(٣)

سَبَ ڪي ڪالُ قهارُ، ماري اَچي اوچتي،
ڪَنيون وَڃي ڪِنَ ۾، جوانُ ٻُڍو اَئون بارُ،
ڇَڏي طَمَعَ تَنَ ڌَنَ جي، تون ٻي ٿيءُ تِيارُ،
مَتان ڪَري اِتبارُ، سامي وِهين سُواس تون.

(۴)

رامَ مِلڻَ جي ريتِ، سامي ڏسي سَتگُروءَ،
اَنيڪَ واڪَ اَگمَ تي، پوري رکُ پرَتيتِ،
ڇڏي ڀيدَ ڀرَمَ کي، جاڳي اَوسَرُ جيتِ،
ڏيهرو اَئون مَسيتِ، آهي تُنهنجي آسِري.

(۵)

نَڪي ڪاءُ، نہ ٻڪَ مَرُ، نَڪي جاڳُ، نہ سَمُ،
نَڪي تِياڳُ، نہ گرِهَڻُ ڪَرِ، نَڪي ويهُ، نہ گُهمُ،
آهي جَنهِن جي آسِري، سو سامي ڪَرِ مَعلُمُ،
گِيانَ سورِجَ ري گُمُ، اَوِديا اوندهِ نہ ٿِئي.

(٦)

سَتِگُرَ سَهَجِ سُڀاءِ، ڏِنو اِشارو اَنيڪِ،
سامي سَمُجهِي تنهن کي، نہ ڪي ڪَڏُ نہ ڀاءِ،
پورَنُ جاڻي پاڻَ کي، ڇِنتا سَڀُ ڇُڪاءِ،
ڀانوين راڄُ ڪَماءِ، ڀانوين ڀِنُ ڀرِسَنُ ٿي.

(٧)

سَتِگُرَ ڳالهِ سَرلُ، ٻُڌائي ٻانيَڻُ ڇَوي،
نَڪي ڪاءُ، نہ ٻڪَ مَرُ، نَڪي رو، نہ کِلُ،
نَڪي ويهُ گُفا ۾، نَڪي ڇِلُ ٻہ ڇِلُ،
مَمتَ مٽائي مِلُ، سَتَهَ سِدِ سَروپَ سان.

(٨)

ڏيندو سچ نہ جاءِ، جڏي تڏي ڪوڙ کي،
پرچڻ چاڻي پاڻ کي، ڦاهيءَ منجھ نہ ڦاهِ،
اٽي مايا موهَ جي، بيحد ڏاڍي باهِ،
پندَ مٽي تون لاهِ، تہ سکي ٿئين سامي چئي.

(٩)

هزارن جي هڪَ، ڳالهِ ٻڌائي ستگروءَ،
خلقَ وَسي خالقَ ۾، خالقُ منجھ خلقَ،
پيهي ڏسُ پرتيتِ سان، سامي رکي سِڪَ،
ڪوهُ چئين تو چڪَ، دَرِ دَرِ ديوانن جان.

(١٠)

ستگرَ سهج سُڀاءِ، ڪيو اُپديس اَنيڪِ،
رکي ويساهُ وچن تي، نَڪي ڪَڏُ، نہ پاءِ،
پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾، سامي سَمَ لنوَ لاءِ،
تہ خلقَ منجھ خُداءِ، ڏسين خلقَ خُداءِ ۾.

(١١)

هزارن جي هڪَ، ڳالهِ ٻڌائي ستگروءَ،
خلقَ وَسي خالقَ ۾. خالقُ منجھ خلقَ،
اُلٽي ڏسُ اکن سان، سامي رکي سِڪَ،
ڪوهُ چئين تو چڪَ، دَرِ دَرِ ديوانن جا.

(۱۲)

اُدَمُ بِراپَتِ، ڪونهي پورَنَ پَدَ ۾،
ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو، پِريمي پهچي تَتِ،
مِٺي جَنهِن جي مَنَ مون، سامي مَمَتا مَتِ،
سُتَهَ شِوَ شَڪَتِ، ڏِسي پَنهِنجي ڏيلَ ۾.

(۱۳)

جَنهِن کي جَتائون، اَچي سَمُجهه سَروپَ جِي،
سَچُ آهي سامُهون، تَنهِن کي تَتائون،
چولو چيتَنَ رَنگَ ۾، رَهسِي. رَتائون،
اِئين اُتائون، سالِڪَن سامي چَئي.

(۱۴)

گهر جو ڪَري زيانُ، ماءُ مارِي تَنهِن شَرَمَ جي،
اِهو اَوَڌوتَنِ جو، سامي سَمُجهه گِيانُ،
مِٺي لائِي لِنگَ کي، ڪاءُ پِيڙا پَڪوانُ،
جاڳي ڏِسُ جهانُ، آهي ڪَنهن جي آسري.

(۱۵)

نِشچو ڏيئي نِجُ، سامي چَيو سَتِگُروءَ،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، ناحَقُ ڪَپُ مَ ڪِجُ،
اُلَٽي ڏِسُ اکِنِ سان. سُتَهَ سِڌِ سورِجُ،
سارو باغُ سَبجُ، ڪَيو جنهن ڪَرِتا سان.

(١٦)

چَريا نِتَ چوڻي، ڪوهُ پِڻائِين ڪالَ ڪون،
هونديِ ٻَلَ نِرٻَلُ ٿِئين، خواهش رکي ڪوڻي،
ڪائي ٿيءُ خاوَند جو، رکي سگهي روڻي،
ايندءُ نَ موڻي، سَمو هي سامي چَئي.

(١٧)

جيئندي جڳِ مَرَڻُ، اَوکو ڄاڻَنِ آدمِي،
سامي چَيو سَتِگُروءَ، ڦِتو ڪَرِ هَنڪَرَڻُ،
اُلِٽي ڏِسُ اکِنِ سان، پرَميسَرُ پورَڻُ،
اَچَڻُ اَئون وَڃڻُ، تِندءِ ڪونَ آڪاسَ جان.

(١٨)

گُرَنِ ڏسي گهَري، پريتِ نَ ڪَرِ پَلالَ سان،
اَچي سَٽيندءِ اوچِتي، ڪالُ توکي ڦَهَري،
اِها ڳالهِ اَنيَٺِي، سَمُجهي ڏِس ٿَهَري،
سامي سَتِ سَهَري، ساڪَ ڏِيَنِ ٿا سَنتَ سَڀُ.

(١٩)

وِرَلو ڪو ڄاڻي، مَرَمُ مانڪَ ديهہ جو،
جَنهن کي سَمُجهائي سَتِگُرو، اَنتَرِ مکُ آڻي،
سُتَهہ سِدِ سَروپَ سان، موجَ مِلي ماڻي،
شانتي پَٽُ تاڻي، سامي سُمِهيو سيجَ تي.

(٢٠)

پُرِڪارَتَ جو پِيرُ، سامي ڏِسيو سَتِگُروءَ،
سَهي ڪَرِ سُپَنَي جو، ڪَرِتا آهي ڪيرُ،
جاڳِي ڪَڍُ اَندرَ مون، اَوِديا روپُ اَنڌيرُ،
سَبَ جو جاڻِي ميرُ، ٻانَ وَرائي ٻيءَ کي.

(٢١)

لِنوَ لڳايو ڳُجهُ، اَندَنِ کي اِزهَيبَ جو،
سُوکَمَ سَنَڌِ ساکي تِي، ٻُڌِ ٻِيانيءَ ري ٻُجهُ،
پُنِي ڏيئي ٻانَ کي، کوڙيءَ لُجَهه مَ لُجهه،
رَمزَ سَچيءَ ۾ رُجهُ، تَ سيتَلُ ٿِين سامي چَئي.

(٢٢)

پِرشِنَ پَرَمَ سُندَرُ، سِکَ کَيو شَنڪا ڏَرِي،
ڪيئِن مِلِي ڪاٿي رَهِي، اَنَ ڏِٺو دِلبَرُ،
سامي ڏِٺو ستگروءُ، عين اَيِيد اُتَرُ،
گهرَ ڌَڻيءَ جو گهرُ، گهرَ ۾ وَسي، گهرَ ڌَڻي.

(٢٣)

سِروَنُ، مَنَنُ، نِدِياسُ، آهي جَنهن جي آسري،
تَنهِن کي ڏِسي تَدَروپُ ٿي، ڪو نيهِي پُرِکُ نِراسُ،
ٻاني گُرگَمَ گِياتِ کي، ڪري اَنَنَ اَبِياسُ،
سُکَ سَروپَ ۾ واسُ، سامي سو سَمَجهي ڪَري.

(٢٤)

رکي جَنِ رَجا، ہَرِچي ہَنهنجي سِرَ تي،
سي ڦُرني کون فارغ ٿيا، ڇڏي لوڪَ لَڄا،
ڪَنهِن جي ڪائِنِ ڪِينَڪِي، سامي ڇَئي سَڄا،
مِلي ڪَن مَجا، پَرِچِنتا ري پيءَ سان.

(٢٥)

جاڳِي بِنان جهانَ، ڀُلي ڪِينَ پرَمَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَئي، نيهي نِرَ اَيمانُ،
ڏِٺو جَنهِن اکِنِ سان، اُتي اَنيٺُ يانُ،
ڇڏي آسَ اُٺانُ، اِسِٿِت ٿيو آڪاسَ جان.

(٢٦)

سَتگُرَ ساڌَنَ چارِ، ڇَيا سُکَ سَروپَ جا،
سِکَ، سَمُجهه، ويساهُ، سَچُ، هَرجَسُ هِردي ڌار،
پهچائيندءَ پائهي، دوساٽيءَ دَرِبارِ،
نِترِي نِئَنَ نِهارِ، تہ سِيتَلُ ٿئين سامي ڇَئي.

(٢٧)

جيئندي جڳِ مَرَڻُ، اَوکو ڄاڻِن آدمي،
سامي ڇَيو سَتگُروءَ، تون پَرِچِنَ پِنڊَ نہ ڪَڻُ،
اُتي ڏِسُ اکِنِ سان، پَرِميسَرُ پورَڻُ،
اَچَڻُ اَئُون وَڃَڻُ، آهي جَنهِن ۾ ڪونَڪو.

(٢٨)

ڇڏ ٻاهر جي ٻاڻِ، سامي ڇيو ستگروءَ،
ڏاوَرَ جيان پاڻَ کي، تاڻي مَنجهِ نہ تاڻِ،
اُتِي لَہُ اَندرَ مون، کِما خوشيءَ جي کاڻِ،
مِلي مَوجان ماڻِ، سُتَہَ سِدِ سَروپَ سان.

(٢٩)

هَرَ هَرَ هَٽُ نہ پاءِ، ٻَگنڊِ ڇُهنديءَ نہ ڇڙِي،
سامي ڇيو ستگروءَ، ويندي کي موتاءِ،
اُتِي ڏِٺو اکِن سان، اَچَرَجُ يولي ياءِ،
ڪِڙو خيرُ خُداءِ، لَٿي ڪاڻ ڪُچِرِ جي.

(٣٠)

آهيان اُهوئِي، جاڳرتَ، سپَنَ، سُکپَتِ ۾،
بِرهَمَڻُ کَتِري سُودويش، سامي سَڏي ڪوئي،
ڪَڏي مَنِيسِ ڪِينَڪِي، ڏِٺَمِ کِلي روئي،
لَؤتڪارَ ڪَتِي لوئي، اُجي نہ اَنيئہ اُنَ ري.

# ڀڳتي

(۱)

ڀڳتِ ڀَڏُ ڀاري، سامي اَٿي سَڀَ ڪون،
وَڃي ڀَڄُ تَنِين ڪون، مَمِتا جَنِ ماري،
ڀائي ڳياتِ ڳروءَ جي، ٿِيا دوست دَرٻارِي،
خُودِي خُواري، ڪَئِي ڏِنائون ڀانءَ ڪي.

(۲)

ڀڳتِ ڀَڏُ ڀاري، ڀاتو جَنهن ڀَرَتِيت سان،
مِٽي تَنهن جي من مون، خودي خُواري،
سامي ڪَري سَڀَ ڪي، نِٽُڙي نِيزاري،
ڇاٽي وِسِ ساري، چِمِتڪارُ چيتَنَ جو.

(۳)

ڀڳتِ ڀَڏُ ڀارو، ڀاتو جَنهن ڀَرَتِيت سان،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، اَوِديا اَنڌارو،
لَڌِ ڏِنائين لڪَ ۾، سامي جڳُ سارو،
نَبَ جان نِيارو، رَهي بِديهي ديھ ۾.

(۴)

وَڏي وڏائي، سامي ڄاڻُ ڀڳتِ جي
نيچَ اوچَ ٿيا ڪيترا، ڪَري ڪمائي،
ڍيڍ چمارَ جُلاها، پپيحارا، نائي،
جَنين لِنوَ لائي، سي سَڀئي سُڌريا.

(۵)

بِنان ڀڳتِ ڀڳونت، ڳالهيون سَڀِ ڪوڙيون آهي،
ويدَ پُرانَ سِڌَ ديوَتا، پُڇي ڏِسُ گُر سَنتَ،
ناري ٻالڪُ نا ڇُٽي، بِنان ڪِرپا ڪَنتَ،
سامي سَدا اَچِنتَ، پَرچي تِيو پِريَن سان.

(٦)

ڀڳتِ ري ڀڳوانُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
توڙي ويدَ پُرانَ پَڙهي ڪَري، ڪَنِ گيتا جو گيانُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون ڪَڏي گير گمانُ،
ويساسي وِدمانُ، پَرچي ٿِئا وَچي پيءَ جي.

(٧)

ڀڳتِ ري ڀڳونتُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي،
سائي نار سُلَڇِڻي، جنهن ريجهايو ڪَنتُ،
سامي سَنتُ مَهَنتُ، پَرچي ۾ پَرچو رَهي.

(٨)

ڀڳت ٻنان ڀڳوانُ، ڪنهين ڀاتو ڪينَڪيِ،
ساکَ ڏئي سُوڏِي سَچي، ساڌو جَنُ سُجانُ،
جاڳي ڏٺو جنهن جوت ۾، سامي سَڀُ جَهانُ،
سَدا نِرَ اَيمانُ، وَرتِي ويدَ ويچارَ سان.

(٩)

ڀڳت ٻنان ڀڳوانُ، ڪَنهين ڀاتو ڪينَڪيِ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، نيهي نِرَ اَيمانُ،
جنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، ديکِيا دَرسَنُ دان،
ڪري اَمِرتُ پانُ، اِستت ٿيو آڪاس جان.

(١٠)

ڀڳتِ جو ڪٺڪو، ڀاتو جَن پَرتيتِ سان،
وَڌي تَن جو وَڻُ ٿِيو، جِنَ ٻَڻُ ٻيجُ نَہ ڪو،
اَنِي ڀَهَرَ اَندَرَ ۾، لايو تَن لَٽڪو،
موتي جَمَ جَهٽڪو، سي سامي ڪائِن ڪينَڪيِ.

(١١)

ياوَ ڀڳتِ جي ڀنگَ، پيتي جَنِ پرتيتِ سان
سي ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپ کي، سامي ٿيا سَرِبَنگَ،
وينا اَنيئَہ تَختَ تي، تَنگَ تي رکي ٽَنگ،
راتِيان ڏِينهان رَنگَ، مِلي ڪَنِ محبوب سان.

(۱۲)

ياوَ پِڳت جي پنگ، پيتي جَن پرتيت سان،
سي سامي پندَ سٺي، ٿيا مَحَبتي مَلنگ،
سُمهيا سکپَت سيج تي، تَنگ تي رکي تنگ،
راتيون ڏينهان رَنگَ، ملي ڪَن محبوب سان.

(۱۳)

پِڳتِ وَرائي گيانُ، جيئن موتي آب ري،
بوڌُ وَرائي نہ مِٽي، اَوِديا جو اَيمانُ،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چئي، ڪَڏِي سَبَ اُنمانُ،
نِرمَلُ پَدُ نِرباڻُ، حاضرُ ڏِسِن هَٿَ تي.

(۱۴)

پِڳتِ مَنجهِ پِڳوَنتُ، جِيئن ڳَندُ ڦُلَنِ م،
ڪوڙِنِ مون ڪو هِڪڙو، سَمُجهي سَنتُ-مَهَنتُ،
جو ڪلپت ڪَڏِي جيءُ مون، سامي ٿِيو ڀڳوَنتُ،
جنهن جو آدِ نہ اَنتُ. سو ڏيو ڏِلائين ڏيهم.

(۱۵)

پِڳتِ پِڇائي، سَهَسي جَنَ سيتَلُ ڪَيا
سامي مِليا سَروپَ سان، لِنوَ سَچي لائي،
مَمَتا مِٽائي، پيئن پيارِنِ پريمَ رَسُ.

(١٦)

ڪري ياءُ يڳتِ، سامي تَرُ سنسارُ تون،
ٻيڙي ڪَرِ ويساهَ جي، چَڙهو مَحَبتَ مَتِ،
سَت گُرُ پُرکُ مَلاحُ ڪَرِ، پَتَنُ ڪَڍُ ڪُمَتِ،
ساڪي جاڳي سَت، تہ پهچين پارِ پَرمَ ڪون.

(١٧)

ڀاڳوَتي يڳتَ، پاسي ٿِيَنِ نہ ڀيءَ ڪون،
جَن ڪي ڏِني سَتگُروءَ، اَنيئي اِشارَتَ،
پيئَنِ پيئارِنِ پِريم رَسُ، ميٽي موهُ مَمَتَ،
جاڳرتُ مِ سکَيَتَ، سدا رهن سامي چئي.

(١٨)

ڀاڳوتي يڳتَ، پاسي ٿِيَنِ نہ ڀيءَ ڪون،
جَن ڪي ڏِني سَتگُروءَ، سامي مَتِ محبت،
جڳتُ ڏِسَنِ جانيءَ مِ، جاني مَنجِهِ جڳتَ،
ڪَٿي سَبُ ڪلَپتَ، اِستت ٿيا اَڪاس جان.

(١٩)

جيڪو يڳت ڪَري، سامي سَرِدا پريتِ سان،
اَوِديا ٻَندَ مَٿي تون، لاهي هيٺ ڌَري،
چيتَنيءَ اَئون ڪُنجڙَ مِ، ماکي ڏِسي لَري،
تِنهن ڪون پيرُ ڀَري، ڪَڏي ٿِيان ڪِينَڪِي.

(٢٠)

ڀڳتِ ڀولي ڀاءِ، ڪَئي جنهن ڪرتار جِي،
اَچِي تَنهِن سان اوچِتي، سامي ٿيو سَهاءِ،
تون ڀي ڏِسي تَنِ کي، لِنوَ سَچائي لاءِ،
وِچون ڀَرَمُ وِڃاءِ، تہ ماٺي دورَ دَرَسَ جا.

(٢١)

سَنتَنِ ڳالهِ چَئي نانا ڀاءِ ڀڳتِ جي
سامي سِڪَ سَچِيءَ سان ڪنهن وِرلي جَنَ ڪَئي
پانهِنجيءَ منجه پَئي سڪُ لَڏائين سَمُ جو.

(٢٢)

ڀاڳوَتي ڀڳتَ، ماڻِن سڪُ سَروپَ جو،
سُمجهي جَنِ سامي چَئي، اُلٽِي اِشارتَ،
چَڙهيا چيتن چِٽَ تي، ڪَٽِي سَبَ ڪَلپَتِ،
عين اَبيدَ اَدِيتَ، ٻاٽِي ٻولِنِ بيحدي.

(٢٣)

ڀاڳوَتي ڀڳتَ، پاسي ٿئَن نہ پيءَ ڪون،
جَنِ کي ڏني سَتِگُروءَ، سَچِي مَتِ محبت،
ڏِسَن نِتُ ديهيءَ مِ، مَدَ ٻَري مورَتَ،
ڪَٽِي سَبَ ڪَلپَتَ، سامي ماڻِن سانتِ سڪُ.

(۲۴)

پاڳوتي پڳتُ، پاسي ٿئي نہ پيءِ کون
مِٺيو جَنهِن جي من مون، سامي موهُ مَمَتُ
وَرتيَ وِڏِ ويچارَ سان، عَينَ اَيِد اُپِرَتَ،
رائِي ۽ پَربَتُ، سَمَ ڄاڻي سامي چَئي.

(۲۵)

جِيئَن هَريو دَرِخَتُ، ڇايا ڦُلَ ڦُلَ سڪَ ڏِئي،
تِيئَن سَڀِ ڪارج ڪري، پاڳوتي پڳتُ
رکي نہ رَتيءَ جيترو، مايا موهُ مَمَتُ
عَينُ اَيِدُ اُپَرَتُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(۲۶)

پاڳوَتي پڳتُ لِکي ڇپي ڪِينَڪِي
ڏِٺو جنهن ديهيءَ ۾، اَنيڪ آتمَ تَتُ
ماڻي مَوجَ مُڪتِ جِي، مِيٺي سَڀُ مَمَتُ
رائي ۽ پَروَتُ، سَمَ ڄاڻي سامي چَئي.

(۲۷)

پڳتن کون پڳوانُ، پَلڪَ پَراهون نہ ٿِئي
اَندر باهرَ سَرِوگَتِ، ڏِئي دَرسَنُ دانُ
ڪَٿي ڪوٽُ جنم جو اَندر جو اَيمانُ
پائي پَدُ نِربان، سامي ماڻِن سانت سڪُ.

(٢٨)

پڳتن کون پڳوان، پلڪ پراهون نہ ٿئي،
ڪري تن کي سروگت، ڏيئي درسن دان،
مٽيو تن جي منَ مون، ديهيءَ جو اڀمان،
پائي پدُ نرٻان، سامي ماڻن سهج سکُ.

(٢٩)

پڳتن کون پڳونتُ، پاسي ٿئي ڪينڪي،
ڪائي ڪچڻي، کيرُ، ساڳ، ڳلان ۽ پتُ،
سامي سڀَ ۾ سارُ، جن ڄاتو آتمَ تتُ،
رکي نہ منِ ممتُ، ڄاڻي روپَ سروپَ جا.

(٣٠)

پڳتن هٿ پڳوان، ڪين وِڪامي وس ٿيو،
سامي چئي ستگرو، پرچي ڏي پرمان
ڪيائون سِڪَ سچيءَ سان، تن منُ ڏنُ قربانُ
پائي پدُ نرٻان، ماهلُ ٿيا مهرانَ ۾.

# ڀڳتي (ب)

(١)

لاکَرُ وِڪاڻو، سامي هَٽِ سَنتَنِ جي،
ڀاسي رکيائين ڀريت سان، منڊائي ماڻو،
سيوا ڪري سيوڪُ تي، ڀرچي سَڀَ ڀاڻو،
لَنِڪِي لُياڻو، ڀَنورَ جان ڀڳتِ تي.

(٢)

جَنهن جو آد نہ انتُ، تولَ مولُ نہ ماپَ ڪا،
سو پَرچي تيو پاڻهِين، ڀڳتِ وَسِ ڀڳوَنتُ،
سامي جَنِ سوگهو رکيو، گيانِ سَچيءَ گُرمَنتُ،
بلاوَلُ بَسَنتُ، ڳائيندا وَتَنِ ڳوٺَ ۾.

(٣)

ڀڳتَ پيارا ڄاڻُ، ناردَ مان کي سَڀَ ڪون،
جَني مُنهنجي ناوَ تي، ڏِنو پانهنجو ڀاڻُ،
سَنسو ڪَڍي جيءَ مون، سَمَ رَهَنِ سَڀَ ساڻُ،
پوري تَنِ جو پاڻُ، سامي چَڏيان ڪينَڪي.

(۴)

ڏسي جيءَ لَري، نارد نِجُ پِڳَتن ڪي،
مان ڏاريان ڏيان تنهن جو، جو منهنجو ڏيان ڌري،
اوت پروت جاڻِي ڪري، ٿيان ڪينَ پري،
سامي ڪينَ سري، بِنان پِڳَتِ آهارَ جي.

(۵)

جاڻِجِ شُڌُ سَروپ، نارد نِجُ پِڳَتن ڪي
تارڻ ڪاڻِ سنسار جي، ڌاريمُ اِيهو روپُ
سامي وَچَنُ اَنوپُ، سَتِ چَوان ٿو صفت سان.

(٦)

پاڳَوَتي پَلو، سامي گُهرَنِ سَڀَ جو
رکنِ نہ رَتيءَ جيترو، رِدي منجھ رَلو
جاڳي هَنياَئون جڳت جي، ليکي اُتي ڪَلو
ڪري پاڪُ پَلو، سنمک ٿِيا سَروپَ جي.

(٧)

پاڳَوَتي پَڄَنُ، هَردَمُ ڪَرنِ هڪڙو،
جنهن ۾ تون مان نامِ ڪا، نَڪو مايا مَنُ،
ڏِسَنِ ديھ اِيمانَ ري، پَرِميشورُ پورنُ،
سَدا مَست مڱنُ، سامي رهن سياوَ ۾.

(٨)

يگتَ ياڳوتي، ٻولي مٺو موهٺو،
جَنهن کي ڏِني ستگروءَ، سامي گيانَ گتي،
ڏِسي ديهِ اَيمانَ ري، پِرتک پرانَ پَتي،
جِيئَين لوئي رنگ رَتي، تِيئَين رَتو رهي رَنگَ ۾.

(٩)

هَرِ يڳتَنِ جي چالَ، نِياري نانا پَرَمَ کون،
اَندرِ سياڻا سورما، ٻاهَرِ حالَ بي حالَ،
سَرَنِ آئي سيکنهِن جي، سامي کَنِ پرت پالَ
کرپا سانُ کَلالَ، پِيَنِ پِيارنِ رامَ رسُ.

(١٠)

هَرِجَنُ کينَ هَٿي، پريم پريت ويساهَ کون،
سُوري جان سَتمکُ لَڙي، سَنسو سَپُ سَٽي،
ماري نانا دَلَ کي، کَلِپتَ سَپَ کَٽي،
سَهَجي سوپَ کَٽي، سامي مَنَ مَواسَ کون.

(١١)

ڏِسي باغَ کجان، آرائيءَ اَرداسَ کي،
خاوند ٻُڌُ ٻانهي جون، آهَ پَريون اَرجان،
اَٿئي پهر اَندر ۾، تو تَنهنجي داءَ ڏجان،
سامي تَڏي سِجان، جَڏي پرچي کَرين پنهنجو

(١٢)

لونءِ لونءِ جاپُ جَپنِ، مِلِي پَڳتَ پڳونتَ جا،
لَنِ تاپنِ جي تاپَ ۾، سامِي ڪِيَن اَچنِ،
پيدُ ڪَڍي پرپورتي، ڪَلِپتَ ڪنڌِ ڪَپنِ،
سدا رَنگِ رَچَنِ، مِلِي ڪرَي مَحبوبَ سان.

(١٣)

لونءِ لونءِ جاپُ جَپي، بِنان پيدَ پرمَ جي،
ڪَلِپتَ ڪَڍي جيءَ جي، اوِدِيا پاڙَ پٽي،
ساڪي ڏِسي سَبَ ۾، ڪَنهن سان ڪِيَن تپي،
سامِي سَدا لَپي، پٽي پانهنجي شِشَ جي.

(١٤)

پڳتِ ڏِني پڳوانَ، جَنِ کي پَرچي پانهنجي،
تَن سامِي سَيِنئي ڪَيا، جپَ تپَ دان اِشنانَ،
راجَ يوڳَ سکَ سرڳَ جي، اِنچا رکَنِ ڪانَ،
رَهَنِ مَنجھ جهانَ، سَدا اَليپَ ڪَنولَ جان.

(١٥)

پڳتِ ڏِني پڳوانَ، جَنهن کي پَرچي پانهِنجي،
تَنهن سامِي سَيِنئي ڪَيا جپَ تپ دانَ اِشنانَ،
جَنمَ مَرَنَ سکَ دُکَ جي، ڪَلِپتَ رکي ڪانَ،
اِيئين ويدَ پُرانَ، چَوَنِ وِڌِ وِيچارَ سان.

(١٦)

ڀڳت ڏني ڀڳوان، جَنِ کي پرچي پانهجي،
سي پيئن پيئارن پريم رَس، نيهي نِر اُيمان،
سامي ساڌ سَنگتِ ري، هي سُڌِ رکَن ڪانَ،
رهن مَنجهِ جَهانَ، سَدا نيارا نَڀَ جان.

(١٧)

ڀڳت ڏِني ڀڳوان، جَنِ کي پرچي پانهنجي،
سامي تَنِ سَنتنِ جي، مُشڪل ٿِئي آسانَ،
ڪايا مايا ڪُلَ جي، ڪَلپَتَ رکنِ ڪانَ،
رهنِ منجه جَهان، سدا اَليپُ اَڪاس جان.

(١٨)

ڀڳتِ ڏني ڀڳوانَ، جَنِ کي پَرچي پانهنجي،
سَهَجِي ٿيا سامي چَئي، سي نيهي نِرِهانَ،
جَنَمَ مَرَنَ ڏُکَ سُکَ جي، ڪَلپَتَ ڪَرِنِ ڪانَ.
رَهَنِ مَنجه جَهانَ، سَدا اَليپُ اَڪاس جان.

(١٩)

ڀاڳوتي ڀڳت، پاسي ٿِين نہ ٻيءَ ڪون،
جَن کي ڏِني سَتِگُروءَ، مَڌَ ڀَري مَحَبَتَ،
سامي ماڻِنِ سيجَ سُکُ، ڪَٽَي سَڀَ ڪَلپَتَ،
رَهَنِ مَنجهِ جڳتَ، سَدا اَليپَ اَڪاس جان.

(٢٠)

ڀاڳوتي ڀڳتَ، پاسي ٿِينِ نہ ڀيءَ ڪون،
سَهَجي جَن جِي سَتِڱروءَ، ڪَٽي سَڀَ ڪَلپَتَ،
سَدا رهن سامي ڇَٽي، جاڳرت ۾ سکپتَ،
گورک نارَدَ دَتَ، ساک ڏني سک ديوَ جي.

(٢١)

سائِينءَ جو پيارو، سائِينءَ سان مِلي رهي،
سَهي ڪيائين سکَ جو، چيتَنُ چَوبارو،
پَرچِي پَسارو، سَڀُ ڪَديائين جيءَ مون.

(٢٢)

ڪَئي ڀڳتِ ڀلَنِ، مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي،
اَنيءُ سکُ اَندرَ جو، ڪَنهِن کي ڪينَ سلَن،
ٻِنان چاهَ چلَنِ، جڳَ ۾ جڳَ جهِڙا ٿي.

(٢٣)

ڀڳتُ ڀاڳوتي، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هڪڙو،
جَنهِن کي ڏني سَتِڱروءَ، گهَري گيانَ گَتي،
سکي ٿِيو سامي ڇَٽي، پائي پرانَ پَتي،
جيئِين لوئي رَنگَ رتي، تِيئِين رَتو رهي رَنگَ ۾.

(٢٤)

پـڳتُ پـاڳوَتي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو،
ڏنـو جنهن اکنِ سان، پِرتڪُ پرانَ پتي،
جاچي ڪينَ جهانَ جا، سامي ساڌَ ستي،
جيئِين لوئي رَنگَ رَتي، تِيئِين رَتو رهي رَنگَ ۾.

(٢٥)

پـڳتُ پـاڳوَتي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو،
ساڌِي جنهن سِڌِ ڪئي، سامي سُرتِ ستي،
ڏِنـائين اَپـيدُ تي، پِرتڪُ پرانَ پتي،
جيِئين لوئي رنگ رتي، تِيئِين رَتو رهي رنگَ ۾.

(٢٦)

پـڳتُ پـاڳوَتي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو،
جَنهن پَرچي ڏِنـو پريمَ سان، سامي پرانَ پتي،
جيِئين لوئي رَنگِ رَتي، تِيئِين رَتو رَهي رَنگَ ۾.

(٢٧)

پـاڳوَتي پـڳتُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو،
مِتيو جَنهن جي مَنَ مون، سامي مَمَتُ مَتُ،
اَندرِ ٻاهرِ نِپَ جان، ڏِسي ساڪي سَتُ،
واري وينو ڪتُ، جيِئندي پانهنجو جَمَ سان.

(٢٨)

ٻاڳوٽي ٻڳتُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هڪڙو،
جاڳي جنهن جڳت جو، واريو ڪاتو ڪَتُ،
سامي مليو سروپَ سان، ميٽي سَڀُ مَمَتُ،
گورکُ نارَدُ دَتُ، ساکَ ڏِيَنِ سَڀ سکَ جي.

(٢٩)

ٻاڳوٽي ٻڳتِ، ڪَئي جنهن گُرگيات سان،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سَهَجي مَمَتَ مَتِ،
وَرِتي ويدَ وِيچارَ سان، رَنگِيلي رَهَتِ،
جاڳرت ۾ سکِپَتِ، سَدا رهي سامي چئي.

(٣٠)

ٻاڳوٽي ٻڳت، وِرلو ڪو گُرمکُ ڪَري،
ڪَڍي جَنهن اَندرَ مون، سامي مَمَتا مَتِ،
چِيٽيءَ اَئون ڪُنچَرَ ۾، ساکي ڏِسي سَتِ،
راتيون ڏينهان رَتِ، رَهي ٻرُکَ اَگمَ سان.

(٣١)

ڪوڙنِ مَنجهِ ڪَري، ڪو نرمَلَ ٻڳتِ سَروپَ جي،
ڪَلِهَتَ سَڀ اَندرَ جي، ڪڍي ڏيانُ ڌَري،
ساکي سَمَ سَهَي ڪَري، اَجَرُ ٻَدُ جَري،
ٻَلکَ نَہ ٽِئي ٻَري، سامي سُپيرينِ ڪون.

(٣٢)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو ڀڳتِ اُپيدُ ڀَرَمَ ري،
جَنهِن تي پورو سَتگُرو، پرچي هَٿُ ڌري،
سامي ڏسي ٺَري، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

(٣٣)

وِرلو واپاري، سَودو ڪري سَچَ جو،
ڀَري کيپَ ڪميا سان، ڀڳتِ جي ڀاري،
سامي لوڪَ پرلوڪ جي، سُڌِ رکي ساري،
ڪري نِيزاري، سنمک ٿِئي شاهَنِ جي.

(٣٤)

وِرلو جَنُ ڪري، ڪو ڀڳتِ اُپيدَ اَلکَ جي،
جَنهِن تي پوروِ سَت گُرو، پَرچي هَٿُ ڌَري،
پَلڪَ نہ ٿئي پَري، سامي تَنهِن کون سُپِرين.

(٣٥)

وِرلو جَنُ وِيو، ڪو لَنگهي پارِ سَمُندَ کون،
جَنهِن کي مَردَ مَلاحَ جو، سامي سَنگُ ٿِيو،
تنُ مَنُ سِڪَ سَچيءَ سان، پَتَڻُ ڀيٽَ ڪيو،
چڙّي جاڻَ پِيو، پَئي ڀڳتِ جهازَ ۾.

(٣٦)

پڳتِ اَيِدَ ڪَري، جيڪو سِڪَ سَچيءَ سان،
سامي تَنهن کون سُپرين، پَلڪَ نہ ٿِئي پَري،
اَنئي پَهَرَ ٻَري، مَهان مَشعالَ اندرَ ۾.

(٣٧)

اَنَ پڳتِ ڪَري، اَنئي پَهَرَ عَجيبَ جِي،
ساکي سَمَ ڄاڻي ڪَري، سَبَ سان ياءُ ڌَري،
سامي اَجَرُ جَري، تہ سَنَمڪُ ڏِسي سُپرِينِ.

(٣٨)

سامي جنهن راڌو، پڳتِ ٻيجُ پوَنِ ۾،
رِيجهِي تنهن تَدَروپُ ٿِي، اَمرت ڦَلُ کاڌو،
رَهي وِديهي ديه ۾، اُپَ جان آلادو،
گهاٽو ۽ واڌو، ڪورُو ڄاڻي ڪَلپَتَ جو.

(٣٩)

ريهِي جنهن راڌو، پڳتِ ٻيجُ پوَنَ ۾،
سامي تَنهن تَدَروپُ ٿي، اَمرتُ ڦَلُ کاڌو،
رهي وِديهي ديه ۾، اُپَ جان آلادو،
گهاٽہ ۽ واڌو، ڪُورو ڄاڻي ڪَلپَتَ جو.

(۴۰)

ڇَپيو ڪين ڇپي، سورج جان سنسار ۾،
ڪَڏي جنهن ڪرپا سان، ڪَلپِتَ سڀ ڪپي
ٻيائيءَ ري ٻانيَڻُ ڇَئيَ، جاڳي رامُ جَپي،
گاري مجھ گپي، تان ٻي رهي اُليپ آڪاس جان.

(۴۱)

نارايَڻَ جي نامُ جو، ڏِريو جَنِ ڏيانُ،
ڪوري ڪَسي ڪَڍيو، تَنِ اَندرَ مون اِيمانُ،
سامي رهن صاف سدا، پائي گُرگيان،
تَني ڪي يڳوان، مالِمُ مَنجهيئي ٿيو.

(۴۲)

جَني لِنوَ لائي، سي سَڀ لالُ گلالُ ٿيا،
جَٽَ پِڃارا پاوَلي، موچي، ڪٽي، نائي،
چَڙِهيا اَنيئَ اَڄَ تي وِڃائي وائي
سامي سدائي، ماڻِن ڏورَ ڏَرسَ جا.

(۴۳)

سامي ڪينَ رَڄي، ڳالهيون ٻُڌي تنهنجون،
تُنهنجي ڪارَڻِ سِپرين، ڏِنُمِ سَڀُ تَجي،
مِٽي لايَمِ مُنهَن ڪي، ٻُڌي جڳَ سَجي،
ڏيئي ڏَرسُ ڪَڄي، پاڻُ لَڄائين ڪِينَڪِي.

(٤٤)

رکي جَنِ رَجا، پرچي پنهنجي پيءُ سان،
سي ڦُرني کون ڦارڪُ ٿِيا، ڇڏي لوڪ لڄا،
مِلي ڪَنِ مَجا، سامي شُڌِ سَروپَ سان.

(٤٥)

ڏِٺو جَنِ ديدارُ، سامي سُپيرينِ جو،
چڙهيو رَهي چِت جي، تنين کي تڪرار،
اُتِري نانهه خُمارُ، اَلٽي پهَرَ اَکن مون.

(٤٦)

جاڳي ڏِٺو جَنِ، سامي سُپيرينِ کي،
سي نَيْنَنِ جي نِرواڙ کون، پَلڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
تَڏِ گرمي دُکَ بکَ اُجَ، سِرَ تي سَبَ سَهَن،
اَلٽي پهَرَ رَهَنِ، اڳيون بِنَڏي هَٿِرا.

(٤٧)

ڏِٺي رَنگ پِري، مورَتَ مَحبوبَنِ جي
جِيَنِ مَرَنِ دُکَ سکَ جي، اُپدا سَبَ ٽَري
سامي جيءُ ٺَري، سُمهيو سکُپَتَ سيجَ تي.

(٤٨)

جنهن کي آيو پِيُو، گُرگمَ پِکِتِ اُپيدَ جو،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَبُ اَهَنميو،
ڏِسي کو نہ ڏيُو، ڇيٽيءُ اَٺون ڪُنچڙَ مِر.

(۴۹)

جنهن کي رَسُ آيو، ڀاري ڀاوَ ڀڳتِ جو،
تنهن مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سنسو مٽايو،
لَنگهي چڙهيو لڪَ تي، وِرِتي وَرايو،
سامي سَمايو، ڏِسي سَڀَ عالم ۾.

(۵۰)

جَنِ جو مُنهن مَحبوبَ ڏي، سي اُروار نہ پارِ،
تَني تَن جو تَڪيو، جَتي ٻيڙي نہ ٻارِ،
لُڙ لهريون تِڪَ تارِ، تَنِ نَظَرِ نہ آيون نينهن ري.

(۵۱)

اَچي گهرِ واسو، سامي سُپيرين ڪيو،
مَحبوبَن جي مُنهن ڪون، ڪَريان ڪِيئَن پاسو
پاڻُ نہَ رهيو پاڻَ ۾، ڏِسي تَماشو،
جيئين پَتاشو، پاڻيءَ مَنجِهہ پاڻي ٿيو.

(۵۲)

اَڳُ نہ ڄاتم ڄاڻُ، تہ ڪو ساهُ ٻِنهي جو هِڪڙو،
لائي چِتُ چَريو ڪَري، پوءِ ڪَڍي وئين پاڻُ،
هاڻي لُنوَ لُنوَ مَنجِهہ وَتاڻُ، پائي ويٺين پانهِنجو.

(٥٣)

ٽَڪيءَ لَڏو ٿانءُ، اَچي دَرِ دوسَنِ جي،
پِرِيَنِ ڏِٺو پاڻهنجو، نماڻيءَ تي ناءُ،
سُڪا سَرَ ساوا ٿيا، اُلو گهگهه گراءُ،
آجي ٿِنڙِيس آءُ، سامي سَبَ ڏُکَنِ کون.

(٥٤)

پِيالي مَنجهون پِرَ جي، ڏُکو ٿي دَولتَ،
پيتو جَنِ پِرِ ڪري، سي ٿيا مَتارا مَت،
سي ڪَٽَنِ ڪِينَ اَڪَتَ، ماهلُ ٿيا مَهران ۾.

(٥٥)

بَندگي بَرَحالُ، ڪورِٽنِ مَنجهون ڪو ڪري،
مٽيو جَنهِن جي مَنَ مون، سامي جڳَ جَنجالُ،
رَهيو نَہ رَتيءَ جيترو، هَنئمَٺن ريکَ رَوالُ،
مَنجهي حالَ نهالُ، ملي ٿيو مَحبوبَ سان.

(٥٦)

جاڳيو يڳِتِ اَنگورُ، وَرِڪا سانُ گُروءَ جي،
سو وَڌي ٻوڌ ٻرڇُ ٿيو، ڏَہَ ڏسان پَرپور،
تَنهن ۾ ساڪي ڦَلُ لڳو، اَنيڪِ آتَمَ سُورُ،
حاضران حَضور، سامي ڏِسِي نَہ رَهيو.

(٥٧)

ڪَتَرَ جي ڪوڏِي، اَنَتُ اُپو ٿي نَہ ڪَري،
سامي سَدائي رهي، آتَمُ ۾ اوڏِي،
تَندُ تند سان توڏِي، ڳائي غيرُ ڪَدي ڪري.

# سِڪَ

(١)

ويدَنِ پُرانَنِ ۾، چَرِچا هيءَ چِلي،
سُپيريان جي سِڪَ جي، تون ڳولي لَهُ ڳلي،
سامي سا مِلي، جنهن ڏهَ ڏِس ڏِٺو دوسَ کي.

(٢)

هَزارنِ جي هِڪَ، ڳالھ ٻُڌائِي سَتِ گُروءَ،
مِليا سي مَحَبوبَ سان، جَن کي سَچِي سِڪَ،
ڪَڏي ٿِيَنِ ڪِينَڪِي، اُوٺا ۽ اَڏِڪَ،
ٻِيا ٻانيَنُ ڇَني ٻالَڪَ، ٻلي ٻِيا ٻَرَمَ ۾.

(٣)

جيڪو هِنَ ويلي، اچي سِڪَ سَچيءَ سان،
تَنهِن کي ڏِيان تَتَڪالُ ۾، مَنَ موهَنُ ميلي،
ڪَلل ري ڪيلي، پيئو سامي ڇَني، سنسار ۾.

(۴)

سَهَسين رکَنِ سَدَ، سامي سپيرِيَنِ ؛
پيرُ نہ پائنِ هِڪڙو، موهيا مايا ؛
حَدَ ڇڏي بي حَدَ، ڪو پهتو پُورو پريتِ وا

(۵)

ڪَنهن وِرلي ڏِٺو هِڪَ، پانهنجي اکئين پاڻَ ڪ
جنهن کي ڏني سَتِ گُروءَ، سامي سَچي سِدِ
چڙهي رَنگَ مَحَلَ ۾، ماڻي مَوجَ اَڏِ
بِيا سڀ ڇِڏنِ ڇِڪَ، ٿا سَمُجَهه وَرائي سڪِ

(٦)

دَرسَنَ جو پِياسي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو
سامي ڪَنِي جَنهن سِڪَ سان، جِيئندي جَمَ ڦاسي
اَلکُ اَبناسي، ڏِسي نتُ نِرباڻُ ٿي

(٧)

پريتِ بِنان پريتَمُ، ڪَنهين پاتو ڪِينَڪِي
سَمجهي ڏِسُ سامي چَئي، تون رکي مَنِ مَرمُ
ڪٿي پيرُ پِرِيَنِ ڏي، لاهي گوندرَ گمُ
جي ڪو اَٿي ڪَمُ، پَسَڻَ مَنجهِ پِرِيَنِ جي

(٨)

بِنان سِڪَ سَڄَڻُ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَڪي،
نِڪرِي ڪينءُ ڏهيءَ ري، منجهون ڪيرَ مڪَڻُ!
ڦُلَ وَرائي وَڻُ، سامي سُڃو سڪَڻون.

(٩)

سَڄَڻُ وَرائي سِڪَ، ڪَنهِين پاتو ڪِينَ ڪي،
سَمُجهي ڏِسُ سامي چَئي، هنڙي رکي هِڪَ،
تَہ مٿي وَيَيٺي مَنَ مون، ڪوڙَ جَنَمَ جي ڇِڪَ،
ناحَقُ چِٽِ مَ ڇِڪَ، پِلِي مَنَ جي پاءَ تون.

(١٠)

سِڪَ وَرائي سُڌِ، پَوي نہ پورڻ پَدَ جي،
اِئين چَوَنِ ٿا اَنيئي، ڪيولَ ڪرپا نِڌِ،
جِنِ کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي بيحَدَ بُڌِ،
ميٺي وادِ وِوِدِ، اِسٿِت ٿِيا آڪاس جان.

(١١)

بِنان سِڪ سَماءُ، پَئي نہ پورڻ پَد جو،
اِئين چَوَنِ ٿا اَليئي، جَنِ کي آيو ساءُ،
جاڳِي ڪياَئون جگِ جو، اُشنائِي اَپاءُ،
جاڻِي دلبر داءُ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءُ ڪون.

(١٢)

سَڄڻُ رَنگيلو، اَڃي مِليو سِڪَ سان،
سامي سَبُ پِلي ويو، ڪُٽُنَبُ ڦَيلو،
اِهڙو ٿِيو حِيلو، تان پِي سُجهي ڪِينَ سڄڻ ري.

(١٣)

مورکَ مَن جي ڀاءِ، ڪوهُ ڪرين ٿو ڪَلپنا،
ڪَنهن پَدُ پاتو ڪين ڪي، سَچي ءَسِڪَ سواءِ
سَمُجهي تون سامي چَئي، اَنتَرَ مک لِنوَ لاءِ،
تـ لَنؤُ لَنؤُ مَنجِهه لڳاءِ، مورَت محَبُوبَنِ جي.

(١٤)

ٽَڪيءَ لَڌو ٽوڪُ، سُپِريان جي سڪ مون،
مِٽي وِيڙو مَنَ مون، سامي سَنسو سوڪُ،
مَنجهي لوڪَ اَلوڪُ، ڏِٺو پَدُ پِرينِ جو.

(١٥)

سِڪَ مون لَڌو سَچُ، گُرَ پَرسادِنِ گوڏڙي،
ڪَڍِيائين اَندرَ مون، سَيوُ ڪَلپَتَ ڪَچُ،
پاري مَحَبَتَ مَچُ، سامي ڪَيائين سوجهرو.

(١٦)

سِڪَ ري صفائي، اَچي ڪِينَ اَندَر ڪي،
توڙي سَڀِ سائُنَ ڪَري، پائي سِر ڇائِي،
اِها ڳالهِ سَمجهه ۾، ڪَنهِن وِرلي ڪي آئي،
گُرگمَ جَنهن لائي، سامي لِنوَ سَروپَ سان.

(١٧)

سِڪَ ساڪياتُ ڪِيو، جاڳائي هِنَ جيءَ ڪي،
سورِجُ آيو سِرَ تي، اَوِديا ڀَرَمُ وِيو،
ڀانيَنُ ڇَني ڀِيو، نَظر نه اچي نِينهَن رِي.

(١٨)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي ساگرُ تَرَنُ سگمُ ٿيو،
مِلي مَهَدِ جَنَنِ سان، اَنيڪ لِنوَ لائي،
اَوِديا دُکُ اَندَرَ ۾، رَهيو نه رائي،
سَهَجي سَمائي، مايا مَحَبوبَن جِي.

(١٩)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي ساگرُ تَرَنُ سگمُ ٿيو،
مِلي مهد جَنَنِ سان، مَمت مِٽائي،
سَندِ ڏسيائون سَمَ جِي، سيتَلُ سَڪَدائي،
سامي سَمائِي، لُڏِي لَهَرَ سمند ۾.

(٢٠)

سَچي سِڪَ آئي، تَڏي مِڙيئي مطلب ٿيا،
مِلي ساڏَ سَنگتِ سان، مَمَتا مِٽائي،
ڏِٺو اَنيئي آتما، سُتَہَ سُڪَدائي،
سامي سَمائي، لُڏِي لَهرِ سمندَ ۾.

(٢١)

وَجِي سِڪَ سَهي، ڪَيو دَرُ دوسَنِ جو،
سَنسو سِيرُ سُيَرَ ۾، ويڙو سبُ وَهي،
آتَمُ لعلُ لَهي، سڪي ٿيو سامي چَئي.

(٢٢)

وَجِي سِڪَ سَهي، ڪيو دَرُ دوسَنِ جو،
سَنسي سِيرَ سَمُنڊ ۾، وِيڙو سَبُ وَهي،
باقي لالُ لَهي، سُکي ٿيو سامي چَئي.

(٢٣)

پَلِ پَلِ ڪيمَ پُڪارِ، دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، هَرِ جَسُ هِردي ڌارِ،
جَنَمَ مَرَنَ دُکَ سڪَ جو، سَنسو ڀَرَمُ نِوار،
تَہ لنگهي پَوين پار، سَهَجي اَوِديا سِنڌُ کون.

(٢۴)

سامي چَويئي سِڪُ، سدا سِڪَ سَچيءَ سان،
رکي پنهنجي روح ۾، ثابتُ هِڪُ صدقُ،
ڪَري نَہ ڪَتَرَ جيترو، پَلي ڦير فَرقُ،
مَهَر ڪري مالِڪُ، گَڏُ گَڏيئي گودڙِيا.

(٢۵)

اکن منجهِ اوطاقَ، آهي يارَ عَجيبَ جي،
سدا پَسنِ سِڪَ سان، مَحَبتي مُشتاقَ،
جي جِيئنديئي ٿِيا جڳ کون، ٻانيَنُ چَئي بي باڪَ،
خلوَتَنَ جي خاڪَ، لائي ويٺا لعلُ تي.

(٢٦)

سامي سَمُجهي لاءِ، اکيون سانُ عَجيبَ جي،
بِنان سِڪَ سَچيءَ جي، ڪنهن جي ڪانهي جاءِ،
جي توکي پياس پَسَڻ جي، تہ جيئندي پاڻُ جلاءِ
تَہ اَچِي پولي پاءِ، سهج ملني سُپرين.

(٢٧)

عجائب آهي، مورت مَحَبوبَن جي،
اَلئي پَهَرَ اَندرَ ۾، رَهي جَپَ جائي،
ٻانيَنُ ٻَڌائي، سَچيءَ سِڪَ وارن کي.

(٢٨)

أچي سِڪَ وَڏي، پرينِ جي پَسَڻَ جي،
ديکيا پوري گُرَ جي، چِکي گَنڍِ ٻڌي،
ساميءَ ڪَٿين سِرَ تي، نيڪي اَئون بدي،
لُنءُ لُنءُ مَنجهِ لَڏي، مورَتَ پانهِنجي مِترَ جي.

(٢٩)

ڪَتي ڪَرَمَ وَڏي، ڪاراتيون ڏينهان سِڪَ سان،
جنهن لائي چِتُ چَرخي سان، چِنتا چاهَ چَڏي،
رَهي گڏ گڏي، سامي ساهيڙين سان.

(٣٠)

ڪَرِ ڳُجهاڻي ڳولَ، تي پيراندو پِرَ جو،
مَنجهي سِڪَ سامي چئي، تون ڏوري لَهُ اڏولَ،
پَڇُ مڙيوئي پولَ، تَہ سهج ملني سُپرين.

(٣١)

دَر دَر ڪيمَ ٻُنڌاءِ، سامي سِڪَ پرينِ جي،
اَنترَ مکِ اَدبَ سان، لنوَ لِڪائي لاءِ،
تہ لُنءُ لُنءُ مَنجهِ لکاءِ، مورَتَ مَحَبوبَنِ جي.

(٣٢)

جَنهن کي پوري پريتِ، مَحبوبَن جي مَنَ ۾،
سو نَکي گهمي ڏيورا، نَکي گهمي مَسيتِ،
جاڻي سَڀَ سَنسارَ جي، کوڙي ڪَلپِتَ ريتِ،
پِريِن ري پرتِيتِ، ڪَنهِن تي ڪَري ڪِينَڪي.

(٣٣)

جَن کي لڳي لوڙَ، پَکي پيءَ پَسَڻَ جي،
سي ساڌَنَ رکَنِ سِرَ تي، سَهَنِ وَچَنَ ڪَئُور،
سامي ڪياڻون مَنَ جي، ڳوٺَ اگمَ ڏي دوڙَ،
ماڻِن درسَنَ دَورَ، اورن اورَ عجيب جِي.

(٣٤)

جنهن کي لڳي سِڪَ، سامي سُپيرِيَنِ جي،
مِٺي تَنهِن جي مَنَ مون، ٻي سَياڻي ڇِڪَ،
مورتَ مَحَبوبَنِ جي، سَڀِ ۾ ڏِسي هِڪَ،
راتيون ڏينهان تِڪَ، لائي وينو لکَ سان.

(٣٥)

جَنهِن کي سَچي سِڪَ، اديون عجيبَنِ جي،
سا پَلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي، حاضُريءَ کون هِڪَ،
سُمهي سُکَپَتَ سيجَ تي، ويڙهي سَڀَ وَرقَ،
ٻيون سَڀِ ڇَڏِنِ ڇِڪَ، سِڪَ وَرائي سُکِئي.

(٣٦)

جَنِ کي سَچيِ سِڪَ، سامي ڏِني ستگروءَ،
مِليا سي مَحبوبَ سان ويڙهي سَبِ وَرِقَ،
ڪَنهِن کي جاڻِ ڪِينَڪِي، رَتي اَئون اَڌِڪَ،
توڙي کِلي خَلقِ، تان بِ مَستَ رَهَنِ مهراڻ ۾.

(٣٧)

جَنِ کي سِڪَ ثابوت، آهي عَجِيبن جي،
تَنهين ڏِنو سَبَ ۾، سامي ساکي ڀوت،
بِنان درسن قوتُ، ٻيو ڪَڏي ڪَرن ڪِينَڪِي.

(٣٨)

جن کي سَچي سِڪَ، سي پاٽيهي پَڌرا،
سامي تِيا سنسارَ جي، ڦُرني کون ڦارِڪَ،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، هَرِدَمُ ڏِسَنِ هِڪَ،
ٻِيا سَبِ چِٽَنِ چِڪَ، تا موڪَ جيءَ مَرمَ تي.

(٣٩)

جَن کي سَچي سِڪَ، سي پاٽيهي پَڌارا،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، هر دَمُ ڏِسَنِ هِڪَ،
سامي لائي لالُ تِيا، لِنوَ لِنوَ ساڻ لَڱَڪَ،
ٻِيا سَبِ چِٽَنِ چِڪَ، موڪَ مَتِ مرم ري.

(۴٠)

جَن کي سِکَ سَچي، سي ہاٺيھي ہَٻرا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، مَرنِ ڪِينَ ہَچي،
سامي چَڙهيا سُميرَتي، ڪَٽي ڪلپَ ڪَچيَ،
رَھنِ رَنگَ رَچي، سُتَہَ شُڌَ سروپَ جي.

(۴١)

جَنھِين سَندِ لَڌي، گُرگمَ آتمَ سکَ جي،
سامي تَنھِن ساپُرسَ جي، ويئي سِکَ وَڌي،
چڪي جِيَ ہِڌي، بيحدَ جي ہولَڻَ کون.

(۴٢)

سامي سِکَ سَمَرُ، پَرچي ڪنيون جنھن پاڻَ سان،
سو وَڃي پنھنتو پَدَ ۾، پريمي ڪري پَڌَرُ،
جِتي تون مان ناھ ڪا، نڪو سُڄَ شَهَرُ،
بِنان اَنگ اکرُ، ڪري اُجارو اَنيڻي.

(۴٣)

لُبنو وارو ڪِينَ لِڪي، سورَجَ جان سَنسارَ ۾،
جاڳي ڪَڍي جَنھِن جيءَ مون، دُبِدا سَڀَ ڏِڪي،
سامي سَدا سِڪي، پائي سکُ سَروپَ جو.

(۴۴)

لنو واري ڪين لکي، سورج جان سنسار ۾،
سامي جنهن کي ستگروءَ، پل ۾ ڪَڍيو چِڪي،
پائي سک سِکي، پل پل ڪارڻ پيءُ جي:

(۴۵)

لنوَ وارو ڪين لکي، سورج جان سنسار ۾،
جاڳي ڪَڍي جنهن جيءَ مون، دُنيا سَڀَ ڏِکي،
مَنُ مستڪ تي مَرمَ جي، جهڳمگاد جهلکي
سامي سدا سِکي، پائي سک سروپ جو.

(۴۶)

جن کي سِڪَ ڪيا، آکيرا اندرَ ۾،
سي ڇڏي خيال خلقَ جا، پنهنجيءَ منجهه پيا،
ڏسي منهن محبوبَ جو، عين اُيڊ ٿيا،
ٻانيَڙ چٽي پيا، مورکَ پوَنِ مَرمَ ري.

(۴۷)

جن کي سِڪَ ڪيا، آکيرا اندرَ ۾،
سي پيو ساگر جي پيٽَ کون، لنگهي پار پيا،
ڏسي منهن محبوبَ جو، عينَ اُيڊ ٿيا،
ٻانيڙ چٽي پيا، ڳالهيون ڪن زبان سان.

(٤٨)

ساري وِسُ وڳي، وَهي واڄَ وَهڻَ ۾،
لنگهي چڙهيو لک تي، ڪو طالبي تڳي،
جنهن کي ساڌُ سنگتِ جي، رَمزَ هٿِ لڳي،
اَنيڪَ جوتِ جڳي، سامي ڏنائين ديهِ ۾.

(٤٩)

اَنيڪَ اِشارو، سَنت ڏِين ٿا سَبَ کي،
سَمجهي ڪو جَنُ سورمو، سَچيءَ سِڪَ وارو،
جو ڪَري نہ ڪَتَرَ جيترو، دَنيءَ ڏيکارو،
نَبَ جان نِيارو، سامي رَهي سَريرَ ۾.

(٥٠)

سَتَمَ سِدِ سَمتا، سنت لکائن سبَ کي،
سمجهي مِليا سُروپَ سان، پريتوانَ پُختا،
مَنَ سُوڌا ميدان مون، جَنِ يوڌا پنج جِيتا،
مَمَت کون مُڪِتا، سَدا رَهنِ سامي چئي.

(٥٠)

دوست جو ديرو، وَچي سِڪَ سهي ڪَيو،
مِٽايائين مَنَ مون، پَنوَ جل جو پيرو،
ڪري نبيرو، سامي چڙهيو سِيرَ تي.

(٥٢)

رمتا رامُ رَهي، سَچَ وَسَنوَ جي وِچَ تي،
پَرچي پيرادِنِ سان، ڪو لوڙيندڙ لهي،
ڏُکُ دَردُ نِرِمانتا، سِرَ تي سَبُ سهي،
وِيا ڪُل تي نہ رَهي، سامي سَنسي پَرمَ ۾.

(٥٣)

دوستَ دِلِ ڪَسِي، وَدي دَرِسَنَ داتِ سان،
بِنان سِڪَ اَندر ۾، ٻي ڳالھ ڪانَ وَسِي،
سامي سَدا ڏِسي، سَنمکُ وِٺو سُپرين.

(٥٤)

سَڄَڻَ تُنهنجي سِڪَ، پَلڪَ پَراهون نہ ٿئي،
اَٿئي پَهَرَ اَندرَ ۾، ٻَدي بيٺي ٽِڪَ،
چاڙِهي بيحَدَ بانوَرِي، ڪِلي سڀ خَلق،
ورائي وَرِقَ سَتَہَ مِلُ سامي چَئي.

(٥٥)

سِڪَ ڪَيو سوڙو، ساهُ تہ منهنجو سُپرين،
ڪاڻي نہ ڪَڻُ سامي چئي، مَڏُ پَري ٻوڙو،
ڪَهي نِتَ ڪَٺيءَ ڪي، پاڻي پاڪوڙو،
ٻالِٿَ وِڇوڙو، مِلي ڪَٽِ مُٺيءَ جو.

سِڪَ ويئي ويڙي، جاني ٿنهنجي جيءَ کي،
اُٿندي وهندي گهڻ جان، ڪائي ڪنيڙي،
گهڙي نيائين گارَ ۾، سامي مَنُ ميڙي،
نِرڪي نِهوڙي، تہ چئي داسُ دَرِدَ ڪون.

(٥٧)

لايئہ ويل وڏي، ساجَنَ سِڪَ سوڙهو ڪيو،
اَچي اَڏَ مُئَنِ تي، ڪَندين مِهرَ ڪَڏي،
تَڙقي تَڙقي تن مون ويندو ساه جَڏي،
سامي چئي تَڏي، ميلو ڪندين ڪَنِ سان؟

(٥٨)

سڄڻ سِڪَ سِڪي، سامي لَڌو ڪنهن ساڌَ جَنَ،
سَدا ماڻي سارُ سُکُ، سو پريمي پُلڪي،
وَڃي ڪينَ وِسَنِ جان، طمع ۾ تِرڪي،
جاڻي سونَ ٽِڪي، هيٺون مٿون هِڪڙي.

(٥٩)

نَکو آرُ نہ پارُ، سُپيريان جي سِڪَ جو،
سُنوائيءَ بِنان سپ کي، اَچي ڪينَ قرارُ،
مَڇيءَ جي مَنَ ۾ وَسي، پاڻي پِرانَ آڌار،
سامي سِرَجَڻَ هارُ، پَلَڪَ پِراهون نہ ٿِئي.

(٦٠)

مَنجهين لوڪَ لِڪين، تون ڀانءُ نہ ڪَرين ڀَڙرو،
اٿَ ٿي ڀِهَرَ عَجيبَ جي، مَنجهين سِڪَ سِڪين،
چاڪَنِ مَنجهِ چڪين، تہ ڀانءَ ڀَڄَنِي ڀَنيون.

(٦١)

اَنتَرَ جامي جانءُ، سامي سُپيرِيَنِ ڪي،
رکي سِڪَ اندرَ ۾، ڀِڳَتِ ڪَرين ڀِي ساڻُ،
رَهين سَدائِي سهجَ ۾، ڪَڍِي پانهنجو پاڻُ،
تَہ نِماڻَن جو مانُ، پَرچي ڪَريني پاتشاهُ.

(٦٢)

قولي فَقيرَنِ، سَچُ لَڏائون سِڪَ مون،
تَتِ ڪِيائون تَڪِيو، جَتِ مِهَرُون ميگهہ وَسَنِ،
مِلِي مَوجان ڪَنِ، اَنَتي ڀِهَرَ عَجيبَ سان.

(٦٣)

سامي سِڪَ سچي رکِي، جَنِي جِيو هَرِ،
گهتِ وَڏِ جاتِ اَجاتِ جِي، تَن تِي نظر نہ ڌَرِ،
جِڏِي ديهہ اِيمان ڪي، تِيا سيني ڪون سَرِ،
وينا رهن گهرِ، رکن سُڌِ آڪاس جي.

(٦٤)

جنهن کي لڳي پياس، سامي سُهڻن جي،
منئي تنهن جي منَ مون، ٿي سيباڻي آس،
مورت محبوبن جي، ڏسي سڀ ۾ خاص،
ٻيو سڀُ سمجهي ناس، ٻنان مورت اُن جي.

(٦٥)

سِڪَ ملايو يار، سادوءَ سنگ سامي چئي،
اندر ٻاهر دمَ دسا، ڏٺو ڏب ديدار،
ٽٽو جڏهن ڄاڻ، اوديا ڪلپت نه رهي.

(٦٦)

ٻرين ڳالهين ڪون ٻار، اٿي ڳالهين جي ڳوٺ ۾،
سامي سِڪ سچيءَ سان، تون ويهي سنڌ وچار،
اوديا ڀرم نوار، ته لهين ٻير ٻرين جو.

# سِڪَ (ب)

(١)

بِنان سِڪَ سَڄَڻُ، ڪنهين ڀاتو ڪِينڪِي،
ساڪَ ڏِئي سُوڍِي سَچِي، نيهي ڀُرڪُ نِڀَڻُ،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، ڀولائو ڀَوَڻُ،
سَدا پاڪُ پُورَڻُ، سامي رَهي سِياوَ ۾.

(٢)

بِنان سَمُجَه صِدقَ، پَدُ پراپَتِ نَہ ٿِئي،
وَڃي پُڇُ تَنِين کون، جَنِ کي سَچِي سِڪَ،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، هَرِدَمُ ڏِسَنِ هِڪَ،
ڀِيا سَڀِ چِٽِنِ چِڪَ، مورڪَ جيءَ مَرَمَ ري.

(٣)

سِڪَ ري صَفائي، اَچي نَہ دِلِ دَرپَنَ کي،
پُڇي ڏِسُ پِريمنِ کون، جَني لِنوَ لائي،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جِي، اَنيَنِ ۾ آئي،
سامي سَدائي، ماڻِنِ دَورَ دَرِسَ جِي.

(٤)

سچي سِڪَ آئِي، تَڏِي ساگرُ تَرَڻُ سُگمُ ٿِيو،
ڪَيائِين ڪَلپَتِ ڪوڙَ جِي، سارِي صَفائِي،
چِنتا رَهِي نَہ چِتَ ۾، پَنهِنجِي پَرائِي،
ڀانيَڻُ ڇَڏِي ڀِيائِي، ميٽيائِين مَنَ مون.

(٥)

سَچي سِڪَ آئِي، تَڏِي ساگرُ تَرَڻُ سُگمُ ٿِيو،
اِئِين چَوَنِ ٿا آنيَئِي، سادُو سَدائِي،
پاڻُ وَرائِي پاڻَ سان، جَنِي لِنوَ لائِي،
ڀانيڻَ!سڀ ڀِيائِي، ميٽِي ويٺا مَنَ مون.

(٦)

جَنِ کي سِڪَ سَچِي، سي پاڻيهي پَڌرا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، مَرَنِ ڪِينَ پَچِي،
سٽي وِڏائُون سِرَ تون، ڪَلپَتِ پِندَ ڪَچِي،
رَهِيا رَنگِ رَچِي. سامي سُپيرينِ جي.

(٧)

سِڪَ وارو ڪِينَ لِڪي، سورِجَ جان سَنسارِ ۾
جَنهِن سِڪِيا دات گُروءَ جِي، ڀَڏِي ڳَنڍِ جِڪي،
ويٺو آنيَڻِ تَخَتَ تي، دُشمَنَ سَڀِ ڏِڪي،
سامي سِڪَ سِڪي، پورَنُ ڄاڻِي پِيءَ جِي.

(٨)

جَنِ کي سِڪَ سَچِي، سي ڀاٽيهي ڀڳرا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، مَرَنِ ڪِينَ مَچِي،
نِرتِ ڪَنِ نارَدَ جان، نانا ڀاءِ نَچِي،
رَهيا رَنگِ رَچِي، سامي سُهِرينِ جي.

(٩)

جَنِ کي سِڪَ سَچِي، سي ڀاٽيهي ڀڳرا،
ڪايا، مايا، ڪُلَ ۾، مَرَنِ ڪِينَ مَچِي،
سَهِي جي سَنسارَ جي، جاڻنِ ڪِلپَ ڪَچِي،
رَهيا رَنگِ رَچِي، سامي سُپِرينِ جي.

(١٠)

توکي جي آهي، سَچِي سِڪَ پِرينِ جي،
تَ ڇڏي لوڪَ لڄا کي، پَوُ ڀڳرِ ڪاهي،
سامي چَڙهُ سوريءَ تي، ڦُرني ري ڦاهي،
ڀَتُ ڀرِدو لاهي، ڀَرِتکِ ڏِسُ ڀورَنَ کي.

(١١)

سِڪَ ڪَري سونهين، عاشقَ هَليا عَجيبَ ڏي،
سامي ڏَڌائون ساڌَ سَنگ، اَنيڪ اَگوهين،
ڀائي وينا ڀَڌَ ۾، دَرسَنَ جي دونهين،
تَن ۾ تونهين تونهين، سَتَهَ ڪَنِ سامي چَئي.

(١٢)

سُڏڪي سَڏَ ڪَري، نارِ نماڻي بِرهَڻي،
تُنهِنجيءَ سِڪَ اَلڳُ ڪَيو، پرِين ٿيءُ نَہ پَري،
پُڇي پانڌيڙنِ کون، ڙَنان رَتُ پَري،
سڳهان نَہ ڏيرَ ڏري، سُتَتِ مِلُ سامي چئي.

(١٣)

موهَنَ مُنهنجو مَنُ، تُنهنجي سِڪَ سوگهو ڪَيو،
لُنؤ لُنؤ مَنجهِ لڳِي رَهي، تَڪي تَڙپي تَنُ،
پڇي پُڪاري سَڏَ ڪَري، سَهي سَبُ وَچَنُ،
ڏکيءَ کي ڏرِسَنُ، سُتَتُ ڏي سامي چئي.

(١٤)

سَڄَڻُ سورَ ڇَيا، وَڃنِ نَہ وِڇوڙي جا،
تُنهِنجيءَ سِڪَ اَندرَ ۾، ڇيکَ اَنيکَ ڪَيا،
سامي چئي ڇڪورَ جان، سُڪِي نيڻُ رَهيا،
ڪَڏي ڪَري دَيا، دَرِسَنُ ڏيندين داسَ کي.

(١٥)

ويٺي وَنجه ڪوڙي، سَڄَڻَ سِڪَ اَندرَ ۾،
ڏيئي دِلاسو دِلبَري، نِياڻين نِهوڙي،
اَچي ڏِسُ ڏُکيءَ کي، مِهَرون مُنهن موڙي،
ڇَڏِ جانءِ نہ ڇوڙي، سامي چئي پَوَ پيرَ ۾.

(١٦)

ڏاڍي لايڻ لورَ، جاني مُنهنجي جيءَ کي،
سُيِّمِ سڪَ سنسارَ جا، تو تؤن گهوري گهورَ،
اُٿندي وهندي ننڊَ ۾، اوريان تُنهنجي اورَ،
اَچي مِلُ چتَ چورَ، سُتتِ ٿي سامي چئي.

(١٧)

ڏيِي ديواني، سڄڻَ تُنهنجي عشقَ ڪيو،
هَنيائين حيرتَ جِي، قهرَ ڀَري ڪاني،
سامي سَيڪو ڀَلو، ڏسي جڳُ فاني،
جيئندي مِلُ جاني، ماري مِلندين ڪَنِ سان.

(١٨)

پَلڪَ نَ ٽِٽي پَري، سِڪَ تَ تُنهنجي سُپرين،
هَٽِي نِتُ اَندرَ ۾، بيحَدِ ٻانَ ڀَري،
سُتتِ مِلُ سامي چئي، ڪنيءَ، ڪَرَمُ ڪَري،
تَڏي جيءُ ٺَري، جڏي ڏِسان هِنَ اکِنِ سان.

(١٩)

پَلڪَ نَ ٽِٽي پَري، سِڪَ تَ تُنهنجي سُپرين،
هَردَمُ هَٽِي هِنيانوَ ۾، بيحَد ٻانَ ڀَري،
سامي روئي رَتُ نِتُ، سگهي نَ ڌِيرَ ڌَري،
مِلندين مِهرَ ڪري، ڪِي مارينديِن مُئَنَ کي.

(۲۰)

سَڄَڻَ سِڪَ مُڪِي، سامي سُرتِ سڪيءَ ڏي،
سا اَچي ويٺي اوچتي، جُهڳي مَنجهِ جهڪي،
نيٺي مِير مَحَلَ ۾، ڪِيائين ڏِڪَ ٻِڪي،
چِنتا سَبِ چُڪي، لانوان لَڏيون گهوٽَ سان.

(۲۱)

سَڄَڻَ سِڪَ سِرڪِي، ٻُولي لَڏو جَنهِن ڳوٺَ ۾،
سامي ماڻي سارَ سڪُ، سو پِريمي پُلڪي،
وَڃي ڪِينَ وِسَنِ جان، طَمعَ ۾ تِرڪي،
ڄاڻي سو ٿَنِڪِي، هيٺيون مَٿيون هِڪڙي.

(۲۲)

سَڄَڻُ سِڪَ سِڪِي، سامي لَڌو ڪَنهن ساڌَ جَنَ،
سَدا ماڻي سارَ سڪُ، سو پريمي پُلڪي،
وَڃي ڪِين وِسَنِ جان، طَمعَ ۾ تِرڪي،
ڄاڻي سو ٿَنِڪِي، هيٺيون مَٿون هِڪڙي.

(۲۳)

خُلقيءَ کي خُلقِي، مِليو مَنُ ڏِيٺي ڪَري،
پَرِچيو ڪَيائون پاڻَ ۾، پِرِيَنِ جو پُلڪي،
لڱِنِ باهِ بِرِهَ جي، سَنڌَ سَنڌَ ۾ سُلڪي،
مَري ٿِيا مُلڪي، ٻِيائيءَ ري ٻانيَنَ چَئي.

(٢٣)

سِکَڻُ سکَرُ ٽوڪُ، لِکَڻُ تنهن کون اَڳرو،
سَمجھي سَنگَ ساڌوءَ جي، کو نيهي نِہ سوڪُ،
مکَ رکيو جنهن مَنَ ۾، سامي سَمُ سَنتوڪُ،
لکي سگهي نَ لوڪُ، مَوجان ڪَري مَمَتَ ري.

## پريم

(۱)

آءُ تہ پيارياںءِ، پَري پيالو پريمَ جو،
سامي هِنَ اَوسَرَ ۾، تَنُ مَنُ سَڀُ تارياںءِ،
ڏهُ دِسِ ڏيکارياںءِ، اَنيڪَ پرکُ اکِنِ سان.

(۲)

سَڀَ جي گهرِ آهي، پِريمَ پَدارَٿُ رامَ ڏَنُ،
سامي ڏِسي ڪونہ ڪو، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
سَتِ گرُ لکائي، تہ ڏِسي پَڌُ اکِنِ سان.

(۳)

پِيتو جَنهن پِني، پاڪُ پيالو پِريمَ جو،
سَٺيا تَنهِن سَنسارَ جا، ڇِڪا سَڀِ ڇِني،
سَدا رهي سامي چَئي، پاڻِي مَنجهہ پِني،
ويٺي مُلہ ڳِني، دِلِ ڏيئي دِلبَرَ کي.

(۴)

پريمنِ پُڪاري، پڙو گهمايو پريم جو،
ٻُڏي ڪو ٻانهَنُ ڇڏي، ڏيرَ سَچي ڏاري،
پانُ وَرائي پانَ کي، ڏِسي ڏيٺو ٻاري،
نانَتَ نِواري، ماڻي ڏورَ دَرسَ جا.

(۵)

پريمي پَسارو، ڪَري نَہ ڪَتَرَ جيترو،
مِٽيو جَنهن جي من مون، اُوديا اَنڌارو،
پِرتڪ پُورَنُ آتِما، ڏِسي ڏِهارو،
مِليو نِيارو، سدا رَهي سامي ڇَٽي.

(٦)

پريمي پانَ اَچي، مُئنِ جي مجلس ۾،
ڪنيون خُلاصو ڪَري، جَنهِن کي شَونَقَ سَچي،
پَتنگَ جان پانُ ڇڏي، ڏِسي مَچُ مَچي،
سامي رَنگِ رَچي، سُتھ سپيرِينِ جي.

(٧)

پريمي پِياسو، پِياسَ رکِي پوُرَنُ تِيو،
ڪَڏي ڪَري ڪِينَڪي، پريتَمَ ڪون پاسو،
سامي رَهي سَنسارَ ۾، نَٻَ جان نِراسو،
ڪِنگرُ ڪَورو، ڪاسو، ڇاڻي مولُ مَٽيءَ جو.

(٨)

جَنهِن جي پِريمَ پَلي، سَنمکُ تَنهِن جي سُهرين،
سامي سکُ سَروپَ جو، کَنهِن کي کِينَ سَلي،
پَرچو رَهي پَدَ ۾، پَنجَئي دُوتَ دَلي،
هَلي آئون چَلي، جانَ وَڃائي پانهِنجي.

(٩)

پِيالي مان پريمَ جي، رَتِيائِي رَحمَتَ،
پِيتِي جَنِ پِريتِ سان، سي تِيا مَتارا مَتَ،
سي کَتِنِ کِينَ اَکَتَ، ريدا رَهَنِ حالَ ۾.

(١٠)

ساميءَ نَکُ لَڌو، جَنهِن نَکَ نَکِيو سَڀَ کي،
مُحَکَمَ مَنَ تَنِيي سان، پِريمَ جي دامَ پَڌو،
وَلُ ڇَلُ ڇڏي پانهِنجو، تِيَرو نَکُ تَڌو،
سَهَجِي ساگُ رَڌو، سو کائي نِتُ خوشيءَ سان.

(١١)

بِنان لکَ لَنگهي، وِڃي نه اُوديا سندِ مون،
لَهِرون مارن لوبَ جون، نانا رَنگَ رَنگي،
کو پريمي لَنگهي پار پيو، سامي لَتَ سَنگهي،
صاحب سَرِ بَنگي، ڏٺو جنهن ديهيءَ ۾.

(١٢)

ٻانپڻُ ڪو ٻُجهي، بيحد ٻولي برهَ جي،
توڙي سِياڻو سورمو، پڙهيلُ چو نہ هُجي،
ڪو جَنُ پريمي پريتوانُ، سَمُجهيو سَمُجهي،
موڙي ڪينَ مُنجهي، اَوديا جي اونده ۾.

(١٣)

پُڇي پَڇَ ڪري، يوڳي يوڳَ سُرڳ جا،
پاپي گهور نرڪَ ۾، روئنِ رَتُ ڀَري،
سامي رَهن سڀ ڪون، پريمي پاڪُ پَري،
ڏسن ڏيانُ ڌَري، پرتک پورڻ آتما.

(١٤)

پريمُ پريمُ سَڀِ ڪنِ، پريم پُرکُ پَرماتما،
مَنَ ٻُڌِ واٽيءَ ڪون پَري، لڪايا لهنِ،
ٻيا سَڀِ بادِ بَڪنِ، سَمُجهَ ري سامي چئي.

(١٥)

سامي جَنهِن چکيو، گُرگمَ پيالو پريمَ جو،
اَڳيون تَنهن عَجيبَ جي، لاهي سِرُ رکيو،
سَڀَ ۾ سارُ لکيو، جانُ ويحاڻي پانهنجي

(١٦)

سامي سَنڀاري، پريمِءَ کي پريتَمُ سَدا،
پڳت ڏيئي پانهِنجي، لُنؤ لُنؤ سڀَ لاري،
اَوِديا پٽُ پَري ڪري، دَرسَنُ ڏيکاري،
ويئو نِهاري، سَنَمکُ سَدا سُپرين.

(١٧)

لکين هَزارِ، ڳالهيون ڪَنِ ويدانت جون،
سامي سَودو پريمَ جو، وِرلو ڪو ڏاري،
جو وِهي اَنيئہ هَٽَ تي، نانَتَ نواري،
پَرِچي پِياري، سڀَ ڪي ڀيدَ ڀَرَمَ ري.

(١٨)

بِرهَنِ کي ڀَڙڪي، لڳي باهِ بِرِهَ جي،
روئي رَتُ اکِنِ مون، سَڏَ ڪري سُڏِڪي،
اَچي مِلُ مُنيءَ سان، لالن پَوءُ نہ لِڪي،
ويندو ساهُ سُڪي، تڏِي ڪَنديَن مَيلُ مَنِي تي.

(١٩)

بِرهِي روئي رَتُ، اَلٽي پَهَرَ اکِنِ مون،
سَجَڻُ تُنهنجي سِڪَ ڪيو، مَنُ مُنهنجو موهتُ،
تُي بيحد بانورَي، ڀِلِي سڀُ جڳتُ،
سامي چَئي سَتُتُ، اَچي مِلُ مُنيءَ سان.

(٢٠)

بِرهڻ نينَ ڀَري، روئي رَتَ اکن مون،
پُڇي پانڌيڙنِ کون، سُڌَ کي سَڏَ ڪري،
سامي چَئي سُپرين، پيرُ نه ٿيءُ پَري،
تڏِي جيءُ ٺَري، جڏِي ميلو ڪري مُنيءَ سان.

(٢١)

ٻنان واچَ وَڄِي، مُرلي مَنَ مندَر ۾،
ٻُڌَڻَ سان ٻانيَڻَ چَئي، وِيو ڀَرمُ ڀَڄِي،
ڪَندَ بِرهَمَندَ خَيال جي، پيئي سُڌِ سَڄِي،
توڙي رَهي رڄِي، تاپي ڪري بيکَ ٻُکَينِ جان.

(٢٢)

وَتِي خَطُ ڪاتِي، آيو مَنَ موهن جو،
تنهن ۾ لکي لِنوَ جِي، ڪَتِنِ کي ڪاتي،
ٻُڌَڻَ سان ٻانيَڻَ چَئي، وَڍِي سَڀَ ڇاتي،
جُهڳي ۾ جهاتي، مَنُ پائي مگَنُ ٿيو.

(٢٣)

موهَنَ وڄائِي، مُرلي ڪَدلِي ٻَنَ ۾،
رکِي ڏُنِ ڏيرَجَ سان، تانَ تِکي لائي،
گوپِيُنِ ۽ گوالنِ جي، سُڌِ ٻُڌِ ڀُلائي،
سامي سدائي، رهنِ سکَ سنتوش ۾.

(٢٤)

مُرلي مَڌَ ڀَري، ڪانَ وَڄائي ڪونجَ ۾،
مَها مِٺي موهٽي، ڏُنِ آپارُ ڏَري،
ٻُڌي ٻِن ڪَنَنِ سان، لنؤ لنؤ سَبَ ٺَري،
سُڌِ ٻُڌِ سب وِسَري، سامي ڇَٽِي سنسار جي.

(٢٥)

بيحَدَ وَڄائي، موهَنَ مُرلي مَڌَ ڀَري،
ٻُڌي ٻُڌِوانَنِ ڪي، ڀَلي ڀَتِ ڀائي،
ڇَڏي خام خِيالَ سَبِ، لِنوَ سَچي لائي،
سامي سَدائي، مَستُ رَهي مَهرانَ ۾.

(٢٦)

نارِدَ سَبُ قَبولُ، ڀَتُ پاٽي ڀَڳتِن جو،
جَنِين ڏِنو مان ڪي، مَحَبَتَ سان مَنُ مولُ،
لَڌِ ڪَيائون لِنوَ سان، سوکم ۾ اَستِولُ،
تون ڀي وَٺي جهُولُ، پريم هِندوري تَنِ سان.

(٢٧)

سامي سَمُجهِي جَنِ، ڀولي ڀاوَنَ ڀاهِرين،
پِيالو پريمَ اگمَ جو، پَرچي پِيتو تَنِ،
سَدا سُپيرِيَنِ جي، رَتا رَنگ رَهَنِ،
ڪَنهِن ڪي ڪِينَ سَلنِ، اَنيَءِ سکُ اَندرَ جو.

(٢٨)

اَچي پيٺي ٻانَ، سامي رامَ ملڻ جي،
لُونءَ لُونءَ ۾ هَرِ رَسَ جي، ڦري ويٺي آڻَ،
رَهي نـ رَتيءَ جيتري، مَنَ ۾ مايا ڄاڻَ،
پيهي آيا پاڻَ، سَڄَڻَ گهرِ خوشيءَ سان.

(٢٩)

اَٿي مَهانگو، سامي سَودو پريمَ جو،
جي تو خواهش خَريدَ جي، تـ سَٽِ سِرَ جو سانگو،
پرچي پاءِ ڳچيءَ ۾، گلا جو گهانگهو،
لَنگهي پَؤ لانگهو، تـ مَطَلبُ ٿيئي مَنَ جو.

(٣٠)

پِريمُ خَريدَ ڪَرين، تـ سِرُ لاهي وِجهُ ڪانڻ ۾،
ڏيئي دِلِ دَلالَ کي، سامي اَجَرُ جَرين،
جيڪي ڄاڻي پانهِنجو، سو سَڀُ پيٽَ ڏَرين،
تَنهن کون پوءِ پَرين، مُڪتا بارَ ينڊار مون.

(٣١)

گهٽ وَڌ پريتِ نـ لاءِ سامي سُپيرين سان،
رَهجي ويندين راهَ تي، پير پُرجهي پاءِ،
جِئَڻَ مَرَڻَ دُکَ سُکَ جي، چِنتا چاهَ چُڪاءِ،
تـ گهٽ گهٽ مَنجِهِ لڪاءِ، مورتَ مَحبوبَن جي.

(٣٢)

بيتِي سا بيتِي، باقِي رکُ رَهَتِ سان،
پُڇي وَٽُ پِريمنِ کون، سَچي رَسَ ريتي،
سامي ساوادانُ ٽي، بازي جَنِ جيتي،
پاڪي پَلِيتي، لَنگهي چَڙهيا لڪَ تي.

(٣٣)

پرڇِي جنهن پَڙي، پٽي پريم اگم جي،
ڏنو تنهن سڀُ آتما، چيتَنَ چِٽَ چَڙي،
مري نہ مايا موھ ۾، رسن ڪانِ رَڙي،
پيچي پرم گهڙي، سامي ماڻي سيجَ سُکَ.

(٣٤)

پرچي جنهن پَڙهيو، پورو اکرُ پريمَ جو،
ڏيئي ڪَنُ ڪَلِپتَ کي، ڪرپا سانُ ڪَڙهيو،
ڇڏي ڀيدَ ڀرم کي، وَڃي چِٽَ چَڙهيو،
سُته اَنَ گهڙيو، ديوُ ڏنائين ديھ ۾.

(٣٥)

پرچنتا پلِيتُ، ڪَيا جيءُ جَهان جا،
سامي ٽيو ڪوساڏ سَنگِ، پريمي پرم پُنيتُ،
جاڳي جنهن جڳت سان، جِيتيو مَنُ اَجِيتُ،
تَنَ ۾ ترِيئاتِيتُ، پَرتک ڏِسي پاڻ کي.

(٣٦)

پرچي پيتو جَنِ، پيالو پريم اگمَ جو،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتما، هِردي منجھ ڏِسَنِ،
پَرچَن جاڙِي پاڻ کي، ڪينو ڪبرُ نہ ڪَنِ،
سدا غَرِقُ رَهَنِ، سامي سمتا پَدَ ۾.

(٣٧)

جَنهن کي پِريمَ پِياسَ، سامي لائِي سَتِ گُروءَ،
سَهَجِي تَنهن جي جيءَ مون، پِلي اَوِديا پاسَ،
رَهي مَنجِھ آڪاسَ، اَنَٽِي پَهَرَ اَنَلَ جان.

(٣٨)

پريمِي سي چئجن، جن کي اَملُ اَکَنڊَ جو،
سِرُ سَٽي سَودو ڪري، پيالو پيتو تَن،
پائي مُنهُن مِهراڻ ۾، سدا غَرقُ رَهَنِ،
پَرچي ريءَ پرين، سامي سارِن ڪن کي؟

(٣٩)

پِريميءَ کي پَڙلاءُ، سُتَهَ پيو سَروپَ جو،
ٻُڌائين باوَنَ ري، گگَنَ ۾ گوگاءُ،
مينِي ڏِتيا ياءُ، سيتَلُ ٿِيو سامي چئي.

(۴۰)

پَڙهي پُرِجهو ويدُ، اکَرُ لَڌو جَن اَنيئي،
مِلي ٿِيا محبوبَ سان، سي سامي عَين اَپيدُ،
پِيئَن پيئارِنِ پريم رَسُ، بنان وِڏِ نشيدُ،
توڙي ڪَن اَسِميدُ، تان پِي سيتَلُ رَهَنِ سياوَ ۾.

(۴۱)

دوست جو ديرو، سُجَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾،
ڄاڻَنِ سِڪَ سَمُجَھ ري، اَنڌا اَوڪيرو،
سامي سُڄاڻَن ڪي، پرتڪ ٿيو پيرو،
ڦُرني جو ڦيرو، ميٽي ويٺا من مون.

(۴۲)

ڏِني لِنوَ لَڳَتَ، ستم جنهن ساڌوءَ کي،
سو رَهي وادِ وِوادِ کون، اَٿئي پهر اَپِرَتَ،
ڄاڻي سڪَ سنسار جا، سڀ ڪوڙا ڪَلِپَتَ،
حَدَ پَري حَيرَتَ، بيحَدَ ڏِسي ٻانيَنُ چَئي.

(۴۳)

دوست جو ديرو، سُجَ وَسنوَ جي وِچَ ۾،
پنهنجي کو پرتيت سان، پريمي پَکيرو،
مِنيو جَنهِن جيْ من مون، سامي مٺيرو،
وَسِي وَسِيرو، سهِي ڪري سُميرَ جان.

(۴۴)

ڪانئيءَ ڪي ڪيئين، ڪائي جيئن خلاصُ ڪيو،
ڪوري ڪَڍُ ڪلپنا، اَندرَ مون اِيئين،
پيالو پريم اگمَ جو، پُر ڪَري پيئين،
جِيئين جو تِيئين، سامي ڏِسن سُپرين.

(۴۵)

ڪَنهن پريميءَ کي پيرُ، سَتگُرَ ڏسيو سروپَ جو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلپ کي، گهيڙي لَڌو تنهن گهيرُ،
مائي دَورَ دَرسَ جا، تي نِرَيئہ نِرويرُ،
سامي جِيئن سُميرُ، سِيتلُ رَهي سياوَ ۾.

(۴۶)

رمتا رام وَسِي، سدا اَليپُ اَڪاس جان،
تَنهن کي پريم پَرتيتِ سان، ڪو پورَنُ پُرشُ پَسي،
جنهن کي گُرو ڪرپا ڪري، اَنيئہ اوٿَ ڏسي،
ڦِري ڪينَ ڦَسي، سامي هِنَ سنسارَ ۾.

(۴۷)

پِريميءَ کون پريتَمُ، پَلڪَ پَراهون نہ ٿِئي،
شيوَڪَ جو شيوَڪ ٿي، ڪَري سَيوئي ڪَمُ،
سَدا ساپرسن جو، رکي مَنِ مَرَمُ،
سامي هِڪِڙو دَمُ، هَرِ پِڳِتَنِ ري نہ رهي.

(۴۸)

پِريميءَ پِرولي، ٻُڌِي بيحدَ پَڌَ جي،
سَدا سپيرِيَنِ سان، ڪيئن ڪَجي هولي،
سياويڪ سامي چَئي، خِلوَتيءَ کولي،
ٻاوَن ري ٻولي، سَمُجهِي رهيو سُنَ ۾.

(۴۹)

پِريمي ٿِيو پريتَمُ، اَچي پريمَ نگر ۾،
پاتائين پِريَن جو، سامي سَهَج مَرَمُ،
ڀُلائي ڀَرَمُ، پانُ نَ ڏِسي پانُ ۾.

(۵۰)

پِريمَ اَکَرُ پاڙهي، سَت گُرَ مَنُ سيتلُ ڪِيو،
سامي ڇِڏيائين ڇِنَ ۾، سَنسا سَڀِ ساڙي،
چَوٻاريءَ چاڙهي، ساکِي ڪِيائين سَڀَ جو.

(۵۱)

پريمَ پَرواهُ وَهيو، ويئي ٻُڌِ ٻُڌِي ڪَري،
ٻنان دَرسَنَ دوسَ جي، سامي ڪِينَ رَهيو،
جيڪي سَنتَ چَيو، سو حاضِرُ ڏٺو هَٽَ تي.

(۵۲)

پريمُ پِساڄُ لَڳو، دُئيتُ نَ رَهيو دِلِ ۾،
وِڌ نِکيدَ وَهنوارَ جو، سَنسو سَڀُ ڀڳو،
سامي پِيچو اَڳو، روڪي ويٺو رِندُ ٿي.

(٥٣)

اِڇا ڪري اَڏين، ڇڏيا جيءَ جهان جا،
سَدا پِوَنِ سامي چئي، مورکَ مَتِ مَلين،
سَٽي پِندَ مَٽي تؤن، ڪنهن پريميءَ پَربِين،
جاتي ڪوئي ڪينَ، تاتي ڪيائين تَڪيو.

(٥٤)

اَپيريءَ جو پيرُ، پَرچِي ڪنهن پريميءَ لَڌو،
آهي جَنهِن جي آسري، سَيُئي سَيرُ سُمير،
سامي سَبُ سو ڪَٽي، ٽِيو نِرِيئَ نِرويرُ،
سُوريَ مَنجهه اَنڌيرُ، ڏِسي نـ آدِ جڳادِ جو.

(٥٥)

ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪَٽَ، لڪين لوڪَ لُڙهي ويا،
پَهُچي سگهن نـ پَدَ ۾، هَٽي بيٺا هَٽَ،
ڪي پريمي لنگهي پارِ پيا، سامي سَمرَٽَ،
جَنِ ڪي هَرِ هِمَٽَ، پرچِي ڏِني پانهنجي.

(٥٦)

ڪَڏي ڪينَ ڪَري، پرين پاسو مون ڪون،
اَکيون اَکِنِ ۾ رکي، ويٺو ڏِيانُ ڌَري،
اُٿندي وِهَندي نِندَ ۾، پَلڪَ نـ ٽَئي پري،
ڏِسي جيءَ ٺَري، سامي سُپِيرِيُنِ کي.

(٥٧)

پريمَ ٻنان پرڪاسُ، ڪَنهِن کي ٿيو ڪينَڪِي،
اِئين چئي ٿو نامُديو، ڪبيرُ اَئون رَوِداس،
ڪَري ڏِسُ ڪَلپِتَ ري، سامي اَنَ اِپِياس،
تہ چيتَنَ چِدَ آڪاسَ، پَرگهٽُ ٿيئي پائهين.

(٥٨)

پريمَ وَرائي پَدُ، ڪَنهِين پاتو ڪينَڪِي
پُڇي ڏِسُ تَنين کون، جَنِ پِيتو مَحَبَتَ مَدُ
مائِلُ ٿيا مَهِرانَ ۾، ميٽي ڏُکُ دَرَدُ
حَدَ پَري اَنَهدُ، سامي ٻُڌَنِ سَمَ تي.

(٥٩)

پريمَ وَرائي پَدُ، ڪَنهِين پاتو ڪينَڪِي
وِحي پُڇُ تَنين کون، جَنِ پِيتو مَحَبَتَ مَدُ
مائِلُ ٿيا مَهِرانَ ۾، ميٽي ڏُکُ دَرَدُ
اَڏئيتي اَنَهَدُ، سامي ٻڌَنِ سَمَ تي.

(٦٠)

غَيبَ منجهان آيو، تيندو گُمُ غَيبَ ۾
اِيهو اِشارو اَنَيئي، ڪنهن پريميءَ پچايو
اَڱستَ جِيان آچمن ڪري، ساگرُ سُڪايو
نَڪي وِڃايو، نَڪي پاتو پَرچن پانَ ري.

(٦١)

جنهن کي رَسُ آيو، سَچو ساڌ سَنگت جو
تنهن پريميءَ پرَتيت سان، محڪم مَنُ لايو
پُورَڻُ جاڻي پيءَ کي، سَڀُ سَنسو مِٽايو
سامي سَمايو، جَلَ بُدبُدو جَلَ ۾.

(٦٢)

اَلکَ پُرِشَ آڻي، رَچِنا رَچي رَنگَ پَري
مورک مَرَنِ مَتِ ري، تنهن ۾ تاڻَ تاڻي
سَهي ڪَيو سامي چَئي، ڪنهن پريميءَ پُراڻي
مَوج مِلي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻَ سان.

(٦٣)

اَنيڪ ري علاج، ڪونهين اوديا روڳ جو
پُڇي ڏِسُ پريمِن کون، ڪَري دِلِ دَراجُ
جوڙي وينا جڳ ۾، جيڪي يڳتِ جَهاجُ
ڪرِنِ بيمُحَتاج، پارِ لنگهائي پاڻِي.

(٦٤)

اَڻَ هوندي راند رَچي، مايا موهَ مَمتَ جي
تنهن ۾ مَتِ مَرمَ ري، مورِکَ مَرَن پَچي
ڪو پِريمي مِليو پيءَ سان، بلا ڪان بَچي
جَنهِن کي سَمُجَهَ سَچي، سامي ڏِني سَتگُروءَ.

(٦٥)

بيگمپور شهر، اُتي عين آڪاس ۾
مَنَ بُڌِ واٽيءَ واچ ڪون، اگمَ اگوچرُ
ڪٿي پريمَ پرتيتَ سان، سامي سهج سمرُ
تہ انيڪَ پُرڪ اَمرُ، پيئي وَجي پرمَ رَي.

(٦٦)

ٻانيِنَ ڪو ٻُجهي، ٻولي ٻاوَنَ ٻاهرين
توڙي سياڻو سورمو، پَنڊِتُ پڙهيو هُجي
ڪو پريمي پرتيت وان، سَمُجهايو سَمُجهي
سو موتي ڪِينَ مُنجهي، اَوِديا جي اونداهِ ۾.

(٦٧)

مَڌُرَ مَڌُرَ مُرلي، ڪانَ وَڄائي مُکَ سان
ٻُڌي گوپيءَ گوارَ جي، سامي سُرتِ ڀُلي
اَوديا ٻُنڌِ کُلي، ڏِسي مَنهن مَحَبوبَ جو.

(٦٨)

چاهَ ڪَيا چيرا، موهي جيءَ جَهانَ جا
ٻرچن جاٽي پاڻ ڪي، پائِنِ نتُ ڦيرا
ماٺِنِ سکُ سروپَ جو، ڪي پريمي پَڪيرا
نرملُ نِرويرا، سامي رَهن سياوَ ۾.

(٦٩)

جو پريمي پورَنُ، سو جوڳيشورُ جڳَ ۾
پاتو جنهن پَرتيتِ سان، گهرو گيانَ اَڃنُ
گهڙي لَڌائين گهر مون، اُنيءَ آدي ڏَنُ
ميٺي سَبُ مَنَنُ، سامي ماڻي سيجَ سُکُ.

(٧٠)

مهان چِترُ پربينَ، پريمَ کيا وَسِ پانهنجي
مانُ وَڏائي سَبَ ڇڏي، ٿيا عاشقَ لنوَ لينَ
پوپا پُڄَنِ کينَ ، سامي پريمَ پِساچَ سان.

(٧١)

راتيون ڏينهن جَري،تي بِرَهنِ ڪارَڻِ پيءَ جي
جيئن ڪارَڻِ سُئيت جي، سِپَ وِرلاپَ ڪَري
چڪوي ڪاڻِ چڪورَ جي، سُڌِ ڪي ساهَ پَري
پياسَ نہ مِٽي مِينَ جي، بنا نيرَ مَري
تڏي جيءَ نري، جڏي سامي ملي سپرين.

(٧٢)

رَهي ڪينَ سگهي، هيءَ داسي درِسَنَ ري
تکو تيرُ عَشقُ جو، ويو لُنؤ لُنؤ مون لنگهي
سامي چِتُ چاترِڪَ جان، سُواتي بوُندَ مَنگي
اچي رَنگَ رَنگي، دَرِسَنُ ڏيئي پانهنجو.

(٧٣)

جيڪو جَن پيِئي، پيالو پرِيمَ اگم جو
پوُرِنُ جاڻي پيءَ کي، جگُ جگُ سو جيئي
ساکَ ڏني سامي چَئي، خُلاصي ڪيِئي
جيئين جاڳئي ڏيئي، اَنڌيرو اَياءُ ڪيو.

(٧٤)

جيئين هرِڪي هيرَ، رانجهي سان هِڪَ رَس ٿي،
تيئين مِلي محبُوب سان، لَنگهي لَڪَ لَڪيرَ
جاڻي سَبَ سپني جا، سامي چَئي سَريرَ
گِيانوان، گُرَ پيرَ، لڪَ لڪائِنِ اَنيئَي.

(٧٥)

جَنهن پريميءَ پُرڏيِ، اونهين ڳالهِ عَشِقَ جي
گهرَ مون ڪانِ خوشيءَ جي، لوڙي تَنهِن لَڏيِ
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، چِڪي ڳَنڍِ ڳَڏي
گهٽي ۾ وَڏي، وچي ڪِين وَهنوارَ ۾.

(٧٦)

جَنهِن کي پريم پَٽي، سامي پاڙهي سَتِگروُءَ
پنهنجي اکئين پانَ کي، ڏِٺو تنهن اُلَٽي
اَوِديا پِنڊَ مَٽي تون، ساميءَ کَٽي سَٽي
وينو ڪيپَ ڪٽي، سَچَ وَسَنوَ جي وِچ ۾.

(٧٧)

وِڏا ڪَرمَ پَجي، ڏسي پريمَ پَرِياوَ کي
بُنڌي گاجَ سارِدولَ جي، جِئين مِرگهنِ جوءِ تَجي
تِئَڙا چورَ لَجي، سامي راجَ دربارِ ۾.

(٧٨)

وِرلو جَنُ ڏِسي، کو ڏسَڻَ واري ڏيوَ کي
جَنهن جو پريمَ پَرتيتِ ڪون، پيرُ نہ پوءِ ڪِسي
آچي سَنت حِصي، سامي پورَبَ ديسَ جو.

(٧٩)

وِرلِي ماءُ جَڻي، ڪا پريمِي پُٽر گَرڀَ مون
سامِي سُپيرِيَن جي، جَنهن کي پِڳت وَٽي
جانَ وِچائي پانهنجي، سَڀَ جو داسُ بَڻي
لکيا ڪينَ ڳڻي، ڏِسي اَليکُ اکِن سان.

(٨٠)

سوئي پِيارو، پريمي پرميسَرَ کي
جو ڪَري نہ ڪَتَرَ جيترو، ڏنبُ آئون ڏيکارو
سامِي رَهي سَرِيرَ ۾، نَيَ جان نِيارو
جاڻي جَڳُ سارو، چِمتڪارُ چيتَنَ جو.

(٨١)

سوئي پيارو، پريمي پرميسَرَ کي
سَمُجهو جَنهِن سامي چئي، اَنيئ اِشارو
جاڳي ڪَڍيائين جيءَ مون، اَودِيا اَنڌارو
نَبَ جان نيارو، سَدا رهي سَنسارَ ۾.

(٨٢)

سَبَ کي ٻوڙايو، پريمَ پَساجَ لڳي ڪَري
ٻُنڌيِ نادُ ڪَنَنِ سان، مرگُهه ڌوڙي آيو
وَٺِي واسُ ڪَنولَ جان، ڀَنورُ لَپٽايو
سامي سَمايو، پَتَنگ جوتِ ڏِسي ڪَري.

(٨٣)

پَرچِي ڪو پاڙهي، پَنڊِتُ پَنِي پريم جي
مَنَ کي مَحَبُوبَنِ ڏي، لِنوَ لائي لاڙي
سامِي ٻِڳَتِ جَهازَ ۾، ڇِڪي ڏِڪي چاڙهي
ڦِڪلَ سان ڦاڙي، پَردو ڀيدَ ڀَرَمَ جو.

(٨٤)

پرچِي جَنهِن پَڙهيو، پورو اکرُ پريمَ جو
سو مَمتَ مِٽائي مَنَ جي، اَنيئَ اَڄَ چَڙهيو
سامِي اَنَ گهڙيو، ڏيو ڏِٺائين ڏيهه ۾.

(٨٥)

پڙهيو جَنهِن پورو، گُرَ گمَ اَکَرُ پريمَ جو
مِٽيو تَنهِجي مَنَ مون، اَوديا اَندورو
سامِي سو سُورو، جيتي ويٺو جڳَ کي.

(٨٦)

خلوتي خَلاصُ، ٻانَيَڻ ٽِيا ٻَنڌَنَ کون
پرچِي کِيو جَنِ پريمَ سان، اَنترَ مُک اَيياس
سهِي کيائون سمَ تي، چيتَنَ چِدَ آکاسُ
ٻائي پَدُ نِراسُ، مُشکن کشکن کينکي.

(٨٧)

اَنيئَي اَتکَ، رکَنِ کانَ اَندرَ ۾
ٻورو اکَرُ پريمَ جو، پڙهِي ٽيا پَرِپَکَ
ويڙهي سڀ وَرقَ، سامِي چڙهِيا سِيرَ تي.

# پريم (ب)

(١)

اَلکُ اَستِامَلُ، سَنتَ لکَائِنِ سَبَ کي
بيهي ڏِسي پاڻ ۾، کو پِريمي پَربلُ
کٿي کالِ کَلپنَا، کَري جَنَمُ سڦَلُ
جِئين اَليپُ کَنولُ، تِئين سامِي رَهي سَياوَ ۾.

(٢)

سَنُکي جَنهن ساجيو، خاوندَ پَنهِنجي خِيالَ سان
اَندَرِ باهرِ آکاس جان، سو بيحدِ بِراجِيو
پَٽي کَنهِن پريميءَ ڏِٺو، دِلِ جو دَرواجو
اَتَکَ کون آجو، سَدا رَهي سامِي چَئي.

(٣)

ليکي لُڙُ وِڌو، سکِٽو هِنَ سَنسارَ ۾
اِشارو اَليکَ جو، کَنهن پِريميءَ پُرِڏو
سَدا رَهي سامي چَئي، سَمُجَهہ مَنجهہ سِڌو
مَري مُلِ بِڌو، پَرَميسَرَ کي پِريتِ سان.

(۴)

عَشقُ اڳيري، مَنزِلَ ڪٽي مَنَ ڪون
اڳيون بينو تي ٻُجِڙو، واٽَڙ تي ويري
سامِي لُٽيو جنهِن سَڀَ ڪي، وِجهي مَٿن ميري
ڪو ڦُرني ڪون ڦيري، خاص ڏِسي خاوند ڪي.

(۵)

آهي اوکيرو، جيئَندي مَرَڻُ جَڳَ ۾
سَمُجهي ڪو سامِي ڇَوي، پِريمي پَڪيرو
ڪَيو جَنهِن ڪَلِپَتِ جو، نِپَٽِ نِبيرو
دوسَت ري ديرو، خالِي ڏِسي ڪونہ ڪو.

(٦)

ڪَلِپَتِ جي ڦَهَري، سِندُ وهي سامِي چَئي
تَنهِن ۾ جيءَ جهانَ جا، لُڙهيا وِحَنِ لَهَري
ڪو پِريمي لَنگهي پارِ پيو، تَنُڪَلِ سانُ تَري
ڏِنو جَنهِن وَرِي، پَنهِنجي اڪِئين پاڻَ ڪي.

(٧)

دوستَ جو ديرو، سُتَہَ صَفائيءَ ۾
پَهُچي ڪو پَرَتيتَ سان، پِريمي پَڪيرو
جاڳي ڪَيو جَنهِن جڳَ جو، نِپَٽِ نبيرو
ڏِسي نہ اَنڌيرو، سامِي سُورِجَ سارَ ۾.

(٨)

نِرڪِي نيائِين، پريميءَ کي پيءَ، پاڻَ سان
لالي پَسي لالَ جي، جَوهَرُ جِيتِيائِين
سامي سُکَ سَنسارَ جا، صَدقِي ڪِيتائِين
پَتِيو پِيتائِين، پِيئَندڙي پاڪُ ٿِيو.

(٩)

سو پَڪو پِيارو، پِريمي پَرَميسَرَ کي
سامي ڏِنو جَنهِن ساڏَ سَنگِ، اَنيَڪِ اُجارو
وَرتي وِڏِ وِيچارَ سان، ياءُ رکي يارو
جيئين ڏُرو تارو، اِستِتِ رَهي آڪاس ۾.

(١٠)

سو پِريمي پَربِينُ، سو جوڳِيسَرُ جڳَ ۾
جَنهن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، پؤرَنُ پاڪُ يَقِينُ
سامي سُپِيرِيَنِ جي، لِنوَ ۾ رَهي لِينُ
جِئين جَلَ کون مِينُ، پَلَڪَ پراهون نَ ٿِئي.

(١١)

پِريمي پَسارو، ڪَنِ نَ ڪَتَر جِيترو
ڏِنو جَنِ اکِنِ سان، گهرَ ۾ گهرَ وارو
آهي جنهن جي آسري، اوندَهِ اُجارو
مِلِيو نِيارو، سُتَہَ رَهي سامي چئي.

(۱۳)

پريمي سو پيارو، آهي پَرَميسَرَ کي
کَري نَہ کَتَرَ جيترو، ڏَنبُ اَئون ڏيکارو
لَنگهي چَڙهي لکَ تي، يَوَ ساگرُ پارو
کَنوَلَ جان نِيارو، سامي رَهي سَرير ۾.

(۱۴)

دانا ديوانا، پِريمي پِيارا پيءَ کي
لَئہ کَئي جَنِ لکَ ۾، نِرکِي سَبَ نانا
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، سَمَ ۾ سَمانا
جِيئن پَرِوانا، جَلي جوتِ سَروپُ ٿِيا.

(۱۵)

بِرهِنِ رَهَسِي روءِ، کَٿِي دَرَدَ فِراقَ جِي
کَڏي پارَ پِرِيَنِ جا، بانِيَنُ، ٻُڌي نہ کوءِ
نِتُ چري تو چِتَ کي، پيرُ نَہ وِجهي پوءِ
وَهَڻُ واڳِي هوءِ، کو گابو کَڏي اَنَ مون.

(۱٦)

کِميا خوشيءَ جي خُوءِ، پيئي جَنهِن پِريميءَ کي
مِٽي تَنهن جي مَنَ مون، هارَ، جِيت، هَئہ هوءِ
سامي لَڏائين ساڌَ سَنگ، جاڳي پَنهنجي جوءِ
رَهي روبروءِ، اَٺَ ئِي پَهَرَ عجيبَ سان.

(١٧)

چاڙهي جنهن چکي، سامي شَوق شَرابَ جي
تنهن ماڻِ مَحبوبَ جي، لُنوَ لُنوَ لک لکي
پَرچَن پَندَ مَٿي تون، لاهي هيٺ رکي
اَلَٿي اَنتَرَ مُکي، چَڙهيو چيتَن چِدَ آڪاسَ تي.

(١٨)

جنهن کي هِڪُ جَرو، مِليو شَوق شَرابَ جو
سو ڪايا مايا ڪُلَ ڪون، پهُتو پَرپَرو
سامي مِليو سَروپَ سان، تي گاهَڪُ گهرو
کوٽو اَئون کرو، صَدقي ڪيائِين سڪَ تون.

(١٩)

پيتو جَنهِن پياسي، پيالو پريمَ اَگمَ جو،
سامي تَنهِن کي سَپَ ۾، پِڳُوَتُ هِڪُ پاسي،
پَرچي ڪيائِين پوسَ سان، پَرِچِنتا پاسي،
ڦِري نا ڦاسي، ڦُرِني جي ڦاهيءَ ۾.

(٢٠)

پيتو جَنهِن پُلڪي، پيالو پريمَ اَگمَ جو،
پِڳي تَنهن پَرپور تي، مَمِتا جي مَٽِڪي،
سَمَ جاڙي سامي چَئي، پَوري اَئون اِڪي،
جنِين سونَ تِڪي، هيٺِ مَٿي هِڪجيهڙي.

(٢١)

پَڙهي پڙهايو، اکرُ پرِيمَ اگمَ جو،
سَمُجهِي سو سامي ٿِئي، مٿو مَنِ پايو،
جَلَ پپوٽو جَلَ ۾، جَل ٿِي سمايو،
نَڪِي وَڃِي آيو، بنا پنهنجي پاڻَ ري.

(٢٢)

پَرِچي جَنهِن پَڙي، پَٽي پريمَ اگمَ جي،
پيءُ ڏِٺو تَنهِن جيءَ ۾، ويساسيءَ وَڙي،
سڪي ٿِيو سامي ٿِئي، پَحي پَرمَ گهڙي،
چيتَنَ چِٽَ چڙي، سَيلَ ڪَري سَنسارَ جا.

(٢٣)

پرچِي جنهن پڙِي ، پَٽِي پِريمَ اگمَ جي،
پيءُ ڏِٺو تنهن جيءَ ۾، ويساسيءَ وَڙي،
سڪي ٿِيو سامي ٿِئي، پَحي پَرمَ گهڙي،
چيتَنَ چِٽَ چڙِي ، مَزا ڪَري مَحبوبَ سان.

(٢٤)

پَرِچي جَنهن پَڙهي، پَٽي پريمَ اگمَ جي،
سو مَري ڪِينَ مَرمَ ري، راتيون ڏينهن رَڙي،
سَهَجي وِيو سامي ٿِئي، چيتَنَ چِٽَ چڙي،
پَحي پَرمَ گهڙي، اِستِتِ ٿِيو آڪاس جان.

(٢٥)

پرچي جَنھِن پَکو، لَڌو پير پرِينَ جو،
سو سامي سَدائي رَھي، ٿرَتا مَنجھ ٿَکو،
صَدقي ڪَيائين سڪَ تؤن، تَنُ مَنُ سَڀُ تَرڪو،
گنگا گيا مَڪو، پَوي ڪينَ پلَنِ جان.

(٢٦)

پَرچي جَنھِن پيتو، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
مِلي تَنھِن مَحبوبَ سان، اَملُ جَنَمُ جِيتو،
سامي سڪَ اڳتون، سِرُ صَدقي ڪِيتو،
ھاريو تَنھِن جيتو، جڳتيءَ سان جَھانَ ڪون.

(٢٧)

پَرچي پريتِ گھني، ڪاملَ ڪَريان ڪَنھِن سان،
جيڪو تُنھنجي جيءَ کي، ويچي يارُ وَٽي،
بانيَڻَ نيئي بَلَ سان، گھري گھرِ ڪَٽي،
عاشِقُ مَعشوقُ بَڻي، سَڀَ ڏئيئي سَمَ سڪَ.

(٢٨)

سَچو شَونقُ ٿِيو، جَنھِن کي پيءَ پَسَڻَ جو،
سامي تَنھِن سنسارَ جو، سَربُ تياڳُ ڪِيو،
مِلي مَرجيئَنِ سان، پانھنجيءَ مَنجھ پِيو،
ويھي تِتِ وِيو، جِتِ بيحَدِ جو ڏِيئو بَري.

(٢٩)

پِريتِ لڳي پيارِي، جَنهِن کي پيءَ پَسَڻَ جي،
تَنهِن کي پيئي ساڏَ سَنگ، سامي سُڌِ ساري،
ٿِئي اڳنُتَ ڪَلا سان، اَتِيتُ گھرَ ٻارِي،
سَڀَ ۾ سَچارِي، مک رِکِي مَوجان ڪري.

(٣٠)

پِريتِ ڪيو پَرَوَسِ، سامي تُنهنجي سُپِرين،
اَچِي اَزَغِبي لَڳِي، اَندرَ کي آتَسِ،
اَنئي پَهَرَ اَکِنِ مون، بوندان ڪَرن نَہ بَسِ،
يا ڏيهُ پَنهِنجو ڏَس، يا اچي مِنُ مُنُ سان.

(٣١)

مَحبوبَنِ مُکِي، پَتري پِريم پڳتِ جي،
پَڙهِي مَنُ پَرِسَنُ ٿِيو، چِنتا چاهَ چُکي،
لَنگهِي چَڙهيو لڪَ تي، اَوِديا سِنڌُ سُکي،
سامي سَڀَ ڏُکي، کيپَ ڪَٽي سا گھرَ ۾.

(٣٢)

پِريتوانُ پِياسو، پاسي ٿِئي نَہ هِڪُ پَلُ،
پَرچِي ڪَيائِين پَدَ ۾، وِڌِ سَچيءَ واسو،
سامي وَرِتِي سَرِبَ گَتِ، خالِصُ خُلاصو،
ڏِسي تَماشو، ساکي ٿِي سَنسارَ جو.

(٣٣)

پرِيتوانَ پرَوَسِ، ڪَڏي ٿِينِ ڪِينَڪي،
ڀاوِين ڪو نندِيا ڪَري، ڀاوِين ڪو سابَس،
ماڻِن سُکَ سَروپَ جو، ڇَڏي طمع تامَسِ،
هميشہ هِڪَ رَسِ، سامي رَهنِ سُياوَ ۾.

(٣٤)

پريميءَ کون پرِيتَمُ، پلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي،
جَنهِن جي ڪَئِي سَتِگُروءَ، ڪولي خاطرِ جَمُ،
وِڪيائِين ويساهَ سان، جاڳِي سَبُ جوڪَمُ،
جيتي هَلِيو جَنَمُ، سامي ڇَئِي سَنسارَ مون.

(٣٥)

پريميءَ کون پرِيتَمُ، پلَڪَ پَراهون نہ ٿِئي،
وارِيو جَنهِن وِجودَ ۾، ديوانِي جان دَمُ،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪي، سامي سُکُ اَگَمُ،
توڙي ڪَري ڪَمُ، تَ ڀي اِسٿِتِ رَهي آڪاسَ جان.

(٣٦)

پريمنِ جو پرَتاپُ، نَڪي نہ لوڪَ پَرلوڪَ ۾،
مَنِيو جَن جي مَنَ مون، اَوِديا جو پُنُ پاپُ،
ڀِڳِتي ڪَنِ اَپِيدُ ٿي، گَنتيءَ کون اَماپُ،
سامي وَرُ سَراپُ، لَنگهي لالُ گُلالُ ٿيا.

(٣٧)

پريمن جو پرتاپُ، لِکي نہ لوکَ پرلوکَ ۾،
مِٺيو جَن جي مَنَ مون، پرچِنتا پِنُ پاپُ،
پگِت کَنِ پڳوانَ جي، عينَ اَييدُ اَماپُ،
سامي وَرُ سَراپُ، لَنگهي لالُ گُلالُ ٿِيا.

(٣٨)

پريمنِ جو پرتاپُ، پرگهٽُ لوکَ پرلوکَ ۾،
مِٺيو جَن جي مَنَ مون، سامي پرچِنُ پاپُ،
پگِت کَرنِ پڳوانَ جي، عين اَييدَ اَماپُ،
وِڌ ري وَرُ، سَراپُ، کَنهِن کي ڏِين ڪينکي.

(٣٩)

بِنان نِيرَ نَندي، سامي لوڙِي سَنسي مَئِي،
کو پريمي لَنگهي پارِ پيو، قابو ڪ عُمرِ بَنڌي،
رکي نہ رَتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چِگِي مَندي،
ڄاڻي سُچَ وَسندي، آيا اَنيءَ لعلَ جي.

(٤٠)

پَرچي جَنهن پيتو، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
مِلي تَنهن مَحبوبَ سان، جَنَمُ اَمُلُ جيتو،
سامي سکَ اگمَ تان، سرُ صَدقي ڪيتو،
کوهي ڪَليتو، وِهي نہ وِچَ بَزارِ ۾.

(۴۱)

ٻريمي مُنهن پٽيو، لِڪي ڇپي ڪينڪي،
خزانو خوشيءَ جو، لڌو جنهن لٽيو،
سنسو آتمَ جيءَ جو، سامي ڪٽي سٽيو،
ڪاٽي خاصُ ڪٽيو، ستمَ ساڌَ سنگتِ جو.

(۴۲)

سامي سجنُ سِڪي، ڳولي لڌو جَنهن ڳوٺَ ۾،
سدا ماڻي سارُ سُکُ، سو پريمي پُلڪي،
وَحي ڪينَ وسن جان، طمعَ ۾ ترڪي،
جاڻي سو نٽڪي، اَندر ٻاهر آتما.

(۴۳)

ماهلُ مَرِ جيئو، سامي موتِ نَہ مري،
پاتو پريمَ نگرَ ۾، لِڪي جَنهن ليئو،
ڏسي ڏِسڻَهـارَ کي، تِيو خالصُ ڪيئو،
ڏيئي تدَ تَڪيئو، سُمهيو سُکپَتَ سيجَ تي.

(۴۴)

پيتو جَنهن پني، پاڪُ پيالو پريمَ جو،
سٽيا تنهن سنسار جا، ڇڪا سَبِ ڇني،
سدا رَهي سامي چئي، پاڻي منجهہ پني،
ويني مِلهِ ڳني، دلِ ڏيئي دلبرَ کي.

(۴۵)

جَنهِن پِريميءَ پُرِڏو، عينَ اِشارو اَنيئي،
سامي خامُ خيالُ تنهن، سَٽي سَڀُ وِڌو،
جڳُ ۾ جڳُ جَهِڙو ٿي، هَلي حَليم سِڌو،
مَرِي مُلِ ٻِڏو، پَرَميسَرَ کي پِريتِ سان.

(۴٦)

سامي سَنتَ سِڌو، وَڃَنُ ڇَوَنِ ويساه جو،
ڪوڙن ۾ ڪَنهن هِڪڙي، پَڪ پريميءَ پُرڏو،
سُکُ دُکُ جنهن سَنسارَ جو، سَٽي سَڀُ وِڌو،
مَرِي مُل ٻِڏو، پَرَميسَرَ کي پِريتِ سان.

# نيهي

(١)

نِيهَن بِنان نادانَ، ويدَ پڙهي وادي ٽيا،
ٻانيَڻَ کَنِ ٻِيائيءَ سان، جَپَ تَپَ دانَ اِشنانَ،
نيهي نارائڻَ ري، ٻي سُڌِ رکَنِ کانَ،
رَهَنِ مَنجِهِ جَهانَ، نِرپکَ نِيارا نَيَ جان.

(٢)

نِيهَن بِنان نادانَ، ويدَ پڙهي وادي ٽيا،
پَرتک ڏِسَنِ نہ پيءَ کي، اَنڌا کن اُنمانَ،
اِسٿِتِ ٿيا اَندرَ ۾، کي نيهي نِربانَ،
رَهَنِ مَنجِهِ جَهانَ، سامي اَليپُ آکاسَ جان.

(٣)

ٻَلَکَ نہ ٿئي پَري، نيهي نارائڻَ کون،
مَنَ ۾ چَندرَ چَکورَ جان، دَرسَنَ ڏِيانُ ڌري،
پَنورُ رَهي نہ واسَ ري، جَلَ ري مِينَ مَري،
سامي تَڏي نَري، جَڏي پَوي بوندَ پپيهہ کي.

(۴)

وِٺا ڏيانُ ڏَري، نيھي نارائِڻَ جو،
سو نارائِڻَ نيھين کون، پَلَڪَ نہ ٽِئي پَري،
اوتِ پوتِ ايڏُ ٽي، ڏِسَنِ نينَ يَري،
بِنان ڪَلپَ ڪَري، سامي ڳالھِ سُپَتِ سان.

(۵)

وِٺو نِھاري، نارايَڻَ نيھِنِ ڏي،
ديورا ڦِري، جڳَ ڪَري، گايون نِتُ چاري،
تيلُ مَلي مَندرَ کي، ھُندِيون سَڪاري،
سامي سنياري، سيوا ڪري سيوَڪُ ٿي.

(٦)

پَلِ پَلِ پُڪاري، نيھي نينَ يَري ڪَري،
آءُ منھنجا سُپرِين، ويھُ نہ وساري،
تُنھِنجي عِشقَ اَلڳُ ڪِيو، لائي لِنوَ لاري ،
مُئن کي ماري، ميلو ڪَندين ڪَنِ سان؟

(٧)

نماڻو نيھي، نِتُ دانھون ڪري دَردَ سان،
تُنھِنجي سِڪَ سوڳھو ڪيو، تَڙَڦي دِلِ ڏيھي،
بِرڌُ سُجاڻي پانھنجو، آءُ پِرين پيھي،
سامي چَئي ويھي، ڪريون مُنھَن مقابل ڳالھيون.

(٨)

پنهنجو ڪيتو پاڻَ، مورک پائِنِ مَتَ ري،
ٻٽي ٻنٽتِ ڪَلا سان، پَسون پِريتَ پکاڻ،
سامي وينا سمَ تي، ڪي نيهي نِرٻاڻ،
جَنِ ڪي پريتِ پَڇاڻ، ستگر ڏني سَروپ جي.

(٩)

پنهنجو ڪيتو پاڻَ، مورک پائِنِ مَتَ ري،
ڏانورَ جان ديهِ ۾، تاڻي ڦاسَنِ تاڻَ،
سامي چڙهيا سِيرَ تي، ڪي نيهي نِرٻاڻَ،
جَنِ ڪي پريتِ پَڇاڻ، ستگر ڏني سَروپَ جي.

(١٠)

ڀُلَنِ ڪون ڀرَمُ، مِنَي ڪِينَ مَرَڻَ جو،
مَچي وينا پاڻَ کي، رَتُ پُنُ هَڏا چَمُ،
ڪو نيهي نِرڀَئُ رَهي، سامي سَمَ سوڪمُ،
جَنهِن کي خاطِرِ جَمُ، ڪَئي سَمُجهاڻي سَتِگُروءَ.

(١١)

پرچي جيئَن پَتَنگَ، جَلي مُئا جوتِ ۾،
تِئَن دوستيءَ جي ڏورَ ۾، نيهي پيا نسنگَ،
لائي لالُ گُلالُ ٿيا، رَهَتِ سَچيءَ جا رَنگَ،
سَهَنُ سيلُ سَبَنگَ، سامي ڪَيا سَتِگُروءَ.

(١٢)

دوست درواجو، پٽي ڇڏيو پريمَ جو،
پيهي اَچي کو پائهين، نيهي نِواجو،
جَنهِن کي ڪَيو سَتِگُروءَ، اَتَڪَ کون آجو،
ٻِجي ٻِراجو، سامي سکپت سيجَ تي.

(١٣)

پاپي پاپن سانُ، ڀوڳن ڀوڳَ نرڪ جا،
پُني سکَ سُرڳ جا، پائي ڪَنِ پرمانُ،
ٻِنهين جي ٻندن کون، نيهي ٿيا نرٻانُ،
پاڻ وَرائي پاڻ، سامي جائن سَروَ گتِ.

(١٤)

گُرَ گمَ جَنهِن لايو، نيهُن نِرَنجَنَ ديوَ سان،
سامي لَڌو سُکُ تَنهِن، تَهيو تهايو،
جاڳي وِڃايو، اَوِديا ڀَرَمَ اَندرَ مون.

(١٥)

جِتي حَبيبَ هُئَنِ، ناوَڪ ڀَري نِينهَن جي،
وِني نَنهَن چوٽيءَ کون، سامي مَٽي کَٽنِ،
ڳُٽيءَ ليکي کون پَري، لُنوَ لُنوَ چاڪَ چِڪَنِ،
تاتي طِبيبنَ، ڦڪيون سبِ ڦٽيون ڪيون.

(١٦)

تو ٻِنُ رَهي ڪيئن، ٻِرهَنِ عشقَ لِپيٽي،
تَنُ مَنُ ڏَنُ ڀُلائي، ڏِنو تُنهِنجي نِيهن،
سِڪَندي ٽِٽڙا ڏينهَن، آءُ ڏَيا رکُ دِلِ ۾.

(١٧)

نِيوَن نِهوڙي، جَنهِن کي عِشقَ عَجيبَ جي،
سو ويٺو دَرسَ درياهَ ۾، ڀيائي سبِ ٻوڙي،
سامي مُنهَن موڙي، ڪَنهِن ڏي ڏِسي ڪِينَڪي.

(١٨)

جي تون پُهتينءَ پار پرين کي، تہ خبر ڏي ڪَري،
نيٺي نِياپو نِيهن جو، وَهِلو آڻ وري،
چيتو ڪَرِ چري، متا ڏِکي ڪنِي ڏاريو.

(١٩)

جَڏِها نڪُو جانِبَ سين، تِيو نينهن لَڳي نِروارُ،
وِسري وِيو ڪِينَڪي، تڏهانڪُو تَڪرارُ،
يادَ آسان کي يارُ، اَسين بہ يادِ ڪيون ٿا يار کي.

(٢٠)

جَنهِن کي نِيهَن نَرَمُ، موڙي ڪيو مَرَمَ سان،
مِٺيو تَنهِن جي مَنَ مون، ڀولائو ڀَرَمُ،
لَيءِ ڏِلائين لکَ ۾، سامي سَبُ عالَمُ،
دوسَ وَرائي دَمُ، خالي ڪَٿي ڪونَڪو.

(٢١)

جَنهِن ڏِي نِهارِي، نيهي نيڻَ پَرِي ڪَرِي،
تَنهِن کي پِيالو پريمَ جو، پورَڻُ پِيارِي،
ڪَرِي مَست مَيا سان، اَچِرَجُ ڏيکارِي،
ٻانيَڻُ چَئي ٻارِي، ڏِيو رکِي ڏِيل ۾.

(٢٢)

نيهيءَ ڪيو نِروارُ، سامي سَتِ اَسَتِ جو،
ڪَٿِي تنهن ڪلپنا، ڏٿو ڏسٿهارُ،
اُپجي نِپَجي لِيڻُ تي، جَنهِن ۾ سَڀُ سنسارُ،
سدا رهي گُلزارُ، نِماڻو نِرٻاڻ ۾.

(٢٣)

نيهيءَ ڪَيو نِياءُ، ويهي وِڌ سَچيءَ سان،
تَنهن کي سَتِ اَسَتِ جو، سچو پيو سماءُ،
ويٺو اَنيَئي تَخِتَ تي، ميٽي دُنِيا ڀاءُ،
ڄاڻي دلبر داءُ، سامي ماڻي سانتِ سُکُ.

(٢٤)

ناگَنُ ڪين نوايو ناٿُ نِوايو نينهَن،
اصَلُ اَوڏَتَن کي، مَرّهيءَ اُٿا مِينهَن،
ڪن جاڳَندي ڏِينهَن، ڪَنِ کي پَلڪَ ۾ پَرچو ٿيو.

(٢٥)

نِروڪَلَپُ نيهي، پاڪُ رَهي پُڄَ پاپ ڪون،
پَرَتڪِ پورَنُ آتِما، پَسِيو جَنِهن پيهي،
سامي ماٺي سانتِ سڪُ، وڌِ سَچيءَ ويهي،
مانڪا ديهي، سَٿُلُ ڪَيائين ساڌَ سَنگِ.

(٢٦)

نيهيءَ جي نگاهَ، ڪنهن ۾ ٻُڌي ڪِينَڪي،
جَنهِن ڪي لالُ گلالُ ڪَيو، سِڪَ سَمُجهه ويساهَ،
ويٺو اَنيئہ تَخت تي، ميٺي چنتا چاهَ،
ساڌَ سَنگَتِ جِي راهَ، سامي رکِي سِرَ تي.

(٢٧)

نيهي نِرڌارُ، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو،
جاڳِي جَنهِن سَهِي ڪيو، سُپَنِ جو سَنسارُ،
ڪَري اُپديسُ اَنيئي، عَينُ ڏِسِي اَڌِڪارُ،
سدائي گُلزارُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(٢٨)

نيهي نِراسو، رکي نہَ آسَ اَندَر ۾،
پرچي ڪيو جَنهِن پَدَ ۾، وڌِ سَچيءَ واسو،
ماٺِي سڪُ سَروپَ جو، خالِصُ خُلاصو،
جيئِين پيو پَتاسو، ساگر ۾ سامي چئي.

(٢٩)

نيهي نِراسو، رکي نَ آسَ اَندَر ۾،
ڪَيو جنهِن ڪِرپا سان، پَرچِنِ ڪون پاسو،
سُتهِ ٿِيو سامي چَئي، خِلوَتي خاصو،
ڏسِي تَماسو، ساکِي ٿِي سنسار جو.

(٣٠)

نيهي نِراسو، آسَ نَ رکي ڪَنهِن جيِ،
رَهي چَندَر چَڪورَ جان، دَرِسَنَ جو پِياسو،
ڪِيائين چَرَنَ ڪَمَلَ ۾، وِڌِ سَچيءَ واسو،
ڪيئَن ڪَري پاسو، سامي تَنهِن ڪان سپرِين.

(٣١)

نيهي رَهَنِ نِراسُ، سدائين سَنسارَ ۾،
ڪَيائون ڪَلپَ ڪَڍي ڪَري، تَنَنَ مَنجهِ نِواسُ،
پورَنُ ڏِسَنِ پرِيمَ سان، چيتَنُ چِد آڪاسُ،
جَنهن ۾ پريمَ پِرڪاسُ، سامي رَهي سَروپَ جو.

(٣٢)

نِروِڪَلپُ نيهي، ڪورِّنِ ۾ ڪو هِڪِڙو،
جَنهن ڏِلو پانهنجي پاڻَ کي، پَلِڪَنِ منجه پيهي،
جاڳِي ڪَديائين جيءَ مون، سَنسا سيئي،
ٻانيَڻَ بديهي، رَهي سدائين ديهِ ۾.

(٣٣)

نِروِڪَلپُ نيهي، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِنِ سَتَهَ سَروپُ صحيحُ ڪيو، گُرگمُ گهرِ پيهي،
پَلِ پَلِ پِيئِي پريمَ رَسُ، وِدمانُ ويهي،
ڀانيَڻَ بديهي، رهي دعويٰ ري ديهِ ۾.

(٣٤)

نِروِڪَلپُ نيهي، سَمُجهي سَمَ سيتلُ ٿيا،
دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان، پُڇَنِ نہ پيهي،
دَمِ دَمِ ڏِسَنِ دوسَ کي، وِدمانُ ويهي،
ڀانيَڻَ بديهي، دعويٰ رکن نہ ديهِ سان.

(٣٥)

نيهي نَرُ نِهَڪامُ، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
ڪَٽِي جَنهِن گُرگِيات سان، طَمَعَ سَبَ تَمامُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ نَبَ جان، ڏِسي رَمِتا رامُ،
سُرگَ جَهڙو ڌامُ، سامي جاڻي سهنو.

(٣٦)

نيهي نيڻَ ڀَري، جَنهِن ڏي جُڙيي جان ڏِسي،
سَهَجِ ٿِئي سامي ڇَٽِي، تَنهِن جو پَٽُ پَري،
جيئِين ڀِرنگي ۽ ڪيٽَ کي، ڀلٽي ڀِرنگُ ڪري،
ڀيائي ۽ ٻنان ڀري، ڏِٺو ڏِيٺي سان مِلي.

(٣٧)

نيهي نانا ڀانتِ، ڀڳت ڪَرِنِ ڀڳوانَ جي،
وِرلي ڪنهن وَرِيامَ کي، سامي آئي سانتِ،
مِلي جَنهِن مَحبوبَ سان، ميٺي مَنَ جي ڀِرانت،
اُٿانَ مجھ ايڪانتِ، رَهي رَهَتِ سچيءَ سان.

(٣٨)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نَہ رکي مَنَ ۾،
سيوا ساڌَنِ جي ڪَري، پَرچي پَرماڻو،
سَدا رهي سامي چَئي، وِڏَ سان وِڪاڻو،
ڀڳوتَ جو ڀاڻو، مَني وِڃو سَڀَ ۾.

(٣٩)

نيهي نِر اَيمانُ، سچُ تُنهنجي سِڪَ ڪيو،
ڇَڏي خامَ خيالَ کي، ڌَري وِڃو ڌِيانُ،
جاڳي بيحد بانورو، سامي سڀُ جهانُ،
گُهري درسَنَ دانُ، آتُرُ ٿِي اَدَبَ سان.

(٤٠)

نيهي نيڻَ ڀَري، روئي رَتُ اَکنِ مون،
پُڇي پانڌيڙُنِ کون، سُڏِڪي سَڏَ ڪري،
سِڪَ تَہ تُنهنجي سُپرين، هردمَ هَڏَ گهري،
سگهي نہ ڌيرَ ڌَري، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي.

(٤١)

نيهي نِماڻو، ماڻُ ڇڏي ماهِل ٿيو،
رَهي ساڌَ سَنگتِ ۾، وِڏِ سَان وِڪاڻو،
پَرچي لڌائين پانهنجو، پريتَمُ پُراڻو،
ڀڳوَتَ جو ڀاڻو، سامي رکيائين سِرَ تي.

(٤٢)

نيهي نِماڻو، ماڻُ ڇڏي مَستانُ ٿيو،
جَنهِن کي اَزغيبي ڏِنو، عشقَ اوراڻو،
مَنيائين مسشتاقُ ٿي، ڀڳوَتَ جو ڀاڻو،
رَهي وِڪاڻو، سامي ساڌَ سَنگتِ ۾.

(٤٣)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نَـ رکي مَنَ ۾،
ڄاڻِي جوتِ جڳَتَ کي، سُنِ ۾ سَماڻو،
پرچي لڌائين پانهِنجو، پريتَمُ پُراڻو،
رَهي وِڪاڻو، سَدا ساڌَ سَنگتِ ۾.

(٤٤)

نيهي نِماڻا، رَئَنِ رَتُ اَکنِ مون،
پَسَنَ ڪاڻِ پِرِيَنِ جي، ڦِريائون ڀاڻا،
اَٿَ ئي پَهرَ اَندرَ ۾، اورِنِ اوراڻا،
سامي سَماڻا، رَهَنِ سَدائي سِڪَ ۾.

(۴۵)

اِيهو دانُ گھري، نيھي نارائڻ کون،
تو بنَ ترَ جيترو، ٻيو ڦرڻو کونہ ڦري،
سَدا مَنُ سامي چئي، وَسي پريم پُري،
نِرمَلُ تورَ ٽُري، عادي عاشقن جِي.

(۴٦)

نيھي نہِ ڪَرَمَ، ڪَرَمُ ڪَنِ ڪَلپَتَ ري،
نَڪي مايا موھِيا، نَڪي جُوھِيا جَمَ،
ٻولِنِ ٻُندَّنِ ٻِيائيءَ ري، اَنيَڪِ واڪَ اَگمَ،
سامي ڏِسَنِ سَمَ، اَندَرِ ٻاھَرِ آتما.

(۴۷)

روئي ٻيڙو ٻُڳلِ، نيھي نارائڻ جي،
پنھنڇِي سگھي ڪِينَڪي، سامي پنھنجي ٻَلِ،
ديکيا داتِ گُروءَ جِي، ڇِي پاپڻِ ڪي جَھلِ،
اَچي جلدي سَلِ، نہ تہ ڏِيون ٿا دَمُ درد ۾.

(۴۸)

روئي ٻُڳلِ ٻيو، نيھي نارائڻ جي،
ڏسي چَلُ مايا جو، ياري يڇُ ٿيو،
سھجي رَمز سَھي ڪري، ساميءَ سَرڻُ ڇيو،
وَلَي تِتَ وِيو، جِتي تون مان ناھ ڪا.

(٤٩)

روئي ڀيڙا ڳلِ، نيهي نارائڻَ جي،
پَنهنجي سگهن نہ پَدَ ۾، ڀانيَنڊ پَنهنجي ٻلِ،
جان پاپڻِ کي پَلِ، جان اَچي مِلُ مُنِ سان.

(٥٠)

روئي ڀيڙا ڳلِ، نيهي نارائِڻَ جي،
مُنِ کي مايا جي، چَلَ وَل سان نہ چَلِ.
ڏوري پائي ڏيلِ جي، وَهَ وَهندَنِ کي جهل،
ڀانيَنڊ پنهنجي ٻلِ، پُهچي سگهن نہ پَدَ ۾.

(٥١)

لَنِکي ساڻ لَڻي، ساه کٽي ويو سپرين،
اَنَبي پَهَرَ اکِن مون، پاڻي کِينَ کٽي،
هيءَ داسي کيئن چِٽي، سامي خاصِ خيالَ مون.

(٥٢)

روئي پيئي هَڏِ، نيهَن نِماڻي ناتَ جي،
بِردُ سُڄاڻي پانهِنجو، نينڊ نيئَنِ سان گَڏِ،
سامي چَئي نہ چَڏِ، لوڙهي لوبَ لَهَرِ ۾.

(٥٣)

روئي پيڙي هَڏَ، نيهَن نماڻي ناتَ جي،
بِرِدُ سُجاڻي پانهنجو، نينَ نيڻَنِ سان گڏِ،
پائي پاندُ ڳچيءَ ۾، مان آيَسِ تُنهنجي اَڏِ،
سامي جلدي سَڏِ، نَتَ ڏِيندَس دَمُ درد ۾.

(٥٤)

رکيو جنهن ناتو، سامي سُپِيرينِ سان،
سو چَڙهي چيتن چِٽَ تي، رَهي مَڏَ ماتو،
گهٽَ گهٽَ سُڃاتو، پَرچي پَنهنجي پيءَ کي.

(٥٥)

سَنڪو پائي ڦَلُ، ٻيجي ٻيجُ پَلو ٻرو،
رهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو نيهي نِرمَلُ،
سامي ڪيو جنهن ساڌَ سَنگ، موڙي مَنُ اَچَلُ،
پاسي ٿِئي نَہ پَلُ، سُتَهہ سِدِ سَروپَ ڪان.

(٥٦)

گَرِسِي گِراسِي، سَبَ کي مايا موهِئي،
ڪنهن ڪون ٿِئي ڪِينَڪي، پَلُ پاپِڙَ پاسي،
ڪَيُسِ گُمُ گِياتِ سان، ڪنهن نيهيءَ نِراسي،
هردمُ هِڪُ پاسي، جَنهِن کي اَندر آتما.

(۵۷)

اوديا آوَرَڻُ، ڏِنو ساري ڏيهَ کي،
اَلَتي ڏِنو اکِن سان، ڪَنهِن نيهيءَ نارايَڻُ،
جَنهِن کي ڪِيو سَتِگُروءَ، ڪرپا سان ڪامَڻُ،
خالي رَهي نہ ڪَڻُ، سامي سکپت سيجَ تي.

(۵۸)

ڪري نانا ڇلَ، مايا موهي سڀ کي،
ڪَنهِن کي ڇڏي ڪِينَڪي، خالي بِنان خَلَلَ،
ڪي نيهي وِيسَ نِڪري، نِراسا نِرمَلَ،
جَن کي سَمُجهہ سَبَلَ، سامي ڏِني سَتِگُروءَ.

(۵۹)

اَنيئہ پَدُ اونهون، سَنتَ لکائِن سَڀَ کي،
آهي جَنهِن جي آسري، جڳُ گونا گونو،
سَمُجهي ڪو سامي ڇَئي، نيهي نَمونو،
جئن ڪند جو ڪيلونو، خالي رَهي نہ ڪَندُ ري.

(٦٠)

ڪَرمُ اُپاسنا گيانُ، تيئي ڪاندُ ڪَدِنَ جا،
سَمجهي ڪو سامي چَئي، نيهي نِرَ اَيمانُ،
ڪَيو جنهن ڪرِپا سان، اَنيئہ اَمرت پانُ،
جاڳي سَڀُ جَهانُ، لَئہ ڏِنائين لکَ مِ.

(٦١)

كري هَٿُ هڻي، ڪوهِ نہ مانڪ ڏيہ ڪي،
ڪيٿہَ ڪٿي وِيا ٻريتوانَ، نيهي واٽ ولي،
ڪسوٽي ڪامل جي، سامي جن سٺي،
ڪلپتَ ڦِندَ ڦِٺي، سٺي مِليا سروپَ سان.

(٦٢)

ڪوڙو ويسُ وڳو، ڳُرڳمَ ڪيو ڪونڪو،
سَهَجي سُپيرينَ سان، اَچي نيهُن لڳو،
ڇُٽو جيءُ جَنجال ڪون، وِڪِٽي ڏورُ ڏڳو،
اُٺي پَرَمُ پڳو، سامي گهر مون اَڻ ڇڄو.

# نيهي (ب)

(١)

ڪيڏي وڏائي، ڳنڍيان نيهي نرڪ جي،
جنهن سامي ملي ساڌ سنگ، ممت مٽائي،
سُمهيو سمتا سيج تي، وچائي وائي،
سَمَ تي سدائي، ماٺي دور درس جي.

(٢)

سو نيهي نرمل، سو اوڏوتي اڳرو،
ڪيو جنهن ڳرگيات سان، پرڪارت پرپل،
سڪي ٿيو سامي چئي، پائي پد اچل،
جئين جل ڪنول، تئين رهي وديهي ديهه ۾.

(٣)

لنوَ وارو ڪين لڪي، سورج جان سنسار ۾،
سامي جنهن کي ستگرو، ڦل مون ڪڍي ڇڪي،
الٽي پهر انيئي، منهن مون مٺ چڪي،
پائي سڪ سڪي، پلپل ڪارڻ پيءَ جي.

(۴)

نيهي ڏِسِي نورُ، پاڪُ ٿيا پَرپَنچ کون،
باقي رَهِيَنِ ڪونَڪو، ڪَرِٺو جَتَنُ جرورُ،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، پيدَ بِنان پَرپورُ،
مُلڪَنِ ۾ مَشهورُ، ويدَ چَونِ وا ڪا ڪَري.

(۵)

نيهي نِرمَلا، مَئِلُ نَہ رکَنِ مَنَ ۾،
سَمُجهي جَنِ سامي چَئي، گهَڙِي گيانَ ڪَلا،
جاڳِي ڏِنائون جڳَ کي، ليکي اُتي لَلا،
بُرا اَئون پَلا، جاڻِنِ ڪَرمَ ڪَلپَ جا.

(٦)

بيحَدَ لِنوَ بارِيڪَ، آهي عَشِقَ اگمَ جي،
سامي لائِي ڪَنهن سورَمي، لَنگهي لوڪان لِيڪَ،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، تَرَ تِيبَرَ توفيقَ،
نَئَنِ کون نَجيڪَ، سُتَمِ ڏِسي سَمَ سِپرِين.

(٧)

لِنوَ جو لَنگوٽو، پاتو جَنهِن پَرَتيت سان،
سامي ڪَنيون تَنهن سادَسَنگِ، سَمتا جو سوٽو،
سوڪَمُ ڪَيائِين سُرتِ کي، ماري مَنُ موٽو،
جَل جو پپوٽو، جُدا نَہ ڄاڻي جَلَ کون.

(٨)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاٽي جَنهن پَرتيتِ سان،
تَنهن هَنئِين ڪَلپَ ڪُٽيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڳاوَندو وَتي ڳوٺَ ۾، جَهنگِلو جَنجهوٽي،
لُٽِي نِتَ لوٽِي، اَنيَـٔ جي آنَندَ جي.

(٩)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاٽي جَنهِن پَرِتيتِ سان،
تَنهن هَنئِين ڪَلپَ ڪُٽيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڪائي ڪارائِي خوشِ ٿئي، رَسَ ڀَرِي روٽي،
اَچي نَـ موٽي، گَرڀَ جُونِ جي غارَ ۾.

(١٠)

لِنوَ جي لنگوٽي، ڀَهرِي جَنهِن پَرِتيتِ سان،
تَنهن هَنئِين ڪَلپَ ڪُٽيءَ کي، سامي سَمَ سوٽي،
ڪائِي نِتَ نِرِباڻُ ٿِي، رَهَتِ جي روٽِي،
اچي نَـ موٽي، جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ ۾.

(١١)

لِنوَ جي لَنگوٽي، پاٽي جَنهِن پَرِتيتِ سان،
سَمُجهي تَنهِن سامي چَئي، ڦارَڪَ ڦِروٽي،
ڪَڍيائين ڪَلپَ ڪُٽيءَ کي، هَٽي سَمَ سوٽي،
اَچي نَـ موٽي، گَرڀَ جونِ جي گَپَ ۾.

(١٢)

لِنوَ جي لنگوٽِي، ٻَڌي جَنهِن يَقينَ سان،
تَنهِن ڪَڍِيو ڪَلَبُ ڪُتيءَ کي، ماري سَمُ سوٽِي،
ڳاوَندو وَتي ڳوٺ ۾، جَهنگلو جَهنجوٽِي،
لُٽِي نِتُ لوٽِي، اَنَيَتِ جي آنَندَ جِي.

(١٣)

نيهِن جو نگرُ، ڪامِلَ آهي ڪَهڙو،
پَريو پاوَ پڳتِ سان، سِيتَلُ سَهَجَ سُيَرُ،
پُڇي ڏِسُ تَنِين کون، جَنِ گهرو ڪيو گُذَرُ،
سَدا باغُ بَهَرُ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(١٤)

نيهِن جو نِيشانُ، سُچَ وَسُنوَ جي وِچَ ۾،
وِيِنا هُئَنِ وِدِ سان، نِتُ ڪَمانو ڪانُ،
سَمُجهِي سگهي ڪونَڪو، اِشارو اَجانُ،
سامي سَڀِ حيرانُ، سِياڻا پَندِتَ پارِکو.

(١٥)

ڪَنهِن کي پوي نَہ ڪَلَ، اُنهونديءَ آڙاهَ جي،
لُڙي لَهَوارا ٿِيا، سور وِيرَ سَبَلَ،
لَنگهي چَڙِهيا لڪ تي، ڪي نيهي نِرمَلَ،
اَلَئي پَهرَ اَچَلَ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(١٦)

آهي اوکيرِي، پاڻُ پورَنُ پَدَوي،
ساکَ ڏِئي سامي چَئي، نيهي نِروِيري،
ماري کَيو جَنهِن مَن کي، پَسَمَ جي ڍيري،
اَوِديا اَنڌيري، لَنگهي چِڙهيا لڪَ تي.

(١٧)

جانيءَ کَيو زَخَمُ، نيزو هَڻي نِينهَن جو،
ڪائي تَنهِن خلاصُ کَيو، هَڏُ، ماس، رَتُ، چَمُ،
نَظَرِ اَچي ڪونہ ڪو، بِنان موتَ مَلَمُ،
سامي سَڀُ شَرَمُ، آهي ڳِلِ اُنهيءَ جي.

(١٨)

نيهي نهاري، ڏَهَ دِسِ پانهنجي دوس کي،
روئِي رَتُ اکِيَنِ مون، سَڏِي سُڏِڪاري،
تُنهنجي بِرهَ پَسَمُ ڪئو، جيءُ جُسو جاري،
ويهُ نہ وِساري، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي

(١٩)

نيهي نَظَرَ پاڪَ، رُئَنِ رَتُ اکِن مون،
دانهَن ڪَنِ دَرَدَ سان، ڦَٽيا عَشِقَ فِراقَ،
ڏِيَنِ سَنيها سَڀَ کي، سامي چَئي بي باڪَ،
سُتَتُ پَرچِي پاڪَ، اَچي مِلُ مُنِ سان،

(٢٠)

نيهي نِتُ مَري، پَسَڻَ ڪارڻِ پِرينِ جي،
روئي رَتُ اکينِ مون، سُڏڪي سَڏَ ڪَري،
اَٿَ ئي پَهَرَ اَندرَ ۾، مَحَبَتَ مَڄُ ٻَري،
سامي تَڏِي ٺَري، جَڏِي پَسي ميگھ مِهر جو.

(٢١)

نيهي نِماڻو، ترَ ماڻُ نَہ رکي مَنَ ۾،
جَنهِن ڪي سَنگُ ساڌوءَ جو، پَليءَ پَتِ پاڻو،
پَرِچي لَڌائين پانهِنجو، پريتَمُ پُراڻو،
سامي پيتو تاڻو، آهي جَنهِن جي آسِري.

(٢٢)

نيهي نِماڻو، روئي رَتُ اکِنِ مون،
سَڄَڻَ تُنهنجي سِڪَ ڪَيو، سُڪائي ساڻو،
سامي سَدائي رَهي، وَسَ ري وِڪاڻو،
پَرِچي ڪَرِ پاڻو، اَچي مِهَرَ مُنِ تي.

(٢٣)

نيهي نِرَ اَيمانُ، ڪَري ڪانَ ڪَلَپنا،
ڏِٺو جَنهِن اکِنِ سان، اُلَٽي اَنيَڻَ پانُ،
آهي جَنهِن جي آسِري، سُنَ سَماڌِ اُٿانُ،
سَدائي نِرِبانُ، سامي رَهي سُپاوَ ۾.

(٢٤)

نيهي نِماڻو، ماڻُ نَ رکي مَنَ ۾،
سيوا ساڌُنِ جي ڪَري، پَرِچي سڀ پاڻو،
سُدا رَهي سامي چَئي، وِڏِ سان وِڪاڻو،
پِريتَمُ پُراڻو، لَهِي لالُ گُلالُ ٿِيو.

(٢٥)

نيهي نِرَ اِڇَتُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن جاڳي واريو جَمَ جو، ڪِلي ڪاتو ڪتُ،
اَندَرِ باهَرِ نَيَ جان، ڏِسي اَنيئِ تَتُ،
ڇاڻي سَڀُ جڳتُ، سُپَنُ وَتِ سامي چَئي.

(٢٦)

نيهي نِرَ اَيمانُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
مِلي جَنهِن مَحَبوبَ سان، ڪَيو اَمرِتُ پانُ،
سُکي ٿِيو سامي چَئي، پائي پَدُ نِربانُ،
ڇاڻي سَڀُ جهانُ، آهي هِڪَ اَلاهَ جي.

(٢٧)

نيهي نِربَندَنُ، ڪَنهِن کي بَنڌي ڪينَڪي،
پاتو جَنهِن پَرتيتِ سان، گهَرو گيانَ اَنجَنُ،
سامي ڏِسي سَربَ گَت، پَرَميسَرُ پورَنُ،
عينَ اَبيدَ بِجَنُ، لُنوَ لُنوَ ڪري لالُ ٿي.

(٢٨)

نيهي نِراسو، پَلپَلِ پيئي پِريمَ
پَرِچي ڪَيو جَنهن پَدَ ۾، وِڌِ سَچيءَ و
سامي ڪيلي سَرِبَ گتِ، خالِصُ خُلا
ڏِسي تَماسو، ساڪي تِنِ سَنسارَ

(٢٩)

نيهي نِرَهَنڪارُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪِڙ
جَنهِن ڪي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيَڻ مَتِ اَپ
سامي سَدائي رَهي، بَٽيءَ تي هَسِوا
سُپَني جو سَنسارُ، لَکِ ڏِنائين لکَ ۾

(٣٠)

نيهي نِرآڌارُ، ڪَري ڪانَ ڪَلپنا
ڏِٺو جَنهِن ڏيهيءَ ۾، دوستَ جو ديدارُ
پيئي پِٺاري پِريمَ رَسُ، سُندَرُ، سيتَلُ، سارُ
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهي سامي چَئي.

(٣١)

نيهي ٿيا نِرمَلَ، دَرِسَنُ پَسي دوسَ جو،
جَنِ کي آئِي سادَ سَنگِ، اَنيَٽِي اَٽِڪلَ،
پُٽي ڏيئي پانَ کي، کَٽَنِ ڪينَ ڪَلَلَ،
اَلَٽي پَهَرَ اَچَلَ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(٣٢)

نيهي سَڀُ نِهالُ، رَهَنِ پانهنجي پانَ ۾،
جَنِ کي ڏِسي سَتِگُروءَ، سامي رَهَتِ رَسالُ،
وِيٺا اَنيُ تَخَتَ تي، ڪَٽي ڪَلِپتَ ڪالُ،
جاڏي ڪَنِ خِيالُ، تاڏي سَڄَڻُ سامهون.

(٣٣)

نيهي نِواجِيا، لِڪِنِ جِهِنِ ڪِينَڪي،
سامي ڪَيا سَتِگُروءَ، طَلَبَ سان تاجا،
رَهَنِ مايا موهَ جي، اَٽڪَ ڪون آجا،
رَسي تِيا راجا، بيحَدَ بيگم پُرِ جا.

(٣٤)

چلي ڪون چَوَنُ، پِرتِ جوڳيءَ ري پَرِسپَرِ،
ساکَ ڏِني سامي سَچي، نيهي نِراسُ نِپَنُ،
مِٺِيو جَنهِن جي مَنَ مون، پِرلائو پِوَنُ،
پاڻي پيءَ پُورَنُ، ماٺِي مَوجَ مُڪتِ جي.

(٣٥)

چَرِچا ڪِينَ چَلي، پِرتِ جوڳيءَ ري پَرِسپَرِ،
سامي ڳالهِ سَهي ڪَئي، ڪَنهِن نيهيءَ نِرمَلي،
رکيائين رَهَتِ سان، پنهنجو پاڻُ پَلي،
بِنان هَٺَ هَلي، جَهِڙي سان تِهَڙو تِي.

(٣٦)

گهڙيءَ گتِ گوپالَ، مُرلي وَڄائي مَڏَ ڀري،
سازَ وڳا سُرَ سارَ جا، سِيَئِي راڳَ رَسالَ،
ٻُڌي ٻِنِ ڪَنَنِ سان، نيهي ٿِيا نهالَ،
سدا لالَ گُلالَ، سامي رَهنِ سياوَ ۾.

(٣٧)

گوپيون ڳَنُو گُوارَ، موهِيا مُرليءَ ڌُنِ ۾،
ٻُڌي ٻِنِ ڪَنَنِ سان، نيهي ٿِيا نِرا آڌارَ،
پورَنِ ڄاڻي پيءَ کي، مائَنِ موجَ سَچارَ،
رکَنِ ڪانَ سَنيار، سامي جڳَتَ سَريرَ جي.

# محبت

(١)

پُرجهي پائِجَ پيرُ، مَحَبَتَ جي ميدان ۾،
گَجي ٿو ازغيب جو، سَدا سُورِيو شير،
چَنبو هَٽِي چِتَ کي، ڏاهي ڪندءِ ڍيرُ،
اُتي ڦُندُ نہ ڦيرُ، سُپَتِ ڪيو سامي چَئِي.

(٢)

پيرُ پُرجهي پاءِ، مَحَبَتَ جي ميدان ۾،
ڪُنا پِيا ٿِي ڪيترا، جانيءَ لَگِ ٽَنهِن جاءِ،
ڏِسي ڏهڪِين ڪينَ ڪي، سامي سِڪَ وَڏاءِ،
جِيئندي پانُ جَلاءِ، تہ پَسَنُ ٿئِي پِرَ جو.

(٣)

مَحَبَتَ جي ميدان ۾، عاشِقَ رَنگِ رَچَنِ،
پَوَنِ پَروانَنِ جان، اَڳِيون عَجيبَن،
سانگُ نہ وارِنِ سِرِ جو، توڙي مَڃ مَچَنِ،
ماسو ماس نہ تَنِ، بِرهُ جَنِين جي بَکِري.

(۴)

مَحَبتَ جي ميدان ۾، مُنِ ڪنهي مجلس،
ماهِلُ ٿِيا مَهِران ۾، چڪي چاڙهي چَسَ،
موڙي موڙيا ڪِينَڪي، رڙهيا مَنجه رَهَسَ،
سامي پياري پِرَسَ، مَحَبتي مَستانُ ڪِيا.

(۵)

مَحَبتِن ميڙي، سنسا سَڱيا سِيرَ ۾،
چڙهيا عِشقَ اَيِدَ جي، ٻانيَنُ چَڙهي ٻيڙي،
لَنگهيا پارِ سَمُنڊ کون، واڳان سَڀِ ويڙهي،
نَيڻَنِ کون نيڙي، سُتهَ گڏيا سُپرين.

(٦)

مَحَبتن مِڙي، مَجلسَ ڪئي پاڻَ ۾،
پِيِن پيارنِ رامَ رَسُ، واڪَنِ ساڻُ وڙي،
سُته پِيو سامي چَڙهي، چيتن چَندُ ڪِڙي،
رَهَــتِ وانُ رڙهي، تَنهين ۾ تَـدَ روپ ٿِيا.

(٧)

مَحَبتن مِڙي، مَجلسَ ڪئي پاڻَ ۾،
ٻولِنِ واڪَ ويساهَ جا، سامي ساڻُ رَهَسَ،
ماڻي ڏَرَ دَرَسَ، اِستِتِ ٿِيا آڪاس جان.

(۸)

مَحَبتي مَستانُ، ٽِنڙا سَهَجَ سَروپَ ۾،
بِنان سِکَ سَڄَڻَ جي، ہي سُڌِ رکَنِ کانَ،
اَرپيائون عَجيبَ کي، تَنُ مَنُ ڌَنُ پَتِ پرانَ،
سدا رَهَن غَلطانَ، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(۹)

مَحَبتي مَستانَ، پَرچا رَهَنِ پاڻَ ۾،
بِنان سِکَ سَڄَڻَ جي، ہي سُڌِ رکنِ کانَ،
اَنئي پَهَرَ عرشَ ۾. جپِنِ ريءَ زَبانَ،
جگُ ڄاڻي نادانَ، سامي ساکي سَبَ جا.

(۱۰)

مَحَبتِ ماڙي، لَڌي لکَ اگمَ جي،
تَنهن ۾ لائي لالُ ٿيا، طَمَعَ ري تاڙي،
ڳالِھ نہ کَرِنِ ڳُجَھ جي، سامي اگهاڙي،
ڏِسَنِ ڏيهاڙي، پَنهِنجي اکئين پاڻَ کي.

(۱۱)

بِنان پاکيءَ پاکُ، کَنهِين پاتو کِينَکي،
سَمُجهي کو سامي ڇَئي، مَحَبَتي مُشتاقُ،
چَڙهي جَنهن عرش تي، ہُڌو وَحدَتَ واکُ،
ڇَڏي سَنسو ساکُ، جُدا ٿيو جهان کون.

(١٢)

بانيڻ جنهن ٻُڌا، ويهي واڪ ويدانت جا،
پرچي ڪئي تَنهن پانهنجي، محبتي مُدا،
پيئي پيئاري پِرِ ڪَري، سَبَ ڪي سَمَ سُڌا،
جانيءَ کون جدا، ڪَنهِن ڪي ڄاڻي ڪِينَڪي.

(١٣)

ويدانتي سَبِ واڪَ، ٻولِنِ بيخَدَ ٻوڌَ جا،
سمجهي ٿيا سامي چَئي، مَحَبتي مُشتاقَ،
چَڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي، خِيالَ ڪَري سَبِ خاڪَ،
پَرچا رهن پاڪَ، پاڻُ ورائي پاڻَ سان.

(١٤)

جاڳي جَنهن ٻُڌا، وڍِ سان واڪَ گُروءَ جا،
سَمُجهِي تَنهن سامي چَئي ڪِي محَبَتيءَ مُدا،
ڪَڍي ٿِي ڪِينَڪي، جانيءَ کون جُدا،
ٻِيا رَسَنِ مَنجِهِ رُڌا، دُور رَهيا ديدارَ کون.

(١٥)

جاڳي ڏِٺو جَنِ، دَرَسَنُ دِبَ عَجيبَ جو،
سي مَحَبتي مُشتاقَ جَنَ، پَلَڪَ نَہ پاسو ڪَنِ،
ڄاڻَ وِڃائي پانهنجي، لُنوَ لُنوَ سِڪَ سِڪَنَ،
رَتا رَنگَ رَهَنِ، سامي سُپِيرِيَنِ جي.

(١٦)

مَحَبَتَ مِٺائي، مِلي مُلهَ اَپارَ سان،
وَڃي پُڇو تَنِ کون، ڏِٺي جَنِ ڪائي،
چَڙهيا اَنيئَ اَڄَ تي، وِڃائي وائي،
سامي سَدائي، سَنَمکُ ڏِسَنِ سُپرِين.

(١٧)

محبت جي ماکي، چَٺي ڏٺي جنهن چِتَ سان،
سَٺي وِڌي تَنهن سِرَ تون، هيبَتَ هَلاکي،
جاٺي سَبُ ڪَرتا ڪري، راتِ ڏينهن راکي،
سامي تِي ساکِي، ماٺي مَوج مُڪِتِ جي.

(١٨)

ڏِٺي جنهن ڪائي، مِٺائي مَحَبَتَ جي،
مِٺي تَنهِن جي من مون، پَڇَرَ پَرائي،
پاڻَ وَرائي پاڻَ سان، لِنوَ سَچي لائي،
سامي سَدائي، ماٺي سُکُ سروپَ جو.

(١٩)

محبت جي مِصري، ڪاڌي جنهن گُرِ گَياتِ سان،
سامي سُکَ سَنسارَ جا، تَنهن ڪون وِيا وِسري،
ڪَنَهتَ ڪالَ ديوارڪون، پِيو پَرچي پارِ ڪَري،
اَچي ڪين ڦِري، جَنَمَ مَرَڻَ جي ڏکَ ۾.

(٢٠)

محبت جي ميندي، لاتي جنهن لڳڻ کي،
سا سامي سُهِرنِ ڏي، ويساسڻ ويندي،
پَرچي پيرالِيُنِ جون، مِنٿون مَڃيندي،
سُتَهَ ٿِي سيندي، سُمُهَندي سکُپَت سيج تي.

(٢١)

محبت مَنجهه مَرَمُ، چاتو جنهن گُرگِياتِ سان،
واريو تَنهن وَجودَ ۾، ديواني جان دَمُ،
ڏِٺائِين اکِنِ سان، اَلکُ عَينُ اگمُ،
سامي سَبُ عالَمُ، آهي جنهن جي آسري.

(٢٢)

مَحَبَتَ ٻاريو مَچُ، عَجائِبُ اَندرَ ۾،
سَڙي وِيو سامي چَئِي، کوڙو کَلِپَتَ کَچُ،
سيکَ رَهيو هِکُ سَچُ، ساکي سَبَ سَنسارَ جو.

(٢٣)

مَحَبَتَ مَستُ کَري، عاشِقَ نِيان اَسِگاه ۾،
پَرچي کِيائون پانهنجو، سامي پَٽُ پَري،
ڏِسي مُنهَن مَحبوبَ جو، وِٺا ڏِيانُ ڌَري،
پِرينِ پاڻُ پَري، ڏِٺِي پيالو نور جو.

(۲۴)

مَحَبَتَ مَستُ ڪَري، عاشقَ چاڙهيا عرشَ تي،
جتي ڏِيو تيل ريءَ، اَگمَ جوتِ ٻَري،
جانءِ وِڃائي پانهنجي، وِٺا ڏِيان ڌري،
پَلڪَ نہ ٽئي پَري، سامي سُپيرِنِ کون.

(۲۵)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي سَدائي سَرا،
سامي سُپيرِيَنِ کون، پَلڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
اَندر باهَرِ دَهَ دِسان، سَمَ سَروپُ ڏِسَنِ،
رَتا رَنگِ رَهَنِ، مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي،

(۲۶)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٽيهي پَڌِرا،
پِيئَن پِيارِنِ پريمَ رَسُ، ٻِيائي ڏيئي ٻَنِ،
سامي سَدا رَهَنِ، اَنَلَ جان آڪاسَ ۾.

(۲۷)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٽيهي پَڌِرا،
هٿين پيرين پيٽَ پَرِ، سامي سدا رِڙهن،
جِيَڻَ مَرَڻَ دُکَ سُکَ جو، سَنسو سوچُ نہ ڪَنِ،
وَڃي ٻَرين ٻَسَنِ، لَنگهي اَوِڊيا سِنڌُ کون.

(۲۸)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پائِهِن پَڌرا،
دَرِ دَرِ ديوانَن جان، پَلِي کِين پَوَنِ،
سامي ساڌَ سَنگَتِ سان، مِلِي مَوجان ڪَنِ،
رَتا رَنگ رَهَنِ، سَدا سُپيرِنِ سان.

(۲۹)

مَحَبَتي مَشَهور، لِڪي ڇِپي ڪِينَڪي،
چَڙِهيو جنهن جي گهرَ ۾، آتَمَ اَنيَءِ سُور،
سامي سَنتَنَ سان مِلي، چيتُ ڪيائين چُور،
جيئَن نئَنَن ۾ نور، تيئَن ساڪي ڏِسي سَڀَ ۾.

(۳۰)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي رَهَنِ نِماڻا جڳَ ۾،
سامي سُپيرِيَنِ جي، سَدا پَئِ رکَنِ.
لاباليِ ڄاڻي ڪري، ڪِينو ڪِبرُ نہ ڪَنِ،
آڳيا مَنجهِ رَهَنِ، ڄاڻَ وِڃائي پانهنجي.

(۳۱)

مَحَبَتَ جو مَذِڪورُ، ٻڌو جَنهِن ٻِيائيءَ ري،
اَچِي تَنهن جي جيءَ ۾، جاڳِيو پَڳِت انگور،
ديهِ اِيمانُ ڇَڏي ڪَري، ٿِيو گگن ۾ گرِڪورُ،
حاضران حُضور، سامي ڏِسي سُپرين.

(٣٢)

مَحَبَّتِ مَذِڪورُ، ويھي ڪيو پاڻَ ۾،
اَوِديا جو اَندرَ مون، سَڀُ ڪڍيائون سورُ،
حاضِران حضورُ، سامي ڏسن سپرين.

(٣٣)

مَحَبَتَ جي ماڙِي، لَڏي جَنھِن لوڙي ڪَري،
لَڳي تَنھِن کي عِشقَ جي، طَمعَ ري تاڙي،
ڏِسي ڏِھاڙي، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(٣٤)

محبوبَنِ مُکي، شِيشي شَونقَ شَرابَ جي،
سامي پِيتو ساڌَ سَنگِ، ڪَنھن پِياسي پُلڪِي،
ڪٽي سَنَيائين سِرَ تون، اَوِديا پِندَ اُکي،
جُھڳِي منجھ جُھکي، ماٿي دَورَ دَرَسَ جا.

(٣٥)

محبتي ميتاجُ، سَچو رکنِ سَڀَ سان،
ڪُوڙو ڪَوڙو مُنھَن مونِ، ڪَڍِن ڪِينَ اَواجُ،
پورَڻ جاٿي پيءَ کي، ماٿِن اَنيئَ راجُ،
سدا بي محتاجُ، سامي رَھَنِ سِياوَ ۾.

(٣٦)

محبتي مُستاقَ، روئِن رَتَ اَکِن مون،
دانهون ڪَنِ دَردَ سان، ٿيا عَشقَ فِراقَ،
سَڄڻَ تُنهنجي سِڪَ ڪيا، لِنوَلِنوَ مجھ سوراکَ،
ويهڻ نہ ڏِئي واکَ، سُتَتَ مِلُ سامي چئي.

(٣٧)

مَحَبَتَ منهنجو مَنُ، تُنهنجي سِڪَ سوگهو ڪَيو،
لُوئن لُوئن مَنجھ لڳي رهيو، تَڪِي تُنهنجو تَنُ،
پُڇي پُڪاري سَڏي ڪَري، ٻُڌي سَڀُ وَچَنُ،
دُکيءَ کي دَرِسَنُ، سُتَتَ ڏي سامي چئي.

(٣٨)

محبتي مُشتاقَ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءَ کون،
ڪَيائون ڪَلپَ ڪَڏي ڪري، اَکِن ۾ اوطاقَ،
سامي سِڪ سَچيءَ سان، پَرِچا رَهَنِ پاکَ،
ٻولِنِ بيحَدَ واکَ، عَيَنَ اَيدُ اَنيئي.

(٣٩)

مُحَبَتي مُشتاقَ، لِکَنِ چِپَنِ ڪينَکي،
پائي ويٺا پريم سان، اَکِن مَنجھ اوطاقَ،
سَدا سُپيرينَ سان، پَرِچِيا رَهَنِ پاکَ،
ٻانيَنَ ٻولِن واکَ، دَردَ يَرِيا ديدارَ جا.

(۴۰)

نِرمَلُ نيتِ ڏِسي، ڏيرَجُ آيو دِلِ کي،
جاڳي اَوِديا ننڊ مون، ويٺي هيءَ وِسي،
پاسو ڪَري وِيو پاڻهِين، سامي هٽُ هِرسي،
مَحَبَتَ سانُ مِسي، ڪاٿي رَهي خيالَ ۾.

(۴۱)

هَلي هَٽُ چِڏي، مَحَبَتي مَرمَ ۾،
واد، وڏائيءَ، لوڀَ کون، رکي پاڻُ جُهلي،
کَنهِن کي کِينَ سَلي، سامي سِکَ پرِيَنِ جي.

(۴۲)

مَحَبَتي مَري، دَرَسَنَ ڪارَڻِ دوسَ جي،
جِئين مڇلي نِيرَ کون، پَلَڪَ نَہ ٽِڪي پَري،
چاتِرِڪُ ڪارَڻُ مينگهہ جي، سَدا وِرلاپَ ڪري،
سامي ڏِيانُ ڏَري، سِپَ رهي سُنواتيءَ جي.

(۴۳)

مَحَبَتي مِهِمانُ، سَدا جاڻي پاڻَ کي،
ڏِسي ڪالُ ڪُلهن تي، راتيان ڏِينهان سانُ،
رکي نَہ رَتيءَ جيترو، مَنَ ۾ مَمتا مانُ،
پائي پَدُ نِرِباڻُ، سِيتَلُ ٿِيو سامي چئي.

(۴۴)

مَحَبَتيءَ مُلِڪُ، جيتيو سَڀُ جڳتِ سان،
ڏُيتُ ڪَڍيائين دل مون، رکي سَمَ صِدِقُ،
اَندَر ٻاهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسي سُپرِين؛

(۴۵)

مَحَبَتيءَ مُلِڪُ، سامي سَڀُ ڪيو پانهنجو،
رکيائين ڳُرِڳيات ۾، سَنسي ريءَ صِدِقُ،
هوتُ ڏِٺائين هِڪُ، چَڙهي نورَ مَحَلَ تي.

(۴۶)

مَحَبَتي ماندو، ڪَڏي ٿِئي ڪِينَڪي،
جَنهن جوڙي جيءَ جڳتِ سان، اَنتَر مکِ آندو،
وِس وِس ڪون واندو، سامي سَدائين رهي.

(۴۷)

محبتي ماندو، ڪَڏي ٿِئي ڪِينَڪي،
جَنهِن موڙي مَنَ پَوَنَ کي، اَنتَرِ مکِ آندو،
سُتَمَ لڏائين سُنَ مون، هَرِ ڏِنُ هيڪاندو،
وِيٺو ٿي واندو، سامي ڇَڏي سَنسارِ ڪون.

(٤٨)

مَحَبَتي مُڪتو، ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهن کي ڏِنو سَتِ گُروءَ، پَرچي پِريمَ پَتو،
پِيو سامي جاٺي ڪونڪو، مَنَ ۾ مَنترَ مَتو،
رهي رنگِ رَتو، سَدا سُپيرِيَنِ جي.

(٤٩)

مَمکُ محبتي، مَستُ رَهي مَهرانَ ۾،
چَڙهي جنهن جي چِتَ ۾، محبت جي مَستي،
سوکَمُ ٿيو سامي چَئي، ماري مَنُ هَستي،
جاٺي سُجَ وَستي، رَهي اَليپُ آڪاسَ جان.

(٥٠)

محبتي مُريدَ، پاسي ٿِيَنِ نَ پيءَ ڪون،
جَنِ کي مِلي مَهما نگري، دِبَ درسَنَ جي دِيدَ،
مَري ٿِيا مجلس ۾، سامي چَئي شَهيدَ،
اَنٿي پهر عِيدَ، مِلي ڪن محبوبَ سان.

(٥١)

جي ڦٽيا درد فراق، سي محبتي مستان ٿيا،
روئِن رَتُ اکِن مون، ڇڏي دَورَ دِماڪَ،
سامي لاٿي سانتِ ٿيا، خاموشيءَ جي خاڪَ،
اَلله منجهه اوطاقَ، پيهي ڏٺائون پاڻهين.

(٥٢)

مايا ڪري مَجبورَ، ڇڏِيا جيءَ جَهانَ جا،
وَيَحَنِ مَتِ مَرمَ ري، وِشَيَنِ ڪاڻِ وَهَلور،
رَهِي پانهنجي حال ۾، ڪو محبتي مامورُ،
جنهن ڪي نِرمَلُ نورُ، سامي ڏنو سَتِگُروءَ.

(٥٣)

محبتي مَستانُ، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو،
جو ڪَيِي چڙِهيو قلوبَ تي، ڌرتيءَ آسمانُ،
پِرتکِ پَرَچِنتا ري، ڏسي اَنيئِہ يانُ،
جاڳِي سَيُ جَهانُ، سامي جاڻِي سپنو.

(٥٤)

محبتي مَستانَ، رهن گُهورَمَ گهرَ ۾،
جَنِ ڪي پرچِي پانهنجِي، يڳتِ ڏِني يڳوانَ،
سامي چَئِي سنسارَ جي، ڪَلپِتَ رکَنِ ڪانَ،
نِپٽُ تِي نادانَ، وَرتَنِ وِڌ نِڪيدَ ري.

(٥٥)

مَحَبَتَ مَستانا، پاسي تَينِ نہ ٻيءَ ڪون،
ڇترَ سَنگهاسَنَ راجَ سکَ، تِياڳِي جَنِ ڏِنا،
جاڻَنِ سَيُ سُپنِي جِي، نانا روپَ رَچنا،
يانِي منجهہ پِنا، سَدا رَهَنِ سامي چَئِي.

(٥٦)

محبتي مَلَنگُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپَ ڪي، ڪيو جنهن سَتسنگُ،
اَندر ٻاهَرِ آتما، ڏِسي عَينَ اَيَنگ،
لُونءَ لُونءَ لائي رَنگُ، سامي لالُ گُلالُ ٿِيو.

(٥٧)

مَهِرون ڪَئي محبت، مُرشد خاص مُريدَ سان،
لائي لالُ گلالُ ٿيو، رَحمَتَ جي راحت،
سڀ گَهٽَ ڏسي سُهرين، بِنان هيرَ حجت،
وحدت ۾ ڪثرت، اوري ڄاڻي عَينَ ڪون.

(٥٨)

مَحَبَتي مگهنَ، رهن پنهنجي حال ۾،
ٻاتا جَنِ ٻَرتِيتِ سان، گهَرا گيانَ اَنجَنَ،
سامي ڏِسَنِ سَروَگتِ، پر ميشورُ پورَنَ،
مِيڻي سڀ مَنَنَ، مُشڪن ڪُشڪَنِ ڪِينَڪي.

(٥٩)

محبتي مَلَنگَ، مليا رهن مَحَبوبَ سان،
جيئن جَلِ جوتِ سَروپ ٿِيا، ڏِيئا ڏِسي پَتَنگَ،
ساماٺا سامي چئي، جل ۾ جَلَ تَرَنگَ،
سَدا اَليپُ اَسنگَ، رهن وِديهي ديهِ ۾.

(٦٠)

محبتي مَلنگَ، ڪانءِ نہ ڪَڍِنِ ڪنهن جي،
پيتِي جَنِ پرتيتِ سان، عَينَ اَنيئہ يَنگَ،
سُمهيا سکهت سيجَ تي، تَنگَ تي رکي تَنگَ،
راتيان ڏِينهان رَنگَ، مِلي ڪَنِ محبوب سان.

(٦١)

محبتي مَسِلا، ڳَٽي ڪينَ اَندرَ ۾،
چَڙهي نورَ مَحلَ تي، ڪيائِين سَبَ تَسلِيٰ،
ڇَڏي غيرُ گِلا، واصلُ ٿِيو وحدت ۾.

(٦٢)

مَحَبَتي مَستانُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو رَهي پانهنجي حالَ ۾، سَدائي غَلطانُ،
چَڙهي وينو چَوڏولَ ۾، ڪَڍي غيرَ گُمانُ،
ڪِيائين سِرُ قُربانُ، مَيخاني جي موجَ تون.

(٦٣)

محبتي معمورُ، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
مُرشِدَ جي مِهرَ سان، چِيتُ ڪيائون چُورِ،
ٻيو ڪِينَ سِلنِ سورُ، جَنهِن ڪارَڻ جوڳِي ٿِيا.

(٦٤)

محبتي مَعمورُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
ڪايا مايا ڪُلَ ۾، وَڃَنِ ڏَ وَهَلورُ،
چائنِ سَڀَ سَنسارَ کي، جِئين پيرِيءَ جو پورُ،
حاضران حَضور، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(٦٥)

مَحَبَتي مري، جِيئندي پِيا سَڀُ جَڳَ ۾،
سامي جَنِ کي سَتِگُروءَ، گياتِ ڏِني گهَري،
ڏِنائون اَپيدُ تي، بيحَدَ جوتِ ٻَري،
سَنّي پَرَمَ پَري، ماڻِنِ دَورَ دَرِسَ جا.

(٦٦)

محبتي مطلَبُ، ڪَنهن سان رکَنِ ڪِينَکي،
رَهي جَنِ جي روحَ ۾، راتِيان ڏِينهان رَبُ،
سامي وِيئا صافُ تي، ڇَڏي ڪوڙُ قَلَبُ،
لائي لوڪُ لَقَبُ، تان پي مَستُ رهن مهراڻ ۾.

(٦٧)

مَحَبَتيءَ ميلو، ڪَيو ڪَلِپَتَ ري يارَ سان،
رهي پانهنجي حال ۾، سَهَجي سُهيلو،
وَقتُ ۽ ويلو، سامي ساڌِي ڪونَڪو.

(٦٨)

مَحَبتيءَ لايو، مُرچو پنهنجي من سان،
ڪري آچمن اگستت جان، ساگرُ سُڪايو،
سامي سَمَ سيتَلُ ٿي، مَدَ ۾ مَتُ ڇايو،
ڪائي اگهايو، سُتَمَ اَمرَتُ اَنيئي.

(٦٩)

محبتيءَ مولو، ڪَيو پنهنجي يارَ سان،
جَنهن ۾ آهي ڪونَڪو، سامي ٻِئَ ٻولو،
ڪَڍي سَبُ رولو، ماٺي دَورَ دَرسَ جا.

(٧٠)

محبتيءَ ماڻڪُ، لَڌو پنهنجي گهر مون،
اَندر ٻاهر آتما، هَرِ هَنڌِ ڏِسي هِڪُ،
سَهَجِي ٿيو سامي چئي، ڦُرني ڪون ڦارڪ،
لِنوَسان ڪڍي لِڪُ، پَلِ پَلِ پِيئي پريم رَسُ.

(٧١)

مَحَبَتِنِ ماريو، غَيبي گوتو گهرَ ۾،
اَنيڪِ لعلُ لَهي ڪري، جيءُ جُسو ٺاريو،
نِرِڪِي نِواريو، سامي ڏِسَڻُ ڏيهَ جو.

(٧٢)

جن کي مَت محبت، سامي ڏِني سَتگُروءَ،
پَرچي لَڌي تَنِ پوربي، گھر مونِ دِبَ دَولتَ،
ماڻِ مَوجَ مُکتِ جي، ميٺي سيا مَمَتَ،
رهن منجھ جڳتَ، سدا اَليپُ آڪاسَ جان.

(٧٣)

لوڙي لَڌو جَنِ، سامي سُپيرينِ کي،
سي ڇڏي دَرُ دوسَنِ جو، هڪَ پَلَڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
سَنَمکُ سَدا رَهَن، ڪَلِپَتَ ڪَڏي جيءَ مون.

(٧٤)

محبتي مَستانَ، جُهولَنِ جَهروکَنِ ۾،
سامي سُپيرينَ ري، ٻِي سُڌِ رکَن ڪانہَ،
پَلِ پَلِ پيئِن پِريمَ رَسُ، ڪَڏي اَوِديا آنَ،
رَهَنِ مَنجھِ جَهانَ، سدا اَليپ ڪَنوَلَ جانِ.

(٧٥)

محبتي مَستانَ، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
ٻِنان سِکَ سَجَڻَ جي، ٻِي سُڌِ رکَن ڪانہَ،
جِئِين ٻالَڪَ نادانَ، سامي رَهَنِ سَنسارَ ۾.

(٧٦)

مَحَبتي مَستانَ، رَهَنِ پانهنجي حالَ ۾،
سامي سُپيرينِ ري، ڪَلپتَ رکَنِ ڪانَ،
جئين ٻالڪَ نادانَ، رَهَنِ اَلگُ اِنجا ري.

(٧٧)

مَحَبتي مگهنُ، رَهن پانهنجي حالَ ۾،
سامي ڇائنِ ڪونڪو، سڪَ ٻنان ساڏنُ،
ڪِيائون وَسِ ويساهَ سان، پَرچي مَنُ پَوَنُ،
سَيَ اَنگين سَنپَنُ، ڏيو ڏِنائون ڏيهِ ۾.

(٧٨)

محبتي مَطلَبُ، ڪَنهن سان رکَنِ ڪِينَڪي،
رَهي جَني جي روحَ ۾، راتيان ڏِينهان رَبُ،
ڳالهيون ڪَنِ عَرشَ جون، عَجائِبُ عَجَبُ،
توڙي لائي لوڪَ لَقَبُ، تہ پي مَستَ رَهَنِ مَهرانَ ۾.

(٧٩)

مَحَبتي موتاجَ، ڪَنهن جا تَيَن ڪِينَڪي،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيتري، ٻنان دَرِسَنَ حاجَ،
پَرچي ڪِيائون پانهنجا، سامي ڇَئي سَبِ ڪاجَ،
اَنيَئِي آواجَ، ٻِنا ڪَڏِنِ ٻاوَ سان.

(٨٠)

مَحَبتِ مَذِڪورُ، سامي سڀ سَهي ڪيو،
ڏِلائون ڏيهيءَ ۾، قِبلو ۽ ڪوهِنورُ،
ڪَهين اڳيون ڪَنِ جيترو، پِڌرو ڪَنِ نہ پورُ،
سو ڪيئن سِلِ سورُ، جنهن ڪارڻ جوڳي ٿيا.

(٨١)

محبتِ پرمانُ، پرچي لَڌو پوربي،
جتي تون مان ناهِ ڪا، نَڪو دانُ اِستانُ،
نَڪو جيءَ نہ اِيشُ ڪو، نَڪو گِيانُ ڌِيانُ،
سامي چَئي سَمانُ، پُرکُ وَسي پرماتما.

(٨٢)

مَحَبَتِ ڪون ميتُ، پلڪ پَراهون نہ ٿِئي،
لَڪَ لڪائِي سَتِگُروءَ، حَنِ تي پَرمُ پُنيتُ،
ڏيئي ڪَنڌِ ڪلپَ ڪي، ٿيا سِيتَلُ سُرِجيتُ،
گِرستَ منجهِ اَتِيتُ، سَدا رهن سامي چَئي.

(٨٣)

مِنُو لڳو مارُون، مَحَبَتِ جي مَنَ ڪي،
سَمجهائون سامي سَچِي، دَرِسَنَ جو دارون،
تارَ مَنجهون تارون، لَگهيا لَڪَ اَگمَ جي،

(٨۴)

وِيَڙو ڪوڙُ ڪَپَٽُ، محبتيءَ جي مَنَ مون،
لائي لِنوَ سَچيءَ سان، اونهون اَوِديا پَٽُ،
پرچي ڏنائين پاڻ ۾، پِرِيَنِ کي پَرگهٽ،
يَجِي مَمَت مَٽُ، سامي مليو سَروپَ سان.

(٨٥)

وِئَڙو ڪوڙُ ڪَپَٽُ، مَحَبتيءَ جي مَنَ مون،
لاٿائِين گُرگِياتِ سان، سامي اَوِديا پَٽُ،
پَرِچي ڏنائين پاڻَ ۾، پِرِيَنِ کي پَرگهٽُ،
ڪَڍي وينو هٽُ، سوڏي سارَ اَپارَ جو.

(٨٦)

مَحَبَتِنِ جو مَنُ، سيتَلُ رَهي سُياءَ ۾،
سامي ڪَنِ سَروپَ جو، بِنان ڀيدَ ڀَڄَنُ،
گهٽِ وَڌِ واٽيءَ واجَ کي، ڪَلِپِي ڏِيَنِ نَہ ڪَنُ،
ڪَڍِي ڪانو پَنُ، ڏِسَنِ اَنيَڪِ اَنَ کي.

(٨٧)

مَحَبتن سَڀ مَٽَ، لَڌ ڪَيا تَنهِن لڪَ ۾،
جَنهن ۾ تون مان نانهِن ڪا، نَڪي پَنج ٺي تَتَ،
حَدَ پَري بيحَد، پاتو پَدُ ٻانيَنُ چَئي.

(٨٨)

مَحَبَتَنِ ماري، ٿُبِي دِلِ دَرياهَ ۾،
لعلُ لڌائون اَنَ مُلهو، يَرَمَ ري ياري،
سامي وِسُ ساري، ڇائَنِ تيجُ تَنهين جو.

(٨٩)

لوبَ لَهَر لوڙهي، ڪوڙين نيا ڪيترا،
سامي رکيو سکان ڪي، ڪَنهن مَحَبتيءَ موڙي،
ٻَنڌنَ سَڀِ ٻيائيءَ جا، ڇَڏِيائين ڇوڙي،
وينو جَنگِ جوڙي، لَنگهي پارِ پرِينَ سان.

(٩٠)

ليکي منجه لُڙي، ويا جيءَ جَهان جا،
اَندرِ ڏِنو اَليکَ کي، ڪَنهن مَحَبتيءَ مُڙي،
سامي جَنهن جِي ساڏَ سَنگِ، اَوِديا ڳَندِ ڇِڙي،
جاڳِي رهيو جُڙي، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

(٩١)

ويا سڀ لوڪ لُڙي، اَوِديا جي آڙاه ۾،
جنهن مون لَيي نَ هڪڙي، سامي جَلَ ڦُڙي،
چَڙهيو چيتَن چِتَ تي، ڪو محبتي مُڙي،
جنهن جي ڳَنڍِ ڇِڙي، پَئي ساڏَ سَنگَتِ ۾.

(٩٢)

ڪوڙي ڪَٽَ ڪَٽي، سامي سَڀ لُڙهي ويا،
رکن سِڪَ سَمُجهه ري، ڪاڳر ڪوٽُ سَٽي،
مڪڻُ ڪڍيو من مون، ڪنهن محبتيءَ مَٽي،
ليکي لَٽي پَٽي، شيشُ ڏِلائين سپرين.

(٩٣)

وِرلو ڪو آهي، مَحَبتي مُشتاقُ جَنُ،
جو مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، مُنهن مَڙهيءَ پائي،
جانُ وِڃائي پانهنجي، لُنوَ لُنوَ لِنوَ لائي،
مَمِتا مِٽائي، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(٩٤)

وِرلو وِلوڙي، ڪومکڻُ ڪَڍي مَنَ مون،
ڪري مانڌاڻي مَحَبتَ جِي، ٽِرتا ٽَنبُ ڪوڙي،
سيلي پائي سَچَ جي، جڳتِ سان جوڙي،
ڏِسي مُنهن موڙي، پانهنجي اکئين پاڻَ کي.

(٩٥)

سَنتَنِ ساپُرسَنِ، هوڪو ڏِنو حَقَ جو،
ٻُڌو تَنهن ٻانيَڻُ چِٽي، مَحَبَتَ جَنهِن جي مَنِ،
ٻِيا سَڀِ ڏِيٺي ٻَنِ، دَرُ ودائين دوسَ جو.

(٩٦)

وِرلو ڪو آهي، محبتي مهمانُ جَنْ،
جو مِلِي ساڌ سَنگتِ سان، مَمتا مِٽائي،
ڇانءَ وِڇائي پانهنجي، رَهيو رَنگُ لائي،
مُنهن مرڙهي ءِ پائي، جُڙيو رَهي جڳديسَ سان.

(٩٧)

ڪارجُ ڪِينَ سَري، سامي سِڪَ سَمُجَهه ري،
اِيئين چَوَنِ ٿا اَنيڪِ، سَبَ کي ساکَ پَري،
سَدا جَنِ جي جِيءُ ۾، مَحَبَتَ مَچُ ٻَري،
پَلَڪَ نَہ ٿِيَنِ پَري، سُتهه شُڌِ سروپَ کون.

(٩٨)

صفائيءَ ري سڪُ، ڪَنهِنِ پاتو ڪِينڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، محبتي مانڪُ،
ڪَٽِيو جنهن ڪَلِپَتَ جو، دانائيءَ سان ڏُکُ،
صفائيءَ سَنِمڪُ، رَهي سارَ سروپَ جي،

(٩٩)

مَحَبوبَن جِي موڙ، سَمُجِهي جَنهِن سامي چَئي،
مِٽي تَنهِن جي مَنَ مون، سَهَجِي سوڙه سَنگهوڙَ،
ٻَنڌَنَ سَبِ ٻِيائيءَ جا، ڇوڙي ڇَڏيائين ڇوڙَ،
لِنوَ وَرائي لوڙَ، رکِي نَہ رَتيءَ جيتري.

(١٠٠)

رَهي هوتَ حضورِ، سامي سَيَڪَنهين جي،
پَرَمَ مَنجهِ پِلي ڪري، مورکَ جائنِ ڏورِ،
راتيون ڏينهَن مَرَمَ ري، مَرَنِ سَنسي سورِ،
چڙهي پَڪي پورِ، ٿيا مُقابِلِ مَحَبتي.

(١٠١)

اَپيريءَ جو پيرُ، پيراٽِيُنِ پرچي لَڌو،
ڏيئو ٻاري ڏِيلَ ۾، ڪَڍيو جَنِ انڌيرُ،
ويٺا اَنيَئي تختَ تي، ٿي نرٻَئہ نِرويرُ،
رائِي ءِ سُميرُ، سَمَ ڄاڻن سامي چَئي.

(١٠٢)

اَپيريءَ جو پيرُ، پُرِجهي ڪنهن پريميءَ لَڌو،
آهي جنهن جي آسري، ساگرُ سَرُ سُميرُ،
سامي سَڀُ سو ڪَٿي، ٿيو نرٻئہ نِرويرُ،
سوريہ منجھ اَنڌيرُ، ڏِسي نہ آدِ جڳادِ جو.

(١٠٣)

انيَئہ لکَ اَپَروڪ، سَنتَ لکائنِ سَڀَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مَموڪُ،
پَرِچي ڏٺو جنهن پاڻ کي، نِتُ نِرمَل نِرَدوک،
سَچارِي سَنتوک، مک رکي موجان ڪري.

(۱۰۴)

انيئہ لکَ اَپَروک، سَنتَ لکائِنِ سَبَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، محبتي مَموکُ،
ڪَنّي ڪالَ ڪَلپنا، تيو نِرمَلُ نِردوک،
سَچارِي سَنتوکُ، مُک رکي مَوجان ڪري.

(۱۰۵)

انيئہ لکَ اَپَروک، سَنتَ لکائِنِ سَبَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبتي مَموکُ،
جوجيءَ ۾ ڪَنَ جيترو، رکي نہ راڳ دوکُ،
صفائي سنتوک، مُکِ رکي مَوجان ڪري.

(۱۰٦)

جِيئين چَندي چَجُ، ڪَڍي ڪِنُ ڪونَديءَمون،
تِيئين ڪَڍايو قُرانَ مون، مَحَبتِ مَگجُ،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو، ڪنهن جو گمُ گَرَجُ،
سامي هَردَمُ حَجُ، مِلي ڪَنِ مَحبوبُ سان.

(۱۰۷)

جِيئين سورُ سَتِي، سانگو نہ رکن سر جو،
تِيئين مِليا مَحبوبَ سان، مَري مَحبتي،
جَن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سَچي رَهَتِ رَتي،
پائي پَرَمَ گتي، سامي ماڻِنِ سيجَ سکُ.

(١٠٨)

تَنهِين سَبُ ڏِنو، جَنهِين ڏنو مَنُ مُحَبوبَ کي،
اُوڍِيا پَرَمَ اَندرَ مون، سَبُ چِکيءَ سانُ چِنو،
پاٽيءَ منجھ پِنو، جيئن ڪيلوٽو ڪَندُ جو.

# محبتَ (ب)

(۱)

مَحَبتنِ جو مَتُ، ڪاملَ آهي ڪهڙو،
سَچُ ڄاڻنِ سائينءَ کي، ڄاڻي جوتِ جڳتُ،
سامي پُڄُ پَرتيتِ سان، گورکُ، ناردُ، دَتُ،
ڇڏي ويلُ، وقتُ، لَنگهي چڙهيا چِٽَ تي.

(۲)

ڪانئر ڪينَ اَچي، مَحَبتَ جي ميدان ۾،
ديهِي ڄاڻي پاڻَ کي، ڪيو ڪَچُ ڪچي،
سامي ڇَني کو سورَمو، رَهَسي رَنگِ رَچي،
جيئين پَتنگُ مَچي، سَما ڏِسي سوجهرو.

(۳)

پيرُ پُرجهي پائي، مَحَبتَ جي مَيدانَ ۾،
ڏِسي اَڌَ مُنِ کي، مَتان پِوُ ڪائي،
آسَ اَنديشو ديهِ جو، جيئندي جَلائي،
سامي سَمائي، تَڏي دَرِ دوسَنِ جي.

(۴)

بيحَدِ نا ٻولي، سامي حَدَ جي جيءَ سان،
سَمَ وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان، اَڻَ هوندي اولي،
اَچِي مِليو مَحَبتي، ڳوٺَ مَنجهون ڳولي،
تَڏِي ٻِندِ کولي، جڏِي گاهڪُ ڏِسي گُڻَ جو.

(۵)

دوستَ ڏِٺي ديدَ، جَنهن کي پَرچي پانهِنجي،
مَرِي ٿيا سي مَحَبَتِي، سامي سَڀِ شَهيدَ،
حاضُرُ رَهَنِ حَضورَ ۾، ماهِلُ مُلِ خَريدَ،
اَٿئِي پَهَرَ عيدَ، مِلي کَنِ مَحَبوبَ سان.

(٦)

پَرَميسَرَ پَهَنِي، ٻسامي سَنسو نَ رهِي،
اها ڳالهِ اَندَرَ ۾، کو مَحَبتي مَنِي،
پَرِچي لاهي پانهنجا، ٻيڙا ساڻُ ٻنِي،
جِئين ڏَرِي ڏيانُ ڏَني، نا کُرَکي پيدا ڪَيو.

(۷)

جِئين ٻيڙيءَ جو پورُ، تِئين سَنگُ سَنسارَ جو،
هَلِيو وَحِي هيکلو، پَلَ ۾ شاهُ مَزورُ،
سَمُجهي کو سامي چَئي، مَحَبَتي مَذَڪورُ،
سَٽي سَنسو سورُ، ماڻي سکُ سَروپَ جو.

(٨)

جِئين پيڙيءَ جو پورُ، تِئين سَنگُ سَنسارَ جو،
سَمُجهي كو سامي چئي، مَحَبتي مَذكور،
مِٺيو جَنهِن جي مَنَ مون، نِپَٽِ سَنسو سور،
حاضِران حَضورُ، سُتَهَ ڏِسي سُپرين.

(٩)

مَحَبتي مَني، كو جِيئندي مَرَڻُ جڳَ ۾،
سامي جَنهِن كي سَبَقَ جو، پِيو پَرلاءُ كَني،
سَمُجهِي اِنهيءَ ڳالهه كي، بيڙو لاءِ بَني،
جِئن ڏَري ڏِيانُ ڏَني، پَٽَرَ مون پيدا كَيو.

(١٠)

جَنهِن كي لوڙَ لڳي، پَكي پيءَ پَسَڻَ جي،
سو مَحَبتي مَلَنگُ تيو، ڇَڏي تاهَ تَڳي،
سامي سَمِجهِي ساڏَ سَنگِ، نانا پِرانتِ پِڳي،
اَنَيَڪِ جوتِ جڳي، سُتَهَ ڏِناٺين سَرِبَ گَتِ.

(١١)

مَحَبتي مَلَنگُ، كوڙَنِ ۾ كو هِكڙو،
جَنهِن ڏِٺي كَندِ كَلِپَ كي، كَيو ساڌوءَ سَنگِ سَنگُ،
اَندرِ باهَرِ آتما، ڏِسي عَينَ اَيَنگُ،
لَنوَ لَنوَ لائي رَنگُ، سامي لالُ گُلالُ ٿِي.

(١٢)

مَحَبتيءَ ماڻڪُ، لڌو دِل دَرياهَ مون،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتما، هَرِدَمُ ڏِسي هِڪُ،
سَهَجي ٿيو سامي چئي، ڦُرني ڪون ڦارِڪُ،
لِنوَ سان ڪَڍي لِڪُ، پَلِ پَلِ پيئي پِريمَ رَسُ.

(١٣)

مَحَبتي مگنا، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءَ ڪون،
ڇَترَ سِنگهاسَڻَ، راجَ سکَ، تياڳي جن ڏنا،
ڄاڻن سَڀَ سپني جي، نانا روپُ رَچنا،
ياڻي مَنجه ٻنا، سدا رهن سامي چئي.

(١٤)

مَحَبَتي مَطلبُ، ڪنهن سان رکن ڪينڪي،
رَهي جَنِ جي روحَ ۾، راتيان ڏيهان رَبُ،
چَڙهيا قَهُقَهُ ڪنُدَ تي، ڪَٽي ڪَلپَ ڪسَبُ،
توڙي لائي لوڪُ لَقبُ، تان ٻي ٻسَمَ رَهَنِ سامي چئي.

(١٥)

محبتي مَدُرِي، ٻاڻي ٻولِنِ بيحَدي،
وَتي جَنِ ويساهَ سان، گُرَ ڪون گيانَ گهري،
ڏِنائون آڪاسَ جان، تَنَ ۾ پَدُ تُري،
ميٺي پِلي ٻَرِي، ساماڻا سامي چئي.

(١٦)

مَحَبتي مُشتاقَ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءَ کون،
ڏِنو جَنِ اکنِ سان، دَرِسَنَ جو ديماڪُ،
سَدا رَهن سامي ڇَئي، پَرِڇِنا کون پاڪُ،
ٻولن اَنيَئہِ واڪُ، عينَ اَيِيدُ اَنيَئِي.

(١٧)

محبتي مَحَبوبُ، پائي وِيٺا ڪَڇَ ۾،
سامي پَرِڇي پاڻَ ۾، نِتُ خِلوَتَ ڪَرِن خوبُ،
ليٽَنِ لالَ پَلَنگَ تي، ڪَري هِڪُ قَلوبُ،
مَتِا سان مَطلوبُ، رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو.

(١٨)

لائي محبت موڪَ، جنهن پوڪ پچائي پنهنجي،
مٿيا تنهن جي من مون، سامي سنسا شوڪ،
چڙهيو چيتن چِٽَ تي، لنگهي ٿيئي لوڪ،
سودو روڪان روڪَ، ڪري سياوڪَ سپ سان.

(١٩)

ڇَوهَتِي ڇَرِسُ، مَڙي پيئَنِ محبتي،
تَنُ، مَنُ، ڌَنُ ڏيئي ڪَري، رکِي سِڪَ سَرِسُ،
نانا کون نِربان ٿِي، ڏِسَنِ عينَ عَرِسُ،
دَهِ دِسَ دِبَ دَرِسُ، سامي ڪَنِ سَروپَ جو.

(٢٠)

مَحَبَتَ مَدَ پري، ڳالهِ ٻُڌائِي سَتِگُروءَ،
سَمُجهي مَنُ سيتَلُ ٿِيو، بيحَدِجوتِ ٻَري،
سنسي جِي سامي ڇَنِي، ويئي تِڪَرَ ٽَري،
طَمعَ تارِ تَري، پارِ ڏِٺو پيءُ پنهِنجو.

(٢١)

محبت مِٺائي، آئي ديسَ اگمَ کون،
پِريمي سَڀِ پَرِسَنُ ٿيا، خوشيءَ سان ڪائي،
صَدِقي ڪَيائون سکَ تون، وائي وَڏائي،
سامي سَدائي، ماڻِنِ دَورَ دَرِسَ جِي.

(٢٢)

مَحَبتي مگَنُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
پاتو جَنِ پَرتِيتِ سان، گهَرو گِيانَ اَگنَ،
سامي ڏِسَنِ سَرِبَ گَتِ، پَرَميسَرُ پورَنُ،
مِيٽِي سَڀُ مَنَ، مُشڪَنِ ڪُشِڪَنِ ڪِينَڪي.

(٢٣)

مَحَبتي مگَنُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾،
پاتو جَنِ پَرتِيتِ سان، گهَرو گِيانَ اَگنَ،
سامي ڏِسَنِ سَرِبَ گَتِ، پَرَميسَرُ پورَنُ،
مِيٽِي سَڀُ مَنَ، مُشڪَنِ ڪُشِڪَنِ ڪِينَڪي.

(۲۴)

مُحبتي مُتِڪلِ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءُ ڪون،
ڪسي وتي خوشيءَ سان، دوستَ جَن جي دِلِ،
سامي آيا سَنسارَ ۾، سُپاوَڪي سَئِلِ،
جَهڳِمڳِي جِهلِمِلِ، ڏِسَنِ عينَ اَنيئَي.

(۲۵)

مَحَبتِ ميلاپُ، پَرِچي ڪَيو جَنِ پانهنجو،
پِئَنِ پِئارِنِ پريمَ جو، پيالو عينَ اَماپُ،
لُنوَ لُنوَ لالُ گُلالُ ٿِي، جَپِنِ اَجَپا جاپُ،
ميٽي سَڀُ سَنتاپُ، سامي ماڻِنِ سانتِ سکُ.

(۲۶)

محبتي مَطلَبُ، ڪَنهِن سان رکَنِ ڪينَڪي،
رَهي جَن جي روحَ ۾، راتِيون ڏِينهان رَبُ،
سامي سدائي ڪَرِين، تَنِ جو عين اَدَبُ،
تہ ڏِوَ سان ڏيئي ڊِبُ، ڪَنِي پاڪُ پَنجَنِ ڪون.

(۲۷)

محبتي مُشتاقَ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءُ ڪون،
جَنِ کي جان جِگرَ ۾، ڪَيا سِڪَ سُلاڪَ،
سَدا رَهَنِ سامي چئي، پَرِچِنتا کون پاڪَ،
ٻولِنِ اَنيَٺَ واڪَ، عينَ اَيدَ اَنيَئي.

(٢٨)

مَحَبتي مُشتاقَ، پاسي ٿِيَنِ نہ پيءُ ڪون،
ماري ڪَيا جَنِ مَنَ جا، خِيالَ سَيوئي خاڪَ،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، پَرِچِنتا ڪون پاڪَ،
حَدَ پَري اوطاق، آهي تَن جي اَنيئي.

(٢٩)

محبتي مَقصَدُ، ڪَنهِن سان رکَنِ ڪينَڪي،
پِيتو جَنِ پَرتيتِ سان، مُڪتو مَحَبتَ مَدُ،
ڪَٿِياٿون ڪَلِپَتَ سان، دِلِ مون دُکُ دَرَدُ،
پاٿي پورَنُ پَدُ، ساماٿا سامي چَئي.

(٣٠)

محبتِ مَرٽو، سامي رکيو سرَ تي،
وَڏاٿون ويساهَ سان، ساڌوءَ جو سَرِٽو،
اِسٿِتِ ٿِيا آڪاسَ جان، جِڏي پاڻَ پَٽو،
جانَنِ رَسُ گهٽو، سُتَهَ سِدِ سَماڌَ ۾.

(٣١)

مُنهَن سان مَها واڪَ، ٻُڌي ٻولِنِ ڪيترا،
سَمُجهِي ڪي سيتَلُ ٿِيا، مَحَبتي مُشتاقَ،
ماري ڪَيا جَنِ مَنَ جا، خِيالَ سيئي خاڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، سامي سُبِيرِنِ سان.

(٣٢)

ڏِٺا ڏِسي پَتَنگَ، جَلِي جوتِ سَروپُ ٿِيا،
سَماٽا سامي چَئي، جَلَ ۾ جَلَ تَرنگَ،
تِئين مِليا مَحَبوبَ سان، مَحَبَتي مَلَنگَ،
سَدا اَليپُ اَسَنگَ، رَهَنِ بِديهي ديهِ ۾.

(٣٣)

ويدانتي سَڀِ واکَ، ٻولِنِ بيحَدِ ٻوڏَ جا،
سَمُجهِي ٿِيا سامي چَئي، مَحَبَتي مُشتاقَ،
چَڙهِيا چيتَن چِٽ تي، خيالَ ڪَري سَڀِ خاڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

# عشق

(۱)

پرچي ڏِنو پَهُ، مُرشِدَ خاصِ مُريدَ کي،
اُٺندي وِهَندي عَشِقَ سان، اورَ اِنهيءَ ۾ رَهُ،
وَٺِي راهَ رِنديءَ جي، سَيڪي سِرَ تي سَهُ،
تہ اَچي پاڻَ اَلهُ، مَطلَبَ ڪَندءِ مَنَ جا.

(۲)

هَرَ هَرَ هَٽُ مَ پاءِ، عَشقَ جي اِسرارَ ۾،
سِيائپَ جي سامي چَئي، تَنِي ڪانهي جاءِ،
جي توکي پِياس پَسَڻَ جي، تہ مکَڻَ سِيکَ پچاءِ،
پيد بِنان لِنوَ لاءِ، تہ سَهَجِ مِلني سپِرين.

(۳)

عَشِقَ پُٺيءَ آيو، عَقُلُ پيهي پاڻهي،
سورِجَ ساڻُ لڳو رَهي، جئين سورِجَ جو سايو،
مِلي عَشِقُ عَقُلَ سان، سامي سَمايو،
مَنَ مُرِچو لايو، سَمُجهِي پانهِنجو پاڻَ سان.

(۴)

عَشِقَ سانُ عَقُلُ، مِليو رهِي مُنڌَ جو،
جِئِين سُن آڪاس سان، پاڻيءَ مليو جل،
جيئن تيج اگن سان، مينگھ مليو بادل،
سامي چل اچل، ڀيٽي روپَ پَوَن جا.

(۵)

اَچي عشق رکيو، زور جنهن جي جيءَ ۾،
تنهن چيتَ متائي چِتَ جِي، چيتَنُ رَسُ چکِيو،
سُته سِڌِ لکيو، سامي چَئِي سروپَ کي،

(٦)

عاشِقَ ڪينَ لِکَنِ، سورِجَ جان هِنَ لوڪَ ۾،
سَدا اَلبيلَنِ جا، رَتا نيڻَ رَهَنِ،
ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي، سُوري پِڻِ سَهَنِ،
اَنَئِي پَهَرَ وِهَن، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(۷)

جي توکي پِياسَ پَسَڻَ جي، عاشِقَ اَلَڳِ ٿيءُ،
اَڪِنِ جي اَلِڪَنِ ۾، جوڙي رکِيِن جيءُ،
لِنوَ لائي لُنؤُ لُنؤُ سان، پِريمَ پِيالو پِيءُ،
تہ سامي چَئِي سَديءُ، حاضر ڏسين هوت کي.

(٨)

عاشِقُ ڪُرلائي، پَسَڻَ ڪاڻِ پِرينِ جي،
دَردَ پريون دانهان ڪَري، سَبَ کي ٻُڌائي،
ڪو ڪَري مِهر مُنِ تي، سَڄَڻُ مِلائي،
اهڙو ڪو آهي، جو تَپَت مِٽائي مَنَ جي؟

(٩)

بِرهَنِ ڪُرلائي، وِڇڙي وَرَ اَگمَ کون،
روئي رَتُ اکِنِ مون، دَرِ دَرِ واجهائي،
سامي ڇَئي ڪو سُپِرين، آڻي مِلائي،
اِهڙو ڪو آهي، دَردِوَندُ داتارُ جَنُ؟

(١٠)

ويلو ۽ وَقتُ، عاشِقَ ڳڻِنِ ڪِينَڪي،
موڙي ڪِيائون من کي، اُوِديا کون اُپَرت،
سَتَهَ آتَمَ تَتُ، سامي ڏِسَنِ سَبَ ۾.

(١١)

سِڪو ڪولائي، منهن سان عاشِقُ پاڻ کي،
ڪو وِرلو پاڻُ پتنگَ جان، جيئندي جلائي،
جَنهِن کي لڪائي، سامي دَرِسَنُ سُپرين.

(١٢)

مگنُ ٿيا مُشتاقَ، ڏِسي مُنهن مَحبوبَ جو،
دوسَنِ سَنديءِ دَرَجِي، نِتَ مَستَڪ لائِنِ خاڪَ،
پاڻَ نِوازيا پاڪَ، سي خاصا خِلوَتدارَ ٿيا.

(١٣)

چِنگَ پيئي چولي، عَجائِبُ عَشِقَ جي،
دَهَ دِسِ بيٺُسِ دوسَ کي، فِڪرَ سان ڦولي،
اچي چڙهيسِ اوچتي، حيرَتَ هِندولي،
سامي سِرَ اولي، سَهَجي مِليا سپرين.

(١٤)

پاڻ پِرين کي داتِ، عَشِقَ مُڪائون ايلچي،
ريڙهي وِيو رَهَتِ سان، جَتي ڏينهن نَ راتِ،
مِٽي ويئي مَنَ مون، سامي چَئي سَبَ تاتِ،
عشق اِلاهي ذاتِ، ٿي ذاتِ سُڃاڻي ذاتِ کي.

(١٥)

عَشِقَ جاڳايو، سامي سُمهي جيءَ کي،
جيئن چَقمَقَ لوهَ کي، چِتَ ري چِلايو،
اگستَ جيان آچِمان ڪَري، ساگرُ سُڪايو،
سورِجُ سِرِ آيو، اوڊِيا اونده نَ رهي.

(١٦)

عَشقُ اِلاهي ذاتِ، سامي سَنسي ري اَٿِي،
وَڃي پُڇُ تَنِين کون، جَنِ اِهائي تاتِ،
لَڳا رَهَنِ لکَ ۾، پُڇَنِ ڏينهُن نہَ راتِ،
درسَنُ گُهرَنِ داتِ، اَنئي پَهَرَ عَجيبَ کون.

(١٧)

عاشق ڪوٺائِين، تہ صرفو ڇڏِ سَريرَ جو،
ڏيئي سِرُ سَتِگُرَ کي، پيرُ اِڳي پائِين،
تَڏِي لِنوَ لائِين، سامي سُپِيرِيَنِ سان.

(١٨)

اَٿِي ڪوهَ پريا، پِرِيَنِ جي پَچارَ جا،
نانا واڪ وِصالَ جا، نِڪرَنِ اَنَ گهڙِيا،
پُڏي پِنِ ڪَنَن سان، ٿِيا عاشِقَ لوڪَ چَريا،
وَڃي سِيرَ چڙهِيا، سامي سَندِ سهيَ ڪري.

(١٩)

عَشقُ لايو جَنِ، سي ديوانا دوسَ جا،
بِنان سِڪَ سَڄَڻَ جي، ٻي ڳلي ڪانہَ ڏِسَنِ،
آڳيا نانُ عَجيبَ جي، آيو پوڄَنُ ڪَنِ،
سامي سدا رهن، ديوانا دربارِ ۾.

(٢٠)

اَچي ٽِيو مَعمورُ، عشق اَٽانگو جيءَ ۾،
تَنهِن سَڪَتِ سَبَ ڪَسِي ڪَري، ڪِيائِين چَڪِنا چورُ،
ڪَنهِن کي سَلان سورُ، سامي سُپيرين جو.

(٢١)

اَچي واءُ گهُلِي، اَزِغَيبي عَشقَ جي،
ويئي تَنهِن جي تيجَ ۾، تون مان سَبَ پُلي،
وَسيو ميگهه مِهرَ جو، پِيو چيتَنُ چَندرُ کُلي،
مينٿي ڪَلپَ ڪُلي، سيتَلُ ٿيو سامي چَئِي.

(٢٢)

جيئن ڪانيءَ گهنُ ڪائي، تيئن عَشِقُ لڳو اَرواحَ کي،
سامي ريڙهي ويو سُنَ ۾، لِنوَ لاري لائي،
جِئين گهاگهرِ لونَ جي، سِندُ ۾ سَمائي،
ساگرُ سُڪائي، اَتلَ جوتِ عَجيبَ جي.

(٢٣)

جِئين ڪانيءَ گهنُ ڪائي، تيئن عَشِقُ لڳو اَرواحَ کي،
ڪَديائِين ڪَلِپَتَ کي، لِنوَ لاري لائي،
تَنُ مَنُ لَٽائي، ساميءَ ڏِنو سَيڪي.

(۲۴)

ڦُرنِي جو فَريادُ، عاشقن کي اَندر ۾،
جَنِ کي آيو عشق کون، سامي چَئي سَوادُ،
دَرسَنُ پائي دادُ، پريتِ نہ مَٽِنِ پانهِنجي.

(۲۵)

اَنَئي پَهَرَ اُداسَ، عاشِقَ رَهَنِ اَندَرَ ۾،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِريَنِ جي، لُنوَ لُنوَ مَرَنِ پِياسَ،
سامي چَئي سَنسار جي، پوري رکن نہ پاسَ،
تي خِلوَتي خاصَ، مِليا محبوبن سان.

(۲٦)

راتيون ڏينهَن رُئنِ، عاشِقَ ڪاڻِ عَجيبَ جي،
ڳالهہ نہ سَلِنِ ڪَنهِن کي، پانهِنجو پاڻُ ڪُهنِ،
ڏاريو سِڪَ سچيءَ سان، اهڙو حالُ مُئنِ،
اَچي مَنَ ڏُئَنِ، سامي چَئي مُنهُن سُپرين.

(۲۷)

عاشِق اَڏُ مُئا، سَدا تَڙڦَنِ تَنَ ۾،
جَنِ کي سِڪَ سچيءَ جا، اِهڙا ڦَٽَ هُئا،
دَرسَنَ جي دُعا، سامي گُهرَنِ سَڀَ ڪون.

(٢٨)

عاشِقَ ڪَنِ عَرِجُ، سَدا سِڪَ سَچيءَ سان،
دَرسَنُ دَردَوَندن کي، ڏي نارائڻَ نِجُ،
اَوِديا اونده نـَ رَهي، ڏِسي ساکِي سِجُ،
سَڙي وَڃي ٻِجُ، سامي ڇٽي سَنسارَ جو.

(٢٩)

ٿَڪِي پيئِي ٿاءِ، اَچِي دَرِ دوسَنِ جي،
اَکِنِ ۾ عاجزِ کي، جانيءَ ڏِني جاءِ،
ڪَري اَرداسَ اَدَبَ سان، سامي پوِلي پاءِ،
پورِي پريت نباهِ، پاسي ٿيءَ نـَ هِڪُ پلُ ٻِي.

(٣٠)

ٿَڪِي پيئِي ٿاءِ، مَمَتَ رهي نـَ مَنَ ۾،
جڳَتُ ڏِٺو جڳديس ۾، جڳديِسُ ڏِٺو جڳَ مانهِن،
ڳالهِ ڇوَنَ جي نانهِ، ڇوان ڪيئن زبان سان.

(٣١)

عاشِقَ ٿيا اَتيتَ، پَسَڻَ ڪاڻِ پِرينِ جي،
سَهَنِ سَدائي سِرَ تي، دُک سک اُسَنَ سيت،
ڦَٽيا دَردَ فِراقَ جا، ڳاوِنِ گيبي گِيتَ،
جيتِي پَنجَ اَجِيتَ، سامي مِليا سَروپَ سان.

(٣٢)

عاشِقَ سي چَئجَنِ، جي سوري سَهَنِ سِرَ تي،
پانهِنجي هٿن پانهنجي، لاهي ڪَلَ ڏِئَنِ،
جِيَڻَ ائون مرڻ جو، سَنسو سوچُ نہ ڪن،
سَدا غَرقُ رَهن، سامي سارَ سروپَ ۾،

(٣٣)

عاشِقُ سَبِ مَحِي، آڳِيا عَجِيبَنِ جي،
سامي رَهي سِڪَ ۾، وَڃَنُ ڪينَ ڀَڄي،
توڙي سِرُ وَڃي، تہ ٻي پيرُ نہ وِجهي پوئتي.

(٣٤)

عاشِقَ ڄاڻَنِ اَڪُ، سامي سڪَ جَهانَ جا،
مِلي ٿِيا مَحبوبَ سان، ڦُرني ڪون فارَڪُ،
ٻولِنِ ٻوليءَ ٻاهرون، لُنوَ لُنوَ عين الَحَقُ،
ڏهَنِ ڌَرَنِ ڪي ڏڪُ، ڏيئِي ويٺا هِڪڙو.

(٣٥)

عاشِقَ عَشِقَ ڀَريا، مَست رَهَنِ مَهرانَ ۾،
سامي سُڃاڻَنِ ڪِينَڪي، تَن کي لوڪَ چَريا،
سِياڻَن سُڃاڪَنِ جا، ڏِسي نينَ ٺَريا،
سُتَہَ ڪاجَ سَرِيا، سَچِيءَ سِڪَ وارَن جا.

(٣٦)

عاشقَ اُگھاڙو، ڪنهن کي ڪرن ڪِينَڪي،
سامي ڏِڪن سڀ کي، رکي لُنوَ لاڙو،
ميٺي وينا من مون، سنسو ۽ ساڙو،
چاٽن ڏيهاڙو، مٿي اُتي موت جو.

(٣٧)

عاشقَ ٿِينَ نه ڏورِ، پَلڪَ هِڪَ پِرِيَنِ کون،
چاڙ وِچائي پانهنجي، هَردَمُ رَهَنِ حَضورِ،
لائي وينا ڏورِ، مَستَڪَ تي مَحبوبَ جِي.

(٣٨)

عاشق روپَ اَنيڪَ، ڌارِنِ بازِيگَرَ جان،
مَنَ ۾ مَحَبوبَن جِي، هِڪَ تِڪَ رکَنِ ٽيڪَ،
وَرِتَنِ سانُ وِويڪَ، ساکي ٿي سامي چئي.

(٣٩)

جنهن کي عَشِقُ لَڳو، اَچي عَجيبَنِ جو،
تَنهِن مِلي ساڌَ سَنگتِ سان، سامي ڀولُ ڀڳو،
وِڪِٽي ڏورُ ڏِڳو، سُمهيو سکپت سيجَ تي.

(٤٠)

جَنهِن کي چڙهيو اَمَلُ، اَچي عَشِقَ اَپيدَ جو،
مٺيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي سَبُ خَلَلُ،
سُتَهَ سِڌِ سَروپَ کون، پاسي ٿِئي نَہ پَلُ،
اَٿَ ٺي پَهَرَ اَچلُ، رَهي پانهنجي حالَ ۾.

(٤١)

جَنهِن کي چڙهيو خُمارُ، اَچي عَشِقَ اَپيدَ جو،
سو سامي سُپيرِيَنِ ۾، وِٽِ نہ پائِن وارُ،
سدائي گلذار، رهي پنهنجي حال ۾.

(٤٢)

جَنهِن ڪُٺي ڏيئي ڪَنُ، ٻُڌي ڳالهِ عشق جي،
سو سامي رِمِ جهمِ ميگهه ۾، پسي ٿيو پَرَسَنُ،
ڏَهَ دِسِ ڏِسي دوسَ جو، دُئيتُ ٻنان دَرَسَنُ،
ميٺي سَبُ مَنَنُ، چڙهي وينو چوڏولَ ۾.

(٤٣)

جَنهن کي ڏيکارِي، عاشِقَ لَٽَڪَ عَشِقَ جِي،
تَنهِن سامي سَٽِي سِرَ تون، خودي خُواري،
اُترِي ڪِئِنَ اَکِن مون، جا خوش خُماري،
ڦِري نہ بيکاري، ٿِي دِرِ دَرِ ڪارَڻِ دوسَ جي.

(۴۴)

جَنهِن کي پيئي ٻانَ، اچي عشق اَيِدَ جي،
مِٺي تَنهِن جي مَنَ مون، سامي ڇَئي سَڀَ ڄاڻَ،
پيءُ پَرچي ٿِيو پاڻَ، تـَ ٻِـ پيءُ پيءُ ڪَري پِريه جان.

(۴۵)

اَيِدِي عاشِقَ، پِيدُ ڇَڏِي پَرِپورُ ٿِيا،
پَرچي ڪَيا جَنِ پانهِنجا، خِلوَتي خالِقَ،
مُلڪُ ڏِسَنِ مالِڪَ ۾، مالِڪُ مَنجھ مُلڪَ،
تان يي رکَنِ سِڪَ، سامي ساڌَ سَنگَتِ جي.

(۴۶)

ڇَڏِي هَٺُ هيبَتَ، عاشِقِ چڙهيا اَڃَ تي،
جَتِيَ ڪالُ نـَ ڪَرَمُ ڪو، نَڪي مَمَتا مَتَ،
نَڪو ڏِينهن نـ رات ڪا، نَڪو پَنج ئي تَتَ،
ڪَلپَتَ رِي قُدرَتَ، سامي ڏِسي سَمَ ٿِيا.

(۴۷)

ڪَڍِي سَڀَ ڪلپَتَ، عاشِقَ چڙهيا اَڃَ تي،
ڪَنهن سان رکَنِ ڪِينَڪي، سامي موهُ مَمَتَ،
لنگهي پنجَ ئي تَتَ، اِسٿِتِ ٿِيا آرام ۾.

(۴۸)

دَمَ تي رکي قَدَمُ، عاشقَ چڙهيا اَڄَ تي،
جَتي ڏينهُن نہ راتِ کا، نَکو ڪالُ ڪَرَمُ،
نَکو جيءُ نہ بِرهَمُ کو، نَکو پول پَرَمُ،
اَنيئہِ پَدُ اگمُ، سُتَہَ رَهي سامي چَئي.

(۴۹)

ٻانيَنَ جَنهِن ٻُڌا، اَنَيئہِ واک عَشِقَ جا،
پرچي ڪَئي تنهِن پانهِنجي، مَحَبتيءَ مُدا،
جانيءَ کون جُدا، ڪَڏِي ٿئي ڪِينَکي.

(۵۰)

عَجائِبُ آهي، تَختُ طائوسي تَنَ ۾،
سامي تَنهِن تي سُپرين، ٿو عَدَلُ چلائي،
اُنِّي ڪَنهِن عاشِقَ ڏِٺو، مُنهُن مَرَّهيءَ پائي،
چِنتا چُڪائي، نِتُ ڪَري دورَ دَرسَ جِي.

(۵۱)

اُنَّي ٿا سَلَنِ، عاشِقَ ڳالهہ عَشِقَ جي،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، هُنِرَ سانُ هَلَنِ،
سُتَہَ سِدَ سَهي ڪيو، اِهو پيدُ پِلَنِ،
جاڳي ڏِٺو جَنِ، پانهِنجي اکين پانُ ڪي.

(٥٢)

ڪو عاشقُ جَنُ اَچي، مُئن جي مَجلسَ ۾،
ڪَنيو خُلاصو ڪَري، جنهن کي شَونقَ سَچي،
پَتَنگَ جان پاڻَ کي، ڏِسي مَچُ مَچي،
سامي رنگ رَچي، سُتَهَ سُپِيرِنِ جي.

(٥٣)

عِشقَ جي اُلَٽي، ڪنُڌي اَڙي قَلوبَ ۾،
تَنهن سامي سُرت مچيءَ جِي، پيروُن پاڙَ پٽي،
هُئي اَوِديا جَلَ آسري، سا ڪڍي سُڪَ سٽي،
ڪَلپَتَ سَبَ ڪٽي، رَهي نِربانَ نگرَ ۾.

(٥٤)

عاشِقَن ڏِٺو، ڏِنو دَرِ دوسنِ جي،
سَمجهائون سامي چَئي، پوءِ اُگي مَرِٺو،
ڪايا جو ڪرٺو، ميٺي ويٺا مَنُ مون.

(٥٥)

عاشِقَن اُتو، وَڃَنُ هِڪُ ويساهَ جو،
مُئن جي مجلسَ ۾، اَچي ٿيءُ اَچُتو،
بُندَڻَ سان بانيَنُ چَئي، هِردي مَنجه ڪُتو،
پاڻُ ڇَڏي پُهتو، وَڃي خِلوتَ خاصِ ۾.

(٥٦)

عاشقَنِ اَڏيو، پريمَ پينگهوڙو گهرَ ۾،
پَسَڻَ ڪاڻِ پرينِ جي، ٻيو سَڀُ ڪم ڇڏيو،
اَچي گڏ گڏيو، سَڄَڻُ سِڪَ ڏِسي ڪَري.

(٥٧)

عاشِقن اِهو، ساڪي پُرسُ سِدَ ڪيو،
ٻاريو جَنهن ٻانيَڻُ ڇَئي، ڏيهيءَ مَنجهِ ڏيو،
رَهي پانهنجي حالَ ۾، سَدائين ڪِيو،
پاڻي لِنوَ ليو، تَنهِن کي ڏِسي تَدروپُ ٿي.

(٥٨)

انيئي عاشِقُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن اَوِديا جو اَندَرمون، لَنؤُسان ڪَڍيو لِڪُ،
سَهي ڪَيائين سُپرين، اَندَرِ ٻاهَرِ هِڪُ،
ڦُرني ڪون ڦارِڪُ، سامي سدائين رهي.

(٥٩)

ڪي ٻِلي ٻوگِنِ ٻوگَ، سَتِ ڄاڻي سَنسارَ کي،
ڪي ڄاڻي جوتِ جڳتَ کي، سادِنِ جَپَ تَپَ جوڳَ،
عاشِقَ رَهَنِ اَروڳَ، ٻِنهي کون ٻانيَڻُ ڇَئي.

(٦٠)

جا جانيءَ جي جاتِ، سا عاشِقَنِ جي اکِّين،
مِٺِي جَن جي مَنَ مون، سَڀ پَرائي تاتِ،
سِيتَلُ ٿِيا سامي چَئي، دَرَسَنُ پائي داتِ،
جَتي ڏينهن نہ راتِ، تَتِ تکيائون تکيو.

(٦١)

پَڙهِيا پُرجَهنِ کِينَکي، ڏاها کِينَ ڏِسَنِ،
مَنجهين خوابَ خِيالَ جي، کوڙا قِصا کَنِ،
هکڙو اکرُ پِريمَ جو، سامي رکَنِ نہ مَنِ،
پَتيو پِيتو جَنِ، سي ماهِلُ ٿِيا مهران ۾.

(٦٢)

پڙهي ٿِيا پَرِيَکَ، عاشِقَ اکرُ پِريمَ جو،
چَڙهِيا اَنيئہِ اَجَ تي، ويڙهي سَڀ وَرقَ،
پَلِ پَلِ ڏِسَنِ پوربي، جَهگِ مگادِ جَهلَکَ،
بانيَنَ پائي بِکَ، ستھ پيا سَروپَ کي.

(٦٣)

پَڙهي ٿِيا پَربِينَ، عاشِقَ اکرُ پِريم جو،
سامي سُکُ اَندرَ جو، کَنهِن کي سِلن کِينَ،
سَدا سُپِيرِينِ جي، لِنوَ ۾ رَهَن لِينَ،
جِيئِين جَلَ کون مِينَ، پَلَکَ پَراهون نہ ٿِئي.

(٦٤)

پِرين بي پرواهَ، ڦيمو ڪَنِ ڪُنن ڪي،
سامي سِرُ صَدقي ڪَري، عاشِقَ ڪَڍَنِ نہ آهَ،
پَلِ پَلِ پيئن پريمَ رَس، اَندَرِ ۾ اَسِگاهَ،
سَلَنُ ناهِ صلاحَ، متان چِلِي چولَ چِلا ڪري.

(٦٥)

پَلِي پاڙوسِي، عاشِقَ چڙهِيا اَڄَ تي،
ڪَڍِي پُڇَنِ ڪينَڪي، پَنڊِتَ ۽ جوشي،
مُکِ رکيائون مَنَ ۾، ڪيما ڪاموشي،
ٽَڍِي ۽ ڪوسِي، سامي سَهَنِ سِر تي.

(٦٦)

ڪري جُهدُ جَفا، عاشِقَ چڙهِيا اَڄَ تي،
ڪَٽيائون ڪَلِپَتَ جا، ڪِنَ ۾ خيالَ خَفا،
سامي ڏِسَن صفا، اَندَرِ ٻاهَرِ آتما.

(٦٧)

موركَ ناه مذاقَ، لائِنُ عَشِقُ اَلاهَ سان،
سامي سُپِيرِيَنِ جي، اَٿي سوريءَ تي اوطاقَ،
سِرَ سٽي سودو ڪري، ڪي وڃي پَهُتا پاڪَ،
خاڪي ٽِئڙا خاڪَ، نورَ مَحَلَ جي نيوَ تي.

# عشق (ب)

(١)

عشقُ آسان نہ ڄاڻُ، سامي ڇيو سَتگُروءَ،
مَڇيءَ، مِرگھ، پَتنگ کون، پُڇي ڏِس پَرماڻُ،
ڏِئو ڏِسي نہ رهي، پتنگُ جلائي پاڻُ،
چَڪَويءَ جو چَندرَ ساڻُ، هَميشہ ئي هِتُ رَهي.

(٢)

چِتَ کي چکايو، عَشِق ڇپاڻو اوچتي،
بيهي وِچَ بازارِ ۾، سَڀُ کي لُٽايو،
سامي مِلِي سَروپَ سان، اَچرِجَ ۾ آيو.
نَکي وِڇايو، نَکي پاتو پاڻَ ري.

(٣)

جِئين ڪانيءَ کي گُھڻُ، تئين عَشِقُ لڳو اَرواحَ کي،
لُنوَ لُنوَ ۾ لڳو رَهي، راتِيون ڏيهَن رُڻُ جُهڻُ،
سَمُجھي کو سامي چئي، پِريمي پا کي بُڻُ،
جَنهِين کُٽائي کُڻُ، ميلو ڪِيو مَحبوبَ سان.

(۴)

بيحَدِ ٻاڻُ لڳو، جَنهِن کي عَشِقَ اَگمَ جو،
مِلي تَنهِن مَحَبوبَ سان، ڀولو ڀَرَمُ ڀڳو،
ڳَٺي ڪينَ اَندرَ ۾، پَرِڇِنُ پڇو اڳو،
وِڪِٽي ڊورُ ڏڳو، سامي ماڻي سيجَ سُکُ.

(۵)

اَچي عَشِقُ اُلو، جاني تُنهنجو جيءَ ۾،
تَنهن حالون بيحالُ ڪَيو، وِجهي پيرُ پُٺو،
گهِلي وِيو گُمَراهَ ۾، پُڇِي ڪِينَ ڪُٺو،
رَهَندين اَجا رُٺو، کي ڪَندين مِهرَ مُٺَنِ تي؟

(٦)

روئي راتيون ڏينهَن، عاشِقُ ڪاڻِ عَجيبَ جي،
دانهان ڪَري دَردَ سان، نِيو نِهوڙي نينهَن،
جِئين بَنَ ۾ ٻَڪِري، گهيري ڪيهَرِ شينهن،
سامي چَئي سِريهَن، دَرَدُ نہ مِٽي دَرَسَ ري.

(٧)

تُنهنجي عَشِقَ ڦُٽي، جاني جيءُ دُکي ڪَيو،
روئي رَتَ اکِنِ مون، راتيون ڏينهَن رُٺي،
ڪَري مِهرَ مُٺِنِ تي، اَچي دُکَ ڪُٺي،
وِهِي ڪِينَ سُٺي، سُتَتُ مِلُ سامي چَئي.

(٨)

ٻلٻلِ ڪَنِ ٻُڪارَ، ڦٽيا عَشقَ فِراقَ جا،
سامي ڇوَنِ مِلُ سٻرين، روئنِ زارون زارَ،
لُوَ لُوَ مَنجھ لڳي رَهِي تِکي تُنهنجي تارَ،
سُتَتُ لَهه سَنيارَ، نَہ تَہ ڏِيون ٿا دَمُ دَردَ سان.

(٩)

ڪو اڳي ٻي عاشِقُ ٿيو، ڪِي اسين ٿيا سي سُهرين؟
دَردَ ديرو ڪَيو دِلِ ۾، ياري پيچُ پيو.
رُئندي رُئندي راتِ ڏينهَن، ٻِلي تَنُ وِيو،
اَچي ڪو ٻِيو، سُڌِ لَهَندو سامي ڇئي؟

(١٠)

پاڻَ عَشقَ سوري، ڪَيو وَسِ ويساهَ سان،
ماسُ ڪاڏائين مَنُ ڪسي، سامي سَڀُ ڪوري،
باقي پولو پيڃرو، رڳان رُنيون تو ري،
آءُ پِرين اوري، نَہ تَہ ڏِيون ٿا دَمُ دَردَ ۾.

(١١)

مَنُ موهي مَڌُڪَرُ، جَنهِن جي عَشقَ اَپارُ ڪيو،
لوڙي لَڏو لِنوَ سان، دِلِ مون تَنهن دِلبَرَ،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، ٻاٺي پِريمَ نگرُ،
سَدا باغُ بَهَرُ، سامي رَهِي سُباوَ ۾.

(١٢)

عَجَبُ عَشقَ گهٽي، پيئندڙي مَن پٽيو،
اَوِديا اونده نہ رَهي، پورَبَ پرهَ ڦٽي،
سامي ڏِسي سَروپَ کي، اَنيئہ لُٽَ لُٽي،
سُتَهَ سِدِ ڇُٽي، بَندَنَ پيا ٻيائيءَ جا.

(١٣)

عاشِقَنِ اَصُلي، پريتَمُ لَڌو پانهنجو،
سِيتلُ ٿِيا سامي چئي، مِيٽي کَلپَ کُلي،
ماڻِ دَورَ دَرسَ جِي، خوشيءَ ساڻُ کُلي،
ڀَرمَ مَنجهِ ڀُلي، ڪَڏِي پَوَنِ ڪِينَڪِي.

(١٤)

عاشِقَ سَڀِ اوري، ڇاڻِ سڪَ سَنسارَ جا،
سامي سُرڪَ لوڪَ برهم لوڪ جا، سڪَ سَڀِ ڇوڙي،
گُرگمَ چڙهيا چِيتَنِ تي، حَيرت هِندوري،
ڪاڻِ نِتُ ڀوري، لَڌون پِريمَ اَگَمَ جا.

(١٥)

ڪو عاشق ڪُل اَلبَتُ، رکي تارَ عِشقَ جي،
باهَرِ ٻاڦي ڪِينَڪِي، اَندَرِ روئي رَتُ،
سامي لڌائين سُپِرين، سَچيءَ سِڪَ سُتَتُ،
مِيٽي سَڀُ مَمَتُ، ماهِلُ ٿِيو مَهراڻُ ۾.

(١٦)

عاشِقَ سي چئِجَنِ، سِڪَ جَني کي سَچَ جي،
لائي لِنوَ لالَنَ سان، هردي مَنجھ هيرَنِ،
سامي پَرچي پيءُ سان، مَنَ ۾ مَوجان ڪَنِ،
سَدائي گاوَنِ، بِلاوَلُ بيحَد مَنجھون.

(١٧)

عاشِقَ تي عاشِقُ، سُتَهَ رَهي سُپرين،
اِها ڳالهِ اَتيئَني، سمجھي ڪو سالِڪُ،
مِٺيو جَنهن جي مَنَ مون، سامي ڦيرُ ڦارِڪُ،
اَندَرِ باهَرِ هِڪُ، سورِجُ ڏِسي سَمَ جو.

(١٨)

هِڪَ چَپاتَ هَنئِين، جَنهِن کي عَشِقَ آلاهَ جي،
سو سامي مَري نہ سورَمو، ڏَنڊا ڏيرَ ڏَنئِين،
اُستَتِ نِندا لوڪَ جِي، سِرَ تي سَبَ کَنئِين،
وَئي واٽَ سَنئِين، پَهُتو پورَنَ پَدَ تي.

(١٩)

مورکَ نانہ مَذاقَ، لائِنُ عَشِقُ آلاهَ سان،
پُڇي ڏِس تُنين کون، جَنِ جي سوريءَ اُتي اُطاقَ،
کَـلَ لاهي ڏِيَنِ پانهِنجي، طـالـعِ وَنـدَ تـراڪَ،
توڙي تِيَنِ خاڪَ، تہ بي سامي سنيارِنِ يارکي.

(٢٠)

بِنان خاش خَريدَ، ٽِئي نـَ عَشقُ آلاهَ جو،
اِئين چَوَنِ ٽا٠ اولِيا، سامي سَڀِ شَهيدَ،
مَري جَنِ مُرشِدَ كون، وَتِي دَرِشَنَ دِيدَ،
كَنِ اَيِيدِي عيدَ، مِلِي نِتِ مَحَبوبَ سان٠

# عاشق

(١)

عاشِقَ سي چئِجَنِ، جَنِ تي عاشِقُ پاڻَ ٿيو،
جتِي ڏِسَنِ نينَ پَري، تِتي پِرين ڏِسَنِ،
اُٿندي وِهَندي ننڊ ۾، سامي مِليا رَهن،
اَهڙي رنگِ رَچَنِ، سي عاشق معشوق ٿيا.

(٢)

عاشِقَنِ جي راهَ، جُدا سَڀَ جَهان کون،
هَلَنِ هَٺُ ڇڏي کري، بِنان چِنتا چاهَ،
ڪَنهِن جي رکَنِ ڪِينَڪِي، پِرينِ ريءَ پَرواهَ،
سَدا ڪَن سَلاهَ، سامي سُپِرينِ جي.

(٣)

پُرجِهي پائج پيرُ، عَشقَ جي آڙاهَ ۾،
سوکَمَ کون سوکَمُ ٿِي، سُپِيريان جو سيرُ،
موتي موتيو ڪونَڪو، غَيبي ٻُجهي گهيرُ،
چائِج ڦَندُ نـَ قير، اُتي اُونِهي غارَ عَجِيبَ جِي.

(۴)

جِئين جَل ري مين، تِئين عاشِق مَرَن عَجيب ري،
سَچي سِڪ اَندرَ جي، ڪَنهِن ڪي سَلَن ڪين،
سَدا رَهَن لِنو لِينَ، سامي دَرسَ ديدار ۾.

(۵)

عاشِق اُگهاڙي، ڳالهه نہ ڪَرِن ڳُجهہ جي،
ڪِيائون ڪَلبَ ڪَڍي ڪري، مُحڪمُ مُهاڙي،
لائي وينا لڪَ سان، سامي سَمَ تاڙي،
ڏِسَنِ ڏهاڙي، پانهنجي اکين پانَ کي.

(٦)

نهاري نيڻَنِ، لَڌو پيرُ پَلڪَ مون،
ٻِنِ ٻَرِنِ وِچَ سير ۾، مِلي مَوجان ڪَنِ،
جَتي اَبِوهيا لعل آهن، تَڪِيو ڪَري تِنهن ۾.

(٧)

نِتاري نيڻَنِ، لَڌو پيرُ پَلڪَ مون،
نانا ڀانت ڇڏي ڪري، حاضُرُ هِڪُ ڏِسَن،
مَحبوبَنِ جي مُنهن ڪون، پَلڪَ نہ پاسو ڪَنِ،
سدا غَرقُ رَهَن، سامي سارَ سَروپَ ۾.

(٨)

جِن کي لڳا تِيرَ، اَٽِيالا عشقَ جا،
سي پَسَڻَ ڪاڻِ پِرِيَن جي، ڦٿيا ڦرنِ فقيرَ،
ڪٽيائون ڪَلِپَتَ جا، جاڳي سَڀَ زنجِيرَ،
سامي چڙهيا سيرَ، سَنَمُک ڏِسَنِ سُپِرين.

(٩)

پيهي ڏِٺو جَنِ، سامي سُپِيرِيَنِ کي،
پَسي عَينُ اکِنِ سان، هِڪَ پَلَکَ نہ پاسو ڪَنِ،
ڪَلِپَتَ ڪَدي جيءَ مون، سامي سَمَ رَهَنِ،
تان پِي سِڪَ سِڪَنِ، توڙي واقِفَ ٿِيا وِرونم جا.

(١٠)

اَنيئي عاشِقُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو سامي ڏِسي سُپِرين، اَندَرِ باهَرِ هِڪُ،
ڏيئي تَتُ تِلِڪُ، سيلُ ڪَري سَڀَ باغَ جو.

(١١)

بيهَنِ، ڪين ٻِجَنِ، عاشِقَ اڳيون عَجيبُ جي،
سامي رُکُ سَهي ڪَري، آڳيا مَنجهِ رَهَنِ،
جَڻَ مرڻَ دُکَ سکَ جو، سَنسو سوچُ نہ ڪَنِ،
هلايا هَلَن، جانَ وِجائي پانهِنجي.

(۱۲)

دولَتنِ جو دَمُ، ڳُجهو رَهي نہ ڳوٺَ ۾،
جاڳِي ڪَيون جن زور سان، ٻَلائون ڀَسَمُ،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو، ڪنهن سان گوندرُ غَمُ،
سامي سڀ عالَمُ، مُئي ڀَري مُجِرا.

(۱۳)

ٻُڌي بيحد ٻِينَ، عاشِقَ سڀِ اَلگِ ٿيا،
ڏسي مُنهن مَحَبوبَ جو، مُشڪنِ ڪُشڪَنِ ڪِينَ،
رَهَنِ پانهنجي حال ۾، سامي چئي لئِلينَ،
جيئِين جَل ڪون مِينَ، پَلڪَ پَراهون نہ ٿِئي.

(۱۴)

پاتِي ٿا پَڙَنِ، عاشِقَ ڳاله عَشِقَ جي،
سامي چَئِي سَنسارَ ۾، هُنرَ ساڻُ هَلَنِ،
سُته سِدِ سَهي ڪيو، اِيهو ڀيدُ ڀَلَنِ،
جاڳِي ڏِنو جَنِ، پانهنجي اکيِن پاڻَ کي.

(۱۵)

پريتِ رکي پوري، عاشِقَ چَڙهيا اَڄَ تي،
سامي ڪاڻِ سَجَڻَ جي، سَنائون سوري،
کَلَ لاهي ڏِينِ پانهنجي، هَٿين حَضوري،
نَئِنَنِ سان نوري، لَنڪَ لائي لالُ ٿِيا.

(١٦)

اَنَيَئي عَشِقُ، لوري لَڳو جَنِ کي،
سي ڪَنهِن کي چَوَنِ ڪِينَڪِي، لِنوَلِيئِيو لِڪُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(١٧)

عاشِقَ اَنيئَ دَگَ، گُرَ گَمَ لَڌو گهرَ مون،
تنهين ۾ تَدَروپُ ٿي، پَرِچي رِکيائين پِڳُ،
پَهتو پورَنَ پَدَ ۾، سامي ٿي سَرَبگُ،
جاڳي ڏِنائين جڳُ، سامي سَڀُ سُپني جو.

(١٨)

عاشِقَنِ اُجَڙُ، پانهنجو گهرُ ڪيو پاڻهين،
سَمُجهي ڏِنائون جيءَ ۾، ڪوڙو ڪَلِپَتَ مَڙهُ،
وَني وينا لَڙهُ، سامي سپيريَنِ جو.

(١٩)

پُڪاري پِندِتَ، سارُ لکائِنِ سَڀَ کي،
سمجهي ڪو سامي چَئي، عاشِقُ اِشارَت،
پورڻ جاڻي پيءَ کي، ميٽي موهُ مَمَتَ،
سدا ڪري صحبتَ، سنتن سچارن جي.

(٢٠)

ڦرني ڪَيا ڦوڪَ، ڦري جيءَ جهان جا،
ڀَوَنِ ڀَوَ ساگر ۾، مٿي پائي موڪَ،
ڪو عاشق چڙهيو اَڄَ تي، لَنگهي ٽيئي لوڪَ،
جَنهِن کي رمز روڪَ، سامي ڏِني سَتگُروءَ.

(٢١)

ڦُرني ڪون ڦارِڪُ، سامي رَهي ڪو سورمو،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، عَينَ اَيِيدَ عَشِقُ،
ويٺو اَنيَءِ تخَت تي، لائي تَتُ تِلڪُ،
هردم ڏسي هِڪُ، اَندر ٻاهر آتما.

(٢٢)

ڦُرني ڦُري ڦوڪ، ڪِيا جيءَ جَهانَ جا،
ڀَرچَنُ ڇاٽي پانَ کي، سامي سَهَنِ سوڪَ،
ڪو عاشق چڙهيو اَڄَ تي، لَنگهي ٽيئي لوڪَ،
ماري ويٺو جهوڪَ، آدي اَنيءَ گهرَ ۾.

(٢٣)

عاشقَنِ جهيڙو، سامي لايو يارَ سان،
وِجهين ڪوهُ ڪِڇيءَ ۾، ڪوڙو ٻکيڙو؟
اسان ڪَيو تُنهنجو، ڏوهُ گُناهُ ڪهڙو،
ويهي نِبيرو، سَتَمکُ ڪَرِ ڪُنَن جي.

(٢٤)

عاشقَنِ اُتمُ، لَڌِي سَندِ سَمُجهِ جي،
پاڻُ ڪَڍي ٿِيا پاڻَ ۾، سامي ڇَٽي سوڪَمُ،
چَڙهي وِيَنا چَوڏولَ ۾، لاهي گوندرُ غمُ،
دوسَتَ ٻاجهون دَمُ، خالي ڪَٿِنِ ڪونَڪو.

(٢٥)

عاشِقَ رَهَنِ غَرَقُ، سَدا پانهِنجي حال ۾،
جاڳِي ڪَڍِيائون جيءَ مون، سامي ڇَٽي سَڀُ شَڪُ،
ڏيئي وِيَنا ڏَڪُ، ڏَهَنِ دَرَنِ کي هِڪڙو.

(٢٦)

ٻانيَنَ ڪِينَ ٻُڌي، عاشِقَ اَوِديا سِندَ ۾،
جنهن جاڳِي ڪَڍي جيءَ مون، غيرت سَڀ گُڏي،
اَنئي پَهَرَ لُڏي، پريمَ هِندوري پيءَ سان.

(٢٧)

محبوبن مُڪو، سُتَهَ سَنيهو سَچَ جو،
جائي جوتِ جڳَتَ کي، عاشِقَ سَتَنِ اُڪو،
سامي سَمُجهي نَہ رهيو، مَنَ ۾ مَري چُڪو،
ويچي تِتِ ڍُڪو، جتي تون مان نامُ ڪا.

(٢٨)

پَوَڻَ سڀِ پئين، مورکَ مُنا مَتِ ري،
سامي سکُ سَروپَ جو، پاتو ڪِينَ ڪَهين،
اِسٿت رهِي آڪاس جان، ڪو عاشِقُ اُگهين،
جاڳي ڏنو جَهين، پانهنجي اکئين پاڻَ کي.

(٢٩)

عاشِقَ رَهَنِ تتِ، جتي ڏينهن نہ راتِ ڪا،
نَڪي پَنچَ تَتَ پِندُ ڪو، نَڪا اُپَتِ کَپَتِ،
نَڪو ويدَ پُرانُ ڪو، نَڪا سَتِ اَسَتِ،
ڪڍي مَمَتا مَتِ، سامي مليا سَروپَ سان.

(٣٠)

عاشِقَ آرامي، رَهَنِ ديسَ مَلارَ ۾،
جاتي اُجَ نہ بکَ ڪا، نَڪا ڏُمَ ڏامي،
سَدائي سامي، سَنَمک ڏِسَنِ سُپرين.

(٣١)

عاشِقَ البيلا، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي، سَهجِ سُهيلا،
گڏيا گهارِنِ سڀَ سان، مِليا اَڪيلا،
گُرو ۽ چيلا، سامي ٿيڙا سَجَ جا.

(٣٢)

بيحد بيپرواهَ، عاشق اَنيئِ ديسَ جا،
جَنِ کي پيالو پريمَ جو، ڏِنو پاڻ آلاهَ،
رکِن نہ رتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چنتا چاهَ،
ڪَري پاڪُ نگاهَ، سامي ڏِسَنِ سَڀَ کي.

(٣٣)

مورک ڄاڻن دورِ، نارائڻُ نئنَنِ کون،
ٻَوَنِ نتُ ٻِلَنِ جان، دکَنِ جي دَستورِ،
سامي عاشق اَنيئي، هردم رهن حَضورِ،
جنهن کي ڀَهَلِي پورِ، پارِ لَنگهايو ٻاتِئيءَ.

(٣٤)

مَنجهون تارِ تَري، عاشق چڙهيا اَڄَ تي،
ديکيا داتِ گروءَ جي، هِردي مَنجھ ڌَري،
سُتَهَ ٿيا سامي چئي، مَمَت مَنجهون مَري،
سَتِي ٻرِمَ ٻَرِي، پرچي ڏِنائون پاڻ کي.

(٣٥)

پرچي جنهن پڪو، لَڌو پيرُ پرينِ جو،
صدقي ڪَيو تنهن سک تون، تَنُ مَنُ سَڀُ ٻَڪو،
سامي سدائي رَهي، ٿرِتا مَنجھ ٽَڪو،
گَنگا گَيا مَڪو، ٻَوي ڪَينَ ٻِلنِ جان.

(٣٦)

پَڙهي ٽِيا پَرپَڪَ، عاشِقَ اڪرُ اَنيٺِي،
رکيائون رَهَتِ سان، ويڙهي سَڀِ وَرقَ،
خَلقَ ڏِسَنِ خالِقَ ۾، خالِقُ مَنجهِ خَلقَ،
سامي ٿي سيوڪَ، رَهيا ساڌَ سَنگَتِ جا.

(٣٧)

عاشِقَ ڪِينَ ڇِپَنِ، سورجَ جان سَنسارَ ۾،
نيڻَ رَتا خُمارَ ۾، سَدا اَليلَنِ،
ڪانِ نَہ ڪِين ڪَنهِن جي، سوري سَٽي جَنِ،
سَدا غَرقُ رَهَنِ، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(٣٨)

عاشِقَ لِڪَنِ ڪِينَ، جَنِ کي سِڪَ اَندَرَ ۾،
ٻِي ڳِلهِ ڄاڻَنِ ڪانَہ ڪا، نيا نهوڙي نيهن،
ڏِسن راتيون ڏِينهَن، سامي سُپيرِيَنِ کي.

(٣٩)

عاشِقَ تانگهو تارِ، ڳُٽَنِ ڪِينَ اَندَرَ ۾،
لِنوَ سان لَڪُ ٻَنڌي ڪري، پَلَ ۾ لنگهيا پارِ،
وَڃي بيگمپور جي، بيٺا مَنجهِ بازار،
ڪَري اکيون چار، سامي مِليا سَروپَ سان

(۴٠)

پڙهڻ کون پُرِجَهڻُ، عاشق ڄاڻن اڳرو،
پاتو تَنِ پرتِيتِ سان، سامي اَنيَٺ اَڻُ،
ڪِڏي وِڏائون ڪَلپَ ري، مَهيءَ مَنجهون مکڻُ،
اَچَڻُ ۽ وَڃَڻُ، ڏِسَنِ ڪونَ آڪاسَ جان.

(۴١)

ڏيئي دِلِ دَولت، عاشِقَ گَڏِيا آلام کي،
وَٺي نِتُ نيٽنِ سان، لائي لِنوَ لذتَ،
سمجهي ڪو سامي ڇَٺي، اَنيٺي اِشارتَ،
ميٺي سبَ مَمَتَ، چڙهي ويٺو چَوڏول ۾.

(۴٢)

دانا ديوانا، يارَ مِڙيئي يارَ جا،
ڪي سَيلَ ڪَنِ سَنسارَ جا، نِرپکَ ٿي نانا،
ڪي ڏيئي ڪَندِ ڪَلپَ کي، اَندر اَلسانا،
سامي سَمانا، رَهَن سَمَ سکَ سارَ ۾.

(۴٣)

طالع مَندَ تَقديرَ ڳَٽن ڪانَ اَندر ۾،
پَرچي لَڏي جَنِ پانهنجي، پورَڻُ پاڪُ جاگِيرَ،
ماڻِنِ مَوجَ مُکتِ جي، سامي چَڙهي سِيرَ،
سَبَ کي ڏيئي ڏيرَ، پارِ لنگهائن پاتِڻي.

(٤٤)

عاشِقُ ڪِينَ هُئي، سُوري جان سَنگرامَ ۾،
اِڪيون اکِن ۾ رکي، سَنمکُ چوٽَ چُٽي،
سامي لُٽَ لُٽي، رَمزَنِ سان سُکَ سارَ جِي.

(٤٥)

عاشِقَنِ اکيون، پَرچي لايون پِرَ سان،
پَلِڪَنِ جي پَردي ۾، ويٺا رَهَنِ رکيون،
ملي چارِ چراَگُ تيون، پورَنَ پريمَ چِڪيون،
وِرلي ڪَنهِن لکيون، سُجاڪي سامي چَئي.

(٤٦)

عاشِقَنِ اَچي، پِرگهٽُ ڪيو پَدُ پورَبي،
سامي چَوَنِ سَبَ ڪي، ڪو رَنگَڙَ مَنجهِ رَچي،
اِها ڳالهه اَنيٺي، سَمُجهي جنهن سَچي،
سو ناحقُ ڪِينَ نَچي، مَنَنَ جي مَحَلاتَ ۾.

(٤٧)

سائي سُرتِ سُڄاڻَ، سامي سُڌِ ڪِي سَڌَ ڪري،
تُنهِنجي عَشقَ اَلَڳُ ڪيو، هَٽي بيحَدَ ٻاڻَ،
اَچي ملُ مُنِ سان، نِمائَنِ جا ماڻَ،
تو ٻِنان ٻي تاڻَ، آهي ڪانَ اَندرَ ۾.

(۴۸)

طالع مند تَوفيقَ، رکن سڀ سامي چئي،
چڙهيا اَنيڪ اَڄَ تي، لَنگهي لوڪان ليڪَ،
طالب ٻولِ ڪينڪي، ڪنهن سان وَڃي وڙيڪَ،
نيٺن ڪون نزديڪ، سُتَه ڏِسَنِ سُپرين.

(۴۹)

تُنهنجي عَشقَ اَلڳُ، مَنُ موهي ڪيو سُپرين،
ڪيون وَڃي خاموشَ ڏي، پوءِ نَ وِجهي پڳُ،
ڄاڻي بيحَدَ ٻانورو، ڪِلي ڪِنجائي جڳُ،
سامي چَئي سَهَرڳُ، مِلِي ڏِئي مُئيءَ کي.

(۵۰)

تُنهنجي عَشق ڦٽي، جاني جيءَ دکي ڪيو،
روئي رَتُ اکِن مون، راتِيان ڏينهن رَٽي،
اِيئين اَڏ مُٺِ کي، ويٺين ڪوهُ سَٽي،
مِلي ڏُکُ ڪَٽي، سُتَتُ م سامي چَئي.

(۵۱)

ڏيئِي لَتِڪي لَتَ، عاشق عشق قَتَلُ ڪيا،
سامي سي سوريءَ چڙهي، لُونءَ لُونءَ لَهَنِ لذتَ،
چَڙهي ويٺا چوڏول م، لَنگهي پنج ئي تَتَ،
جِتي سَڪيون سَتَ، پرچي رَهيون پيءَ سان.

(۵۲)

عاشِقَنِ اَلکُ، لَدو اَنيئِہ اُونگھ مان،
جائَنِ ڪونہ اَندَرَ ۾، پُرشارَتُ ۽ پڪُ،
جيئندي چِنِي جَمَ سان، وِيئا ڪَلپَتَ ڪڪُ،
بانيَڻَ پائي بڪُ، سُتَهَ پِيا سَروپَ کي.

(۵۳)

عاشِقَنِ اوگاہ، ڪَنهِن کي ڪَيو ڪِينَ کي،
رکي سِرُ تَريءَ تي، هَلِيا اُلٽو راہُ،
سامي سوريءَ تي وِجي، سَمَ ڪنيائون ساہ،
عَجائِبُ اَسگاہُ، پَدُ ڏٺائون پِريمَ سان.

(۵۴)

عاشِقَ هَسِواري، ڪَئِي جَنهِن ڪَلپَتَ ري،
سو سامي ڳَڻِي ڪِينَڪِي، پُرڪُ ۽ ناري،
ڏِسي سَبَ مورَتَ ۾، صورَتَ موچاري،
پائي پَدُ ياري، مست رَهِي مَهرانَ ۾.

(۵۵)

سبَ کي مَنَ ڪري، وِڌو ڳَٽُ ڳِچيءَ ۾،
يَوَنِ نِتُ يِلَنِ جان، جاڻِي پيءُ پَري،
ڪنهن عاشق هَنيُسِ اَنيئِي، بيحَدَ باڻُ يَري،
سامي ڏِسي نَري، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

(٥٦)

وِياڙِي يوتُ ڇڏي، ساڌو جَنُ سنسار ۾،
مَتِ هِينَ ڪوڙين ڪيترا، عاشِقَ وِڌا اَڏي،
جي جِيئندي هَليا جَهانَ مون، لَتڪِي ساڻ لَڏي،
ڏسَنِ گياتِ گڏي، اَندر ٻاهر آتما.

(٥٧)

وَجي لوڪُ لَڏيو، سڪِٽو هِنَ سَنسارَ مون،
طاقَتَ رهِي نـ تَنهِن ڪي، جَنهِن ڪي ڪالَ سَڏيو،
ٻَلِي جاٽِي ٻانيَنُ چَئي، ڪو عاشِقُ جوڙ ڇَڏيو،
جَنهِن ڪي گُرو گڏيو، گورڪ جَهِڙو گيانوانُ.

(٥٨)

توڙِي لَڌو جَنِ، پَڪو پيرُ پِريَنِ جو،
سي سَدا رِمِ جِهمِ بوندَ ۾، سامي پاڻُ پَسَنِ،
ڦُرني ڪون ڦارڪ ٿِي، مِلِي موجان ڪَنِ،
رَتا رَنگِ رَهَنِ، اَٺَ ئي پهرَ اَندرَ ۾.

(٥٩)

عَشقَ جو نُقطو، سَمجهو جَنهِن سامي چَئي،
جِيئندي تَنهِن جَهانَ سان، ليڪو ڪيو ڇُڪتو،
ڪَرِي مَنُ مُڪتو، سُمهيو سڪِهَٽَ سيجَ تي.

(٦٠)

عَشقُ ڪَمايو جَنِ، پُڇُ تَنين کون خَبِران،
تَہ جڳتن سان جوڙي ڪَري، توکي ڏس ڏِيَن،
چَنبو هَٿي شير جان، ماري مِٿي ڪن،
تَنهن کون پوءِ پُڇَنِ، سامي سُڌِ سَروپَ جي.

(٦١)

عَشقَ هسواري جَن، تَنِ کي اَٺئي پَهَرَ مُشاهدو،
دِلِ سندي دَرياهَ ۾، ٽٻي ماري تَنِ،
هو نِتَ لَقاءَ پَسنِ، لوڪُ نَہ لکي تَنِ کي.

(٦٢)

لِنوَ جادو لائي، جانيءَ جِڏيو جيءَ کي،
سو اُتندي وِهندي گُهٹَ جان، چيتَ چِٽي ڪائي،
ڪَنهِن کي حال اَندر جو، بانيَنَ ٻُڌائي،
وينو وِهائي، سَودو عشق اَييدَ جو.

(٦٣)

حَد بيحَدِ ڀَرپُورُ، ستت لڪائِنِ سُپرين،
اَلَٽِي ڪو عاشق ڏِسي، حاضران حَضور،
جَنهِن کي ڏِنو سَتگُروءَ، سامي نِرمَلُ نورُ،
جِڏي ڪَلَپتَ ڪوڙُ، اِستِتِ ٿِئي آڪاسَ جان.

(٦٤)

سامي وِسُ وهي، اَوديا جي آڙاه ۾،
پورڻ جاڻي پيءَ کي، ڪو عاشق اَچَلُ رَهي،
جو ڪٽِي ڪَڙِڳُ ڪميا جو، پَنجَ ئي دُوتَ دَهي؛
جيڪا اَچِي نَهي، سامي رکي سِرَ تي.

(٦٥)

اَڻَ هوندِي حَرڪتَ، مايا رَچِي راسِ ڪَئِي،
تَنهِن ۾ لوڪَ لُڙهي وِيا، مورکَ مَنَ جي مَتَ،
عاشقَ چَڙهيا اَچَ تي، لِنوَ سان هَٽِي لَتَ،
ڪَٽِي سَڀَ ڪَلپَتَ، سِيتَلُ ٿِيا سامي چَئِي.

(٦٦)

ڇَڏِي جڳَ جَنجالُ، عاشِقَ چَڙهيا اَچَ تي،
هورِي کيلَنِ پيءَ سان، لائي گِيانَ گُلالُ،
ٻُنڊَنِ نِتَ نِتُ ٻِيائيءَ ري، سامي سَبَدُ رَسالُ،
ڪَنهِن کي چونِ نـَ حالُ، اَزغَيبي اِسرارَ جو.

(٦٧)

ڇَڏِي لوڪَ لَڄا، عاشِقَ چَڙهيا اَچَ تي،
مَنيائون محبوبَ جِي، سامي سَڀَ رَجا،
ڪوڙِي ڪاموشيءَ ۾، وِيئا ڏيانَ ڏَجا،
ملي ڪَنِ مَجا، سُتَه سِدِ سَروپَ سان.

(٦٨)

ڇَڏي لوڪَ لَڄا، عاشقَ چڙهيا اَڄَ تي،
سامي سَدائين رَهَنِ، راضي مَنجهِ رَضا،
مِلِي ڪن مَزا، ستهِ سپيرِيَن سان.

(٦٩)

لِڪَنِ لوڪَ لَڄا، ڪوڙا جيءَ جَهانَ جا،
اِستَرِ جاٽي پاڻ کي، سَهَنِ نِتُ سَجا،
ڪي عاشق جاٽِي اَڪُ سَبُ، سنساري مَجا،
رَهَنِ سدا رَڄا، آتمَ سکَ اَپارَ ۾.

(٧٠)

پَرچي پيُڙا پَندِ، عاشقَ سِکَ سَچيءَ سان،
لَنگهيا پارِ سَمُنڊ کون، ٻنان ٻيڙيءَ ٻَندِ،
وَڃي سُوکَمَ ديس ۾، سامي هَنيائون سَندِ،
ڪيري ڪَلپَتَ ڪَندِ، سَنمکُ ٿِيا سروپ جي.

(٧١)

سامي سَهارِي، جنهن ڪَسَوٽي ڪامِلَ جي،
پيئي پانهنجي گهر جي، تَنهِنَ کي سُڌِ ساري،
لَنگهي چڙهيو لکَ تي، يَؤ ساگرُ پاري،
سَمَتا سَچاري، مکِ رکي مَوجان ڪري.

(٧٢)

سامي چڙهيو اَمَلُ، اَچي عَشقَ اَپيد جو،
مِٺيو تَنهِن جي من مون، سَيو خِيال کَلَلُ،
سُته سِدِ سروپَ کون، پاسي ٽٽي نہ پَلُ،
اَنٽي پَهَرَ اَچَلُ، رَهي پنهنجي حال ۾.

(٧٣)

سامي کوهُ کَتي، جَنهِن کي عَشقُ اَندر ۾،
چَرخو پَچي چاهَ جو، وَحدت منجھ وَتي،
جِتي رَهي تَتي، سَنمکُ ڏِسي سُپرين.

(٧٤)

ساگَرَ کون نِياري، ڪانهي مَوجَ ساگَرَ جي،
سَمُجهي کو سامي چَئي، اُتَمُ اَڌِڪاري،
جَنهِن کي عَينَ عَشقَ جي، چڙهي خُماري،
پَرِچَنَ پِندَ ساري، سَٽي سَماڻو سَمَ ۾.

(٧٥)

جِيئندا جو ڳُ ويراڳُ، تَپَ تِيرٿَ کَنِ تَن سان،
سُتَهَ سِدِ سروپَ جو، مُنِ لَڌو ماڳُ،
جاڳي اَوِديا نِندَ مون، سامي ٿيا سُجاڳُ،
ڦُرني بِنان ڦاڳُ، کيلَنِ نِتُ خِيال ري.

(٧٦)

دانا ديوانا، ڪوڙين گهمَنِ ڪيترا،
سامي مِلي سَروپَ سان، ڪي عاشق اَلِسانا،
ميٺي ويٺا مَنَ مون، نِرَپکَ ٿي نانا،
پَرچي پَروانا، جيئن جليا جوت ۾.

(٧٧)

خاطو وَٺي خَطُ، آيو مَنَ موهَنَ جو،
تنهن ۾ لِکيو سِڪ سان، مُنِي ڇڏِ مَمَتُ،
پَرچي پانهنجو پاڻ ڪي، سامي ڏِسُ سُتَتُ،
ڪوهُ روئين ٿي رَتُ، اکِنِ مان عاجِزُ ٿي.

(٧٨)

ڇَريا سي ڇَئجن، جي پاڻُ پَڇاڻن ڪِينَڪِي،
ڳالهيون يَلَنِ جون ٻُڌي، مَرمَ نـَ رکن مَنِ،
ڪاڻِ نـَ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي، سُوري سَنِي جَنِ،
سَدا غَرقُ رَهَنِ، سامي سُپيرين ۾.

(٧٩)

جَنِي خَواهش خَريدَ، ٿئي تن عشق اَلله جو،
اِئين چَونِ ٿا اولِيا، سامي سَبِ شَهِيدَ،
مَري جَنِ مُرشِدَ ڪون، وَدي دَرِسَنَ دِيدَ،
ڪَنِ اَيِيدي عِيدَ، مِلي نِتُ مَحبوبَ سان.

(٨٠)

جَنِ کي ڦٽَ هٹا، اَگُ ئي عَينَ عَشقَ جا،
سي ڏِسي مُنهن مَحَبوبَ جو، جِيئندي جگِ مُئا،
سامي چڙهيا چِٽَ تي، لنگهي پِٽَ دُعا،
کايا ۽ کِريا، جائِنِ سَبَ مِتيءَ جِي.

(٨١)

مُئن جو مارگ، وَجي پُڇُ مُئنِ کون،
جي جِيئندي تَنَ اَيَمان کون، عاشِقَ ٿيا اَلگُ،
سَهي کَيائون ساڌَ سَنگِ، سامي سَجَڻُ ٿگُ،
جَنهِين سارو جگُ، ٺگيو ٺگوريءَ سان.

(٨٢)

سَبَ ۾ سُجائنِ، عاشِقَ پنهنجي يار کي،
اَندَرِ باهَرِ ڏهَ دِسا، سانُ سَدا جائنِ،
نَهن چوٽيءَ تائون چُورِ ٿِيا، بيڌِيا جي بائنِ،
سامي سيائَن، اِهڙو پَدُ پَچائيو.

(٨٣)

سُرِگُ ۽ نَرکُ، عاشِقَ جائنِ کِينَ کي،
رَهَنِ سَدا سُنسيُ ري، گگن مَنجه غَرقُ،
اَندرِ باهَرِ هِکُ، سامي ڏِسَنِ سُپرين.

(٨٤)

جِيئين ڪاليءَ گهنڪائي، تيئين عشق لڳو اَرواح کي،
پولو ڪَيائين پيحرو، سَبَ سَندَ سُڪائي،
اَکِيون تَنهن جِي آسِري، بيٺو پِڙ لائي،
مالِڪُ مِلائي، سُتَتُ گُرُ سامي چئي.

(٨٥)

اَکيون ويٺون پارِ، ڪي جو پَسي آئِيون،
پلءُ لڳِنِ پِرِيَن جو، بيٺي منجهه بَزارِ،
سامي صفائيءَ جي، ڪَرِن سدائي ڪارِ،
تورِّي اچن اُروارِ، تان پي غير نہ ڏسنِ گيانِ ري.

(٨٦)

اَچرَجَ اِلاهي، عاشِقَ ڏِسَنِ اَلاهَ جا،
سامي ڪَٿِي جَنِ سَرِوگتِ، ڦُرني جي ڦاهي،
رکنِ نہ رَتيءَ جيتري، مَستي مَندائي،
سَدا نَهي نَاهِي، ماڻِنِ مَوجَ مُڪتِ جي.

(٨٧)

انَنَ اُپاسَڪُ، پاسي ٿِئي نہ پيءَ ڪون،
ماٿي دَورَ دَرِسَ جا، لِنوَ سان بَدِي لَڪُ،
پِيئي پِيئاري پِريمَ جو، پِيالو پِري اَٽَڪُ،
سَدا پاڪُ پَرِيَڪُ، سامي رَهي سياوَ ۾.

(٨٨)

راتيون ڏِينهَن تَڪي، عاشق مُنهُن مَحبوبَ جو،
رَهي اکنڊُ ڏيانَ ۾، سامي ڪِينَ ٿڪي،
جانَ وِڃائي پانهِنجي، لُنوَ لُنوَ رَسُ چکي،
بِنان مکَ بَڪي، چَڙهي گئبَ گگَنَ ۾.

(٨٩)

پَٽي دوسُ دَريون، سَنَمڪُ ويٺو سَمَ ٿِي،
هَٽي نِتُ عَشقَ جا، بيحَد ٻانَ پريون،
صَدقي ڪَريان تَنهن سڪَ جي، پَل تون حورَ پَريون،
سامي ڏِسي نَريون، اکِيون عاشقَنِ جِيون.

(٩٠)

اکِنِ مَنجهه اکيون، اَنَئي پَهَرَ عَجيبَ جيون،
پَسي پاسو ڪِينَ ڪَنِ، رَهَنِ پِريمَ ڇَڪيون،
وَجي پَڃُ تَنِين کون، جوڙي جَنِ رکِيون،
اِها ساک سکيون، سامي ڏِيندءِ سِڪَ جِي.

(٩١)

عَشق اکِواٽي، ڪيو جنهن گُرگيات سان،
ڪَٽِي تنهن ڪُپَتِ جي، ڪوڙي ڪَهاٽي،
سَمُجهي ٿيو سامي چَئي، پَپوٽو پاٽي،
مَوجَ مِلي ماٽِي، آدي سِدِ اگاڌَ سان.

(٩٢)

عَشقُ اَيِدَ ڪَماءِ، سامي چَيو سَتگُروءَ،
اُلٽِي گَيانَ اڳَنَ ۾، جِيئَندي پاڻُ جَلاءِ،
پورَڻُ ڄاڻِي ڀيءَ ڪِي، نَڪي ڪڏُ نَ پاءِ،
ياوِين ڌُڪُلُ وڃاءِ، ياوِين رَهُ سَماڌِ ۾.

(٩٣)

عَشقُ ناهي آسان، سامي چَيو سَتگُروءَ،
پُڇُ تَني کون خَبران، جَنِ سَيَڪي ڪَيو قُربانُ،
رکَنِ نَ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اَيمانُ،
توڙي جڳي جَهانُ، تان ڀي مَستُ رَهَنِ مهراڻ ۾.

(٩٤)

عاشِقَ اَڪالي، ڪانِ نَ ڪَڏَنِ ڪَنهن جي،
مُکيُ رکيائون مَنَ ۾، ڪِميا خوشحالي،
وَرِتَنُ وَرِتَنِ وِڌِ سان، سامي سُڪالي،
وِلايَتَ والي، پورَڻُ ڏِسَنِ پَڌِرو.

(٩٥)

اَکِنِ مَنجهِ اَکيون، تَنهِن ۾ اکيون اَنيئَي،
تَنهن ۾ اَکِيون عاشِقَن، رمزَ ساڻُ رکيون،
ڪوڙَنِ مون ڪَنهِن هِڪِڙي، لَڪائي لَکيون،
سامي جَنهن سکيون، پَنجَ ئي ڪِيون وَسِ پانهِنجي.

(٩٦)

دوستَ جو ديدارُ، ڪَيو جَنهِن ڪَلپِتَ ري،
ٻُلو تَنهِن جي پاسَ مون، ڪامُ ڪِروڌ اَهنڪارُ،
سَدائين گُلزارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(٩٧)

عَجَبُ عَشقَ گُهتي، پيئندڙي مَنُ پَتيو،
اَوِديا سَبَ اندرَ جي، لَحظي مَنجھ لُٿي،
سامي پيو ڇُٽي، جَنَمَ مَرَڻَ جي دُکَ کون.

(٩٨)

جَنهِن کي پيئي جاڻَ، اَچي عَشقَ اَپيدَ جي،
مِٽي تَنهِن جي مَن مون، راتيان ڏيهان تاڻَ،
ٻِلي سَبَ سنسارَ جي، سامي سُرتِ سُڃاڻَ،
ٻيءُ ٻَرچِي ٿِي ٻاڻَ، تان ٻي ٻي ڪري ٻَيهي جان.

(٩٩)

جَنهِن کي بانُ لڳو، اَٽِيالو عَشقَ جو،
سو اُلَٽي اَنتر مُکُ ٿيو، ڇڏي ڊورُ ڏِڳو،
سامي مِلي سَروپَ سان، ٻولو ٻَرمَ ٻِڳو،
ٻيجو ڪو اڳو، ڏِسي نَ انيڪَ ٻَدَ ۾.

(١٠٠)

جَنِ کي لِڳِي لورَ، اَچي عَشقَ اَيدَ جي،
پَرچي کئي تَن پانهنجي، ڳوٺَ اَڳمَ ۾ اورَ،
سامي خودِ خُدائي، ماڻِنِ درسَنَ دَورَ،
تان پي اورنِ اورَ، مِلي مهد جَنَنِ سان.

(١٠١)

جا جانيءَ جي جاتِ، سا عاشقَن جي اَکِين،
مِٽي جَنِ جي مَنَ مون، سَبِ پَرائي تاتِ،
تَتِ کَيائون تَکيو، جَتي ڏينهَن نَ راتِ،
پائي دَرَسَنُ داتِ، ساماٽو سامي چَئي.

(١٠٢)

پَنڊِتَ آئون جوشي، رُڌا ليکي لُڙَ ۾،
عاشِقَ چَڙهيا اَچَ تي، چَڏي بي هوشي،
مکِ رکِيائون مَنَ ۾، کِميا خاموشي،
تَڏي ءُ کوسي، سامي سَهَنِ سِرَ تي.

(١٠٣)

ليکي وِڌو لُڙُ، سامي چَئي سَنسارَ ۾،
عاشِقَ چَڙهِيا اَچَ تي، کَري پَنج ئي پُڙُ،
سَنمکُ سِپِيرِيَن جي، لائي وِيَنا جُهڙُ،
جيئن گنگوکائي ڳُڙُ، مُشکي کُشِکي کِينَکي.

(١٠٤)

ڇڏي لوڪَ لَڄا، رکي خواهش عَشقَ جي،
سَمَ سوڪَمَ آڪاسَ ۾، ڪوڙي ڏِيانَ ڏَڄا،
سامي سُپيرِيَنِ جي، رَهي مَنجھِ رَڄا،
تَنهن ڪون پوءِ مَڄا، ملي ڪري محبوبَ سان.

(١٠٥)

اَکِن مَنجھِ اکِيون، تَنهن ۾ اکيون اَنيئي،
جوڙي جڳِتِ اَنوپَ سان، پِرِيَن پاڻَ رکِيون،
ڪوڙيُنِ مون ڪنهن هِڪِڙي، لڪائي لکِيون،
سامي جَنهِنِ سکِيون، پَنجئي ڪِيون وَسِ پانهنجي.

(١٠٦)

عاشِقَ عينُ اکَرُ، پَڙهي ڪَري پَرِپَڪَ ٿِيا،
سامي ڪَيائون صافُ سَڀُ، دُويتَ جو دَفِتَرُ،
پَرچي لَڏائون پانهنجو، بيگمپُرِ شَهَرُ،
اولَهُ اَئون اويرُ، ڏِسَنِ ڪونه اَڪاس ۾.

(١٠٧)

عاشِقَ اُڏارو، ڪنهن ڪان وَنُن ڪينڪي،
شاهُ ڪيائون سَتِگُرو، پاڳيوانُ پارو،
آهي جنهن جي آسري، پورڻَ پَسارو،
ڪولِي پنڌارو، سامي وينا سَمَ جو.

(١٠٨)

عاشِقَ اگهاڙي، اَلکَ لکائِنِ اَنيَئي،
سَمُجهي کو سامي چَئي، لِنوَ سان مَنُ لاڙي،
پِرتکُ ڏِسي پيءَ کي، خِيالُ کَڻُ ڦاڙي،
صُفا سڀ ساڙي،، اِستِتِ تِئي آکاسَ جان.

(١٠٩)

مُنهن سان بَکُ مَ بَکُ، سامي خِلوَتَ خاصَ جِي،
عاشِقَ عَجِيبَن جو، هَرِدَمُ رکَن حَقُ،
اَنَئي پَهَرَ غرقُ، رَهَنِ پَنهنجي حالَ ۾.

(١١٠)

پاتو جَنهِن مَرَمُ، پَرِچي جو پَرتيت سان،
سي تُکري، پاٽيءَ، لُنگ جو عاشق رکَن نہ غَمُ،
دوستَ ٻا جهون دَمُ، سامي کٿن کونہَ کو.

(١١١)

کَنهِن کي جائِنِ کينَ، عاشِقَ بنان عَجيبَ ري،
جڳَتُ جوتُ ڏِسي کَري، ٿِيا لاهوتي لِينَ،
توڙي کَنِ کوپِينَ، تان پِي راجا رانولَ ديسَ جا.

(١١٢)

عاشق اَلبيلا، ڪانَ نہ ڪَڍَن ڪَنهن جي،
مِلي ڪَنِ مَحبوبَ سان، مَمَتِ ري ميلا،
رَهَنِ پنهنجي حالَ ۾، سَدا سُهيلا،
گُرو ۽ چيلا، سامي مِليا سَچَ جا.

(١١٣)

عاشق اَنيئِي، ٻاٽي ٻولِنِ بيحَدي،
سامي سَمُجَهِن ڪينَڪِي، وادي ۽ وِڪِئِي،
ڏيئي ڪَندِ ڪَلِپ ڪي، ڪنهن گاهَڪ گِرهَڻُ ڪئي،
لوڪ پرلوڪُ ٻئِي، لنگهي چڙهيا لکَ تي.

(١١٤)

عاشق اکيون چارِ، رکَنِ سِڪَ سمجه جون،
ڏِسَنِ مُنهِن محبوب جو، بيٺا مُنجه بَزارِ،
چاڙنِ پيڌَ پرم ري، پورَڻُ پارِ اروارِ،
ٻانيڻ بارو بارِ، پيئنِ پيالو پريم جو.

(١١٥)

ڪاگِرَ سَبِ ڪوڙا، سِڪَ سَمُجَهَ ويساهَ ري،
اِئين چوَنِ تا اَنيئِي، جِنيءَ جا جوڙا،
جيڪي ماڻنِ مَستُ تي، درسن جون دَوران،
گهورنِ نِتُ گهوران، سامي ساڌ سَنگَتِ تون.

(١١٦)

سامي چَئي سَوادُ، جَنهن کي آيو سَهَجَ جو،
سي ڪَنهن سان ڪَرن ڪِينَڪِي، وائيءَ وِڪادُ،
هارَ جيتَ ڏُکَ سُکَ کون، عاشِقَ رَهَنِ آزاد،
ڪري مُدعي ماد، مِليا سُتَمَ سَروپَ سان.

(١١٧)

فِڪر کون ڦارڪُ، عاشق ٿيا اٽڪل سان،
جاڳِي ڪَڍياءِ جيءَ مون، لِنو سان اوديا لِڪُ،
اَندَرِ باهَرِ هِڪُ، سامي ڏِسَنِ سُپِرين.

(١١٨)

عاشق پُڇَنِ نَہ اَگهَ، دَرِ دَرِ ديوانن جان،
جَنِ کي ڏِني سَتِگُروءَ، سامي چَئي سَبَ سگهه،
پانوين وَرِتَنِ وِڏِ سان، پانوين رَهَنِ سنگهَ،
جَنگهه تي رکي جَنگهه، ماٽِنِ دَورَ دَرس جا.

(١١٩)

اِڇا ڪَيا عاجِزُ، اَنڌا جيءَ جهانَ جا،
لاهي سگهنِ نَہ لَڪَ ري، ڪوڙو ڪلپَ ڪَرجُ،
ڪو عاشِقُ چَڙهيو اَڇ تي، ساڙي پيائيءَ پَجُ،
سامي سَمتا سِجُ، ڏِٺو جَنهن اکِنِ سان.

(١٢٠)

عاشِقُ نِتُ اُداسُ، روئي رَتُ اکِن مون،
ڪَري سَڏُ سَڄڻَ کي، سُڏڪي پَري ساسُ،
لاٿو سَبُ لِڱنِ تون، مَحَبَتَ ڪري ماسُ،
سَهي ڪَنِ سَواسُ، سُتَهَ مِلي سامي چئي.

(١٢١)

عاشقُ ڪوٺائي، ۽ سانگو رَکي سِرَ جو،
عجيباٺيءَ آگ ۾، پاڻُ نَ پچائي!
ريجهَ بِنان رائي، توکي پِرِيَ ڪندا ڪِيئن پَنهِنجو؟

(١٢٢)

عاشقُ عَطائي، ڪوڙِيَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن کي لکَ اَلکَ جِي، اَنيئَ ۾ آئي،
ڪَري نَ ڪَتَرَ جيتري، وَري وَڏائي،
سامي سَيائي، رکي رَجاتَ هَرِ سان.

# عاشق (ب)

(۱)

اَچِي اَچانکَ، عَشقُ جاڳائي جَنهِن کي،
تَنهِن کي پَهُچائي پَدَ ۾، لُٽي سانُ لَٽَکَ،
سامي ٿِئي نہ سَروپ کون، پاسي هِکَ پَلَکَ،
وَ جَنِ ڍول ڏِمَکَ، تان پِي مَستِ رَهَنِ مَهرانَ ۾.

(۲)

بيحَدِ ڳاله باريکُ، آهي عَشقَ اگمَ جي،
کوڙنِ مون کَنهِن هِکڙي، طالِبَ کِي تَحَقيقُ،
سَهَجي ٿِيو سامي چَئي، جَنهِن سان روحُ رَفِيقُ،
نَئنَنَ کون نَجيکُ، سَتَهَ ڏِسي سپرين.

(۳)

عاشِقَ اَنَکَ جِنڏي، هَرِدَمُ رَهَنِ حَضورَ ۾،
وِيئا دَرِ دَرِويشَ ٿي، اَنَيَئہ کَٽي اَڏي،
سامي کَيا سُپرين، سَنَمکُ پانَ سَڏي،
چارَئِي نَئن گَڏي، پِيئنِ پِئارِن پريمَ رَسُ.

(۴)

اَزِغَئبي آيو، عَشقُ رَنگِيلو ايلچي،
هَٽِي چَماٽو هيڪڙو، اَڳِيون تَنهن لايو،
مِلائي مَحبوبَ سان، سامي سَمايو،
اَڻَ وَيو آيو، جيئن ڪَنگڻُ ڪَرَ جو.

(۵)

ڪَئي جو ڪِيتو، سامي پائِنِ ٿا سَڀي،
ڪو عاشِقُ چَڙِهيو اَڄَ تي، موڙِي مَنُ رِيتو،
پيالو پِريمَ اگمَ جو، پَرچِي جَنهِن پِيتو،
جاڳِي جڳُ جِيتو، ڏِسِي اَنيَڪِ آتما.

(٦)

ڪَري مُنهُن جهِڪو، عاشِقُ چَڙِهيو چِٽَ تي،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، رَهسِي راجَ تِڪو،
سورجَ جان سَنسارَ ۾، رَهي ڪِينَ لِڪو،
سُندَرُ سالُ سِڪو، سامي چَئي سَڀَ ڪاٿَهين.

(۷)

ڪانيءَ ڳُهڻُ ڪائِي، تِنِين عِشقُ الله جو،
ريڙهي وِيو رَمزَ سان، پاڪوڙا پائي،
سُوڏي ڪَيائِين سُڌِ مَنُ، چِلَ وِلَ ڇِڏائي،
پَدَ ۾ پَهچائي، سَماٽو سامي چَئي.

(۸)

ڪَري عينُ اَعتبارُ، عاشِقَ چڙهيا اَچَ تي،
ڪَٿي سَڀُ ڪَلپَتَ، جو، ڀيدُ ڀَرَمُ اَهنڪارُ،
پرچي پَرِچِنتا ري، پِئن پيالو سارُ،
اَندرِ باهرِ يارُ، سُتَمَ ڏِسَنِ سامي چَئي.

(۹)

ڪَري عَشقَ اُمَندَ، عاشِقَ چاڙهيا اَچَ تي،
سَٺيائون سَمرَتَ تي، پَرِچِنتا جي پَندَ،
ڀَرَنِ ڪينَ ڀَلَن جان، ڏيهي ٻَٽي ڏندَ،
سَدا اَڀيدُ اَکندَ، سامي رَهَن سُياوَ ۾.

(۱۰)

خَلقَ ۾ خالقُ، خلقَ وَسي خالِقَ ۾،
ساکَ ڏِئي سامي چَئي، اَنيَٽي عاشِقُ،
ڏِٺو جَنهِن آڪاسَ جان، هِردو سُوڌي هڪُ،
ميٽي ڦيرُ فرقُ، ماٽي مَوجَ مَهَتُ تي.

(۱۱)

تاڪَرَ نگَ تاهي، بيحَدِ بازي رَنگَ ڀَري،
سامي موهي وِسُ سَڀَ، ڦاهيءَ مَنجهِ ڦاهي،
رَهي اَليپُ آڪاس جان، ڪو عاشِقُ اَچاهي،
پورَنُ پاتِشاهي، ڪَري ڦُرني فوجَ ري.

(۱۲)

سُورَ وِيرَ، ٻِلي، سڪٽا وِيا سنسارَ مون،
جَني پَنهنجي زورَ سان، ڌَرتي سَڀ مَلي،
سامي ڳالهِ سَهي ڪَئي، عاشِقَنِ اَصُلي،
ميٺي ٻُري ٻَلي، مِليا سارَ سَروپَ سان.

(۱۳)

پَڙهي ٿِيا پَرپَڪَ، عاشِقَ اَکَرُ پريم جو،
رکيائون رَهتِ سان، ويڙهي سَڀِ وَرَقَ،
چَڙهِيا چيتَنَ چِتَ تي، لَنگهي اوٽَ اَٽَڪَ،
پائي رَمجَ رَسَڪَ، سماڻا سامي چَئي.

(۱۴)

پَڙهي ٿِيا پَرپَڪَ، عاشِقَ اَکَرُ پريم جو،
سامي مِليا سَروپَ سان، ويڙهي سَڀِ وَرَقَ،
ماڻِ سُکَ سَمِتا جو، لائي لِنوَ لَٽَڪَ،
اَندَرِ اونَ اَلَکَ، ڪَنهِن کي ڄاڻِ ڪِينَڪِي.

(۱۵)

جَنهِن عاشِقَ لايو، سَچو عَشقُ اَلاهَ سان،
جِيئَندي تَنهِن جهانَ جو، سَڀُ مَمَتُ مِٽايو،
ڄاڻي ڪونہ اَندَرَ ۾، پَنهنجو پَرايو،
سامي سَمايو، جَلَ پَپوٽو جَلَ ۾.

(١٦)

دانا ديوانا، عاشقَ سَڀ اَلله جا،
مِٿِي جَنِ جي مَنَ مون، نانا، انانا،
سَدا رَهَنِ سامي چَئِي، اُنَمَنَ اَلِسانا،
جِيئِين پَرِوانا، جَلِي جوتِ سَروپُ ٿِيا.

(١٧)

عاشِقَ اَلاهِي، هَردَمُ رَهَنِ حضورَ ۾،
ڪٿي جَن ڪِرِپا سان، ٿَرني جي ڦاهي،
سامي ڏَيَن سُک جي، اَگمُ اوگاهي،
مَستِي داناهي، آهي جنهن جي آسري.

(١٨)

عاشِقَ اَلاهي، اِستِتِ رهن آڪاسَ جان،
سَمُجهي ڪو سامي چَئِي، وِرَلو ويساهي،
ڪٽي جَنهِن ڪَرِپا سان، ڦُرني جي ڦاهي،
مَستِي داناهي، جاٽي مَوجَ دَرِياهَ جي.

(١٩)

عاشِقُ اگهورِي، پَلِ پَلِ پِيئِي پِريمَ رَسُ،
جَنهِن کي اَزِغَيبي لَڳي، لُنوَ ۾ لِنوَ لوري،
سامي لَڏي ساڌَ سَنگِ، مَحَبتَ جي موري،
هميشَ هوري، مِلي ڪَنِ مَحبوبَ سان.

(٢٠)

عاشِقَ اَلبيلا، ڪانڊِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي،
مَحَبَتَ جي ميدانَ ۾، مُڪِتا ڪَنِ ميلا،
ڏِيَنِ ڏيهِ اِيمانَ ري، اَنيَئِ اُتيلا،
گُرو اَئون چيلا، سامي تِيَنِ سَچَ جا.

(٢١)

عاشِقَ اَلبيلا، ڪانڊِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهِن جي،
لَنگهي چَڙهِيا لڪَ تي، ساگَرُ سُهيلا،
باهَرِ تون مان ۾ رَهَنِ، اَنتَرِ اَڪيلا،
گُرو اَئون چيلا، سامي تِيَنِ سَچَ جا.

(٢٢)

عاشِقُ عَجائِبُ، موجان ڪَري مَمَتَ ري،
سامي ڪَيو جَنهِن سُرتِ کي گگَنَ مَنجهِ گائِبُ،
هَردَمُ ڏِسي هِڪِڙو، سيڪَ سَچو صاحِبُ،
جَنهِن جو مَنُ نائِبُ، حاضُرُ رَهي حُڪُمَ ۾.

(٢٣)

عاشِقَ عَجائِبُ، واڪَ بولِنِ ويدانتَ جا،
چيٽي اَئون ڪُنچَرَ ۾، سمَ ڏِسَنِ صاحِبُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، تِي نيهي نائِب،
جو غيرتَ سَبَ غائِبُ، ڪَري گيات گگَنِ ۾.

(٢٤)

عاشِقَ عين اَصِيلَ، ٻاسي ٿِيَن نہ پيءَ ڪون،
جَنِ کي ڏِني سَتگُروءَ، رِيجهي رَمزَ رَنگيلَ،
پِيئَنِ پِئارِنِ پِريمَ رَسُ، سامي صافُ سَبِيلَ،
دِلِ جا سَڀِ دَلِيلَ، مِٽائي ماهِلُ ٿِيا.

(٢٥)

عاشِقَ اَستامَلُ، لکَ لَکائِنِ اَنِيَئي،
سَمُجهي کو سامي چَئي، پِريتوانُ پَربَلُ،
ڏِيئي کَندِ کَلپَ کي، لَهي مُکتِ مَحَلُ،
کَري جَنمُ سَڦَلُ، اِستِتِ ٿِئي آڪاسَ جان.

(٢٦)

عاشِقَ اَگهاڙي، ڳالهِ نہ کَرِنِ ڳُجَهہ جي،
کَٿِي جَنِ کَلپَنا، سامي سَپاڙي،
پوکي وِيٺا ٻَدَ ۾، سُتَهَ سِدِ واڙي،
ڏِسَنِ ڏِهاڙي، پانهِنجي اَکِئين پاڻَ کي.

(٢٧)

عاشِقَ اَگهاڙي، ڳالهِ نہ کَرِنِ ڳُجَهہ جي،
کَٿِي جَنِ کَلپَنا، سامي سَپاڙي،
لائي وِيٺا لالَ ٿي، ٽُريا ۾ تاڙي،
ڏِسَنِ ڏِهاڙي، پَنهنجي اَکِئين پاڻَ کي.

(٢٨)

عاشقَ اڳهاڙي، ڳالهہ نہ ڪَرِنِ ڳُجهہ جي،
ڏِسَنِ منهُنِ مَحبوبَ جو، ڏُنبَ ري ڏِهاڙي،
لائي لالَ گُلالُ تِيا، ٽُريا ۾ تاڙِي،
سامي سپاڙِي، ڪَڍِي ڇڏِيائون ڪَلپنا.

(٢٩)

نيڻَنِ جيءَ نِگاهَ، عاشِقَ ڪَٽِا ڪيترا،
ڪُوڪَنِ ڪَنجَهنِ ڪِينَڪِي، رَهَنِ بي پَرواهَ،
اَنَئِي پَهَرَ عَجيبَ جِي، سَهَجِي ڪَنِ صَلاحَ،
ڇَڏِي چِنتا چاهَ، سامي چَڙهيا سيرَ تي.

(٣٠)

عاشِقَ مَها مَلَنگَ، ڪانِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنهن جي،
پِيتِي جَنِ پِرَتِيتِ سان، سامي سَمَتا ڀَنگ،
سُمِهيا سُکَيَتَ سيجَ تي، تَنگ تي رکي ٽَنگَ،
راتيون ڏِينهان رَنگَ، مِلي ڪَنِ مَحبوبُ سان.

(٣١)

عاشِقَنِ اَصُلي، پِريتَمُ لَڌو پانهِنجو،
سيتَلُ تِيا سامي چَئِي، ميٽي ڪلپَ ڪُلي،
ماڻِنِ دَور دَرِسَ جِي، خوشيءَ سانُ کُلي،
ڀَرَمَ مَنجِهِ ڀُلي، ڪَڏِي پَوَنِ ڪِينَڪِي.

(٣٢)

مُٺِ جو مارگُ، وَڃي پُڇُ مُٺِ کون،
جي جِيئَندِي تَنَ اِيمانَ کون، عاشِقَ ٿِيا آلگُ،
سامي سُپيرَينِ کون، پوءِ نَ وِجَهنِ پگُ،
توڙي جَکِي جگُ، تَ بہ مَستُ رَهَنِ مَهَرانَ ۾.

# سهاڳڻ

(١)

سَيَڪا چِڪي چِڪَ، تہ آءُ سُهاڳڻِ شَهَ جي.
مَمَتا مَنائي مَنَ جي، ڪا وِرلي مِلي هِڪَ،
جَنهِن چڙهي سڪپت سيج تي، سامي لاٿي سِڪَ،
ٻيون سڀ چِٽن چِڪَ، سَمُجَهوَرائي سڪٽيون.

(٢)

وِرلي ڪا ماڻي، سُتَهَ سُکُ سُهاڳ جو،
جا ڪَري سُڌُ سَنبَتِ ڪي، اَدَبَ مَنجهِ آئي،
اَندَرِ باهَرِ سُپِرين، ساڻُ سَدا جاٽي،
سُمهِي پَٽُ تاڻي، سامي سڪپتَ سيجَ تي.

(٣)

جَنهين مَنُ ڏيئي، پِرين رِيجهايو پانهنجو،
سا سَهَجي سُهاڳڻ ٿي، پِرينَ ڳَلِ پيئي،
مَنَنِ ساڻُ مَرمَ جي، سَرِتيون سيئي،
تاريائين پيئي سامي پيڪا ساهُرا.

(۴)

پارِوَتي پَري، مورتُون ٿِئي نہ مَهيسَ کون،
سِيتا سَدائي رامَ جا، هِردي چَرنَ ڌَري،
تيئين سُرت سروپ سان، جُڙِي جتَنَ ڪري،
تَڏِي ڪارِجُ سَري، سيوئي سامي چَئي.

(۵)

سامي سائي ڄاڻُ، سُهاڳڻِ سَڄَڻَ جي،
جَنهن پَرچايو پِرينءَ کي، اَرپِي پانهنجو پاڻُ،
سَنسي ري شيوا ڪَري، سِڪَ صَبوريءَ ساڻُ،
پوري تَنهن جو پاڻُ، خاوندُ خالي نہ ڪَري.

(٦)

پڳونت کي پاٽِي، آءٌ سُهاڳڻِ سا چوان،
رکِي نيڻَ نيڻَنِ ۾، نرکي نِماڻِي،
ساهرن آئون پيکن ۾، سَهَڄِي سيباڻي،
سا راڻين جي راڻي، سامي ماڻي سيجَ سُکَ.

(۷)

پڳوَنت کي پاڻِي، تَنهن سان دعويٰ نام ڪا،
سامي مِلي تَنهن کي، پَٽُ پَردو لاهي،
پائي سُکُ سُهاڳَ جو، ڪِلِي ۾ ڪائِي،
سَنسو مِٽائي، جُهولِي جَهروڪَنِ ۾.

(٨)

جا شَهَ ڪي رِيجهائي، مان سهاڳڻ سا چوان،
اُتي ويهي آڳيا ۾، آڳيا ۾ ڪائي،
ڪڍي پاڻُ اَدَبَ سان، رَهي لِنوَ لائي،
سَهَجي سا پائي، سامي سڪ سُهاڳَ جو.

(٩)

جَنهِن رِيجهايو ڪَنتُ، آنءُ سُهاڳڻ سا چَوان،
چَڙهِي سڪپتَ سيجَ تي، ڪيلي نِتُ بَسنتُ،
پائي سڪ بي اَنتُ، سامي سَلي ڪِينَڪِي.

(١٠)

سُهاڳڻ سائي، ڪانڌُ جَنهن جي ڪَڇَ ۾،
مَمِتا مَيل اَندرَ ۾، رکي نَ رائي،
سامي سَدائي، ياڻي مَنجھ پِني رَهي.

(١١)

سائي سُهاڳڻ، ڪانڌُ جَنهِن جي ڪَڇ ۾،
سوگهي رکي ساهَ ڪون، سامي مَحَبَتَ مَنِ،
اوري اور اُنهيءَ جي، اَچي نِتُ آتڻ،
جهڙي سَمَ ساوَڻ، تهڙي مانگھ مَنگھرَ ۾.

(١٢)

سُهاڳڻِ سائي، جا پِرِ پَرچِي ڪِي پانهِنجي،
بِنان هار سِينگارَ جي، ڪَسمَ ڪي پائي،
ڪيهڙي ڳَٺيان مکَ سان، تَنهِن جِي وَڏائي؟
سامي سَدائي، مِلي رَهي مَحَبوبَ سان.

(١٣)

جيڪا ڪانڌَ ڪَئي، پرچي پانهنجي ڪَچَ ۾،
سا ماٺي سڪَ سُهاڳَ جو، سَدا مَتِ مَئي،
ڪَنهِن ڪي سَلي ڪِينَڪِي، مُنهن سان ڳالهِ چَئي،
تاري ڪُلَ ٻَئي، سونهين سَرتِيُنِ وِچَ ۾.

(١٤)

سُهاڳڻ سائي، جَنهِن ڪي پِر پانهِنجو ڪَيو،
سَنسو ڀَرَمُ ڇَڏي ڪري، اَدبَ ۾ آئي،
ڪائي ڪارائي سَيَ ڪي، مَحَبَتَ مِٺائي،
سامي سَدائي، سَنمکُ ڏِسي سُپِرين.

(١٥)

سُهاڳڻِ سائي، جَنهِن کي سِڪَ اَندرَ ۾،
جاڳي ڪَري جڳَ سان، جيئندي جُدائي،
ماري ڪَدي مَنَ مون، ٻِي سَڀ ٻِيائي،
سامي سَدائي، مِلي رَهي مَحَبوبَ سان.

(١٦)

سُھاڳڻِ ڪا ھِڪَ، ٻيون سُھسين ڪن سِنگارَ ٿيون،
سامي سُٻيرينَ جي، جَنھِن کي سَچي سِڪَ،
پاتائين پَرچي ڪَري، آتمَ سُکُ اَڏِکَ،
ٻيون سَڀِ چٽَن چِڪَ، ٿيون مرم ورائي مَنَ مکِيون.

(١٧)

سُھسين ڪَنِ سينگارُ، سُھاڳڻِ ڪا ھِڪڙي،
پاتو جَنھِن پَرتيتِ سان، حليميءَ جو ھارُ،
چَڙھي سکپت سيجَ تي، پيئي نِتُ پَتارُ،
ٻيون سَڀِ تَيِنِ خُوارُ، سِڪَ وَرائي سکَيُونْ.

(١٨)

پَتارَ کي پائِي، سا راتِين جي راتِي ٿِي،
سامي مِلِي تَنھِن کي، وَڏي وَڏائي،
رِڌيون سِڌيون بانھيون، سَڀِ ڪَرِنِ ڪَمائي،
سَڄَڻُ سَدائي، نھاري نيڻَ پَري.

(١٩)

سھاڳڻَ سينگارَ، ڪري ڪِينَ ڪَپَٽَ جا،
پَرچي پانھنجي پيءَ سان، لاٿي جنھن لِنوَ تارَ،
اَنَئي پھر اَندرَ ۾، سامي رکي سَنيارَ،
پوڳي پوڳَ پارَ، تان پي رَھي اَليپُ آڪاسُ جان.

(٢٠)

ساراٽِن جي راڻي، جنهن لَڌو سک سهاڳ جو،
ساهرن ۾ پيڪن ۾، سَهَجِي سڀاڻي،
سامي شَمَ ياڻي، سا پلڪ پراهون نـَ ٿِئي.

(٢١)

سهاڳڻ کي سَتُ، سامي ڏسيو سَتِگُروءَ،
جانِ وِڃائي پانهنجي، آڳِيا مَنجھ وَرَتُ،
ياوِين ڪَتُ مَ ڪَتُ، پَرچِي رَهُ پِرينِ سان.

(٢٢)

سَنسو ڪوه ڪري، سُهاڳڻ دُکَ سکَ جو؟
ڪانڌُ جَنهن جي ڪَڇَ ڪون، پَلڪَ نـَ ٿِئي پري،
رکِي نيڻَ نيڻَن ۾، سامي سَدا نَري،
مَنجهين تارَ تَري، تـَ پِي لَهر نـَ لوڙِي تَنهن کي.

(٢٣)

اَدَبَ ريءَ اَجهاڳَ، ڪَن سينگارُ سَريرَ جو،
سَونپي سُپيرِينَ کي، ڪَنهن وِرِليءَ ڏِني واڳَ،
اَچي جاڳِيا جَنهِن جا، سامي ياري ياڳَ،
ڇَڏِي نانا راڳَ، ماڻي سُکُ سُهاڳَ جو.

(٢٤)

هُئي تاوَ تَتي، تَنهِن کي پِرَپِرَچي سِيتَلُ ڪَيو،
تَپَتِ تِنِ تاپَنَ جي، رَهِي نَہ هِڪَ رَتي،
جانَ وِيائي پانهِنجي، محبتَ مَنجهِ مَتي،
پائي پرانَ پَتي، سامي لُڏي لاڏَ ۾.

(٢٥)

مُئي پانَ مَ ڀَڳِ، مَتان ڏِسِهِن ڏُک ڏهاڳَ جا،
پوئي پاءِ ڀَڳِيءَ ۾، سامي مَحَبتَ مَڻِ،
تَہ سَهجِي سُهاڳِڻِ، پِرين ڪَريئي پَرچي.

(٢٦)

پِرينِ ري پيئي، ڏهاڳِڻِ ڏُکنِ ۾،
سامي سُهاڳِڻِ جا، وِيا سَنسا سَيئي،
تَنهِن کي پَئہِ ڪيهي، سَڄَڻُ جَنهِن جي ڪَڇَ ۾.

(٢٧)

ڏهاڳِڻِ کي ڏُکَ، وَرَ وَرائي ڪيترا،
سَڄَڻُ جَنهِن جي ڪَڇَ ۾، تَنهِن کي دُکَ نَہ بُکَ،
نَکِي ساڙي پارو، نَکِي لَڳي لُکَ،
سَبَ مِٽائي جُکَ، سَنمکُ ڏِسِي سُپرِين.

(٢٨)

پرينءَ هَٿُ رکي، نِماڻي نِهالُ کِي؛
پَرچي کِيائون پانهِنجي، سُهاڳِڻِ سکي،
آتمَ رَسُ چکي، سامي لُنوَ لُنوَ لالُ ٿي.

(٢٩)

پرچي جَنهن پَکو، لَڌو پيرُ پِرِيَنِ جو،
سو رَهي پانهنجي حالَ ۾، راتِيون ڏينهَن تَکو،
پائي سُمهيو کَڇَ ۾، سامي پارُ پَکو،
گنگا گيا مَکو، پَوين کِينَ پِلَن جان.

(٣٠)

ماڙيءَ سَتَ دريون، سَڀِني ۾ ڏِسُ سُوجِهرو،
وينو ٿِي تَنهِن مَحَلَ ۾، خاوندُ ڏِيرَ ڏَريون،
اُنهيءَ خِلوَتَ خاصَ ۾، کي پَهُچَنِ پريمَ پَريون،
سامي رَهنِ ٺَريون، پائي سکُ سُهاڳَ جو.

(٣١)

ڏهاڳِڻِ پيئي، وَرَ وَرائِي ڏُکَ ۾،
چَپَ چِٽِيندي راتِڙي، وِهامي ويئي،
سامي سُهاڳِڻِ کي، آهي پَٽَ کيهي؟
جَنهِن تَنُ مَنُ ڏَنُ ڏيئي، پِرُ ريجهايو پانهنجو.

(٢٢)

سکيءَ کون سکي، پُڇي سکُ سُهاڳَ جو،
مُشڪي ڪُشڪي ڪِينَڪِي، ٽيڙِي رَمِز رکي،
سامي سِڪَ سَچيءَ سان، سارِي لکَ لکي،
چاڙِي جَنهِن چکي، ڳالهہ نہ ڳُجهي تَنهِن کون.

# سُهاڳڻ (ب)

(۱)

پَرِڻيءَ کون ڪُنواري، پُڇي سڪ سُهاڳَ جو،
هُنَ مُشڪي ڏِنو مَرمَ سان، بيحَدِ ڏس يارِي،
پَرِڻي پَوندءِ پائُهي، سامي سُڌِ ساري،
خِلوَتَ جي خُواري، بَتَندي نانهِ بَزارِ ۾.

(۲)

سُهاڳڻِ سينگارُ، ڪَيو سَمَ سَنتوکَ جو،
چَڙِهي سُکَپَتِ سيجَ تي، پيئي نِتُ پَتارُ،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، سامي چَئي سڪ سارُ،
رکِي لوڪاچارُ، وَرِتِي وِڌِ وِيچارَ سان.

(۳)

سُهاڳڻِ سَچي، پاسي ٿئي نَ پيءَ کون،
سُمهي سُکَپَتِ سيجَ تي، ڇڏي ڪَلپَ ڪَچي،
وَرِتي سَمَ سَنتوکَ سان، سامي رَنگِ رَچي،
آتَڻَ مَنجهِ اَچي، آدرُ پائي اَڻَ ڳَڻيو.

(۴)

سُهاڳڻِ سَچي، پاسي ٿِئي نہ پيءُ کون،
سُمِهي سڪَپَٽ سيجَ تي، مينٽي ڪَلپَ ڪَچي،
سُتَهَ سِدِ سامي چَئي، رَهي رَنگِ رَچي،
جِئين ڦُلُ پچي، سڳَندُ سَوادي سو ٿِئي.

(۵)

ناري پيءُ پِياري، پاسي ٿِئي نہ پيءُ کون،
جَنهِن کي سکَ سُهاڳَ جي، پيئي سُدِ ساري،
ڪَنهِن کي سَلي ڪِينَڪِي، بيحَدِ سکَ ياري،
نَيَ جان نِياري، وَرتِي سَيَ وَهنوارَ ۾.

(٦)

سائي پِياري، نِرمَلَ نارِ پِتارَ کي،
حاضِرُ رَهي حُڪمَ ۾، سَچَ سان سينگاري،
ڪَري نہ ڪَتَر جيترِي، ڏَنيَ سان ڏيکاري،
سامي سکَ ياري، ماڻي سيجَ پِتارَ جو.

(٧)

سائي سُهاڳڻِ جاڻُ، جَنهِن کي پَو پِتارَ جو،
رکي نہ رَتيءَ جيترو، مَنَ ۾ مَمَتا ماڻُ،
سُمهي سڪَپٽ سيجَ تي، اَرپِي پَنهِنجو پاڻُ،
صِدِقَ صَبوريءَ ساڻُ، سامي سَيَ سيوا ڪري.

(٨)

سُهاڳڻِ سائي، ماڻي سکُ سُهاڳَ جو،
سامي جَنهِن سيجا چڙهي، لِنوَ سَچي لائي،
رکِي سَمَ سَنتوکَ سان، سَنَمکُ سَدائي،
وائي وَڏائي، کَري نَ کَتَرَ جيتري.

(٩)

سُهاڳڻِ سائي، ماڻي سکُ سُهاڳَ جو،
ميندي جَنهِين مَحَبَتَ جي، لِڳَنِ کي لائي،
سيجا سِيلَ سَنتوکَ جي، وڏِ سان وِڇائي،
سا سامي سَدائي، کانڌُ وِهاري کَيڄَ ۾.

(١٠)

سُهاڳڻِ سِياڻي، سيوا کَري سَيَ جي،
تُوڙي پيدَ پَرَمَ کي، پَرِتا کي پاڻي،
چڙهي سکَيَتِ سيجَ تي، تي راڻِنِ جي راڻِي،
سامي سماڻي، رَهي سَمِتا سکَ ۾.

(١١)

ڪاکِي ڪوهُ کُڏي، کَري سينگارُ سُهاڳَ ري،
ڇَڏي سِيلَ سَنتوکَ کي، ٻِيائيءَ مَنجهه ٻُڏي،
ڏِسي سا تَدَ روپَ کي، جَنهِن غيرتَ کَڍِي ڳُڏي،
سامي سَدا لُڏي، پِريمَ هِندوري پيءَ سان.

# ڇهہ، انارهن، چار

(١)

اَنَئي پَهَرَ اُچارُ، تا ويدَ ڪَرِنِ وِستار سان،
نانا روپَ رَچِي ڪَري، سيڪَ لڪائنِ سارُ،
ڇيٺيءَ اَئون ڪُنچَرَ ۾، اَٿي اونڪارُ،
سامي يڳت ڀِندار، ڪن ياڳ يَرين ياڳي پيو.

(٢)

چارئي تا چوَنِ، هَلُ هيٺاهينءَ واٽڙي،
مَٿاهينءَ ۾ مامرو، ڏاڙا ڏيرَ ڏونِ،
مَتا توهِي سا ڪَنِ، مَڏيءَ ڏٺي مامرو.

(٣)

چوَنِ تا چارِي، هَلُ هيٺاهينءَ واٽَ تون،
مارِجَنِ مَٿاهينءَ ۾، تا اُپرُ اَهَنڪاري،
اَٿي خُدي خُواري، نِئڙي وَنج واٽڙي.

(۴)

ڇهہ اَنارَهن چارِ، ڳالهِ ڇوَنِ تا هِڪڙي،
دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان، ناحَقُ ڪينَ نِهارِ،
گُرگمَ پانهنجي گهرِ ۾، غيبي غوطا مارِ،
تہَ پورَنُ پارَ وارِ، سامي ڏِسين سُپرين.

(۵)

ڇهہَ اَنارَهَن چار، ڳالهہ ڇوَن تا هڪڙي،
دَرِ دَرِ ديوانَنِ جان، ناحَقُ ڪيمَ نِهارِ،
مِلي ساڌ سَنگتِ سان، بيحَدَ ڏِيئو بارِ،
تہ بيٺي منجھ بزار، سامي ڏِسين سُپرين.

(٦)

ڇهہ اَنارَهن چارِ، ڳالهِ ڇوَنِ تا هِڪڙي،
سامي وَسي سُپرين، پرچنتا ڪون پار،
هيڏي هوڏي هتڙا، بِنان مرم نہ مارِ،
نرمل نينءَ نِهارِ، تہ گهر ۾ ڏسين سوجهرو.

(٧)

ڇهہَ اَنارَهن چارِ، ڳالهِ ڇوَنِ تا هِڪڙي،
يڪتِ ڪَري يڳوانَ جي، نانا يَرمَ نِوارِ،
مِلي مايا موهَ سان، هِيرو جَنَمُ نہ هارِ،
ساجُهرِ پاڻُ سَنيارِ، مَتان پَوِين پوءِ ڏکَنِ ۾.

(٨)

رَهِيا سَبِ ڇَئي، ڇِمَ اَنارَهن ڳالِهِ هِڪَ،
سامي اَوِڊيا جَلَ ۾، وِيَڙا مُوڙهِ وَهي،
تيناهون ڏُورِ رَهي، مورَتَ مَحَبوبَنِ جي.

(٩)

رَهِيا سبِ ڇَئي، ڇِم اَنارَهَن ڳالِهِ هِڪَ،
سامي اَوِڊيا جَل ۾، وِيَڙا مُوڙهَ وَهي،
ڪَنهن سُڄاڳي سورمي، ڪَيَڙي ڳاله سَهي،
تنهن پنهنجو پاڻَ پَهي، ڏٺو اَنيُ آتما.

(١٠)

ويدَنِ ڪَئي وادِ، جيوَنِ ڪاڻِ سَروپَ جي،
ڏِٺائون جِيوَنِ ۾، اَوِڊيا جي اُپادِ،
ڏَسِيائون سامي ڇَئي، ڀِڳَتِ ويراڳُ سَمادِ،
ڏِٺائون گهرُ يادِ، جو پوربُ پانهنجو هُئو.

(١١)

ويدنِ واڪُ ڇَيو، سَچو سَمَ ساڪياتَ جو،
ڪَنهِن سُڄاڳي سورمي، سامي سَهي ڪَيو،
جَنهِن پِيتو پيالو پِريم جو، اَڦُرُ اَنَ مَيو،
جِڏي ناهُ ٿَهيو، پاڻُ وَرائي پاڻ سان.

(١٢)

ويدنِ جي واٽي، سارُ لکائي سڀَ کي،
کوڙنِ مون کنهن هِکڙي، جاڻَ اِها جاٽي،
در دَرِ ديوانن جان، کري نَہ کهاٽي؛
پارو ٿيو پاٽي، سامي سورجَ سان ملي.

(١٣)

ويدَ لکائن واٽَ، ٿا آتمَ پَدَ اَپارَ جي،
نانا روپَ رَسَ ڀَريا، گهڙنِ اَنيڪ گهاٽَ،
هِڪَ هَٽ لَڌون لوبَ جو، ٻئي هٽ هٽن ڇپاٽَ،
لِکيو جَنهن لِلاٽَ، تَنهن کي سامي مِليو ستگُرو.

(١٤)

ڀرين ڳالهنِ کون ڀارِ، اَٿي ڳالِهنِ جي ڳوٺَ ۾،
اِئين چَوَنِ ٿا آدِ جو، چهہ اَنارهَن چارِ،
سَمُجهي تون سامي چئي، نانا ڀَرَمَ نوارِ،
بيحَدِ ڏِيو ٻارِ، تہ ڀَسَنُ ٿِئيئي ڀِرَ جو.

(١٥)

وِمَلَ ويدُ کَٿي، ٿو واٽيءَ ۾ نِرواڻَ کي،
سامي سُخَنَنِ سان کري، ٿو کَڍي سارُ مَٿي،
ليکي لَٿي ڀَٽي، باقي سيکَ سَروپُ ٿيو.

(١٦)

شاستِرَ ويدَ پُرانَ، سِدِ ڪَرِنِ ساڪيءَ ڪي،
جُڙيِي ڪاڻِ جڳَتَ ڪي، ڏَسنِ جَپُ تَپُ دانَ،
سمجهي چڙهيا سِير تي، ڪي سامي سَنتَ سُجانَ،
ڪَلِپتَ رهي ڪانَ، تَنِين ۾ تِرَ جيتري.

(١٧)

سامي سِدِ ساڌَنُ، ويدَنِ ڪِيو وِيچارَ سان،
جَنِمَنِ جي هِنَ جيءَ ۾، آهي مَيلُ مَنَنُ،
تِيو نہَ مَنُ اَمن، جڳِتِ بِنان جڳدِيسَ ۾.

(١٨)

ويدن جو وڪاڻُ، سروتِن ڪِيو ساڪِياتُ ري،
نيشِٽي ويدَ وِيچارَ ري، تارِيو پنهنجو پاڻُ،
سروتِي نيشِٽي، گِيانَوانُ ڪو سَنِي اَنگنِ ساڻُ،
ڪوتَنِ جو ڪلياڻ، تنهن سامي ڪَيو شَڪتِ سان.

## (ب)

(١)

ڪَرَمُ، اُپاسَنا، گيانُ، ڳالهِ چوَنِ ٽا هِڪڙي،
سَمُجهي ڪو سامي چوي، نيهي نِرَ اَيمان،
ڏِنو جَن اکِن سان، اُلٽي اَنيَءَ يانُ،
پائي پَدُ نِرَباڻُ، مَستُ رَهَنِ مهراڻَ ۾.

(٢)

گورکَ، نارَدَ، دَتَ، لکَ لکائي هِڪڙي،
سَمُجهي ڪو سامي چئي، عاشِق اِشارَتَ،
ماٺي ڏورَ دَرِسَ جي، ڪٽي سَڀ ڪَلپَتَ،
رَهي مَنجهِ جڳَتَ، سَدا اليپُ آڪاسَ جان.

(٣)

ڇهَ اَٺارَهن چارِ، ڳالهِ چوَنِ ٽا هِڪڙي،
ڪَٿَنِ حَرَفَ حِسابَ ري، سَڀ ٻيجي جي ٻارِ،
سامي سَمُجهي ساڌَ سَنگ، ڏيرَجُ هِردي ڌارِ،
پَرِچي لَنگهي پارِ، اَڻَ هوندي آڙاهَ ڪون.

(۴)

چَهه اَنارَهَن چارِ، ٻَالهِ چَوَنِ ٽا هِڪَڙي،
سامي هن سَنسارَ جو، ڏٺو سڀ وِسار،
ڏِيکيا داتِ گُروءَ جي، هَردَمَ هِردي ڏارِ،
دوستَ جي دَربارِ، پَهُچي پورَنَ پاڪُ ٿي.

(۵)

چَهه اَنارَهَن چارِ، ٻَالهِ چَوَنِ ٽا هِڪَڙي،
هيڏي هوڏي هَٿَڙا، بِنا مَرمَ نَہ مارِ،
سامي سَنتَنِ سان مِلي، مَنَ ۾ ڏِسُ مُرارِ،
شَهَرُ، بَحَرُ، بازارِ، آهي جَنهن جي آسِري.

(٦)

چَهه اَنارَهَن چارِ، سامي لکائِنُ سارُ هِڪُ،
پورَنُ جاڻُ پَرَماتَما، نانا يَرَمُ نِوارِ،
مِلي مايا موهَ سان، هيرو جَنَمُ نَہ هارِ،
ساجُهرِ پاڻُ سَنيارِ، مَتان پَوين پوءِ ڏُکَنِ ۾.

(٧)

چَهه اَنارَهَن چارِ، ٻَالهِ چَوَنِ ٽا هِڪَڙي،
سامي سُڄَ وَسَنوَ جي، ويهي ڏِسُ وِچَ ڪارِ،
ڪيرُ ڪَري سِدِ سَڀَ ڪي، آهي ڪَنهن آڌارِ،
سَمُجهِي مَمِتا مارِ، تَہ ماڻين سُڪُ سَروپَ جو.

(٨)

ڇَهِ اُنارَهَن چارِ، ڳالهِ چوَنِ ٽا هِڪڙي،
پُٺي ڏيئي پاڻَ کي، پَلِ پَلِ ڪيمَ پُڪارِ،
سامي ساڌَ سَنگَتِ جي، ڊِيکيا هِردي ڌارِ،
واچَ سَيائي وارِ، ليکڻِ وٺي لکَ جي.

(٩)

ٻاٽي لکائي ٻوڌَ کي، سا ٻوڌَ سَروُپَ ٻاٽي،
پاٽيءَ اُتَنِ ڀِڀوتِڙا، سي ڀِڀوتا پاٽي،
سامي چَئي ڪَنهِن سورِمي، جاڻَ سَچي جاٽي،
موجَ مِلي ماٽي، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

(١٠)

ٻُڌي ويدَ وَچَنُ، مَحِيو جَنهِن مَحَبتيءَ،
ويهي ڪَيو تَنهِن وِڌِ سان، نِرمَلُ نِدِ ڌِياسَنُ،
جاڳي ڏٺائين جوتِ ۾، پَرميسَرُ پورَنُ،
سَدا مَستُ مگهن، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١١)

ويد چوَنِ هِڪُ واڪُ، عَينَ اَيِيدَ اَنيئي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مُشتاقُ،
جَنهِن جا ڪَري سَتِگُرو، چَشمَ جڳائي چاڪُ،
پَرِچَنتا ڪون پاڪُ، پورَنُ ڏِسي پيءَ کي.

(١٢)

ويدَ چَوَنِ هِڪُ واڪُ، سَمِتا سِڪُ سِڪيِاتُ،
سَمُجهي ڪو جَنُ سورَمو، ڪَري سَنتَنِ سان ساڪُ،
سُتَهَ ٿِئي سامي چَئي، پَرِچِنتا ڪون پاڪُ،
چُٽيءَ چاڙهي طاقُ، رَهي رَنگَ مَحَلَ ۾.

(١٣)

ويدَنِ جي واٽي، سارُ لِڪائي سَڀَ ڪي،
ڪوڙَنِ مون ڪَنهِن هِڪَڙي، ڄاڻائيءَ ڄاڻِي،
مِٽي جَنهِن جي مَنَ مون، ڪوڙي ڪَهاڻي،
موجَ مِلي ماڻي، سامي سُپيرِيَنِ سان.

(١٤)

ويدنِ جي واٽي، سارُ لِڪائي سَڀَ ڪي،
لَڌي ڪانِ خوشيءَ جي، ڪَنهِن پريتَمَ پُراڻِي،
ڪنهن ڪي سَلي ڪِينَڪِي، اَڪَهَ ڪَهاڻي،
مَوجَ مِلي ماڻي، پاڻَ وَرائي پاڻَ ۾.

(١٥)

ويدَنِ جا مَها واڪَ، سُتَهَ لِکائِنِ سَمِتا،
سَمُجهي تِيا سامي چَئي، مَحَبَتي مُشتاقَ،
چَڙهيا چيتَنَ چِٽَ تي، سَٽي سَڀِ سَنگَ ساڪَ،
پَرِچِيا رَهَنِ پاڪَ، پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾.

(١٦)

ويدَنِ واڪُ چيو، عينَ اَيدُ اُٿيئي،
ڪَنهِن سُڄاڳي سورِمي، سامي ٻهي ڪيو،
پاڻَ وَرائي پاڻَ سان، ڇڏي ناهَ نَهِيو،
اوُنهو اَنَ ميو، ماڻي سڪُ سَروپَ جو.

(١٧)

ويدَنِ وَچَنُ چيو، سوڌو صفائيءَ جو،
ڪوڙِن مون ڪَنهِن هِڪڙي، گاهَڪ گُرَهَڻُ ڪيو،
پيتو پيالو پريم جو، عاشِقَ اَنَ مَيو،
ڇڏي ناهَ نَهِيو، سامي سارَ سَروپَ سان.

(١٨)

ويدَنِ واڪاري، پڙو گُهمايو پِريمَ جو،
ٻُڌي ڪو ٻانيَنُ چئي، ڏِيرَ سَچي ڏاري،
پاڻَ وَرائي پاڻَ کي، ڏِسي ڏيئو ٻاري،
نانَتُ نِواري، ماڻي دَورَ دَرِسَ جي.

(١٩)

شاستَر سُمرِتَ، ويدَ لک لکائِن هِڪڙي،
سَمُجهي ٿِيا سامي چئي، عاشِقَ عينَ اَيدَ،
ڪَرِن نَ ڪَتَرَ جيتري، ڪَنهِن جي وِڏِ نِکيدَ،
ڄاڻِن سياهَ سُپيدَ، سڀي رَنگَ رَنگيءَ جا.

(٢٠)

سامي سَنتَ چوَنِ، تا ڳالهِ مِڙيئي هِڪڙي،
جَنِ کي سِڪَ اَندرَ ۾، سي سودا سَمُجهَنِ،
اَنيئـِ پَڌُ پائي ڪَري، ڪَنهِن کي ڪِينَ سلَنِ،
سَدا غرَقُ رَهَنِ، پاڻُ وَرائي پاڻَ ۾.

# لَڪشڻ

(۱)

مورکُ سو آهي، جو سَچُ سُڃاڻي ڪِينَڪِي،
پاڻُ پانهنجو پاڻَ ۾، وِيٺو وِڃائي،
سَمُجَهه ري سامي چَئي، ڏِڪا نِت ڪائي،
جهاتي نَ پائي، گهڙِي پانهنجي گهرَ ۾.

(۲)

واٽيءَ پُلايو، وَڃِي پِيو آزاهَ ۾،
واٽيءَ ڏيئي هَٿَڙا، ساگرُ لَنگهايو،
اِهو وَلُ اَلوَلو، ڪو سَمُجهِي سَمُجهايو،
سَمُجهِي سَمائيو، تَڏِي سکي ٿِيو سامي چَئي.

(۳)

وِرلو وِيچارِي، ڪو سامي سِڪُ گُروءَ جو،
پاتو جنهن پَرتيت بِسان، يڪِتُ پَدُ ياري،
ڪَندو ڪَٽي گِيانَ جو، مَمَتا سَبَ ماري،
سَمُجهِي سَچارِي، چڙهِيو اَنيٺِي اَڄَ تي.

(۴)

سو پريمي پورن، سو جوڳي جيوَنِ مُڪت،
پاتو جَنهِن پَرِتيتِ سان، گهَرو گيانَ اَڳن،
اَلکُ لکي سِندُ ۾، جِڏي دَرسَ درسَن،
سدا مَستِ مگن، سامي رهي سياوَ ۾.

(۵)

سو پريمي پورَڻُ، سو گُرَمکُ سو گياني وانُ،
جو رهي پانهنجي حال ۾، سامي سدا مگن،
گهٽِ وَڌِ واٽيءَ واچَ ڪي، ڪَلِپِي ڏِٺي نہ ڪَنَ،
ڪَڍِي ڪانو پَنُ، ڏِسي اَنيڪ اَنَ ڪي.

(٦)

سو پريمي پارِکُ، سو گُرَمکُ سو گيانِ وانُ،
ڏِٺي ڪَندِ ڪَلِپَ ڪي، لَکِيو جنهن اَلکُ،
ڪاٽي ڏِسي ڪونَکو، ڪَرِتاپا جهون ڪکُ،
سَدائي نِرِپکُ، سامي رَهي سياوَ ۾.

(٧)

سو پريمي پربَلُ، سو اَوڌُوتي آتما،
جو ماري سَيوئي مَنَ جو، سامي سارُو دَلُ،
ويهي اَنيڪ تختَ تي، نِياءُ ڪَري نِرملُ،
جيئِين جل سان جَلُ، تيئِين مِلي مَحَبوبَ سان.

(٨)

سو نيهي نِشڪامُ، سو اَوڏوتي آتما،
جَنهِن سامي ساڌَ سنگت ڪي، پَرِچي ڪَيو پرِڻام،
پاتائين پورڻُ تي، اَنيڪُ پَدُ اِنعام،
ڪري اَنَ آرام، سُمِهيو سُکِ سيجَ تي.

(٩)

سو نيهي نِرويرُ، سو اَودوتي اَنيئي،
گهڙي لَڌو جنهن گهرَ مون، اُبيريءَ جو پيرُ،
ميٽِيائِين مالُومُ تي، سَڀُ اگيانُ اَنڌيرُ،
رائي ۽ سُميرُ، سمُ جاڻي سامي چئي.

(١٠)

سو نيهي نِرمَلُ، سو اَودوتي اَنيئي،
مِٽِيو جنهن جي مَنَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
اَندَرِ ٻاهَر آتما، ڏِسي عَينُ اَچَلُ،
پاسي تِئي نَہ پَلُ، ماڻي موجَ مَرمَ سان.

(١١)

سو نيهي نِرٻاڻُ، سو اَودوتي آتما،
ڏِٺو جنهن اکِنِ سان، اُلَٽي اَنيئي يانُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ نَپَ جان، سُتهِ سِدِ سَمانُ،
جاڳي سَڀُ جهانُ، لَئہ ڪَيائين لَکَ ۾.

(١٢)

سو نيهي نِرڏَڙِڪُ، سو اَوڌوتي اَنيئي،
ڏٺو جنهن آڪاسَ جان، خلق ۾ خالِقُ،
پيئي پيئاري پريم رَسُ، ميٺي سَنسو سَڪُ،
سدائي گرڪُ، سامي رهي سياوَ ۾.

(١٣)

سو بِرَهي بانڪو، سو اَوڌوتي آتما،
جيئندي ڪيو جنهن جڳَ ۾، مَري ميڙا ڪو،
ڪنهن کي ڏئي ڪِينَڪِي، فِڪرُ ۽ فاڪو،
دَمَ دِسان ڏاڪو، سامي وِجهي سَمَ جو.

(١٤)

سي نيهي نِربانُ، سي ساڌو جَنَ سورما،
جيتيا جَنِ گُرگيات سان، پَرچي پنج پٺانَ،
ويٺا ڪايا گَرِهَ ۾، ڦيري اَنيئي آنَ،
پانُ وَرائي پانَ، سَيُڪي ٿِيا سامي چئي.

(١٥)

سو نيهي نِرڏَڙِڪُ، سو يِگتُ ياڳُوَتي،
سامي جَنهن کي سَتِگُروءَ، پاڙهي ڪيو پَرِپَڪُ،
وَرِتي سَبَ وَهنوارَ ۾، ڦُرِني ڪون ڦارڪُ،
ياوين عينَ الحَقُ، ياوين بولي رام رام.

(١٦)

چڱا سي چڱجَنِ، چڱو جَنِين جي چتَ ۾،
بُرائيءَ ڪَنهِن جيءَ ڏي، سامي ڪين ڏسنِ،
ديا دِرشٽ رکي ڪَري، سَبَ تي ڪِرپا ڪَنِ،
سَدا سَمَ رَهنِ، اِستِت آتمَ پَدَ ۾.

(١٧)

سوئي سَتِ سنگي، مَرمُ جنهين جي مَنَ ۾،
جاڳي ڪَڍيائين جيءَ مون، سامي طَلَبَ تنگي،
صاحِبُ سَرِبنگي، ڏِسي ڀيدَ ڀَرَمَ ري.

(١٨)

سوئي جڳياسي، جو رَهي گُرگِياتِ ۾،
مايا ڀَڃاوي جان، ڄاڻي سَڀَ ناسي،
سامي بيگم پور ۾، وَڃي ٿِئي واسي،
اَبِنُئي آڪاسي، ڏِسي پَدُ اکِنِ سان.

(١٩)

سَنگتِ سا پَرواڻُ، جا مَمَتَ مِٽائي مَنَ جي،
جڳتِ سان جوڙي ڪَري، پِرگهٽُ لکائي پاڻُ،
سامي رَهي ساڻُ، جيئندي مُئي جيءَ جِي.

(٢٠)

سو دَرٻاري داسُ، جَنهِن کي سَچُ اَندَرَ ۾،
سامي سدائين رهي، کَلِ کَلِ کون کَلاسُ،
ڏئائين گُرگِيات سان، اَنيئِي جو آڪاسُ،
جنهن ۾ پرم پرڪاش، سو ساکي سورج جان رهي.

(٢١) 619

مومِنُ مُسِلمانُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو واصل وحدت ۾، ڪَڍي گَير گمانُ،
نورَ مَحَلَ جي نِيوَ تي، سَيل ڪري سُجانُ،
تَنهِن کي سَڀُ جَهانُ، ڄاڻي دوسُ خُداءِ جو.

(٢٢)

سهاڳڻ سائي، ماڻي سک سُهاڳَ جو،
ميندي جنهن محبت جي، لِڳَنِ کي لائي،
ڪَري نہ ڪَتَرَ جيتري، ڏاهِي وَڏائي،
سامي سَدائي، سيتَلُ رهي سُياوَ ۾.

(٢٣)

سهاڳڻ سائي، ڪانڌُ جنهين جي ڪڇ ۾،
رکي نہ رَتيءَ جيتري، ٻُڌِ ۾ ٻيائي،
ڏسي اَنيئي سکَ جي، سُته صفائي،
سامي سَدائي، ياڻي مَنجھ ئِي رهي.

(٢٤)

سهاڳڻ سائي، ڪانڌُ جنهِين جي ڪَڇَ ۾،
ماڻي ڏور ڏَرسَ جا، سامي سَدائيَ،
ڏُبڌا ڏُرِمَتِ دلِ ۾، رکي نا رائيَ،
چاڙهي سَيائي، مهر مِڙيئي مالڪ جي.

(٢٥)

سو اَپَرَسُ اَڇتو، مَمَتَ ڪَڍِي جَنهِن مَنَ مون،
پَرچِي پيرادُن سان، پار وَڃي پَهتو،
سامي سَدائين رَهي، ڪِمان مَنجهِ ڪُتو،
اِئين ويدَ اُتو، سمجهائي ساڪِي تِي.

(٢٦)

سي اَتيت چَئجَنِ، جَنِ سَرِبَ اَتيتُ سَهي ڪيو،
ٿوپِي پائي سَچ جي، سيلِي سُرت رکن،
ڏوٽي لائي ڏيان جي، ڪميا ڪَٿنِي ڪن،
سامي سَمَ رَهَنِ، اَڦرُ آتمَ پَدَ ۾.

(٢٧)

سو گياني گِيات گيئو، جو رهي سَمَ سَياوَ ۾،
سَمُجهائين سامي چَئي، ياڳُوتِنِ جو ڀيئو،
ڏِسِي آتمَ ديئو، چِيٽيءَ ۽ ڪُنچَرَ ۾.

(٢٨)

سوگُرُمکُ گياني، سو اَودوتُ اَنيٺِي،
ڏِنو جنهن اکن سان، دِلِ ۾ دِل جاني،
ٻاٽي ٻولي بيحَدي، سيتَلُ شاهاني،
سَدا سَيلاني، سامي رَهي سياوَ ۾.

(٢٩)

سو گُرُمکُ گِياني، رَهي اَليپ ڪَنوَل جان،
جو ڄاڻي سکَ سنسارَ جا، سَبِ ڦِڪا فاني،
سامي ڏِسي سَمَ ٽي، جاڻِ منجھ جاني،
هردم حَقاني، واڪُ ڪَڍي ويدانتَ جو.

(٣٠)

سوئي پيارو، پريمي پرميشوَر کي،
پاتو جنهن پرتيتِ سان، بيحد پَدُ نيارو،
سامي رَهي سَريرَ ۾، نَيَ جان نِيارو،
ڄاڻي جگُ سارو، چمتڪارُ چيتَن جو.

(٣١)

ڪُوڙي کي ڪوٽانءُ، ڏِٺي نہ واٽَ ويهَڻَ جو،
ڪنهن کي پاوِين ڪِينَڪِي، جيئِين ڪارو ڪانءُ،
سَچي کي سامي چئي، سَڏي سَبُ ڳانءُ،
نارائڻ جو نانءُ، مکِ رَٽي مَوجان ڪري.

(٣٢)

سي آتمَ درسي، پاڻُ ڏٺو جَنِ پاڻَ ۾،
مورتَ مَحبوبَن جي، سَڀَ صورتَ منجهہ پَرسي،
تَنِين جي سَرسي، نِتُ گاوَن ويدَ پُرانَ ٿا.

(٣٣)

سوئي جاڻُ سُچيتُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو اُلٽِي رکي آن کون، هَرِ پِڳتَنِ سان هيتُ،
کَڍي سَڀُ دُئيتُ، جاڳي پانهنجي جيءَ مون.

(٣٤)

ٻانيَڻ سو ٻُڌوانُ، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
ڏٺو جنهن اکنِ سان، چارِ اَگَرَ اَسمانُ،
جنهن ۾ سَمَ سيتل رَهي، سَدا ساکي پانُ،
اِهڙو پَدُ نِرٻاڻُ، پائي پَرچو پاڻَ ۾.

(٣٥)

سو ٻانيَڻ ٻُڌوانُ، جو اَنيڪ سارُ سَهي ڪري،
سامي جاڻي جيءَ ۾، فاني سَڀُ جَهانُ،
چِنتا چاهَ ڪَڍي ڪري، ٿِئي نِرمَلُ نِرٻاڻُ،
دَرسَنُ پائي دانُ، سدا رَهي سَنتوکَ ۾.

(٣٦)

سامي سوٻُڌوانُ، جو ڪَري سَنگُ ساڌن جو،
اَنيئَي واڪَ ٻڌي ڪري، ڇڏي ديهِ اِيمانُ،
رهي ساوڌان، سَدائين سَروپَ ۾.

(٣٧)

سوئي جَنُ صَرافُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو پَرکي پانهنجو پاڻ کي، ٿيو سنسي کون صافُ،
مُلڪُ پائي معافُ، سيوئي ساکي ٿِي.

(٣٨)

سوئي سِياڻو، سوئي سُجاڳو سورمو،
سَمجهي رکيو جنهن سِرَ تي، ٻيڳوَتَ جو ياڻو،
سَدا رهي سامي ڇَئي، سَمَ ۾ سَماڻو،
ڪڏِي نَ ٿِئي ڪاڻو، دُويتُ وَرائي دِلِ ۾.

(٣٩)

سوئي شاهوڪارُ، جَنهِن کي دَولتَ داتِ گُروءَ جي،
جاڳي ڪَدِياڻين جيءَ مون، وِڌِ نِڪيڌَ وَهنوارُ،
سَدائي گُلزارُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(۴۰)

سوئي سَوداگرُ، جو پَري کيپَ کميا جي،
دَولتَ داتِ گُروءَ جِي، سامي رکي سُيَرُ،
لوڙي لهي لُنؤ سان، بيگمِ پور شهر،
گهمي نہ گهرُ گهرُ، چاهَ مِٽائي چِتَ جي.

(۴۱)

پَڻي پڙهائي، سو اُستادُ اَنيئي،
سَمجهائي سَمَرَٿُ کري، لَکُڙُ نہ لائي،
جَنمَ مَرَڻَ دُکَ سکَ جو، سَنسو مِٽائي،
سامي لکائي، اَنيئِي جوتِ اکنِ سان.

(۴۲)

سو اَودوتُ اُدارُ، سو جوڳي جيوَنُ مُکتِ،
جنهن ٿِيو سادوءَ سَنگُ، سَمَ سَنتوکُ ويچارُ،
جاڳي ڏِٺائين جوتِ ۾، سُپَنَ جو سنسارُ،
بَٽيءَ تي هشيارُ، سدا رهي سامي چَئي.

(۴۳)

جَنين پانهنجو پاڻُ، سُڃاتو سامي چَئي،
سي گُرمکَ سي گيانَ وانَ، سي جوگيسرَ جاڻ،
سي پَندِتَ اَوڌوتَ، سي پريمي پَرواڻُ،
سي نِرگُنَ نِرباڻُ، سي سادو، سي سَتِگرو.

(٤٤)

ڳُنگو گيانُ ڪري، ٻُڌائي ٻوڙي ڪي،
پِنگُ چڙهيو پربَتَ تي، اَنڌو ڏِسي نَري،
سَمُنڊُر سماڻون بوند ۾، جَلَ ۾ جوتِ ٻَري،
سَمُجهي اَجَرُ جَري، سامي چَئي سو سَتِ گرو.

(٤٥)

اَنيَڪَ اُپَجائي، سوئي واڪُ سِرومَڻي،
سامي سَنگتِ سا ڪَري، جا مَمتا مِٽائي،
اَوِديا پَٽُ لاهي، سوئي سَتِ گُرُ سورمو.

(٤٦)

سوئي ڪيپَ ڪَڻي، سامي هِن سَنسارَ ۾،
جو وَڃي گُڻَ گُرَ گيانِ سان، اَوگُڻَ سَڀِ سَڻي،
ڄاڻَ وِڃائي پانهنجي، لُونءَ لُونءَ رام رَتي،
ڪَلپَتَ سَڀَ ڪَٽي، جاڳي اَوِديا نِنڊ مون.

(٤٧)

سوئي ڪيپَ ڪَڻي، سامي هِنَ سنسارَ ۾،
جو مِلي ساڌ سَنگتِ سان، سَڀِ سِياوَ مَٽي،
ڏِسي نيڻَ پَڻي، سَنَمڪُ شاهَ صرافَ ڪي.

(٤٨)

جو جَنُ سِدِ ٿيو، ساڌَنَ سڀِ سِڌِ ڪَري،
سامي پَدَ چِنَ ماتَرِ جو، تَنهِن ڀَرِلاءُ پيو،
رهيو نَہ رَتيءَ جيترو، ٻِنان ڀوڌِ ٻيو،
وِڇائون وِيو، سَنسو آتَمَ جيءَ جو.

(٤٩)

سوئي نِرمَلُ نَرُ، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو ڪَري وس ويرِن کي، وَنِي نِرتِ نَنگر،
ڪولي دَسوون دَرُ، سَنُمکُ ٿِئي سَروپَ جي.

(٥٠)

سوئي ساڌَنُ ساڌِ، سامي چيو سَتِگُروءَ،
جنهن ساڌِئي سکُ سانتِ ٿئي، مِٽي سڀ اُپاڌِ،
اُلَٽِي ڌِسي اَندر ۾، اَنيٽِي پُرُشُ اگاڌِ،
آدِ ۽ جڳادِ، آهي جنهن جي آسري.

(٥١)

سو ساڌُو جَنُ جاڻُ، جو ساڌِي من سُڌِ ڪري،
دُکَ سکَ لاڀَ الاڀَ ۾، رَهي ٿابوتيءَ ساڻُ،
سامي سَيَڪَنهين جو، ڪيَوَل گهري ڪَلياڻ،
ڪَڍي پانهِنجو پاڻُ، پِئي پِياري رامَ رَسُ.

(۵۲)

سوئي ساڌُ سگهڙُ، سامي هن سنسارَ ۾،
جو جيئندي مَنَ مَواسَ کي، ماري کري مڙُ،
لوڙي لهي تَڙُ، اُلٽي آتمَ سرَ جو.

(۵۳)

سوئي سپاهي، جو ماري مَنَ مَواسَ کي،
جوڌا پنج جيتي کَري، گهوڙي جا گاهِي،
چَڙهي ٽِئي چَوڏولَ ۾، رامَ نگر راهي،
ڏَهَ دِس ڏُهائي، ڦيري ڦُرني فوج ري.

(۵۴)

سورمو سوئي، جو ڪٽي ڪَڙڳُ ڪميا جو،
ماري ڪَڍي مَنَ مون، سَنسو سَيوئي،
ڦيري ڪايا ڳَڙه ۾، ڀڳوَتَ جي ڏوهي،
جيئن رنگ رتي لوئي، تيئن رَتو وَتي رَنگَ ۾.

(۵۵)

سُورو سو پَرڌان، جو ڪٽي ڪَڙڳُ ڪميا جو،
ماري مَنَ مَواسَ کي، جِيتي سَڀُ جهان،
سدائين نِرڀانُ، رهي ڪايا ڪوٽ ۾.

(۵٦)

سوئي جَنُ سُورو، جو جِيتي مَنَ مَواسَ کي،
سامي ڏِسي سَڀَ ۾، پَرَميسَرُ پورو،
اُوٽو اَڏورو، ڪاٽي جاٽي ڪِينَڪِي.

(٥٧)

چِٺجَنِ سي ٻَلي، جَنِ جيتيو مَنَ مَواسَ کي،
سامي ياٺِي رامَ جِي، جاٺِنِ سَبَ ٻلي،
گاوَنِ رامَ ڪلي، سَٺي پِندَ مَٺي تون.

(٥٨)

موهِيا دَرَسَ دِيدارَ، عاشِق عَمِلي سَنتَ جَنَ،
رکَنِ نـَ رَتيءَ جيتري، سامي سُرتِ سَنيارَ،
سدائين نِرَدّار، رَهن پانهِنجي حالَ ۾.

(٥٩)

نِتَ عاشِقُ عَجيبَ جي، دَرسَنَ مَنجهِ غَلطان،
پاڻُ ڪڍيو جنهن پاڻَ مون، سامي نانگو نِرَپاڻُ،
مُلان مَنُ مسيت، عين ڪَري اِيمانُ،
مَهر جَنهين جي من ۾، سو داتا دياوان،
راڳي گاوِي ديپَ راڳُ، لائي اَنَهَدَ تانُ،
هوڪو ڦيري حق جو، صاحبُ سلطان،
سياهي هَلائي سَچَ جي، ليکڻ حقُ حَقانُ،
سُورُ لٽِي سِرَ کون پَري، جيتي سَبُ جهانُ،
سَتِي سمائي سَتَ ۾، پيتَ ڏِسي پَرڏان،
ٻيو سَبِ اَنڌ اَگيان، سَمجهَ ري سامي چئي.

(٦٠)

ڪوڙين مانڪَ ڪَنِ، شيوا سُمَرَڻَ تَنَ سان،
سواسنِ سان سامي چَئي، ڪي جڳياسي جُڙَنِ،
عاشقَ اڳاهون لَنگهي، اَنيئِ رَسُ پيئن،
جاڳي ڏِنو جَنِ، پانهنجي اکئين پاڻ کي.

(٦١)

مَحَبَتَ جَنِ جي مَنِ، سي پاٺين پڌِرا،
دَرسَنُ پَسي دوستَ جو، راتيون ڏينهَن رَهِسَنِ،
پريا ساگر پريم جا، اَنيئِ رَسُ چکَنِ،
سامي ڪين لِڪَن، ڏرتيءَ اَئون آڪاس ۾.

(٦٢)

سوئي سَنتُ ڀڳتُ، سوئي پنڊت گيان وان،
مِرگَ ترشنا جي جَل جان، ڏِٺو جَنهن جڳتُ،
مِنايائين مَنَ مون، سامي مَمَتا مَتُ،
اَنيئِ آتمَ تَتُ، پائي پَرچو پاڻَ سان.

(٦٣)

سوئي سنت، مَهنتُ، سوئي سِدُ گياني تِي،
جنهن ڏِسي پنهنجو پاڻ کي، ڪيو اَوِديا جو اَنتُ،
سامي سدا بَسَنتُ، ڪيلي خوفُ ڪَڏي ڪري.

(٦۴)

سوئي سنتُ صَرافُ، سُجاڳو سامي چئي،
جو ڏِسِي لالُ اَنيئي، تِيو سَنسي کون صاف،
ڪَنهِن سان ٻولي ڪِينَڪِي، گهٽِ وڌِ خام خلافُ،
مُلڪُ مِڙِيوئي معاف، ڪائي سَمَ سيتَلُ تي.

(٦٥)

سوئي سنتُ پيارو، پريمي پرميشور کي،
ڏنو جنهن اکِنِ سان، اَنيئِ اُجارو،
ڪري نَ ڪَتَرَ جِيترو، دَنيُءَ ڏيکارو،
سدا مَتِ وارو، سامي رهي سياوَ ۾.

(٦٦)

لُنؤ لُنؤ جاپُ جَپِي، ڀڳتُ سو ڀڳوَنت جو،
ڀيدُ وِڃائي مَنَ مون، ڪَلپتَ ڪَندِ تَپِي،
تَنِ تاپَنَ جي تاپَ ۾، سامي ڪين تَپِي،
وجهي سِرُ ڪَپِي، پَنجنَ ئي جو پَرتيتِ سان.

(٦٧)

ويشنو سوئي، جو وياپَڪُ ڄاڻي وِشن کي،
مالها ساسَ اَساسَ جي، پائي ڳَلِ پوئِي،
سامي مَنُ سُدُّ ڪري، سُمَرَڻَ سان ڌوئي،
جِيئَن رَنگ رَتي لوئي، تيئَن رتو رهي رنگَ ۾.

(٦٨)

جَنهين پَهريو پوشُ، فارق فَقيريءَ جو،
سو گِلا اَئون گِيبَت کَي، ڪڏِي ڏِئي نَ گوشُ،
ڪيائين ڪينو ڪَدِي، ڪَلِ ڪَلِ ڪون خاموش،
ڏُئيتَ وَرائي دوسُ، سامي ڏسي سڀ ۾.

(٦٩)

فَقيرَنِ فِڪرُ، ڪَدِيو سڀُ اندر مون،
ڄاڻَ وڃائي پانهنجي، تيا ٻٽيءَ تي شاڪرُ،
لُنؤ لُنؤ ڪن ذڪر، سنمک ڏسن سپرين.

(٧٠)

سو جوڳيسر ڄاڻُ، مُندِرا جَنهِن مَرمَ جون،
سِڳِي واهي سَهَجَ جِي، سَمَ رَهي سَڀَ ساڻُ،
چيِنِي ۽ ڪُنجَرَ ۾، ڏِسي پانهنجو پاڻُ،
پائي پَدُ نِرٻاڻُ، ماهل تِيو مَهران ۾.

(٧١)

سو جوڳيسر ڄاڻ، مُندرا جَنهين مَرمَ جون،
سِڳِي وڄائي سَهَجَ جي، صِدِقَ صَبوريءَ ساڻ،
ڏيئي دِلِ دِلبَرَ کي، رکي نَ پرچِنَ پاڻُ،
پائي پَدُ نِرٻاڻُ، سامي ماڻي سيجَ سُکُ.

(٧٢)

ورلو کو آهي، جوگيسر جهان ۾،
جو مُندرا پائي مرم جون، سهج سِڱي واهي،
ترويٽي اَسر سير ۾، گرگم نت نائي،
تت تلک لائي، سامي جڙي سروپ سان.

(٧٣)

سَنياسي سيئي، جي آدمَ کون اڳي ٿيا،
اوريان اورينِ عامَ سان، پَريان پَريئي،
تنين کي ڏيئي، باد وِجايمَ بِکيا.

(٧٤)

سيئي سَنياسي، جي مَمَتَ نہ رکَنِ مَنَ ۾،
سامي کَٽيائون سمَ تي، ڦُرني جي ڦاسي،
حدَ پري بيحد ۾، وڃي ٿيا واسي،
اَلکُ اَبِناسي، ڏِسَنِ نتُ نِربِاڻَ ٿي.

(٧٥)

سوئي سنياسي، جو ڀڳوا ڀِهري ڀاوَ جا،
لائي خاکَ کِميا جي، کَٽي جَمَ ڦاسي،
کري نتُ کَلپت ري، بِکيا آکاسي،
اَلکُ اَبِناسي، سامي ڏسي سَڀَ ۾.

(٧٦)

سوئي سَنِياسي، سِيتَلُ رَهي سياوَ ۾،
کَٽِي جنهن ڪِرپا سان، ڦرني جي ڦاسي،
سَمَ ڏسي سامي چئَي، اَلَکُ اَبِناسي،
گنگا گيا ڪاشي، پَوِين ڪِينَ پلَنِ جان.

(٧٧)

سنياسي سيئَي، پاڻُ ڪديو جن پاڻ مون،
سامي تَنِ کي پَدَ جِي، سَهجِي سُڌِ پيئَي،
ساڌَن سيئَي، اَرپيائون آرامَ ۾.

(٧٨)

وِرلو جَنُ وسي، سَناسي سَنسارَ ۾.
وَدو جَنهن پَنجَن جو، گُرگَمَ بَلُ کَسي،
مايا موه اَسارَ ۾، سامي ڪِينَ ڦَسي،
چِڙِي پاڻُ رسي، اَنيئِ پَد اَپارَ ۾.

(٧٩)

سناسي سيئَي، جي سَنسي ڪون صافُ ٿِيا،
ڏِسن پانهنجي ڏيلَ ۾، شِوَ شَڪَتِ بيئَي،
بِيا پُڻ سيئَي، ٿا مٿي پائن منهن ۾.

(٨٠)

سُرِجھو سناسي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
سامي جَنهن گُرگم َڏني، ڪايا منجھ ڪاسي،
مَمَتَ وِڃائي مَنَ جي، ٿيو نِرمَلُ نِراسي،
اَلکُ اَبِناسي، پيئي نِتُ پَرَمَ ري.

(٨١)

سوئي اُداسي، جو رَهي اُداسُ اَندرَ ۾،
سيلِي پَهري سَچ جي، تُوپي آڪاسي،
ڪِميا جي ڪَڦِني ڪَري، ڪٽي جَمَ ڦاسي،
اَلک اَبِناسي، سامي ڏِسي سَڀَ ۾.

(٨٢)

سوئيْ اُداسي، جو شيوا ڪَري سَنگَتِ جي،
سامي سدائين رَهي، دَرَسنَ جو پياسي،
ڪٽي جَمَ ڦاسي، سَنمکُ ٿِئي سَروپَ جي.

(٨٣)

سامي سو سلطانُ، جو وِهي اَنيئِہ تَختَ تي،
ماري مَنَ مَواسَ کي، جيتي سَڀُ جَهانُ،
هوڪو ڦيري حق جو، نياءُ ڪري نِرباڻُ،
سدائين وِدَمانُ، ڏِسي سارَ سروپَ کي.

(٨٤)

سوئي نِهَڪامي، سامي هِنَ سَنسارَ ۾،
جو ڪَنهِن جو ٿِئِي ڪِينَڪِي، سَمُجهِي سَلامي،
سدا آرامي، رهي پد اَواچ ۾.

## (ب)

سو پريمي پَرِيَلُ، سو ساڌوجَنُ سورَمو،
ماري مَنَ مَواسَ کي، ڪَيو جَنهِن قَتَلُ،
اندَرِ ٻاهَرِ آتَما، ڏِسي اَستِامَلُ،
جِئين جَلَ ۾ جَلُ، سماڻو سامي چَئي.

(٢)

سو پِريمي پَرِبَلُ، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
ڪَيو جَنهِن گُرگيانِ سان، جاڳي جَنَمُ سَڦَلُ،
ويٺو اَنيَءَ تَخَتَ تي، ميٽي سَبُ خَلَلُ،
اَلَکُ اِستِامَلُ، سامي سورَجَ جان ڏِسي.

(٣)

سو پِريمي پَرَبِينُ، سو جوڳيسَرُ جڳَ ۾،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، پورَنُ پاڪُ يَقينُ،
سَدا سُپيرينَ جي، لِنوَ ۾ رَهي لِينُ،
دَرِ دَرِ ٿئي نـ دينُ، پَرِچِنِ جاٺي پانَ کي.

(۴)

سو پريمي پورَنُ، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
پاتو جَنهِن پَرِتيتِ سان، گهرو گِيانُ اَنجَنُ،
گهِري لَڌائِين گهرَ مون، اَنيَئِہ آتمُ ڌَنُ،
ميٺي سَبُ مَنَنُ، سامي ماٺي سانتِ سکُ.

(۵)

سو پِريمي پورَنُ، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
جو آٽي سِيتا سُرتِ کي، ماري مَنَ راوَڻُ،
کَڍي ڏيهِ ڏهيءَ مون، سامي مَٿي مکَڻُ،
اَچَڻُ اَئون وَيَڻُ، ڏِسي کونہَ آکاسَ ۾.

(٦)

سو پريمي پانڊو، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
کَنيو جَنهِن خوشيءَ سان، کِميا جو کانڊو،
ماري پِڳائِين مَنَ کي، پَرَمَ جو پانڊو،
کَري کَرَمَ کانڊو، سامي لکائي سَمَتا.

(۷)

سو پِريمي پَنڊِتُ، سو جوڳي جيوَنَ مُڪتُ،
ڏِنو جَنهِن ڏِئي جان، بِنان دُويتَ اَدُويتُ،
رکي نہَ رَتيءَ جيترو، کَنهِن سان موهُ مَمَتُ،
رائِي اَئون پِربَتُ، سَمَ جاڻي سامي چئي.

(٨)

سو پِريمي پَنڊِتُ، سو جوڳي جيوَنَ مُڪتِ،
ڏِٺو جَنهِن ڏيئي جان، اَدويتُ ديو دَتُ،
رکي نہ رَتيءَ جيترو، ڪَنهِن سان موهُ مَمَتُ،
رائي اَئون پَربَتُ، سَمَ ڄاڻي سامي چَئي.

(٩)

سو پِريمي پِنگُلُ، سو اَوڌوتي آتما،
پَرِچي لَڌو جَنهِن پانهنجو، اَنيَڪ گهرُ اَصُلُ،
سامي چَئي سَنسارَ ۾، پَلي ڪينَ اَپُلُ،
ڪَٿي ڪَلپَتَ ڪُلُ، اِستِتِ ٿيو اَڪاسَ جان.

(١٠)

سو پَنڊِتُ پُختو، سو نيهي نِربانُ،
سَمُجهو جَنهِن سامي چَئي، نِرآڌارُ نُڪتو،
جاڳي ڪيائين جڳَ جو، ليکو سَڀُ چُڪتو،
وينو ٿي مُڪتو، سَچَ وَسَنو جي وِچَ ۾.

(١١)

سو نيهي نِرويرُ، سو ساڌو جَنُ سورَمو،
گهڙي لَڌو جَنهِن گهرَ مون، اَپيريءَ جو پيرُ،
سُمهيو سُکَيَتَ سيجَ تي، ميٽي سَڀُ اَنڌيرُ،
رائي اَئون سُميرُ، سَمَ ڄاڻي سامي چَئي.

(١٢)

سو نيهي نِرَ ٻِنڌُ، سو اَوڏوتَ اَنيَئِي،
سَمُجهِي جَنهِن سامي چئي، تا جيءَ ڀِيتي تَندُ،
ڪَري نہ ڪَتَرَ جيترو، ڪَنهِن سان ڦِڪَلُ ڦُندُ،
سَڀ ڪي ڏِئي سڳندُ، گهَري گِيان گُلابَ جِي.

(١٣)

سو نيهي نِرَ ٻَنڌُ، سو اَوڏوت اَنيَئِي،
مِتيو جنهن جي مَنَ مون، سامي غيرت گندُ،
مِلي ڪري محبوبَ سان، اَنئي پهر آنندُ،
جِئين مصريءَ جو قَندُ، ڪَوڙو لڳي ڪينڪي.

(١٤)

سو نيهي نِرڌَڪُ، سو اَوڏوت اَنيئي،
ڏِيو ڏِنو جَنهِن ڏيهِ ۾، سَڀَ جي پَرِڪاسَڪَ،
سَدا رَهي سامي چئي، ڦُرني ڪون ڦارڪُ،
ڀانوين عينَ الحَقُ، ڀوين ٻولي رامُ رامُ.

(١٥)

سو گُرمُکُ گِياني، سو اَوڏوتُ اَنيَئِي،
جَنهِن کي ڏِني ستِگُروءَ، سَمُجهَ سُلطاني،
سامي ڏنائين سَمَ تي، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
سَدا سَئِلاني، وَرِتِي وِڌِ نِکيدَ ري.

(١٦)

سو گُرمکُ گياني، سو اَوڌوتُ اَنيَئِي،
جَنهِن کي ڏِنو سَتگُروءَ، نِرِيَؤ نِيشاني،
ڏِنائِين اَييدُ تِي، دِلِ ۾ دِلِ جاني،
سيائِپَ ناداني، کُوڙي ڇاڻي کَلِپَ جي.

(١٧)

سو سُجاڳو سَيدُ، دُئيتُ نہ رکي دِلِ ۾،
کَيو جَنهِن کامِلَ پيرَ سان، پَکو پاکُ عَهدُ،
ڏِسي سَبَ پَيداش ۾، حَقُ نورُ ناپَيد،
رَهي سَدا لاقيدُ، سامي پَنهِنجي حالَ ۾.

(١٨)

کَرَمَ کاندُ کَرِتَوُ، شُبُ ڏِسي سَنسارَ کي،
اُپاسنا اَيِياسَ سان، روکي مَنَ جو رَؤ،
سامي سَمَتا گِيانَ ۾، کونهي پولو پؤ،
سوناري جو سَؤ، لاهارَ جو ڌَکُ هِکِڙو.

(١٩)

مَري جَنِ مَحَبتَ، کَئي کَرِتا پُرکَ سان،
سي ساڌو سي سورَما، سي عاشِقَ اُپَرَت،
چَڙهِيا اَنيئہ اَڄَ تي، لَنگهي پَنجَ ئي تَتَ،
گورِکَ، نارِدَ، دَتَ، ساکَ ڏِيَنِ سامي چَئي.

(۲۰)

جاڳيو ٻالَ جَتِي، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن ڦُرني ڪي فُرصَتَ ري، ڏِني ڦارَ ڪَتِي،
ڪيرُ اَچِي جَنَمِ مَرِي، ڪَنهِن جي گَڏهِ گَتِي،
مِيٽِي مَنوَتِي، سامي مِليو سَروپَ سان.

(۲۱)

پَندِتَ تَنهِن کي ڄاڻُ، جَنهِن کي سُدَ سَروپَ جي،
اَنئي پَهَرَ سَروپَ سان، جُڙِي سُ جوڳي ڄاڻُ،
سَنياسي سَنسي ٻنان، سَڀَ ۾ ڄاڻي پاڻُ،
آتَمَ جَلَ ۾ اَپَرَسي، ڏوئي مَنُ سُڄاڻُ،
اُداسي اُداسُ ٿِي، ڄاڻي جَڳُ مهمانُ.
سو اَوڌوتي اَنيئِي، ڪَٿي ويدَ پرمانُ،
وَئِراڳِي پَنهنجي پاڻَ کي، ڏِسَڻَ لاءِ حيرانُ،
نانگو ٿِيو نِرٻاڻُ سو، پاڻَ ڪَڍيو جَنهِن پاڻُ،
مُلان مَنَ مسيت ۾، ڪَري دورُ قُرانُ.
مومِنُ ڄاڻي مَنَ ۾، آهي سَڀَ جاءِ ساڻُ،
داتا دَياوَندُ سو، جو ڪَري پاڻُ قربانُ،
راڳِي گاوي ديپَ راڳُ، ڏِئو ٻَري تَنهِن ساڻُ،
سُلطاني صاحِبُ سو، جو نِياءُ ڪَري نِرٻاڻُ،
سَچو لِيکو جو لِکِي، شاهُ تَنهِن کي ڄاڻُ.

سُورو سَچو ڄاڻُ سو، جو جيتي پَنجَئي پاڻُ،
گِرَهي گِيانَ گُروءَ جي، رَهي ماڻُ نِماڻ،
سَتِي رَهي پَتِورِتَ ۾، اهو ڄاڻي ڄاڻ،
اِهي ٻِلهيون پَرماڻُ، سامي ڄاڻي ڪو سچو.

(٢٢)

سوئي سَوداگرُ، ڪيپَ ڪَتي گهرِ آئيو،
وَرتو جَنهِن ويساهَ سان، دلِ ڏيئي دِلبَرُ،
ڪَنهِن جو ڪَريَ ڪِينَڪِي، نِهچي نِرادَرُ،
ڄاڻي سَڀُ گُذَرُ، سُپَني جو سامي چئَي.

(٢٣)

سوئي سَچو سِياڻو، ساڌو جَنُ سَنسارَ جو،
ڊِڊو ڊاهَرُ وِڪڻي، ڪَري نِجُ ناڻو،
سامي لَڌو جَنهن پانهِنجو، پِريتَمُ پُراڻو،
ڏيئي وِهاڻو، سُمِهيو سکپت سيجَ تي.

(٢۴)

سو نانگو نِربانُ، سو اَوڌوتي آتَما،
جو ڪَٽي قاسَ ٻِڇيءَ مون، اَوِديا آسمانُ،
اَستامَلُ اَولي جان، ڏِسي اَنيَءِ پانُ،
سامي سَڀُ جَهان، آهي جَنهِن جي آسري.

(٢٥)

سو نرِبانُ نهنگُ، سو اَودوتي اَنيَئِي،
مِٺيو جَنهِن جو مَنَ مون، اَڻَ هوندو اَهنگت اَنگُ،
پائي پُورَنَ پَدَ ۾، ويٺو پريمَ پَلنگُ،
بي رِنگيءَ جو رَنگُ، سُتَهَ ڏِسي سامي چئي.

(٢٦)

سَناسي سيئي، جي ويسُ وَٽائِن ڪِينَڪِي،
ڏِسَنِ پَنهنجي ڏيلَ ۾، سو سَڪَتَ بيئي،
سامي سُمِهيا سيجَ تي، تَدَ تَڪيو ڏيئي،
بِيا پڻ سيئي، ٽا مِٺي پائِنِ مُنهن ۾.

(٢٧)

سَنياسي سيئي، ماڻِن سکُ سَروپَ جو،
سامي جَنِ جِي سادَ سَنگِ، مَمَتَ مِٺي ويئي،
پِيئَن پيالو پِريمَ جو، تَنُ، مَنُ، ڌَنُ ڏيئي،
دِرِشٽِ ڪُلي پيئي، سَهَجِي گُلَ گُلابَ جان.

(٢٨)

ويدانتي وَڏيڪَ، ڪَنهِن سان ٻولِن ڪِينَڪِي،
جَنهِن کي ڏِني سَتگُروءَ، سامي سَبَ توفيقَ،
چَڙِهيا چيتَنَ چِٽَ تي، لَنگهي لوڪان ليڪَ،
نَٽِنَنِ ڪون نَزديڪَ، سُتَهَ ڏِسَنِ سپِرين.

(٢٩)

سوئي سَنتُ سگھڙُ، سوئي عاشقُ اَنيئِي،
سَمُجھيو جَنھِن سامي چَئي، ويدَنِ جو وَکَڙُ،
ميٺي مَستُ مگھنُ ٿيو، سَبُ ڦُرِني جو ڦَڙُ،
بيحَدِ ٻِگوليندڙُ، پَرتِک ڏِسي پِندَ ۾.

(٣٠)

سوئي سَنتُ مَھَنتُ، سِيتَلُ رَھي سِياوَ ۾،
جاڳي جَنھِن اکِنِ سان، پَرپورُ ڏِٺو پڳوَنتُ،
کَنھِن کي سَلي کِينَکِي، سامي سکُ بي اَنتُ،
جِئِين کَچَ ۾ پائي کنتُ، سُمھي سُھاڳِڻِ سيج تي.

(٣١)

سو اَوڌوتُ اُدارُ، سو جوڳِي جِيوَن مُکت،
اُلٽي جَنھِن اکِنِ سان، ڏٺي سَنبَتَ سارُ،
رکي نَہ رَتيءَ جيترو، اَندرَ ۾ اَھنکارُ،
ٻَٽيءَ تي ھَسوارُ، سَدا رھي سامي چَئي.

(٣٢)

پيرُ پُرجھي پائي مَحَبت جي ميدانَ ۾،
مَتان اَڌَ مَنِ کي، ڏِسي پوَ کائي،
پَرچي پانھنجي پاڻ کي، جيئندي کُھائي،
تَڏِي کونائي، عاشقُ عينُ الاهَ جو.

(٣٣)

سامي چَئي سَرِسي، آهي تَنهِن عاشِقَ جي،
جولاهي رکي لنوَ سان، ساڌوءَ اڳيون سِسي،
وَٽي رِجهائي رَنگَ پرِي، اَنيَءَ آرِسي،
پَنهِنجو پاڻُ ڏِسي، تَنهِين ۾ تَدروپُ ٿِئي.

(٣۴)

سامي سو شيوَڪُ، وهِي گُرَ گاديءَ تي،
جيڪو پَٽي پِريمَ جي، پَڙهي ٿِيو پَرِ پَڪُ،
رکي نَہ رَتيءَ جيترو، مَنَ ۾ سَنسو شَڪُ،
پَرِميسَرُ پالَڪُ، سُتَهَ ڏِسي سِرَ تي.

(٣٥)

سوئي جوگيسَرُ، مُندِرا جَنهِن مَرَمَ جون،
سِگّي واهي سَهَجَ جِي، سامي سارُ سُيَرُ،
ڌَري ڌِيانُ اُنمُني، ڏِسي نِرتِ نگرُ،
جَنهِن ۾ اَجَرُ اَمَرُ، پُرکُ وَسي پَرَماتَما.

(٣٦)

پَندِتَ ڪَري پُڪار، سارُ لکائِن سَڀَ کي،
سَمُجهي سَچارِن جو، ڪُليو مُڪتِ دُوارُ،
ڏِيهُو ڏِسي ٿِيا ڏيهَ ۾، بيحَدُ باغُ بَهارُ،
بَٽيءَ تي هَسوارُ، سَدا رَهَنِ سامي چَئي.

(٣٧)

لِنوَ جي لانگوٽي، پاٽِي جَنهِن پَرتيتِ سان،
ڪَڍِيو ڪَلپُ ڪُتيءَ کي، تَنهن هُٽي سَمَ سوٽِي،
سامي ڪائي سارَ جِي، رَهَتِ سَچِيءَ روٽي،
اَچي نہ موٽي، گَرِڀَ جُونِ جي غارَ ۾.

(٣٨)

ساڌو جَنُ سُچِڪُ، ڪوڙِنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
سُتَهَ سِڌِ سامي چئي، لڪيو جَنهين اَلڪُ،
وَرتِي وِڌِ وِيچارَ سان، ڇَڏي پَرِڇَنُ پڪُ،
ڏڪَرِ تاپا جهون ڪڪُ، خالي ڏِسي ڪونڪو.

# فقير

(١)

اَنَ هونديِ اوليِ، سامي لِکو سُپرين،
لڏو سِڪَ سَچيءَ سان، فَقِيرَن ڦولي،
ويهي وِچولي، پَلِ پَلِ پيئن پريم رَسُ.

(٢)

ڪَري فِڪُرُ فَقِيرَ، فارقُ ٿيا فڪرَ کون،
سامي سُپيرين جي، دل کي ڏيئي ڌِيرَ،
مِسُ کي ڄاڻِن مِصِري، چيٿرا پَٽَ چِير،
رهن منجھ سرير، اَسرير آڪاس جان.

(٣)

جنين پَهريو پوشُ، فارقُ فقيريءَ جو،
سي اَندر ٻاهر نِپ جان، ڏهَ دِسِ ڏسن دوس،
ڪنهن کي ڏين ڪِينَڪِي، گيان وَرائِي گوش،
ڪميا ۽ ڪاموش، ڪيائون ڪلپ ڪدي ڪري.

(۴)

ڀَريو جنهن چولو، فارِقُ فَقيريءَ جو،
ڪَڍيو تنهن اَندر مون، ڀَرِمَ جو ڀولو،
لَڌائين رَسُ رامَ جو، اَنيٺِ امولو،
سامي ٿِيو گولو، سَنتَن ساڀِرسَنِ سان.

(۵)

فقيرن فريادُ، ڪِيو در دوسَنِ جي،
جَنِ وِڇوريو توکي، سي مُدعي ڪر مادُ،
ٻرچي پاڻ پرين ڪيو، دِلاسي سان دادُ،
سامي سَبُ وِڪادُ، ميٺي ڪَيائون مُڪِتو.

(٦)

ڀائنا جي ڀولي، سامي لِکو سُپرين،
لَڌي سِڪَ سَچيءَ سان، ڦقيرن ڦولي،
جَنِ ڪي عشقَ اَگمَ جي، چِڻگَ پَئي چولي،
پَٽُ پَردو کولي، ماڻِنِ دورَ درسَ جا.

(۷)

ڪري فقير فِڪرُ، فارِقَ ٿيا فِڪر ڪون،
جَن ڪي ڏسيو سَتِگُروءَ، ساڌَنُ سارُ صَبُرُ،
مِلي رَهيا مَحبوبَ سان، ڇَڏي هَٺُ هُنُرُ،
اَندر ۾ اِستُرُ، سامي رَهَنِ سُميرَ جان.

(٨)

ڦقيرَن ڦولهي، لَڌو ديسُ اَگمَ جو،
نکو ڪوه نہ وکَ ڪا، اَڻ هوندي اولي،
سامي مِليو سَروپَ سان، پَٽُ پَردو کولي،
ويئا وِچولي، پَلِ پَلِ پيئن پِريمَ رَسُ.

(٩)

فَقيرن فرمان، مَنيو محبوبن جو،
تن ڪوري ڪَڍي ڪَڍيو، اَندر مون اَيمانُ،
گهِڙي لڌائون گهرَ مون، اَنيَئہ آتمُ گيانُ،
ٿِيڙا سي پِروانُ، اَڳيون عَجيبَنِ جي.

(١٠)

فَقيرَنِ فضُلُ، مِلِي ڪَيو محبوب سان،
جاڳي ڪَڍيائون جيءَ مون، سامي سَڀُ خَلَلُ،
اَڪيون اڪنِ ۾ رکي، پاسي ٿِين نہ پَلُ،
سدائين سيتَلُ، رَهن پانهنجي حال ۾.

# (ب)

(١)

اَڻَ هوندي اولي، سامي لِکو سُپرينِ،
لَڌو سِکَ سَچيءَ سان، فَقيرَنِ قولي،
جَنِ کي عَشقَ اَگمَ جي چِڻگَ پيئي چولي،
پَٽُ پَردو کولي، ماڻِنِ دورَ دَرسَ جِي.

(٢)

دَرويشَنِ جو دَرُ، وَتو جَنهِن ويساهَ سان،
مِٽيو تَنهِن جي مَنَ مون، سامي مَمَتُ مَکَرُ،
پَرِچي لَڌائين پانهِنجو، اَنَيَڻُ آدي گهرُ،
جَنهِن ۾ اَجَرُ اَمَرُ، پُرِکُ وَسي پَرماتِما.

(٣)

فَقيرَنِ فِکرُ، سَنّي وِڌو سَبُ ساڌَ سَنگَ،
پورَنُ ڏِٺو پَرماتَما، جاڳي جَنِ ظاهِرُ،
مَنَ ۾ لوکَ پَرِلوکَ جي، طَمَعَ رکَنِ نـَ تِرُ،
سامي کَري صَبِرُ، ماڻِنِ مُکتِي مَوجَ کي.

(۴)

فَقيرن ڦيٽو، جَنهن کي هَنيو حالَ جو،
تَنهن ٻُڌو سَروجُ صَبُر سان، جُهڳي ۾ جهيٽو،
شَهَ جو ٿِيو سامي چَئي، لَٽِڪي لڪِيٽو،
پَرِچي پَتِيٽو، ڳالِهِ نَہ سَلي ڳُجَه جِي.

(۵)

فَقِيرنِ فَرِيادُ، اونهو ڪَيو اَندَرَ ۾،
پاتائون پَرِتِيت سان، سامي دَرسَنُ دادُ،
لُنوَ لُنوَ لالُ گُلالُ ٿي، وَنِـنِ سارُ سَوادُ،
پَرِچِنتا پَرِمادُ، رکَنِ نَہ رَتيءَ جيترو.

(٦)

فقيرنِ فِراقُ، ساڏَنُ ڏَسِيو سُکَ جو،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبتي مُشتاقُ،
سَٽِيو جَنهن سَنسارَ جو، دلِ مون سَبُ ديماقُ،
پَرِچِنتا ڪون پاڪُ، مِلي ٿِيو مَحَبوب سان.

(٧)

فَقيرَنِ فَرِجُ، سَٽيو لوڪَ لڪاوَ جو،
ملي ڪَنِ مَحَبوبَ سان، هَرِدَمُ هِردي حَجُ،
سامي لالَ گُلالَ ٿِيا، ڪَٽِي ڪَلپَ قَرِجُ،
بيحَدِ بيگَرِجُ، رَهَنِ پانهِنجي حالَ ۾.

# دردوَند

(۱)

ڪَريان ڪهڙو حالُ، دَردَوَندنِ جي دل جو؟
ڪُٺا ڪُحِنِ ڪِينَڪِي، لِنوَ لائي ٿيا لال،
صدقي ڪَيائون سڪ تون، سامي تن من مال،
تن کي ڪوهُ ڪَرِيندو ڪالُ، جي مَرَڻ کون اڳي مُئا؟

(۲)

دَردَوَندَ داناءَ، چڙهيا اَنيَءَ اَڄَ تي،
پُڇي پيرادُنِ کون، رَهَت سَچيءَ سان راهَ،
سيتَلُ ٿيا سامي چَئي، ميٺي چِنتا چاهَ،
پِرينءَ ري پرواهَ، ڪَنهِن جي رکَنِ ڪِينَڪِي.

(۳)

دَردَوَندَ دَبلي، مَحَڪَمُ رکَن مت جِي،
ڪَنهِن کي سَلنِ ڪِينَڪِي، ٻولي ٻاءِ ٻُلي،
سَچيءَ سِڪَ وارَن سان، خِلوَت ڪَنِ کُلي،
ميٺي ڪَلپَ کُلي، سامي چڙهيو سير تي.

(۴)

دردَوَندَ ڍِماڪُ، رکَنِ نہ رَتيءَ جيترو،
سامي ٻولِنِ سَبَ سان، نِيوون نِرمَلُ واڪُ،
تَنَ جو ڪولي طاقُ، سَنمکُ ڏِسَنِ سِپرِينِ.

(۵)

دردَوَندَ دَرويشَ، دعويٰ رکَنِ نہ دَمَ جي،
سامي ڄاڻَنِ سُپِنو، ڪُٽنبُ قَبِيلو خويشُ،
پَرچي لَڏائون پانھنجو، انيَئہ آدي ديسُ،
جَنھن جِي سِيسُ مَھيسُ، اُستتِ ڪَري اِيدُ تِي.

(٦)

دردَوَندَ ڏيرو، پاڻُ ڪَڍي ڪيو پَدَ ۾،
پَلِ پَلِ ڏِسَنِ پِيءَ جو، پَلڪَنَ سان پيرو،
جِيئندي نِبيرو، جاڳِي ڪِيائون جَمَ سان.

(۷)

مَحَبتي مُشتاقَ، ڪاڻِ نہ ڪَڍَنِ ڪَنھن جي،
ڏِنائون ڏاڙِ ڏِسِي، طَمعَ کي طَلاقَ،
سَدا سُپيرِيَن سان، پَرچِيا رَهَن پاڪَ،
ٻولِنِ بيحَدَ واڪَ، سُياوَڪ سامي چَئي.

(٨)

ڏِسي نيڻَ نَريا، دَرِسَنَ دَردُوَندنِ جو،
اُتائون اَنيئِ جا، وَڃَنَ مَدَّ يَرِيا،
سامي لوڪَ پرلوڪَ جا، ڪارجَ سَبِ سَرِيا،
لکين لوڪَ تَريا، داوَنَ لَڳي تَنِ جي.

(٩)

پَلِ پَلِ ڪَنِ پُڪارَ، ڪُٺا دَرَدَ فِراقَ جا،
پَسَڻَ ڪاڻِ پِرينءَ جي، رُئَنِ زارو زارَ،
سامي چَئي سَريرَ جي، رکَنِ ڪاڻَ سَنيارَ،
آءُ مِلُ جاني يارَ، نَ تہ ڏِيون ٿا دَمُ دَردَ ۾.

(١٠)

رُئَنِ زارون زارَ، ڪُٺا دَردَ فِراقَ جا،
سي لاهي ڏَڙَ ڪون، ڪيائون ڏارون ڏارَ،
هارَ جيت، سکَ دُکَ جي، سامي رکَنِ نَ سارَ،
رَهَنِ مَنجهِ خُمار، سَدا سُپيرِيَنِ جي.

(١١)

لَنگهي ساڻُ لُنئي، ساهُ ڪُٺي وِيو سُپرين،
اَنَ ئي پهَرَ اکِنِ مون، پاڻي ڪِينَ کُٽي،
ساڙي بِرَهَ پَسَمُ ڪيو، گهرَ ۾ گُهٽ گُهٽي،
باقي ڪِينَ ڇُٽي، سامي خاڪ خيال ڪون.

آءُ منهنجا سُپِرين، تو بِن جيءُ جَري،
رِڳان روئي ٿَڪِيون، ٿي لُنوَ لُنوَ دانهَن ڪَري،
نيٽِنِ نيرُ نہ نِڪِري، روئن رَتُ پَري،
موهَن ٿِي مَري، درسَن ڪارَڻ دوس جي.

# (ب)

(۱)

ڪَهڙو ڪَريان حالُ، دَردَوَندَنِ جي دِلِ جو،
جَنِ کي مِليو سَتِگُرو، دينا ناٿُ دَيالُ،
سَدا رَهي سامي چَئي، کِميا مَنجهِ خوشحالُ،
آڪاسُ آئون پاتالُ، پَوَنِ ڪينَ پَلَنِ جان.

(۲)

ڪَهڙو ڪَريان حالُ، دَردَوَندَنِ جي دِلِ جو،
سامي جَنِ کي سَتِگُروءَ، ڪَيو نَظَرَ مَنجهِ نِهالُ،
ڳالهيون ڪَنِ اگمَ جون، راتيون ڏِينهَن رَسالُ،
خاوَند بِنان خِيالُ، رکَنِ نَہ رَتيءَ جيترو.

(۳)

دَردَوَند دُڪانُ، ڪَڍَنِ ڪينَ ڪَلِپَتَ جو،
جَنهِن کي ڏِنو سَتِگُروءَ، صِدِقُ صَبوري دانُ،
پيهي ڏِنائون پانَ ۾، پيدَ بِنان پڳوانُ،
ڪَري اَمِرَتُ پانُ، سَماٺا سامي چَئي.

(۴)

دَردَوَندَ دوکِي، کنهن جا ٽِيَنِ ڪِينَڪِي،
جَنِ کي ڏِني سَتِگُروءَ، اَنيئِہ اَپروکِي،
هارَ جِيتَ ري هَنسَ جان، چالِ چَلَنِ چوکي،
سي سَدا سَنتوکي، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(۵)

دَردَوَندَ داناهَ، رَهَنِ اَليپُ اَکاسَ جان،
کَنهن جا ڳَڻِنِ ڪِينَڪِي، ڏِسِي ڏوهَ گُناهَ،
سَبَ کي ڏِسنِ ڏيهَ جِي، رَهَتِ سَچِيءَ سان راهَ،
پُڇي ڏِسُ اوگاهَ، سامي چَئِي سِڌَ، ساڌَ، رِکَ.

(٦)

دَردَوَندَ داناهَ، اِستِتِ رَهَنِ اَکاس جان،
مَتِي جنهن جي مَنَ مون، سامي چِنتا چاهَ،
لَنگهيا پارِ سَمُندرِ کون، مِلي سانُ ملاحَ،
جاڏِي کَنِ نِگاهَ، تاڏِي سَڄَڻُ سامُهون.

(۷)

دَردَوَندَ دانو، سامي مليو سَتِگُروءَ،
تنهن لڪائو لَکَ سان، خالِصُ خزانو،
پائي مَنُ مگَنُ ٿيو، گد گد گهِرانو،
ستَہَ سَمانو، جَلَ ڀِيوتو جل ۾.

(٨)

دَردَوَندَ دانو، ڪُلپَتَ رکي ڪانَ ڪا،
لَڌو جَنهِن گُرگِياتِ سان، خِلوَتي خانو،
سَدا رَهي سامي چَئي، اَنَ اَلسانو،
جِئين پَروانو، جَلي جوتِ سَروپُ ٿِيو.

(٩)

دَردَوَندُ داناهُ، سوڌو وَرتي سَبَ سان،
جَنهِن ڪي ڏِنو سَتگُروءَ، سڪَ، سَمُجَه، ويساهُ،
پاتائِين پَرچِنَ ري، اَنيَئِہ پَدُ اَسگاهُ،
سَدا اَليپُ اَچاهُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(١٠)

دَردَوَندَ داناهَ، دُويت نَہ رکَنِ دِلِ ۾،
ڏِنو جَنِ عَدالتي، سَچَئُ سانُ ويساهَ،
هَلَنِ هَٺَ هيبَتَ ري، سُوڌي سُندَر راهَ،
سَدا اَليپَ اَچاهَ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(١١)

دَردَوَندُ دِلبَرُ، پَرَتکِ ڏِنو پانهنجو،
سامي سَنگِ ساڌوءَ جي، دِلِ جو کولي دَرُ،
ڪنهِن ڪي سَلي ڪِينَڪي، اَنيَئِہ سڪُ اَجَرُ،
ڪَري ڪيئن پَڌَرُ، نازڪُ ڏاڳو نِينهَن جو.

(١٢)

دَردَوَندَ دانهان، رَتِ روئي ڪَنِ رات ڏينهَن،
سَجَڻَ سِڪَ سوڙهو ڪَيو، روڪي سَڀِ راهان،
ڏيَنِ سَنيها ڏيهَ کي، ٻَڌي نِتُ ٻانهان،
عينَ ٻُڌي آهان، سُتَتِ مِلُ سامي چَئي.

(١٣)

بِرَهِنِ بوراني، روئِي رَتُ اکِنِ مون،
سَنياري سامي چَئي، دِلبَرُ دِلِ جاني،
لَڳِي تُنهنجي عَشقَ جي، ڪَليجي ڪاني،
مُشڪِلُ آساني، مِليَ ڪَرِ مُئيءَ جِي.

(١٤)

موهي مُنهنجو مَنُ، سَجَڻَ سِڪَ سوگهو ڪَيو،
اکِئون لِنوَ لائي رَهِيون، تَڙِڦي سارو تَنُ،
ڀائئِنِ ڪينَ ڀلو ٻُرو، ڪُٽنبُ، قَبِيلو، ڌَنُ،
دکيءَ کي دَرِسَنُ، سُتَتُ ڏي سامي چَئي.

(١٥)

رُئَندي رَتُ هُئي، سکيءَ سَنيهو ڏِنو،
تَنهِن کي ڏِسُ تَدَروپُ ٿِي، ڪَري ماٺِ مُئي،
آهي جَنهِن جي آسِري، سامي سُميرُ سُئي،
دِلِ مون ڪَڍُ دُئي، تَہ پَسَڻُ ٿيئِي پِرَ جو.

(١٦)

دَرِسيو دَردَوَند، مِلي وِچڙي ڪينَڪي،
سَمُجهي جَنهِن سامي چَئي، تاجيءَ پيٽي تَندُ،
ٻـَ ئي روپَ پوَن جا، اِسپَندُ اَئون نِسپَندُ،
اَنيٺِ جو آنندُ، پائي ويٺو پَدَ ۾.

(١٧)

ڪَري ڪوهُ ڪِني، دَعويٰ دَردَوَندَنِ سان،
سامي جَنِ کي سَتِگُروءَ، مَحَبَتَ مَتِ ڏني،
چَڙهيا اَنيٺِ اَڄَ تي، ڇِڪا سَڀِ ڇِني،
توڙي پـَرِنِ پيٽُ پِني، تـَ ٻـِ سِيتَلُ رَهَنِ سُياوَ ۾.

(١٨)

ڪوهُ ڪَري قاجي، دعويٰ دَردَوَندَنِ سان،
مِٽي جَنِ جي مَنَ مون، مِنَتَ موٽاجي،
سَدا رَهَنِ سامي چَئي، رجا منجه راجي،
اَڻَ هوندي باجي، لَنگهي چَڙهيا لڪَ تي.

(١٩)

ٻَڌي ڪيو ٻانهُون، مايا مورکن کي،
کَسي خامَ خِيالَ سان، ڪِمياخزانو،
سامي ٻَچِيو ساڌَ سَنگ، ڪو دَردَوَندُ دانو،
نِرِيٺَ نِشانو، ڏِنو جنهن اَنيٺَي.

(٢٠)

دَردَوَندَ دُويشُ، ڪنهن سان رڪَنِ ڪِينَڪِي،
سامي ڏسنِ سَبَ ۾، اَنيئي پرشُ اَليڪُ،
ڏاري آيو جڳَ ۾، بازيگرَ جو ڀيشُ،
اُوها وادِ وسيش، اُهو گيانُ گُروءَ جو.

(٢١)

اَلڪُ ڏاري اَوتارُ، سامي آيو سَنتَ جو،
ڪِيو پريم پرتِيتِ سان، دَردَوَندَنِ ديدارُ،
چَڙهيا اَنيڪَ اَڄَ تي، پائي سَمَ سکُ سارُ،
سَدائي گُلزارُ، کُليا وَتَنِ خِيالَ ۾.

# دَردَوَند (پويان)

(١)

اَهڙو ڪو آهي، دَردَوَندُ داتارُ جَنُ،
جو مُوڙهن کي ماڳُ ڏِئي، رُئندا رهسائي،
ڪوٽَ جَنَمَ جا وِڇڙيا، سامي مِلائي،
لَحظي مَنجهِ لاهي، اَوِديا ڪُلفُ اَندر جو.

(٢)

دَردَوَندَ داتارَ، لِڪَن ڇِپَنِ ڪِينَڪِي،
سامي جَنَ جي سِڪَ سان، لُنوَ لُنوَ ڪَري پُڪار،
بِنان عَشق عَجيبَ جي، رکَنِ ڪانَ سَنيارَ،
رَهَنِ مَنجهِ دِيدارَ، جانِّ وِيجائي پانهنجي.

(٣)

دَردَوَندَنِ جو دَرُ، وَڃي ويهُ ويساهَ سان،
پَرچي ڪَندءِ پاڻهين، سامي مِهرَ نَظرُ،
ڏيکاريندءِ ڏيهِ ۾، اَنيئَ آدي گهرُ،
جنهن ۾ اَجَرُ اَمَرُ، پُرکُ وَسي پَرماتمِا.

(۴)

دَردَوَندَ جو ديسُ، ڪاملَ آهي ڪهڙو،
سڪدائي سيتَلُ سَدا، سڀِ جا خالصُ خويس،
پُڄي ڏِسُ تَنين ڪون، جن پيهي ڪيو پَرويسُ،
ڪَٽي ڪلپَ ڪَليسُ، سامي مليا سَروُپَ سان.

(۵)

دَردَوَندَ جي ڌانهَن، سُتم رامَ سهي ڪَٽي،
ڪَڍي وڏائين ڪُنَ مون، ٻانيَنَ ڏيئي ٻانهَن،
ڪيائين لوڀَ لَهر جِي، مايا ڪي مَنانهَن،
ڇَہ رُتيون ٻارهَ مانهَن، سيتَلُ رهن سُياوَ ۾.

(٦)

دَردَوَندَ دولَتَ، رکن سمجهه سَچيءَ سان،
چڙهيا اَنيڙَ اَڄَ تي، ميٽي سڀ مَمَتَ،
ڄاڻِ سڪَ سَنسارَ جا، سَڀَ ڪوڙي ڪَلپَتَ،
مِلي ڪن محبت، سامي ساڌَ سَنگتِ سان.

(٧)

دَردَوَندَ دُڪانُ، ڪدن ڪينَ ڪَسَبَ جو،
چڙهيا حَقِيقي حدَ تي، ڇَڏي مايا جو گُذرانُ،
اَندرِ ٻاهَرِ نَيَ جان، ڏِسَنِ اَنيڙَ يانُ،
سامي سڀُ جَهانُ، آهي جَنهن جي آسري.

(٨)

دَردَوَندَ دُڪانُ، ڪِينِ ڪِينَ ڪلپَ جو،
جَنِ کي ڏِنو سگترءَ، اَنيئي آتم گيان،
سُکي ٿِيا سامي چَئي، سَٽي سَڀُ اَيمانُ،
توڙِي جڳي جَهانُ، تان ٻِي سِيتلُ رهن سُياوَ ۾.

(٩)

دَردَوَندَ داتارُ، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو،
ڏِنو جنهن اڪِنِ سان، دوستَ جو ديدار،
کولي وِهي خوديءَ ري، اَنيئِ سارُ ٻَندارُ،
جاڳائي جَنڪارُ، سامي شيوڪ جو ڪري.

(١٠)

دَردَوَندَ داتارَ، ساڌو جَنَ سَمَدَرِسِي،
ديا ڌاري دِلِ ۾، سامي ڪَنِ اُپڪارَ،
ڏيئي هَٿَ هِمتَ جا، تارِنِ جيوَ اَپارَ،
هَردَمَ رَهَن هشيارَ، پِيئَن پِيئارن پريم رَسُ.

(١١)

دَردَوَندَ ديدارُ، دَمِ دَمِ ڪَرِن دوسَ جو،
رکَنِ نَہ رَتيءَ جيترو، اَندَرَ ۾ اَهنڪارُ،
سَهي ڪيائون سَمَ ٿي، سُپَني جو سَنسارُ،
ٻانيئڙ جيئن ٻارُ، مَنَ ڪون مُڪتو رهي.

(١٢)

ڏردَوَندَ ڏُکو، ڏِنو شوقَ شَرابَ جو،
پِيئندڙي مَنُ پَتِيو، سَنسو پَرمُ چُکو،
اَچي گهرِ ڏِکو، سامي چَئي سُپرين.

(١٣)

دَردَوَندَ دکي، ڦَٽي دردَ فراق کَيا،
پُڇَنِ پُکارن سَڏَ کري، رُئن رَتُ رکي،
نِکري آيو نيڻ مون، جاني جيءُ جکِي،
سامي چَوَنِ سکِي، مِلي کر مُئنِ کي.

(١٤)

دَردَوَندَ تَي دينَ، پي پي کَنِ پَپيهي جان،
بِنان چندَ چَکور کي، سکَ سُهائِنِ کِينَ،
سامي مَنُ مِرگهَ جو، موهِيو بيحَدُ بِينَ،
جَلَ وَرائي مِينَ، ترڦِي جِئَڏي تَنَ کي.

(١٥)

دَردَوَندَ داناهُ ڏويت نَہ رکن دِلِ ۾،
ڏِٺو جَنِ عَدالَتي، سَچَنُ ساڻُ ويساهَ،
هَلِن هَٿَ هَيبَت ري، سُوڌي سُندَر راهَ،
سدا اَليپُ اَچاهَ، سامي رهن سُياوَ ۾.

(١٦)

روئِن زارون زارَ، ڦٽيا درد فراقَ جا،
سسي لاهي ڏڙ کون، ڪيائون ڏارون ڏارَ،
هارَ جيتَ ڏکَ سکَ جي، رکَنِ ڪانہَ سنيارَ،
رَهَنِ مَنجهِ خُمارَ، سامي سُپيرين جي.

(١٧)

ڳالهيون ٻُڌي ڳنڀيرَ، دَردوَندَ داناھَ ٿيا،
ڪَٽيائون ڪلپتَ جا، جاڳي سڀ زنجير،
رَهَن اَليپُ آڪاسَ جان، سامي منجھ سَريرَ،
ڪائنِ ڪَندون ڪيرَ، ليٽَنِ لالَ پَلَنگَ تي.

(١٨)

ڪَهڙو حالُ ڪَريان، دَردوَندَن جي دِلِ جو،
سَدا رَهَنِ سَنتوش ۾، محبت مَدَ پريا،
سياوَڪُ سامي چئي، ڏِسي نينَ ٺَريا،
لکين لوڪَ تَريا، دامَنَ لڳي تَنِ جي.

(١٩)

بنان وِڌِ ويساھَ، ڪنهين پاتو ڪينڪي،
توڙي لوڪَ لکَ ٻَڌي، ڪَنِ اُپاوَ اٿاھَ،
ساکَ ڏِيَنِ سامي چئي، دَردوَندَ داناھَ،
پورَنُ پاڪُ نِگاھَ، جَنِ ڪي گُرَ گوبندَ ڏني.

(٢٠)

آئي کي آدَرُ، دَردَوَندُ ڏِني دِلِ سان،
جَنهِن کي پاڙهيو سَتگُروءَ، پَرچي پريم اکرُ،
ڏِسي عَينَ آڪاسَ جان، پورَڻ پَرميشورُ،
سَدا تَرُ تِيہَرُ، سامي رهي سياوَ ۾.

## (ب)

(١)

ڪَهِڙو حالُ ڇَوان، دَردَوَندَنِ جي دِلِ جو،
ڪُلِيا گُلَ گُلابَ جا، رَهَنِ نِتُ نَوان،
ٻولِن واڪَ ويدانتَ جا، سُتَهَ سِڌ سَنوان،
سامي سَرَنِ ڀَوان، تَہ پارِ لَنگهائِنِ ڀَلَ ۾.

(٢)

دَردَوَندَ داتارَ، دَيا رڪَنِ دِلِ ۾،
جَنهِن کي ڏسي سَتِگُرو، آنَنِدُ مَتُ آپارَ،
سوڌي ڪَڏَنِ سڀَ جا، وَڇَنَنِ سانُ وِڪارَ،
سَدا باغَ بَهارَ، سامي رَهَنِ سُياوَ ۾.

(٣)

دَردَوَندُ داناهُ، ڪوڙُنَہ ڪَري ڪَنهِن سان،
جَنهِن کي ڏِني سَتِگُروءَ، سِڪَ، سَمُجَهَ، ويساهُ،
سامي رَهي سَنسارَ ۾، سدا آليپُ آچاهُ،
رامَ نگَرَ جو راهُ، سُوڌو ڏسي سڀَ کي.

(۴)

دَردَوَندَ داناهَ، مَمَتَ نہ رکَنِ مَنَ ۾،
ڳِلِ لائي کَنِ ڳوٺ جو، ڏيئي سَمَ صَلاح،
مِلي تَنِ مَرِدَن سان، سَپَ چُکائي چاهَ،
سامي سوکَم راهَ، اَتي پَدَ اَگمَ جي.

(۵)

دَرَدَوَندنِ کي دوکُ، مورکَ لائِنِ مَتِ ري،
جَنِ کي ڏِنو سَتِگُروءَ، سامي سَمَ سَنتوکُ،
ڏِسَنِ ڏيهِ اِيمانَ ري، اَنيَئہِ پَدُ اَپَروکُ،
مَمَتِ مِٽائي موکُ، سَپَ جو کَنِ سَمُجَھ سان.

(٦)

دَعويٰ کَري کيرُ، دَردَوَندَ داناهَ سان،
آدي، اَنيَئہِ گهرَ جو، گهڙي لَڌو جَنهِن گهيرُ،
پائي پورَنَ پَدَوي، تِيو نِرَيئُ نِرَويرُ،
رائِي اَئون سُميرُ، سَمَ جاڻي سامي چَئي.

# اَوڌُوتَ (الف)

(١)

نَڪو ڪوهُ نہ اَڏُ ڪوهُ، نَڪو پيرُ پَري،
جاني جَهروڪَنِ ۾، تو سامي سَڌَ ڪَري،
جَنهِن ڪي ڪَرَلُ ڪَنِ پيو، تَنهن ڏِٺا نينُ پري،
موهِي ذَوق ذري، سا پلڪ پراهون نہ ٿئي.

(٢)

جَنهِن سَمُجهو سُوتُ، آتَم ديوَ اَنُوپَ جو،
سو بِنان بيڪَ بِبوتَ جي، سامي ٿِيو اَوڌوتُ،
اُٿي اوديا ڀُوت، ڀڳو تنهن جي گهر مون.

(٣)

اَلبيلا اَوڌوتَ، عاشِقَ پاڪَ اَلله جا،
جَن پَنجَئِي ماري پانهِنجا، ڪِيا اڳَنِ ۾ آهوتَ،
مَحَبَتي مَضبوطَ، پرچا رهن پاڻَ ۾.

(۴)

اَودوتَن اُتِي، مَتي ڳالھ مَرمَ جي،
وِرلي ڪنهن گُرمُکَ جي، هِردي مَنجهِ ڪُتي،
پرچي پاتي جنهن پريم جي، پيرَن مَنجهِ جُتي،
ڪَدي ڪَلپَ ڪُتِي، سَمَ وَرتِي سامي چئي.

(۵)

اَودوتي عينَ، واڪَ چَوَنِ ويدانت جا،
ڪو سُجاڳو سورَمو، سامي سَمُجهي سَينَ،
سُتَهَ سَمَ سورِجُ ڏِسي، پَري نِرمَلُ نَينَ،
ڪَلپِتِ ڪارِي رَينَ، ڪَدي آياءُ اَندَرَ مون.

(٦)

اَودوتَن کي آسَ، آهي ڪانَ اَندَرَ ۾،
سامي ڪَٽِيائون سَمَ تي، سَبَ ڦُرني جي ڦاسَ،
رَهَنِ مَنجهه آڪاس، اَنئي پَهَرَ اَنَلَ جان.

(۷)

ديوانو داناھُ، ڪوڙِن ۾ ڪو هِڪڙو،
ڏِٺو جَنهِن اکِنِ سان، پورڻُ پاڪُ اَللهُ،
ڪَنهِن کي سلي ڪِينَڪِي، اَنيئَ سڪُ اَٿاھُ،
سدا بيپَرواھُ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(٨)

اَوڏوتي اَچُتا، سَدا رَهَنِ سَنسارَ ۾،
لوڪُ نہ لکي تَنِ کي، هو وَتَنِ مَنجھ مَتا،
اَندرِ سيتَلُ جَلَ جان، ٻاهرِ تاوَ تَتا،
رَهَنِ رَنگَ رَتا، سامي سِپيرِيَنِ جي.

(٩)

اوڏوتِنِ کي آسَ، آهي ڪانہ اَندرَ ۾،
جاڳي ڪَتيائون جيءَمون، سَڀَ ڦُرني جِي ڦاسَ،
سامي مِلي سَروپَ سان، ٿِيا خِلوتي خاصَ،
رهن منجھ آڪاسَ، اَٿ ئي پَهَرَ اَنلَ جان.

(١٠)

اَوڏوتَنِ آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن پَدَ ۾،
جتي تون مان نانهن ڪا، نَڪو جاتِ وَرَڻُ،
نَڪو اونده سوجهرو، نَڪو چُپِ چَوَڻُ،
ميٽي جَنَمُ مَرَڻُ، سِيتَلُ ٿِيا سامي چئي.

(١١)

اَوڏوتنِ آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن پَدَ ۾،
مِيٽيو جَنِ جي مَنَ مونِ، ڀولائو ڀَرَمُ،
سُتَمَ ڏِسَنِ سامي چئي، پرميسر پورَڻُ،
رَتي ماسو مَنُ، آهي جَنهن جي آسِري.

(١٢)

اَودوتَنِ آسَڻُ، پرچي ڪيو تَنهن ڀَڏَ ۾،
جِتي تون مان نانءِ ڪا، نَڪو ڇُپ ڇُوَڻُ،
نَڪو ٻَنڌُ مُڪتِ ڪا، نَڪو تيا ڳُ گِرهَڻُ،
پرميسر پورَڻُ، سَتَمِ رَهي سامي چئي.

(١٣)

اَودوتنِ اَصُلي، ٻَرچي لَڌو گهرُ پانهنجو،
سامي جَنِ جي ساڌَ سنگ، اَنيئہ اَڪ ڪُلي،
سُپني جي سنسارَ ۾، پَوَنِ ڪين پُلي،
ميٺي ڪَلِپَ ڪُلي، سَدا ماڻنِ سيجَ سکُ.

(١٤)

اَودوتن اُتو، هڪُ هيڪلو آتما،
وِرلي ڪَنهِن گُرمُکَ کي، هِردي مَنجهہ ڪُتو،
ليڪو لاهي سَبَيَ سان، ڪيائين چِتُ چُڪتو،
سامي وَڃي سُتو، سَدا سُکَپتَ سيجَ تي.

(١٥)

اَنيئي جو آرامُ، آيو جَنهِن اَودوتَ کي،
مِٽي تنهن جي من مون، ڀي سَڀَ خودي خامُ،
دَرِ دَرِ ديوانن جان، ڪري ڪينَ سلامُ،
سدائين نِهڪامُ، سامي رهي سَياءَ ۾.

(١٦)

جا ٻَٽي سا واهَ، سامي رکي سِر تي،
سَدا سُبِيرِيَنِ جي، ڪري سَمَ صلاح،
آٿي اِها راهَ، اَصُلُ اوڌوتن جي.

(١٧)

سَڌنِ سَودائي، اَنڌا اوڌوتَنِ کي،
جَنِ پاڻُ وَرائِي پاڻَ سان، سُتَمَ لنوَ لائي،
اَوِديا پَرَمُ اَندر ۾، رکن نَه رائي،
وِڃائي وائِي، سامي چَڙهيا سيرَ تي.

(١٨)

اَوڌوتَنِ اَسمِيدُ، ماري ڪيو مَن کي،
سامي چَڙهيا سيرَ تي، ڇَڏي وِدِ نِڪيدُ،
ڪنهن کي سَلِنِ ڪِينڪِي، اَنيَٺِ سڪُ اَپيدُ،
جيئِين ڇَئي گُرو ويدُ، تِيئِين هَلَنِ حَليمُ ٿِي.

(١٩)

جيئِين گُلابي گُلُ، ڏٿي خوشبوءِ خوشيءَ جي،
تِيئِين اَوڌوتَ اَنيَٺِي، ڪَنِ اُپَديشُ اَصُلُ،
وَٺِي ڪو ويساهَ سان، ڏيٺي محبت مُلُ،
ڪَٽِي ڪَلِپَتَ ڪُلُ، سامي سَمَ سيتلُ ٿِئي.

(٢٠)

سي اَوڌوتَ ٻَلِي، جَنِ جيتيو مَنَ مَواسَ کي،
پاڻُ ڏٺائون پاڻَ ۾، عَجائِبُ اَصُلِي،
نِت گاوَنِ رامَ کَلِي، سامي مِلِي سروپَ سان.

# (ب)

(١)

اَوڏوتي اَپروکُ، ڏِسَنِ اَنيَءِ آتما،
جاڳي ڪَڏِيو جنِ جيءَ مون، اَنَ هوندو دُنيا دوکُ،
جانِ سَڀُ سُهِني جو، ٻانَيَنَ ٻَنڌَنُ موکُ،
ڪَري سَمَ سَنتوکُ، سُمِهيا سَهَجَ آنندَ ۾.

(٢)

اَوڏوتَنِ اَصُلُ، پَرچي لَڌو گهرُ پانهِنجو،
سکي ٿِيا سامي چَئي، ميٽي ڪَلپَتِ ڪُلُ،
ٻاٽي ٻولِنِ بيحَدي، عينَ اَبيدُ اَمُلُ،
جِئين گُلابي گُلُ، ڏِئي خوشبوءِ خوشيءَ جي.

(٣)

اَوڏوتَنِ اِئين، ڪَيو اُپَديشُ اَنيَئي،
پِيالو پِريمَ اگمَ جو، پُر ڪَري پيئي،
رکي نَ رَتيءَ جيترِي، هارَ جيتَ هيئي،
جِئين جوتئين، سامي ڏِسي سَروپَ کي.

(۴)

اَودوتَنِ اُتو، وَڃَنُ هڪُ ويساهَ جو،
وِرِلي ڪَنهِن گُرَمڪ کي، هِرَدي مَنجهه ڪُتو،
ڪايا مايا ڪُلَ ڪون، اُلَٽِي ٽِيو اَڃُتو،
گگَنَ ۾ گُپتو، سَيلُ ڪَري سامي چَئي.

(۵)

اَودوتَنِ کي آسَ، ڪانهي ڪا تِر جيتري،
سامي جَنِ جي سَتِگُروءَ، ڪَٽِي ڪَلِپَتِ ڦاسَ،
پورَنُ ڄاڻي پيءَ کي، ٿِيا خِلوَتي خاصَ،
بيحَدِ ڪَنِ بلاسَ، رَهَنِ اَليپُ آڪاس جان.

(٦)

آچارِجُ اَودوتُ، پيئي رَهَنِ بيحَدِ ۾،
ڪو سَئِلَ ڪَري ساکِي ٿِي، ڪو مَرِي ٿِيو مابوتُ،
سَدا ڪَنِ سڪَ سارَ جو، بِنان ڪَلِپَتِ ڦوتُ،
تاڃيءَ پيٽي سوتُ، سَمَ ڏِسي سامي چَئي.

(٧)

اَنَيَئِي اَودوتُ، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
سَمُجهيو جَنهِن سامي چَئي، تاڃيءَ پيٽي سوتُ،
ڪَري نِتُ ڪَلپَ ري، بي ڦُوَتيءَ جو ڦوتُ،
سَدائي ثابوتُ، رَهي سُتَهَ سُياوَ ۾.

(٨)

جا بَٽي سا واهَ، سامي رکي سِرَ تي،
اَسٽِت رَهي آڪاسَ جان، ميٽي چِنتا چاهَ،
سُتَهَ سِدِ سَروپَ جي، ڪَري سَمَ صَلاحَ،
اَٿي اِها راهَ، اَصُلُ اَودوتَنِ جي.

(٩)

وَتا سَبِ تڳي، مايا جيءَ مَمَتِ سان،
مَنزَلَ وِڏي مَنَ ڪون، ڪَنهِن اَودوتَ اڳي،
جِتي تون مان نانهِن ڪا، نَڪو ليپُ لڳي،
جڳمڳِ جوتِ جڳي، سامِيُ سَدا اَنَيَئِي.

# ساڌُو جَنَ

(۱)

ڪوهُ ڪَريان اُستَتِ، ساڌو جَنَ جِي مڪَ سان،
مَنَ بُڌِ واڻيءَ ڪون پَري، پُهچِي سگهي نَہ مَت،
ساڌو جَنِ جي گتِ، سامي ڄاڻي ساڌُ جَنُ.

(۲)

اِهَڙو ڪو آهي، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو اُودِيا ڪُلف اَندَرَ جو، لَحظي مَنجِهہ لاهي،
اَندر ٻاهِرِ ڏہَ ڏِسا، اَلکُ لکائي،
هُمَتا مِٽائي، سامي چاڙهي سِيرَ تي!

(۳)

اُودِيا پَندَ اُڇلي، ساڌوءَ وِڌي سرَ تون،
سامي ڄاڻي سُپَنو، اُتپَتِ ۽ پَرلي،
رکِي چاهَ اَندَرَ ۾، ڪَنهن سان ڪِينَ مِلي،
توڙِي خَلقَ کِلي، تہ پِي سيتَلُ رَهي سُڀاوَ ۾.

(۴)

گهڻَ نِرمَلَ آهِين، ساڌو جَنَ سَنسارَ کون،
اوجَلَ آتمَ گيانَ جِي، وَرِکا وَسائِين،
اَوِديا مَئِلَ اَندَرَ مون، ڌوئي سَڀ لاهِين،
اَنيڪَ اُپجائِين، سامي سَهَجَ سَروپَ جِي.

(۵)

چَلَنِ اُلَٽي چالَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
لَنگهيا پارِ سَمُندَ کون، ڇِنَ ۾ ماري ڇالَ،
ميٽي ريٿا مَنَ مون، سامي سَڀِ خِيالَ،
رَهَنِ لالُ گُلالَ، سَدا پانهنجي حالَ ۾.

(٦)

دانا ديوانا، ٿيا ساڌو جَنَ کيترا،
هِڪِڙا ساڻُ سَنگتِ جي، هڪڙا اَلسانا،
رهن سڀ سروپَ ۾، سامي سمانا،
ورتن ڏنانا، ساکِي ٿي سنسارَ جا.

(٧)

ڏَڙ تون سِر لاهي، ساڌو چَڙهي سَنگرامَ تي،
وَڃي پَئي ويساهَ سان، ڪَلپَتَ ري ڪاهي،
ماري ڏُبڌا دَلَ کي، نَوبَت وَڄائي،
سامي جُهلائي، اَنيڪَ ڇَٽُ مَٿي تي.

(٨)

مايا مَنجھ اُداسَ، سامي رھن ساپُرسَ،
جِيَڻَ، مَرَڻَ، دُکَ، سکَ جي، مَنَ ۾ رکَنِ نہ آسَ،
ساکي جاڻي سَبَ ۾، تِيا داسَنَ جا داسَ،
ڪٽي اَودِيا ڦاسَ، چڙهِيا اَنيَڏِ اَڄَ تي.

(٩)

سوئي سِياڻو، ساڌو جَنُ سَنسارَ ۾،
جو ڏڌو ڏاهَرُ وِڪِڙي، ڪري نِجُ ناڻو،
سامي رکِي سِرَ تي، پِڳُوَتَ جو ڀاڻو،
ڏيئي وِهاڻو، سُمھِي سُکَپَتَ سيجَ تي.

(١٠)

سَدائِين نِرمَل، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نہ لَڳِي تَن کي، جِئَن جَلِ رهَنِ ڪَنوَل،
اَئَي پِهَرَ اَچلَ، اَنَلَ جان آڪاسَ ۾.

(١١)

سدائِين نِرمَلَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
ليپُ نہ لَڳِي تَن کي، جِئَن جَلِ رهَنِ ڪَنوَلَ،
سُوڌا وَرتَنِ سَبَ سان، سامي بِنان خَلَلَ،
اَنَيَڏِ روپَ اَچَلَ، گھڻَنِ وڏَن ڪِينَڪِي.

(۱۲)

ساڌو جَنُ ٿالٿُ، ڪوڙنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جو جاڳي چڙهيو چِٽَ تي، ڇڏي اُونگهہ آلِسُ،
رَهيو مايا موهَ کون، خُلاصو خالِصُ،
وِسُ جو هِڪُ والٿُ، سامي ڄاڻي سُپرين.

(۱۳)

ساڌو سِياڻو، گهمي آيو گهرَ ۾،
جُڙيو آهہ جَتَن ريءَ، ٻاريءَ تِڪاڻو.
مڪَنُ جو چاڻو، پائي ويٺو مُنهَن ۾.

(۱۴)

هَرِ جَنَ ڪَڍي هَٿُ، ويٺا سَودي سارَ جو،
سَمَ رکيائون تِرڪِڙي، سَمَ رکيائون وَٽُ،
جيڪو جڳياسي اَچي، ڇڏي ڪوڙُ ڪپَٽ،
سامي سِرِ سان مَٽُ، توري ڏين تَنهِن کي.

# (ب)

(١)

مايا مَنڊِي مَنڊاڻُ، موهي ماري سَڀَ کي،
ڪَنهِن کي ڇَڏِي ڪِينَڪِي، خالي خوشيءَ ساڻُ،
رَهي اَليپُ آڪاسَ جان، ڪو سامي سَنتُ سُجاڻُ،
پاڻَ وَرائِي پاڻُ، جاڳِي ڏِٺو جَنهِن جوتِ ۾.

(٢)

جَنهِن ساڌوءَ کي سُڌِ، پيئي سُتَهَ سَروپَ جي،
تَنهِن جي دَرِسَ دَرياهَ ۾، ٻُڏِي ويئي ٻُڌِ،
رَهي ڪِميا خُمارَ ۾، ٻانيَڻَ بيخودِ خود،
جاڳِي جيتي جُڌِ، چَڙهِي ويٺو چَوڏولَ ۾.

(٣)

ديِپَڪَ مون ديِپَڪُ، جاڳِي ٿِيو تَنهِن جَهڙو،
ٿِيَن مِلِي ساڌوءَ سان، ساڌو ٿِيو سيوَڪُ،
رَهيو نَہ رَتيءَ جيترو، سامي ڦير فَرَقُ،
پاوِين عينَ الحَقُ، پاوِين ٻولِي رامُ رامُ.

(۴)

مايا مَنجهِ اُداسَ، رَهَن ساڌو جَنَ سورما،
اَچي اَزِغيبي لڳي، جَنِ کي پريمَ پياسَ،
سامي مِلي سَروپَ سان، ٿِيا خِلوَتي خاصَ،
بيحَدِ ڪَنِ بِلاسَ، چڙهي چيتَنِ چٽَ تي.

(۵)

ساڌو جَنَ سگمُ، مارگ ڏسيو موکَ جو،
سامي سَمُجهي کو سورمون، رکي مَنِ مَرَمُ،
ڪٽي سَڀ ڪَلپنا، جيتي اَمول جَنَمُ،
پورَنُ پرماتَمُ، جاڻي جاڻَنهارَ کي.

(٦)

ساڌو جَنُ سُچکُ، کوڙنِ ۾ کو هِڪڙو،
اَستِامَلُ اَولِي جان، لکِيو جَنهِن اَلکُ،
کَري نَ ڪَتَرَ جيترو، کَنهِن سان پَرچِنِ پکُ،
ٿي پورَنُ پارکُ، سامي کيلي سَرِبَ گَتِ.

(٧)

ساڌو جَنُ سُچکُ، کوڙنِ ۾ کو هِڪڙو،
ڏيئي کَنبِ کَلَ کي، لکِيو جَنهِن اَلکُ،
وَرتي وِڌِ ويچار سان، عينَ اَيِدُ اَپکُ،
سَٽي سوگُ هَرکُ، سامي ماڻي سانتِ سکُ.

(٨)

ساڌو جَنُ سُورو، لِڪي ڪينَ لَقاءَ ۾،
ماري جَنهِن مُدَعِنِ ڪي، ڪَيو چِٽُ چورو،
سڪي تِيو سامي چَئي، پائي پَدُ پورو،
شالَ، پَٽو، پورو، ڄاڻي اَنيَئِه اُنَ جو.

(٩)

ساڌو جَنُ سَچارُ، ڪوڙُ نہ ڪري ڪَنهن سان،
جَنهِن ڪي ڏِني سَتگُروءَ، اَنيَئِه مَتِ اَپارُ،
سامي ڏِسي سَبَ ۾، دوستَ جو دِيدارُ،
سَدا باغُ بَهارُ، رَهي سُتَهَ سُياوَ ۾.

(١٠)

ساڌو جَنَ سَچارَ، پورَنُ ڄاڻَنِ پيءَ کي،
ڪَڏِي تِيَنِ ڪِينَڪِي، دُکُ سُکُ پائي ڏار،
ڄاڳي ڪَنِ جڳَتَ جا، سامي سَبِ وَهنوارَ،
هميشہ هِڪَ تارَ، رَهنِ وديهي ديهِ ۾.

(١١)

ساڌو جَنُ سُجاڳو، ڪَري ڪانہ ڪَلپنا،
سامِيَ جَنهِن جو سَربَ گَتِ، پَرَمُ پَؤ پاڳو،
ٻاهَرِ تون مان ۾ رَهي، اَندَرِ اَنُراڳو،
پِڇو اَئون اَڳو، ڄاڻي سَمَہ سَروپَ جو.

(۱۲)

ساڌو جَنُ سُجانُ، اُچي مِليو اوچتي،
تَنهِن پِياري پِريمَ رَسُ، کَيو وِيدَ وکِيانُ،
اَوِديا اوندَهِ نہ رهي چَڙهِيو چيتَن ڀانُ
سامي سڀ جهان آهي جنهن جي آسري

(۱۳)

ساڌو جَنَ سُجانَ، ڪَرِنِ ڪانہَ ڪَلپنا،
جَنِ کي ڏِني ستگروءَ، پَڪي پِريتِ پَڇانَ،
سامي مِليا سَروپَ سان، ڪَٽي سَڀُ اُنمانَ،
رَهَنِ مَنجھِ جَهانَ، سَدا اَليپُ آڪاس جان.

(۱۴)

ساڌو جَنُ صَرافُ، ڪوڙَنِ ۾ ڪو هِڪڙو،
جَنهِن جاڳي ويدَ وِچارَ سان، ڪَڍيو ڪوٽُ خِلافُ،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتِما، سامي ڏِسي صافُ،
مُلِڪُ مِڙيئي معافُ، پَرچي ڪائي پانَ سان.

(۱۵)

سامي مَرِدَ مَلاحَ، ساڌو جَنَ سَنسارَ ۾،
اچي سِڪَ سَچيءَ سان، جيڪو ڪَري ڪاهَ،
تَنهِن کي تارِن تارَ مون، ڏيئي سارُ صَلاحَ،
ميٽي چِنتا چاهَ، مِلائِنِ مَحَبوبَ سان.

(١٦)

ساڌو سَيئي، آهِن ديسَ اڳمَ جا،
دانا ديوانا دَردَوَندَ، نِرَوِڪَلَپَ نيهي،
جَنِ ڪي اَلکَ اَيِيوَ جي. سامي سُڌِ پيئي،
مِلِيا مَنُ ڏيئي، پاڻُ وَرائي پاڻَ سان.

# سَنتَ

(١)

اِهَڙو ڪو آهي، دَردَوَندُ داتار جَنْ،
جو موڙهَنِ ڪي ماڳِ ڏِئي، رُئندا رَهِسائي.
ڪوٽَ جَنَمَ جا وِڇڙيا، سامي مِلائي،
لَحظي مَنجِهِ لاهي، اَوِدِيا ڪُلفُ اَندَرَ جو.

(٢)

جيڪو جڳِياسي، اچي هن اَوسَرَ ۾،
تنهن کي پانهِنجي ديسَ جو، وَيجي ڪَريان واسي،
جاتي تون مان نانهِ ڪا، نَڪو ڦُند ڦاسي،
اَلَکُ اَبِناسِي، سُتَهِ رَهي سامي چَئي.

(٣)

سَنتَنِ جي اُستَتِ، ڪريان ڪوهُ زَبانَ سان،
جَنِ پَرچي پَرمارٿَ ڪيا، سامي نانا يَتِ،
جَپَ تَپَ ساڌَنَ، جوڳَ جڳَ، وَئراڳَ يڳَتِ،
پَهُچي سگهي نـَ مَتِ، تَنِهين جي تَدَروپَ کي.

(۴)

اَهڙا پُرِڪَ دَيالَ، سامي اَٿي سَنتَ جَنَ،
جي مِلائي مَحبوبَ سان، ڪَٽِنِ دُڪَ جنجالَ،
اَوديا جِي اَندَرَ ۾، رکَنِ ڪانَ رَوالَ،
تِنِ لالَ گُلالَ، تَنِ سان مِلي ڪيترا.

(۵)

ٻولي ٻُڌائي، سَنتَ لڪائِنِ سَمَتا،
سامي ڏِسي ڪو سورَمو، گهرَ ۾ گهٽائي،
چڙهي ويهي چَوڏولَ تي، پورَڻُ پَدُ پائي،
جاڏي واجهائي، تاڏي سَڄَڻُ سامهُون.

(٦)

ٻولَڻُ ۽ ٻُڌَڻُ، سَمُجَهه وَرائي سڪِيو،
سامي چَوَنِ سَيِ سَنتَ جَنَ، پائي پَدُ پورَڻُ،
مِٺيو جَنِ جي من مون، ٻولائو ٻِٽڪَڻُ،
اَچڻُ ۽ وَيڃڻُ، ڏِسَن ڪونَ آڪاسَ ۾.

(٧)

بِنان اَنگ اَکرُ، سَنتَ لڪائِنِ سَيَ ڪي،
سَمُجهي ڪو سامي چئي، جاڳيو جوڳيشوَرُ،
ڏِنو جَنهِن اَپيدُ تي. بيگمپُر شَهَرُ،
اولَهُ ۽ اوڀَرُ، ٻَري ڪينَ ٻَلِنِ جان.

(٨)

بيحد پَدُ ياري، سنتَ لکائن سڀ کي،
سمجهي کو سامي چَئي، اُتم اَڌکاري،
گِهڙِي کئِي جنهن گهر ۾، کُيچ دم قَراري،
سَنّي پِندَ ساري، سَنمکُ ٿِيو سروپَ جي.

(٩)

بيحد بيپرواه، سامي ڏٺا سَنتَ جَنَ،
رکَنِ نہ رَتيءَ جيتري، چِتَ ۾ چنتا چاهَ،
چَڙهيا اَنيئہِ اَچَ تي، رَهَتِ سَچيءَ جي راهَ،
جاڏي کَنِ نگاهَ، تاڏي سَجَڻُ سامهون،

(١٠)

پيدَ بِنان پگوان، سَنتَ لکائِن سَڀَ کي،
سمجهي ٿِيا سامي چَئي، مَحَبَتي مَستانُ،
لَئہ ڏٺائون لکَ ۾، جاڳِي سَڀُ جَهانُ،
کري اَمرتُ پانُ، اِستَتِ ٿِيا آکاسَ جان.

(١١)

يارِي پوتُ پريتُ، لوڀُ لَڳو لوکَنِ کي،
کايا مايا کُلَ سان، هَردَمِ رکَنِ هيتُ،
رَهي اُليپُ آکاسَ جان، کو سامي سَنتُ سُچيتُ،
ڏٺو جَنهِن اَدويتُ، اَندر باهر آتما.

(١٢)

يڳتِ ياڳوتي، سنت لڪائنِ سَبَ کي،
سمجهي ڪو سامي ڇئي، ماهلُ مَحَبَتي،
مِٺي جَنهِن جي. مَنَ مون، اَودِيا اَنمَتي،
پائي پِراڻَ پَتي، اِسٿتِ ٿيو آنند ۾.

(١٣)

آيو ناگرُ نَٽُ، ٻيڪُ ڏَري بازار ۾،
ڪَڍي وينو ڪَرَمَ جو، سامي حَرڪَتَ ڪٽ،
سَنتِن ساپُرسَنِ ڪئو، پَٽُ لاهي پِرگهٽُ،
تارازي اَئُون وَٽُ، ڪٽي سٿيائون سيرَ ۾.

(١٤)

سوئي سَنتُ مَهَنتُ، جو رکي سانت اَندرَ ۾،
سامي ڏِسي سَبَ ۾، ٻيدَ ٻِنان ٻڳونتُ،
گاوي نِتِ ٻَسَنتُ، پَرچي پانهنجو پاڻَ سان.

(١٥)

صُلحُ سيئي ڪَنِ، جَنِ تي ڪامِلَ جو ڪَرَمُ ٿيو،
هو مورتَ مَحبوبَنِ جي، سَبَ صورتَ مَنجهِ ڏِسَنِ،
مَنجهِي راجَ رَهَنِ، نيارا نِرپِڪَ سَنتَ جَنَ.

(١٦)

اَنيَئي اَتيتُ، ڪوڙن ۾ ڪو هڪڙو،
جنهن ملي سادَ سَنگت سان، جيتيو مَنُ اجيتُ،
سَمَ ڏسي سَڀَ ڪاٿهين، پرين پنهنجو ميت،
سامي پاڪُ پليتُ، آهي جَنهن جي آسري.

(١٧)

نانا روپَ ڌري، سَنت لڪائن سارُ ٿا،
پئه، دلاسو، پاوَنا، وَچَنَ ولاسَ ڪري،
ڪوڙن مون ڪو هڪڙو، سمجهي اَجَرُ جَري،
جنهن جو پَٽُ پَري، سامي ڪَري سَتگُرو.

(١٨)

سنتن ساڻُ هلي، سامي سُپيرين ڏي،
وَئي راھ ويساھَ جي، ڪٽي پيرُ جهلي،
ڪَري سُواري پريم جي، ٻڌي سَچُ پلي،
اَچي پاڻَ ملي، اَڳيون تنهن سان سُپرين.

(١٩)

سنتن ساڻ سڪي، سَنت مليا سَمَ دَرسَني،
ڳالهيون پانهنجي ڳوٺ جون، لنوَ سان ڪَن لڪي،
سامي چڙهيا چِٽَ تي، رکي نِگاھَ جهڪي،
پوري ۾ اِڪي، وينا ڳڻن وِچَ ۾.

(٢٠)

اَنيئِي اَنڪَ، رڪَنِ ڪانَ اَندرَ ۾،
پورو اکرُ پريمَ جو، پڙهي تِيا پَرِپَڪَ،
ويڙهي سَبِ وَرَقَ، سامي چڙهيا سِيرَ تي.

(٢١)

ساڳُ جائَنِ سيرو، سامي سَنتَ شَرَمَ جو،
ڦاڙِيائون ڳُرگِياتِ سان، چِنتا جو چيرو،
پائي هرِ هِيرو، سُمِهيا سڪَپَتِ سيجَ تي.

(٢٢)

آهن اوراٽا، وَڃَنَ ساپُرِسَنِ جا،
وَڃي پُڄُ تَنين ڪون، جَنِ جي منِ ياٽا،
بَلُ جِئَڏي نِربَلَ تِيا، نيهي نِماٽا،
سامي سَماٽا، رَهَنِ پَدَ اَواچَ ۾.

(٢٣)

اَنَ ايڪانتي، سامي ڏِٺا سَنتَ جَنَ،
پاتي جَنِ پَرتِيتِ سان، جُهڳِي ۾ جهاتي،
مورَتَ مَحَبوبَنِ جي، سُتَهَ سيجاتي،
جاڳِي جَمُ جڳاتي، ڪوڙو جائَن ڪَلِپَ جو.

(٢٤)

سنتنِ ساڻ مِلي، سَهَجِي مَنُ سِيتَلُ ٿيو،
ڪٽي ڏنائون گهر جِي، سامي سمجھ ڪِلي،
پيهي لَڌي پاڻهي، اَنيَئہ نِڌِ اَصلِي،
اَوِديا رَنَ رِلي، ڪٽي ٻِڳي ٻئہ ڪون.

(٢٥)

سنتنِ ساڻ مِلي، سَهَجِي آيُسِ سانتِ ۾،
ڪٽي ڏنائون گهر جي، سامي سمجھ ڪِلي،
پورڻ مليو پيءَ سان، خوشيءَ ساڻُ ڪِلي،
اَوديا رَنَ رِلي، ڪَٽي، ٻِڳي ٻئہ ڪون.

(٢٦)

سَنتنِ سَهَجِ سُياءِ، وَرڪا ڪَئِي وَچَنَنِ جي،
گِيانُ يوگُ وَيراگ سڀ، رکيائون پنهنجي جاءِ،
سامي سَڀُ سَهِي ڪري، مَمِتا موهُ مِٽاءِ،
لِنوَ تنهِين سان لاءِ، آهي جنهن جي آسري.

(٢٧)

سنتن سَپاڙي، پَڻي پاڙَ پرمَ جي،
سامي لَڌائون سمَ ٿي، محبت جي ماڙي،
هورِي کيلَنِ هَرِ سان، ڏَرَ ري ڏهاڙي،
سارِي وِسُ ٻَاڙي، ڏِسَنِ گِيان گُلال ۾.

(٢٨)

سَدائي سِڪَ سانُ، هوري کيلَنِ سَنتَ جَنَ،
سامي ڀِيئَنِ رامَ رَسُ، ڪَڍي پانهنجو پاڻُ،
سَمَ رَهَنِ سَبَ سانُ، لائي گِيانُ گُلالُ سِرِ.

(٢٩)

هوري کيلَنِ سَنتَ، سامي سارَنگَ ڏَرَ سان،
لائي رَنگُ رَهَتِ جو، ڳائِنِ اَنيَڪَ ڇَنتَ،
ماڏو ۾ اوڏو مِلي، پَسَنِ محبتي مَهَنت،
پُڇَنِ اَليپُ اَڇِنتَ، واتان سُکَ سَروپَ جون.

(٣٠)

هوري کيلَنِ سَنتَ، سدا، سارَنگَ ڏَرَ سان،
لائيِ رَنگُ رَهَتِ جو، ڳائِنِ اَنيَڪَ ڇَنتَ،
مَوليا ڏسن موج ۾، سامي سَبَ جيءَ جَنتَ،
رَهَنِ اَليپَ اَڇَنتَ، پِيَنِ پِيارنِ رامَ رَسُ.

(٣١)

هَميشَ هوري، سامي کيلَنِ سَنت جن،
لَڳي جَنِ کي لڪَ جي، لُنوَ لُنوَ مَنجه لوري،
کَڍيائون ڪَلپَتَ جي، چِتَ مون سَپ چوري،
دَمِ دَمِ کٿوري، پَري پِيئَن پريمَ جي.

(٣٢)

هميشہ هوري، سامي کيلن سنت جن،
ڪڏي ڪلپت ڪوڙ جي، چت مون سڀ چوري،
لائي وينا لک سان، سم سوکم ڏوري،
انيئہ اگهوري، لنو لنو پيئن پريم رس.

(٣٣)

ڪوڙو ڪري قرار، ڪڏي وهي ڪينڪي،
ست ڄاڻي سنسار کي، ڪپي ٽئي خوار،
استت رهي آڪاس جان، سامي سنت سچار،
اندر ٻاهر يار، پرتک ڏسي پانهنجو.

(٣٤)

هوندي ٻل نرٻل، سامي ڏٺا سنت جن،
جن ماري من مواس کي، جيتيا پنجئي دل،
ڌرتيءَ اٿون آڪاس جي، رکن ساري ڪل،
ڪڏي سڀ خلل، نيوان چلن نير جان.

(٣٥)

سنتن شڀ ڪرم، سمجهي رکيو سر تي،
سيل سنتوک نرويرتا، سيوا، ديا ڌرم،
تپ تيرٿ جگ هوم برت، سامي سک مرم،
ميٽي ڀول ڀرم، ڪن ڪرتارٿ ڪل کي.

(٣٦)

سَنتَ دَيا ڏاري، سارُ لڪائِن سَڀَ ڪي،
سوڍي لَهي ڪو سورَمو، وڌِ سان ويچاري،
پرتڪ پورَڻُ آتِما، ڏسي ڏيئو ٻاري،
ٻانَتَ نِواري، سڪي ٿئي سامي چئي.

(٣٧)

سَنتَ چَوَنِ شابَسِ، سامي تنهن سُوري ڪي،
جو ڏيئي ڪَندَ ڪَلپِتَ ڪي، اُلٽِي چڙهِيو آڪاسِ،
ماڻي دورَ درسَ جا، سَمَ ٿِي ساسون ساسِ،
ڪارِجَ ڪَري رَاسِ، سُمهيو سڪپتِ سيجَ تي.

(٣٨)

سدا باغُ سائو، سَنتن ساپرشن جو،
ڪولي چَوَنِ خَلق ڪي، خوشيءَ ساڻ ڪائو،
ڪنهن سان ڪَرِنِ ڪِينَڪِي، دَرِدَمندَ دائو،
پنهنجو پَرائو، سَمَ ڄاڻن سامي چئي.

(٣٩)

پَسرِيو پَسارو، سَيو ڪارَڻِ سَنتَ جي،
ڏِسي ڪيلُ خوش ٿِئي، ساڪيءَ جو سارو،
مِليو ڄاڻي سَڀَ ۾، نِرمَلُ نِيارو،
تيلان پِيارو، پريتَمَ ڪي پِريمي لڳي.

(۴۰)

پسريو پسارو، سيو ڪارڻِ سَنتَ جي،
آيو آتمَ رامَ جو، ڀڳتِ رَسُ پيارو،
ڄاڻي پانهنجي جيءَ ڪون، پرِيتَمُ پِيارو،
ڏنائين سارو، سامي حالُ هَرِجَنَ کي.

(۴۱)

چالِي نِرالي، سَنتَنِ جي سَنسارَ ڪون،
ڪَنهِن جي ڊاهِنِ ڪينَڪِي، حَضوري حالي،
سامي ڄاڻن سَڀَ ۾، خاوَند خيالي،
مَحَبتَ سان مالي، شيواڪن شيوَڪَ ٿي.

(۴۲)

آتِما اَندَرِ، سَنتَ لکائِن سَڀَ کي،
موريکَ ڍونڍين مَتِ ري، ٻيائيءَ سان ٻاهرِ،
آيو اَنيَئِي سوجهرو، ڪنهن نيهيءَ کي نَظَرِ،
سَدا تَيِهِ تَرِ، سامي رَهي سُياوَ ۾.

(۴۳)

اَگمَ پَدُ سکَمُ، سَنتَ لکائِن سَڀَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، مَحَبَتي مَرمُ،
واريو جَنهِن وجودَ ۾، ديواني جان دَمُ،
توڙي ڪَري ڪَمُ، تان پِي اِستِتِ رَهي آڪاسَ جان.

(۴۴)

عينُ ڏِسي اَڏِڪارُ، سنت لکائِنِ سَمَتا،
سامي سِرُ سَنّي ڪَري، پِيئِي پيالو سارُ،
مورکَ مَتِ مَرمَ ري، دَرِ دَرِ ٿِينِ خُوارُ،
اَنڌَنِ کي اِتبارُ، ڪَنهن تي اَچي ڪِينَڪِي.

(۴۵)

گِياتِ روپُ گوپالُ، سَنتَ لکائِن سَبَ کي،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، رَهتِوانُ رَسال،
جَنهِن کي ڪيو سَتِگُروءَ، نظر سان نهال،
ڪَٽي ڪَلِپَتَ ڪالُ، ماڻي موج مُڪتِ جي.

(۴٦)

ڪري ناچُ نٽِي، مايا موهي سَبَ کي،
جِنڌِي نہ پِيرَ فَقِيرَ کي، پاپِڻِ پاڙَ پَٽِي،
سَنتَنِ وِڌِسِ سَمُجهي، ڳِچيءَ ۾ ڳَنّي،
وينا ڪيپَ ڪَٽي، سُچَ وَسَنوَ جي وِچَ ۾.

(۴۷)

گهٽِ وَدِ سَبَ گهوري، سَنتَنِ سَنّي سَمَ تون،
ڏِنائون اَنيَہ جي، تُريا مجھ توري،
سامي جاڻِن سُپرين، پورَڻُ پَري اوري،
ڪائِنِ نِتُ يوري، لَڌون پريم اگمَ جا.

(٤٨)

پَلِ پَلِ پُڪاري، سَنتَ لڪائِنِ سَمَتا،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، هِردي مَنجهِ ڏاري،
ڪَڍِي سڀ ڪلپنا، تُوهَنِ جان تاري،
جاڏي نِهاري، تاڏي سَڄَڻُ سامهون.

(٤٩)

پَلِ پَلِ پُڪاري، سَنتَ لڪائِنِ سَمتا،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، هِردي مَنجهِ ڏاري،
جاڳِي سَڀَ سُپني جِي، نانَتَ نِواري،
چَڙهي چوٻاري، ڏهَ دِسِ ڏِسي دوسَ کي.

(٥٠)

پرتڪُ پانهنجو پاڻُ، وِيو وِسَرِ ڪون وِسِري،
ڀُلِي ڀَوَ ساگر ۾، ڦولِنِ ڦُرني ساڻُ،
ڪَڏِي ٿِين ڪِينَڪِي، نانَتِ ڪون نِرٻاڻُ،
مِلِي سَنتَ سُڄاڻُ، تہ سُتهِ ڏِسَنِ سامي چَئي.

(٥١)

سَڀَ کي سَڏَ ڪَري، سَنتَ لڪائِنِ سَمَتا،
ٻُڌِي ٻِنِ ڪَنَنِ سان، ڪو ورلو ويساهُ ڪَري،
پِيالو پريم اَگمَ جو، پِيئي پاڪُ ڀَري،
سامي ڏِسِي ٿَري، پرتڪ پورَڻُ آتما.

(٥٢)

اَلکُ لکيو جَنِ، سي سکي ٿيا سَنسارَ ۾،
پاپُ نَہ پُڙي تن کي، توڙي مَنجهي راجَ رَهَنِ،
اوهي ٿا ڏيو ڏِسَنِ، ڏيھُ نَہ ڏِسي تَنِ کي.

(٥٣)

سامي سَنتُ سُجاڳُ، کوڙن ۾ کو هِکڙو،
مِٽيو جَنهِن جي مَنَ مون، گِرَهَڻُ اَئون تِياڳُ،
کيلي اَنيَئہِ ڦاڳُ، سَدا پانهنجو پاڻ سان.

(٥٤)

سَدا سَنتَ اَچاهُ، چاھُ نَہ رکَنِ چِتَ ۾،
پائي سکُ سَروپَ جو، ٿيا ٻانيَڻَ بي پَرواهَ،
تَنِ کون سِکَ سچيءَ سان، وَٺُ شيوکُ ٿي صَلاحَ،
تَہ اُلٽي اَنيَئہِ راهَ، پَرچي ڏِيَني پَدَ جي.

(٥٥)

سَدائي سِيتَلُ، رَهنِ سَنتَ سُياءَ ۾،
تَپِنِ کَپِنِ کِينَکِي، ڏِسي مايا چِلُ،
سامي کائنِ خوش ٿي، ٻوڏَ ٻرِجَ جو ڦل،
اَنئي پَهَرَ اَچَلُ، سامي ڏِسَنِ سَبَ ۾.

(٥٦)

سدائي وَئراڳُ، رکَنِ سَنتَ اَندرَ ۾،
صافُ ڪِيائون دِل ڪي، لاهي دُنيا داڳُ،
جاڳي اَوِديا ننڊ مون، سامي ٿيا سُجاڳُ،
سَهجي ڪيلَنِ ڦاڳُ، چڙهي ميرَ مَحَلَ ۾.

(٥٧)

سَنتَنِ سَڀَ سَٿي، وَڏائي اَوِچارَ جي،
راضي رَهَنِ رضا ۾، پڙهي پِريمَ پَٽي،
ڪائِنِ خاصِ ڪَٽي، خَرچي پورَبَ ديسَ جي.

(٥٨)

پُرِجهي پرمارٿُ، سنتَنِ اَرٿُ سِڌِ ڪيو،
ميلُ وِڃائي مَن جي، سامي ٿيا سمرٿ،
ليپُ نَ لڳي تَنِ کي، توڙي ڪَتَنِ اَڪَٿُ،
ٻَٺي کي ڏيئي هَٿُ، پارِ لنگهائن پاتٽي.

(٥٩)

اَنَ هوندي اَگيانَ، رَچي راندِ رَنگَ ڀري،
سَتِ ڄاڻي ساميَ چَئي، نِرتِ ڪَنِ نادانَ،
مُشڪِنِ ڪُشڪَنِ ڪِينَڪِي، ڏِسي سَنتَ سجانَ،
رَهَنِ مَنجهِ جَهانَ، سَدا اَليپُ آڪاسَ جانَ.

(٦٠)

عجائب اوگاهَ، ڏٺا سَنتَ سَروپَ جا،
ساڪان ڏيئي سَچَ جون، ٿا سامي لائنِ راهَ،
جوڙي پَنهنجو پاڻ سان، ڪَڍَنِ چنتا چاهَ،
تَنِ جي صِفَتِ سالاهَ، ڪَريان ڪري نہ سگهان.

(٦١)

اَچرجُ اِلاهي، سنت لڪائن سڀ ڪي،
سَمجهي ڪو سامي، ڇَئي وِرلي ويساهي،
ڪَٿي جَنهن ڪِرپا سان، ڦُرني جي ڦاهي،
سُتَه نَهِي ناهِي، ماڻي دَورَ دَرِسَ جا.

(٦٢)

اَچرج اِلاهي، تَتَ مَتَ سنسارُ سَڀُ،
سامي سَنتُ سچارُ ڏي، اوجل اوگاهي،
مِٽي جَنهِن جي مَنَ مون، بَدي بَدِ راهي،
دَيا داناهي، مکِ رکي موجان ڪري.

(٦٣)

شوَ ڪون پاروَتي، پُڇي سَنتَن جون خَبران،
سامي تَنِ جو حالُ چَوُ، جَنِ ڪي رَهَتِ رَتي،
سي پَرِچا رَهَنِ پاڻَ سان، پائي پراڻ پَتي،
ڌُفَ سَنسو ڳِٽي، مِٽي تَنِ جي مَنَ مون.

(٦٤)

ويا سڀ وِڪامي، ويرِيُنِ هَٽِ ويچارَ ري،
رَهَنِ سدائين چاهَ ۾، سَنَمڪُ سَلامي،
ڪوڙَنِ مون ڪو هِڪڙو، سَنتُ بَچو سامي،
جَنهِن کي آرامي، پرچِي پرميشور ڪيو.

(٦٥)

سَبَ سان سَنتَ سڪِي، ڪَنِ سڪاوَتَ سارَ جي،
ڪوڙَنِ مون ڪَنهِن هِڪڙي، لڪائِي لڪِي،
سڪي ٿِيو سامي چَئي، چيتَنَ رَسُ چکي،
جيئِين اَنَلُ پکي، اُلٽِي چڙهيو آڪاسَ تي.

(٦٦)

سَنتَنِ لِڪايو، گيانُ پَدارٿُ موڙهَ کون،
شيوَڪَ کي سامي چَئي، لڪَ سان لڪايو،
عَدلُ ڪَري اَڌِڪارَ تي، سَڀَ کي سَمُجهايو،
سَمُجهي گهرِ آيو، تَنهِن حاضُرُ ڏِٺو هَٽَ تي.

(٦٧)

آتَمُ سَرُ سِيَر، سنت نَ ڇڏِن هِڪُ پَلُ،
موتي ڪائِنِ مُڪتا، ميٺي ڏڪُ ڏمَرُ،
پَلِ پَلِ جهولَنِ پريمَ سان، جاڻي پَنهنجو گهرُ،
سامي اَجَرُ اَمَرُ، پُرڪُ ڏِسَنِ پرماتِما.

(٦٨)

جَڏِي لَهَرِ چڙهي، مَهَدَ پُرِکَ جي مَنَ تي،
تَڏِي بيکَ ڏَرِي بيحَدَ جو، نِيوان سَڀِ پَرِي،
کَڍِي کوٽَ ڏَرِي، موتي مُلَه اَپارَ جا.

(٦٩)

هارَ جِيتَ هَرِجَنُ، ڳُٽي کِينَ اَندر ۾،
ڏِٺو جَنهن آکاس جان، پرميسرُ پورنُ،
پيئي پِيئاري پريم رَسُ، ميٺي سَڀُ مَنَن،
سامي تَنُ مَنُ ڏَنُ، صَدقي کَيائين سکَ تون.

(٧٠)

هَرِجَنُ هنِيلو، اَچي مليو اوچِتي،
کيو تنهن کرِپا سان، رَنگَ ۾ رنگِيلو،
سُکي ٿِيو سامي چئي، کُٽنبُ قبيلو،
وِچَ ۾ وسيلو، رهيو کوندَ کَلپَ جو.

(٧١)

جيکو پِڳتِ* کَري، سَنتَنِ ساپُرسَنِ جي،
سامي شردّا پريتِ سان، تَنُ مَنُ پيٽَ ڏَري،
جانَ وِجائي پانهنجي، اَنَيِڪَ اَجَرُ جَري،
سَهِجي سِندُ تَري، اَوِديا جي اَهَنکارَ جي.

(٧٢)

يگتِ جوڳُ ڪرمُ، ڪوهُ چون ٿا سنتَ جنَ،
جڳتنِ سان جوڙي ڪري، مَن ڪي ڏِئن مَرمُ،
ڪَڍي ڀول ڀرمُ، سامي چاڙهن سير تي.

(٧٣)

سنتَ سرنِ آيو، سامي گهرَ گهمي ڪري،
تنهن ڏسي پياسَ اندرَ جي، ڳلِ ڳچيءَ لايو،
ڪيائين ڪرپا سان، ڪري سمَ سيتل سعيو،
سَهجي سمايو، وَجي سپنڊو سِنڌُ ۾.

(٧٤)

سَنتُ مِليو ثالِثُ، اَنيءَ سُور اُدءَ ٿيو،
رَهيو نہ رتيءَ جيترو، اَنڌيرو آلسُ،
لَڌو نورَ مَحَلَ مون، خَزانو خالِصُ،
وِجي ٿيو وارِثُ، سامي پانهنجي گهرَ ۾.

(٧٥)

ڏٺا سبِ ڏکي، سانتِ وَرائي جڳَ ۾،
گياني ڏياني گِرستي، مايا پاتر مکي،
ڪنهن کي ڇڏي ڪينڪي، چِنتا چاهَ بکي،
ٿئا سنتَ سکي، سَنسي ري سامي چئي.

(٧٦)

ڏُيت منجھ اَدئيت، سنتُ لکائي سپ کي،
ڪوڙن ۾ ڪو هِڪڙو، ٽنڙو سِکُ سچيت،
ڄاڻي اَنيَڪ ڪيت، سامي مانڪَ ديھ کي.

(٧٧)

سامي ڪِينَ گھٽيِي، سِڪَ سَڄَنِ جي مَنَ مون،
سِلَ اَلوٽي، سَمَ جِي، ڏِٺِي جَنِ چِٽِي،
ڪَلِپَتَ سَپَ ڪَٽِي، پرچا رَهَن پرينِ سان.

(٧٨)

سامي ساپرسُ، وَرتي ويدَ وِيچارَ سان،
ديَا ڌاري دِل ۾، سَپَ جو ميٽي دُکُ،
پِيئي پِيئاري پِريمَ رَسُ، ماڻي سَمَتا سُکُ،
سدائين سَنَمکُ، رَهي شُڌ سروپَ ۾.

(٨٩)

سَمُجھي جَنھِين سَينَ، سامي ساپُرسَنِ جي،
ڏِنا ديھِ اَيمانُ ري، نِنڙي تَنھِين نَئَنَ،
ٻولي واڪَ بيحد جا، اَنيَڪي عَينَ،
بِنان چاھ چَئَنَ، رَهي سَدائي سَمَ تي.

(٨٠)

جَنهِن کي لَتَ لڳي، سچي ساڌ سَنگَتِ جي،
سَهَجِي تنهن جي مَنَ مون، سامي پرانتِ پِڳي،
ڏِنائين اکِنِ سان، اَنيڪ جوتِ جڳي،
ڪَري ڪين ٺڳي، ڪَنهن سان ڪتَرَ جيتري.

(٨١)

هَرِ جَنَ هَرِ ڏاتِي، ڪيلَنِ سَڀُ خِيال ۾،
رهن اَليپُ ڪَنوَل جان، سامي سَجاتِي،
ٻُڌي ڳالهِ تَنِين جِي، سيتَلُ ٿي ڇاتي،
جهاتي تَتِ پاتي، جَتِ چَوَنڻ وارو نامِ ڪو.

(٨٢)

هَرِجَنَ ڪيلَنِ ڦاڳُ، سدا مِلي هَرِ سان،
لائي رَنگُ رَهَت جو، ڳائِنِ اَنَهَدَ راڳُ،
ڌوئي دُنيا داڳُ، سامي پِيئِنِ رامَ رَسُ.

(٨٣)

هَرَجَنَ ڪَدي هَٽُ، وينا سَودي سارَ جو،
سَمَ رکيائون ساهِمي، تُلِ رکيائون وَٽُ،
وِيٺو جو ويساهَ سان، گهونگهٽ کولي گهٽُ،
پرميشر پرگهٽُ، سَتِمِ ڏِسي سامي چَئي.

(٨٤)

سامي سَنتَ چوَنِ، نامَ روپُ سَپ آتما،
پانهنجي اکئين پانَ کي، جاڳي ڏِٺو جَنِ،
ويسُ مَٺائِن کِينَکِي، نَکي ڏکَ سَهَنِ،
مَنجهي راجَ رَهَنِ، کيول کَنوَلَ جان سدا.

(٨٥)

لوڙي لَڌو جَن، پَکو پير پِرينِ جو،
اَندَرِ ٻاهَرِ آتما، سامي سَمُجهو تَنِ،
ڦُرني مَنجھِ اَڦُرَ ٿِي، ساکي سَمَ ڏِسَن،
لَهَرون لکَ اُٿَنِ، جيئين سَياوَکَ ساگَرَ ۾.

(٨٦)

ڳالهيون ڳالهين جهڙيون، اُوءَ اَتِ خُماري،
جيئين کِپَڙو سپ کپاهَ جو، کو کو هَجاري،
وِرلو وِيچارِي، سامي سَمُجهي سارَ کي.

(٨٧)

سَدائي پَرسَنُ، هَرِجَنُ پانهِنجي حالَ ۾،
اِستَتِ ٿيا اگمَ ۾، پائي رامَ رَتَنُ،
سارُ ڏٺائون سَپَ ۾، عَجائبُ اَنَنُ،
سامي تَنِ جو مَنُ، اَچَلُ چَلي کِينَکِي.

(٨٨)

کيڏي وَڏائي، ڳُٺيان ساپُرسَنِ جي،
سَمَ دُرَسي سيتَلُ سَدا، سَبَ جا سکَ دائي،
مَمَتا مَيلُ اَندَرَ ۾، رکَنِ نَہ رائي،
سامي سَدائي، کَنِ اُپکار اَچاهُ تي.

(٨٩)

جاڳئي ٻِنان جڳتُ، ڀُلي ڪِين ڀَرَمَ جو،
اِئين چَوَنِ تا اَنَيَ‌ئي، کري سنت سَپَتُ،
مِتيو جن جي من مون، سامي سَبُ مَمَتُ،
سدائي اَپِرَتُ، رَهَنِ نِتُ آڪاسَ جان.

(٩٠)

ڳُڏيِ ڳُلامُ کري، مايا سَبَ سنسار کي،
هَٺي ڪَلپَتَ ڪَرِڙا، کنهن کون ڪِينَ ٽَري،
سَنتَن کون سامي چَئي، رهي کوهَ پَري،
جوتِ اَکَنڊُ ٻَري، سَدا جَنِ جي گهر ۾.

(٩١)

جئين ٻيڙيءَ جو پورَ، تئين سَنگُ سَنسارَ جو،
ساکَ ڏِئي سوڌِي سَچِي، سَنتُ سُجاڳو سُورُ،
سامي ڏٺو جنهن سپرين، حاضران حَضورُ،
جيئين نَئَن ۾ نورُ، پَلَڪَ پَراهون نَہ ٿئي.

(٩٢)

جيئين رُبي كي رَندُ، پيو سونارو سِنڌِ ڪَري،
تيئين سَنگُ ساڏوءَ جو، ڪَڏي غيرَتَ گندُ،
سَمُجهي ڪو سامي چَئي، توري طالع مندُ،
بيحد نظر بُلَندُ، ڪَري مِلي ڪَرِتارَ سان.

# سامي لغات

(سلوڪن ۾ ڪم آندل ڏکين لفظن جي سمجهاڻي)

# سامي لغات

## مٍ پٽيءَ جو سٽاءُ

ا ب ٻ ڀ ت ٿ

ٽ ٺ ث پ ج

ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ

د ڌ ڏ ڊ ذ ر ڙ ز

س ش ص ض ط ظ ع غ

ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ

ل م ن ڻ و ھ

ء ي

آ

آيا: جهلڪ، چمڪ، روشني، سندرتا.

آتارَڻُ: پار اڪارڻ، لنگهائڻ، ڏتارڻ، ريجهائڻ.

آترُ: پردو، ڍَڪ

آتُرُ: بي صبر، ڏڪويل، گهبرايل، حيران.

آتمُ: روح، آتما.

آتمُ پَدُ: آتما جي گيان جو درجو، پاڻ سڃاڻڻ جو درجو، روحاني درجو، منزل، عرفان.

آتم ڏَنُ: آتما جو ڏن، روحاني ڏن.

آتم رَتُ: آتما ۾ رڌل، جنهن کي گيان حاصل ٿيو هجي.

آتم سَرُ: آتما جو تلاءُ.

آتم گيانُ: روحاني علم، پاڻ سڃاڻڻ جو علم.

آتم وَتُ: آتما جهڙو.

آتڻُ: اَيڻَ ڪَتڻ جي جاءِ، عورتن جي ڪَتڻ جي جاءِ.

آچارَجُ: استاد، معلم (مذهبي ڳالهين جو)، اپديش ڪرڻ وارو.

آچمان: پاڻيءَ جي لَپَ، چُرون، گرڙي.

آچَمَن: ڏسو "آچمان".

آد: آدِي، بنيادي، پهريون، اصل، منڍ.

آد: مَنَ جي پيڙا، درد، دک.

آدِجُگادَ: زماني ڪان، جُڳن ڪان، اوائل ڪان.

آدَرُ: عزت، مانَ.

آدسَڪَت: اصلي شڪتي.

آدڪَ: وغيره.

آدِيُ: ڏسو "آدِ".

آديسُ: سناسن جو سلام، نياز، نمسڪار.

آرائِي: آرائين، باغائي، مالهي.

آرِجا: عمر، ڄمار، حياتي.

آرسِي: آئينو، دَرسني.

آڙاهُ: اونهي ڪَڏ، ڪَن، اونهو پاڻي، اوڙاهُ.

آسَ: اميد، آسرو، ڀروسو.

آسانُ: سولو، سهنجو، ضد "دشوار".
آسائُو: آس وارو، ڏسو "آس".
آسَڻُ: ويهڻ جي جاءِ، بيٺڪ، تَڪيو، ماڳ.
آڪارُ: روپ، شڪل، صورت.
آڪاسُ: آسمان، نَڀُ (Ether).
آڳ: آڳ، باھ.
آڳوَ: مالڪ.
آگيا: حڪم، فرمان، ميجتا.
آلادِي: عَلحدي، نرالي، نِياري.
آلَسُ: آرس، سُستي.
آنَ: هَٺ، وڏائي، آهنڪار، ٻيائي، ٻِيُو.
آنندُ: خوشي، سَرهائي.
آڻَ: فرمان، حڪم، آگيا، طاقت، سَتا.
آوَرَڻُ: پردو، ڍَڪَ.
آوِي: نِهائين.
آهَارُ: کاڌو، پوڄَنَ.
آهان: آهون، دانهون.
آهُوتِي: آهوتِ، ديوتائن اڳيان ٻَل چاڙهڻ جي رسم.

## ا

اَبدالِي: الله لوڪ، مست، سنت.
اَبَڪُ: نہ کائڻ جوڳو، حرام.

اِبناسي: آمرُ، لازوال، غيرفاني.
اَبُجُهہ: اڻوجهہ، ٻورڙو.
اَپوهِيو: سالم، آڻ وِلڏَيل، ناياب، قيمتي، ڏسو "ٻوهَڻ".
اَياسُ: جو ڏسڻ ۾ نہ اچي، غير محسوس، جنهن کي سچي هستي ڪانهي، اولڙو، عڪس.
اَڀاڳُ: نڀاڳ، ڪمبختي، بدقسمتي.
اَڀاءُ: نيستي، نابودي، گم.
اَڀُلُ: نہ ڀلندڙ، خطا نہ ڪائيندڙ.
اَڀلاکُ: تکي خواهش، چاهنا.
اَڀمانُ: تڪبر، وڏائي.
اَڀِنُ: هڪجهڙو، جو جدا نہ آهي.
اَڀنگُ: جنهن ۾ ڀَنگَ يا ڀِڪڙي نہ پوي، آکَنڊُ، پُورَن.
اَڀوڳُ: نہ ماڻڻ جهڙو يعني لاثاني، خشڪ، بي سواد.
اَڀياسِي: (پڙهڻ جو) خَفتي، شائق، محنتي.
اَڀيدُ: جنهن ۾ ڀيد يا فرق نہ هجي، ساڳيو، هڪجهڙو.
اَڀيوَ: جنهن جو رنگ، روپ، ڳجهہ چاٽي نہ سگهجي، ڏسو. "اڀيد".
اَتَ: تمام گهڻو، نهايت
اَتبارُ: ڀروسو.
اُتپَتِ: پيدائش، جم، رَچنا.

أُتپَت: انتظار، ڪُڻتي، بي آرام.

اُترُ: جواب.

اُتمُ: سڀ کان مٿي، اعليٰ، پرڌان.

اَتتتا: تمام گهڻو، بيحد.

اُتو: چيو.

اِتيتُ: سنياسي، تياڳي، تارڪ، نيارو، الڳ، آزاد.

اُٿانُ: ڪوشش، سعيو، اٿڻ، اُمنگ، خوشي، اُتپتي.

اَٿاهُ: اونهو، عميق.

اَٿڪُ: جو نہ ٿڪجي، آورچ.

اَنارَهن: ارڙهن، اشارو "پُراڻن" ڏانهن، جي ارڙهن آهن.

هندن جا اهي ڌرمي پستڪ 'وياس' گڏ ڪيا. هرهڪ 'پراڻ' ۾ پنجن وسٽن جو وِستار ڪيل آهي.

1. دنيا جي پيدائش يا رچنا.
2. دنيا جو پرلي يا ناس ٿيڻ.
3. ديوتائن ۽ سورمن جو ذڪر.
4. مَنو بابت.
5. سندن پوين جو ذڪر.

ارڙهن پراڻن ۾ ڪيل چار لک لوڪ آهن:

(1) برهم (2) پدمَ (3) برهماند (4) اگني (5) وِشنو (6) گرڙ (7) برهم ويورت (8) شو (9) لنگ (10) نارد (11) سڪند (12) مارڪنڊيم (13) ڀوشيت (14) متسيم (15) وراهم (16) ڪورمَ (17) وامن (18) ڀڳوت.

اَناسي اُڄ: نانا روپي مايا جي اُڄ، اٿهوند جهان يا سنسار.

اَنپتي: اٿانگي، مشڪل.

اَٽڪَ: رنڊڪ، روڪ، آڙ، اٽڪ جو درياهه، سنسار روپي ساگر.

اَٽلُ: محڪم.

اُٽيلا: اَٽلون.

اُپاڌ: ڇَل، ٺڳي، فريب، دوکو، جنجال، سرير جا ٻاهريان دک.

اَپارُ: بيحد، بيشمار.

اُپاسَڪُ: شيوڪ، ٽهليو، نوڪر، پوڄاري.

اُپاسِنا: عبادت، پوڄا، شيوا. ڏسو "اپاسڪ."

اُپانڌي: ڏسو "اُپاڌ".

اُپاءُ: ڪوشش.

اُپجڻُ: پيدا ٿيڻ.

آپدا: مصيبت، آفت.

اُپديشُ: وعظ، پرچار، نصيحت.

اَپر: ڏسو "اپارَ".

اُپرت: تياڳي، نيارو، بي پرواهه.

اُپَرس: جو ڪنهن بہ شيءِ کي نہ

ڇھي، پرهيزگار، تياڳي، نيارو.

اُپروڪ: سامهون، ظاهر.

اُپڪارُ: ڀلائي، مهرباني، احسان.

اُپڪاري: ڀلائي ڪندڙ، مددگار، سهايڪ، محسن. ڏسو "اپڪار".

اُپکُ: بي طرفدار.

اَپيري: جنهن جي پير يا واٽ جو پتو پئجي نہ سگهي، مخفي، ڳجهو.

اَجاتِ: جنهن کي ساڳي ذات نہ هجي، ذات پات مان ترڙيل.

اُجارو: اُجالو، روشني.

اَجانُ: اَجاڻ، اڻ ڄاڻ، بي سمجهہ.

اَجَپو: جو جَپڻ ۾ نہ اچي، ياد ڪري نہ سگهجي، ناممڪن، ناشدني.

اَجَرُ: لازوال، غير فاني، اَبناسي، جو جيتي نہ سگهجي، جو نہ سَري نہ ٻَري، اَجَرُ جَري = نہ جلڻ يا ناس ٿيڻ وارِيءَ وستوءَ کي پچائي يا ڦپائي، محڪم رکي.

اُجرو: اُوجَل، صاف، روشن. ڏسو "اُجارو".

اُجَڙُ: اجاڙ، ناس، تباهہ.

اجگيبي: ڏسو "ازغيبي".

اُجيارو: ڏسو "اُجارو".

اَجيتُ: اڻ جيت، جنهن کان کو کٽي نہ سگهي، غير مغلوب.

اَجانُ: ڏسو "آجانَ".

اَجهاڳُ: اٿاهہ، اونهو، عميق.

اَچارَجَ: ڏسو "آچارج".

اَچانڪ: اوچتو.

اَچاهہ: بنان خواهش.

اَچِتُ: خيال کان آجو، بي پرواهہ.

اُچِتُ: لائق، ٺيڪ، مناسب.

اَچرَجُ: حيرت، تعجب.

اَچرِي: اَچاري، زبان مان ڪڍي، چوي.

اَچَلُ: اَچرَ، اَڏولُ، محڪم.

اَچنتَ: بي فڪر.

اَچيتُ: بي فڪر، بي سمجهہ ضد "سَچيتُ".

اَڇَ: صفائي، اَڄاڻ، پاڻي جي اَڇَ واري پکڙيل ايراضي، وحدت، نِرملتا.

اِڇا: خواهش، مرضي.

اَڇاري: لِڪائي، ڍَڪي.

اَڇُتو: صاف، اوجهل، پوتر، پاڪ.

اَحَدُ: واحد، ايشور، الله.

اُدارُ: ڪشاده دل، سخي، داتا، داني، لائق.

اُداسُ: غمگين، بيقرار، دنيوي پدارٿن کان پري، تياڳي.

اُتُ: ممتاز، مشهور.
اُدَمُ: ڪوشش، جتن، محنت.
اُدوِيتُ: ٻيائيءَ بنان، بي مثل وحدت، هيڪڙائي، هڪ.
اُدَءِ: متي چڙهڻ، روشنائي.
اُدِي: چئي. ڏسو "اُتو".
اَديسُ: نمسڪار. ڏسو "آديس".
اَدِيُتُ: حيرت انگيز، عجيب، انوکو، ڳجهو.
اَڌڪ: زياده گهڻو، وڌيڪ.
اَڌڪارُ: اختيار، قبضو، حق.
اَڌِڪاري: حقدار، اختياريءَ وارو، لائق. ڏسو "اڌڪار".
اَڌوتُ: سنياسي، جوڳي، تارڪ الدنيا.
اَڌِينُ: تابع، پوئلڳ، پَروَسُ، محتاج، مسڪين.
اَڌ: آڌو، جاءِ، مڪان.
اَڌولُ: محڪم، اِستر.
اَڌوهِي: ڌوهه بنان، صاف.
اَرپَڻُ: سونپڻ، حوالي ڪرڻ، ڀيٽا ڪرڻ، نذرانو ڪرڻ.
اَرٿُ: مطلب، معني، شرح.
اَرجانُ: عرض، مِنتَ.
اَرجَهڻُ: مَنجهي پوڻ، ڦاسي پوڻ.
اَرداسُ: عرض، التجا، ڀيٽا، نذرانو.
ارڏارڏَ: هيٺاهين. مٿاهين.
اُروارپارُ: اورينءَ پر ۽ پرينءَ پر.
اَروڙي: ٻيائي، دوئي، خرابي، ڪپٽ.
اَروڳُ: تندرست، چڱ ڀلائي، چاقائي، روڳ يا وِڪار کان ڇُٽل.
اَزغيبي: اوچتو، ڳجهيءَ طرح.
اَسارُ: اَسَتَ، ڪُوڙو، ڪُوڙ، بي بقا.
اَساس: ساهه جي روڪ، ساهه جي بندش.
اَسباب: سامان.
اَسَت: ڪوڙو، بي حقيقت.
اَستامَلُ: پوريءَ ربت ڄاڻڻ.
اُستَتُ: ساراهه، تعريف، واکاڻ.
اِستري: عورت، زال، ناري.
اِستِت: محڪم، مضبوط، ثابت، قدم قائم.
اِسترُ: اچل، اَٽَلَ، قائم، مضبوط، نيبهه.
اِستُولُ: ٿلهو، ڀاري، جڙ، بدن. ضد "سوکيم".
اَسپندُ: چُرڻ، متحرڪ. ڏسو "نِسپند".
اَسُر: راڪاس، دئيت.
اَسرارُ: ڳجهه، راز، ڀيد.
اَسَريرُ: سرير کان سواءِ، بي جس، نِرآڪار.
اَسگاهُ: اَتانگهه، اَٿاهه، عميق، بي حد، ڳجهو، ڪَنَ.

اَسگهَڙي: سَرڪي، چڪو.
اَسمُجهہ: بي سمجهہ، اڻ ڄاڻ.
اَسمِيدُ: گهوڙن جي قرباني.
آسميد يگ، جنهن ۾ گهوڙي کي ڇوڏاري ڦيرائي، آخر ان کي ماري، ان جي آهوتي يگيہ ۾ ڏيندا هئا.

اُسَنَ: تپت، گرمي.
اسنانُ: اِشنان، سَنانَ، وهنجڻ.
اَسَنگُ: جنهن جو ڪنهن سان تعلق نہ هجي، آزاد.
اَسوڪُ: بي غم.
اسوڳُ: ڏسو "آسوڪ".
اُشنائي: واقفيت، ڄاڻ سڃاڻ.
اَشوَڪُ: ڏسو "اسوڪ".
اَصيلُ: بنيادي، اصل نسل وارو، شريف.
اَقُرُ: بنا ڦرڻي، بي اونو، ڪنهن بہ خيال ڪان سواءِ، سَنتوش وارو.
اَڪالُ: وقت جي حد ڪان آزاد، موت ڪان آجو، اَمرَ.
اَڪَٿُ: بي شمار، بي انداز، چوڻ ڪان ٻاهر.
اَڪو: سَڄو، سڀ، سمورو.
اَڪَهُ: چوڻ يا بيان ڪان ٻاهر، جو چَئي نہ سگهجي.

اُڪيرَ: سِڪ، اُڪنڊ.
اڪيڪَ: هڪ هيڪڙو.
اَڪيلو: هڪ ڇڙو، ڇَڙو، نِرالو.
اکَنڊُ: سڄو، سالم، ثابت، ناغي ڪان سواءِ، اَيَنگَ، لاڳيتو، دائما، سَديوَ.
اَگاڌُ: اٿاهہ، عميق، اونهو، بيحد. ڏسو "آجهاڳ".
اگست: هڪ مها رشيءَ جو نالو، جنهن وِنديا جبل کي ڪيرائي وڌو هو. رشي اگست، هٿ تي پاڻي وجهي، سَرڪ پري، منتر اُچاريو تہ ساگر (درياءُ) سڪي ويو.
اگمُ: مَنَ ءِ اِندرينَ جي پهچ ڪان پري، سخت، ڪٺن، ڳجهو، مخفي، بيشمار.
اگنِ: آگ، باهہ.
اگڻتِ: بيشمار، جنهن کي ڳڻي يا ڪٿي نہ سگهجي.
اگوچَرُ: آدِرشتِ، جو اندرين (حواسن) سان ڄاڻي نہ سگهجي، جو ڏسڻ ۾ نہ اچي، مخفي.
اگوهين: صاف، ظاهر، پرتڪش.
اگيانُ: جهالت، اڻ ڄاڻائي.
اڳو: اڳَ، اڳيان، اڳيون، پاسو، شروعات، آگو پيچو، اڳيوءَ.

اگهايو: ڊائو، پَريو.
اگهرُ: جنهن کي گهر نہ هجي، لامَکاني، سَروَ وِ يا پَکَ.
اگهورِي: ڀيانک، خوفناک، ڦهر جو، ڀوائتو.
اَلُ: سچي نہ ڪرڻ، لڪائڻ، ڳجهو ڪرڻ.
الاپُ: نقصان.
اِلاهي: خدائي، خدا جي طرف کان، تمام گهڻو، ڪوڙَ.
البيلو: آربيلو، لاڏلو، پيارو.
اَلتي: لڪائي. ڏسو "الَ".
اُلٽي: اُبتي، سنسار کان ابتڙ، اٽانگي.
الپَتُ: سوکيم، باريک، دقيق.
الساٽو: آرِسي، آرس وارو، سست، ڪاهل.
الکيُون: اکين جون پلڪون، پنبٽيون.
الکُ: مخفي، پوشيده، خدا.
الوکُ: روحاني دنيا.
الولَو: ڏکيو، مُنجهيل.
اَلوٽِي: لوڻ بنان، ڦِکي، بيسواد، اڻ وڻندڙ (رَسَ رَهتِ).
اليپُ: جنهن کي کو ليپ لڳي نہ سگهي، بي داغ، نيارو.
اليکُ: جو لکڻي کان ٻاهر هجي. بيشمار، الکَ.

اَماپُ: جو ماپي نہ سگهجي، ماپ کان ٻاهر، اندازي لڳائڻ کان ٻاهر.
اَمتَ: بيحد، بي انداز.
اَمِٽُ: نہ متندڙ، نہ ڊهندڙ، لازوال، پائدار.
اَمَرُ: لازوال، غير فاني، آبدي، دائمي، زنده جاويد.
اَمُرُ: حڪم.
اَمرتُ: سدائين جيئرو رکندڙ (کابہ شَيءِ)، آکسيرَ. ڏسو "اَمَرَ".
اَمَلُ: کابہ نشيدار شيءِ، آفيم، نشو، کيپُ.
اَمُلُ: آملهہ، بي بها، لاثاني.
اَمُلهہ: ڏسو. "اَمَلَ".
اَمَنُ: ڦرٽي، خيال کان سواءِ، بنا ڦرٽي.
اَمندُ: مَندَ يعني مايا جي چَلَ وَلَ کان آجو.
اَمُولُ: ڏسو "اَمَلَ".
اَمُولکُ: املهہ. ڏسو "اَمَلَ".
اَمُولو: ڏسو "اَمَلَ".
اَمَلي: ڏسو "اَمَلَ".
اَناڙي: اڻ سڌريل، جهنگلي، مورک.
اَن الحق: مان خدا (برهم) آهيان، منصور حلاج وارو بيخوديءَ جو نعرو.

أنانا: سيڪجهہ. ڏسو "نانا"

أنبرُ: آسمان، آڀَ.

أنيَيَہ: ڄاڻ، علم، گيان.

أنيِشي: اندر جو سوجهرو، باطني نور، گيان جو پرڪاش.

أنتُ: حد. پڇاڙي.

أنتر: اندرَ ۾، منجهہ. ڳجهہ، ڀيدَ.

أنترالُ: درمياني مفاصلو، پردو.

أنترگت: دل جي حالت.

أنترمُکَ: اندريون مُنهن، اندروني جهاتي، نظر.

أنترياميِ: مَنَ جي بات سمجهڻ وارو.

أنجنُ: سُرمون.

اِنچا: ڏسو "اِڇا".

اندري: حواس.

أنُراگُ: پريم، پيار، پريت.

أنرواڪُ: جو ڳالهائڻ ۾ نہ اچي، بيان کان ٻاهر.

أنگُ: بدن جو عضوو.

أنگُورُ: سَلو، گوشو، مورِ، ٻُونگرِ.

أنَلُ: پکيءَ جو نالو، جو چون ٿا تہ آسمان ۾ رهي ٿو، باهہ.

أنُمانُ: أنومان، اندازو، گمان، خيالي ڳڻَ.

أنُمَت: چريو، مستانو، بي سمجهہ.

أنمَنِ: وِياڪل، ڏکي، پريشان، اُداس.

أنَنُ: ٻيائيءَ بنان، لاثاني.

آنن آپياس = اپياس، جنهن ۾ ٻيائي نہ هجي.

آنن آپيد ڀڳت = ڀيد بنان اکنڊ ڀڳتي.

أنوپُ: لاثاني، لاجواب، بينظير، تمام عمدو.

أنوَبہ: سَنبَنڌَ، لاڳاپو.

أنَهَدُ: اندر جو آواز، من واڻي.

انيت: بي انصافي، بدهلت.

أنيکَ: گهڻا، بي انت.

أثاسُ: نِرلَجو، بي شرم.

أٿي: ڌري، آسرو.

اَٿِيا: آٿيءَ وارو، نوڪدار، ڇهنبدار، ڇهنبيارو.

أواچَ: بيان ڪرڻ کان ٻاهر، اهو (درجو) جو چوڻ ۾ نہ اچي سگهي.

اوتارُ: ايشور جو ٻيو روپ، ديوتا.

اوتَ پرتَ / اوتَ پُرتَ: ڳتيل، آرس پَرس.

اوٿارو: خوفناڪ خواب، سپنو.

اوٽَ: پناهہ، پردو.

اُوجَلُ: صاف، نرمل، روشن. ڏسو "اُجارو".

أوديا: جهالت، بي علمي، اڻڄاڻائي، اگيان.

اَوَڌُت: سنياسي، جوڳي، ويراڳي پرش.
اورَ: رهاڻ، دل جو حال.
اورارُ: اورين پَر، هن پَر، ويجهو طرف.
اوَراٽو: لولي، مٺي يا وٺندڙ ٻولي.
اُورَنَ: خالي، سکڻو.
اوڙو: لوڙهو.
اوڙي: پياسي.
اُوسَرَ: سَمو، وقت، موقعو.
اُوکَدُ: دوا، دارون.
اوگاهہ: گواهہ، شاهد.
اوگاهي: گواهي، شاهدي، خبر.
اُوگُڻُ: عيب، بُرائي.
اوڳو: مُنجهيل، بيوقوف.
اُوگهٽُ: اُتاهون، اَيکپرو، ڏکيو.
اولاٽو: ڏسو "اوراٽو".
اولو: پردو، اَجهو، آسرو.
اولِ: اَلو ٽانڊو، چِڻنگ.
اولياءُ: الله جو دوست، الله وارو، پهتل شخص، ولي.
اونَ: اونو، انتظار، اَلکو، اوسيئڙو، فکر.
اُونکارَ: ڀڳوان جي نالي جو اکر.
اُنگهہ: اوجهرائي، ڀِنکي، ننڊ جو خمار، گهيرٽ، گهاٽي ننڊ.
اُوٿو: گهٽ. ڏسو "اُورن".
اَوِيچارِي: بي خيالو، خيال نہ رکندڙ، اڻ ڳائو.
اوِيو: عضوو، نشان.
اَهَنکارُ: آيمان، غرور، وڏائي.
اَهَنگُ: آپو، خودي، پاٽپٽو.
اَهنگتُ: اهنکاروارو. ڏسو "اهنگ".
اَهَميو: خود پاڻ، پاٽپٽو، خودي، اهنکار.
ايسَرُ: پرميشور، ڌڻي.
اَيِشُ: حاڪم.
ايِشَرُ: ڏسو "ايسرَ".
اَيکَانتِ: اِکيلائي، نَويکلائي، گوشہ نشيني.
ايکتا: ايکو، اتحاد، ٻڌي.
ايلچي: قاصد.

## ب

بادِ: اجايو ' وات هڻڻ، اجايو ڳالهائڻ.
بادَلُ: ککَر.
بارِي: ڀاري، وڏو، ڏکيو، کٺن.
باريک: مَهين، سوکيم، لطيف، نفيس.
بازار: وکري جي جاءِ، جتي دڪانن جي قطار هجي.

بازِي: راند، کيلُ.
بازِيگَرُ: رانديگر، بازي وجهندڙ.
باندَرُ: ٻولڙي جي ذات جو جانور.
باندِي: قيدي، گرفتار.
بانورو: چريو.
ٻٽ: ٻَنِ، ٻاھ، ٻاھ جو مچ، آڙھ.
ٻَجَرُ: سخت، ڪٺن.
ٻَحرُ: سمنڊ، درياءُ.
ٻُدبُدو: ٻوڙيو، پاڻيءَ جو ڦوٽو، ڦوڪٽو، حباب.
ٻِديهي: جنهن کي پنهنجي جسم جو ڌيان نہ هجي، يعني فقط ڌڻيءَ ڏانهن ڌيان هجي، ديھ کان سواءِ.
ٻراجَڻُ: لٽ ۾ رهڻ، رونق، افروز ٿيڻ.
برتُ: وِرتُ، اُپواسُ، لَنگهڻُ.
بِرچُ: وڻ.
برجال: رڇي، ٺاهي، ٻٽائي، برابر. قائم، صحيح، چڱيءَ طرح.
بِرڌُ: ٻڊو، ڪراڙو، پوڙهو.
بِرڌُ / بِرِدُ: ننگ، ناموس، عزت، آبرو.
برو: خراب، بڇڙو.
برھ: فراق، جدائي، وڇوڙو.
بِرهَمُ: پرميشور، ڌڻي.
بِرهما: ڪرتار، سرجڻهار، خالق، مهاديو.
بِرهَمَنڊُ: دنيا، جڳت، سنسار.
بِرهِنِ: پريمڻ، وڇوڙيل، اها پريمڻ جنهن جو پيارو وٽس موجود نہ هجي.
بِرَهمَڻُ: هندن جي چئن ذاتين مان اتم ذات، هندن جون چار ذاتيون.

(1) برهمڻ (2) ڪَتري

(3) وَيشَ (4) شودر.

بسماد: اچرج، حيرت، تعجب.
بَسَنتُ: بهار جي مند، هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
ٻَقائڻ: ٻاڦ ٻاهر ڪڍڻ، ٻڙڪ ٻولڻ.
ٻَڪُرو: واتان ڪڇڻ، واڦڻ، ٻاڦڻ.
ٻَڪيڙو: ٻخرو، حصو، ڀاڱو.
بِڪاسَڻُ: جهنجهٽ، جهڳڙو.
بِڪَرِ: ڪَلڻ، تِرڻ.
ٻَڱري: ڪان سواءِ، ڏاران.
ٻَگُلو: ٻغل ٿيلهي، فقيرن جي گودڙي، ٻَڪِهہ ٻڪي.
بَلا: مصيبت، آفت.
بِلاسُ: آنند، خوشي، هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
بِلاوَلِ: هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
بَنُ: جهنگل، ٻيلو، بيابان.
بِنِ: سواءِ، بغير.
ٻُڻُ: بنياد، نَسل.
ٻَٽي: ٻاڻو، رضا.

بوراني: پاڳل، چريو. ڏسو "بانورو".

ٻُوندَ: مينهن جي ڦڙي، ڦڙي، ڪڙي.

ٻُهِ: ڪٺڪ جو ڳاميل سکل ڳاهه.

ٻَهَرُ: وسندڙ، ڦلندڙ ڦوليندڙ.

بي آرٿو: بي مطلب.

بي باڪ: بي خوف. بي ڊپو.

بِيتي: گذريل وقت.

بيحَد: بي انت، بي شمار، لاانتها.

بيڌَڻُ: زخم ڪرڻ، وڍڻ، ڏکوئڻ.

بيراڳي: ويراڳي، سنياسي.

بيرَنگي: رنگ روپ کان سواءِ، لاثاني.

بِيکَ: بکيا، پنَ، خيرات.

بَيکُ: ويسَ، پوشاڪ.

بيگَ: تيزي، تک.

بيگرجُ: بي غرضي، بي مطلب، بي طمع.

بيگمَ: پنهنجي ڄاڻ کان سواءِ.

بيگم پُور: اهو مڪان جنهن جي ڄاڻ (اندرين يا حواسن رستي) نه پوي.

بِين: ساز جو هڪ قسم.

## ٻ

ٻاجهون: کان سواءِ.

ٻارِ: راهه، آن جو ڏڳ، لئيل فصل.

ٻارِ: اونهو پاڻي (سمنڊ يا درياءَ جو).

ٻارُ: ننڍو ڇوڪرو، آبهم.

ٻارَڪُ: ٻارَ، ٻالک، شش، چيلو.

ٻارِي: ڏري، جاءِ، گهر، ٻن ٻارين جي وچ ۾ = ننڊ ۽ سپني، جي ٻنهي حالتن جي وچ ۾ يعني ٻنان غير.

ٻالا: ٻار، ننڍو ڇوڪرو
ٻال جتي = ٻاراڻي وهي.

ٻانيَڻُ: برهمڻ، هندن جي چئن ذاتين مان اُتم ذات، ڏسو "برهمڻ".

ٻاڻَ: سمجهه، تيٽ، ٻاڙ، لوڙ، پياس.

ٻاڻ: ٻاٽي، ڳالهه، ٻولي.

ٻاڻُ: تير.

ٻاڻُ / ٻاڻو: ويس، لباس، پوشاڪ.

ٻاوَن: ٻاٽي، اکر، ٻولي.
ٻاون ٻاهري = ٻوليءَ يا اکرن کان ٻاهر.

ٻَٽُ: ٻَڙ جو وڻ.

ٻُجهائڻُ: وِسائڻ.

ٻَجَهڻُ: ٻڌجڻ، قابو ڪرڻ.

ٻُجَهڻُ: سڃاڻڻ، پروڙڻ.

ٻُڌِ: ٻڌي، سمجهه، عقل.

ٻُڌوانُ: سمجهدار، عقلمند.

ٻِرڄُ: ڏسو "برج". ٻُڌ يا گيان جو وڻ.
ٻُڪي: شاديءَ جي هڪ رسم.
ٻَڪُ: ڀاڪر.
ٻَلُ: طاقت، سگهه.
ٻَلونتُ: طاقتور، سگهارو.
ٻَلِهارُ: صدقي، گهور گهور، قربان، گهوري.
ٻَلي: شهزور، طاقتور، سگهارو، ٻلوان.
ٻندي: ٻڙي، نقطو، ٽِڪو.
ٻَنڌَڪُ: ڦاسائيندڙ.
ٻَنڌَنَ: ٻنڌڻ، جهل، روڪ، اٽڪاءُ.
ٻَنو: حد، سَنڌو.
ٻوجهه: بوجو، بارَ.
ٻوڌَ: گيان. ڏسو "ٻُڌ".
ٻوڏي: سٽوپرو، سياڻو، سڄاڻ.
ٻورايو: چريو ڪيو. ڏسو "بوراني".
ٻُوڙو: سرَ يا ڪانهن. گاهه جو ٿبَ، آسرو، وسيلو.
ٻُوهَٽُ: ٻيڙي.
ٻوهڻُ: پوڪڻ، ڇٽڻ.
ٻيائِي: دوئي، ڪوٽَ، دولاب.
ٻِيجَ: ٻج.
ٻيجو: ٻج، پوک. ڏسو "ٻيج".

## ڀ

ڀاري: ڳرو، وزني، ڪٺن، ڏکيو.
ڀاڙِ: بي عزتيءَ جو معاوضو، حرام جو پيسو.
ڀاڙو: ڪرايو، مزوري، معاوضو، بدلو.
ڀاسَ: چاڻ، اِڇا.
ڀاسَڻُ: ڏسڻ ۾ اچڻ، ڇاڻڻ، سڃاڻڻ.
ڀاڳُ: قسمت، نصيب.
ڀاڳوانُ: ڀاڳ وارو، بختاور، خوش نصيب.
ڀاڳوَتِن: ڀڳوان جي ڄاڻندڙن.
ڀانُ: سڄ.
ڀانُ / ڀاڻُ: گهر، ماڳ، مڪان.
ڀانت: نمونو، قسم، ريت، طرح.
ڀانِي: ڳوٺري.
ڀاٽو: ڏسو "ڀاڻ".
ڀاٽو: خيال، اِرادو، رضا، مرضي.
ڀاٽي: وٽي، پسند پئي.
ڀاءِ: ريت، نمونو، ڀاونا، نِشچو.
ڀَٽُ: رڏل چانور.
ڀَڀُوتُ: خاڪ، رک، ڇارَ، ڦلهيار، ڀَسم.
ڀَتارُ: خاوند، مڙس.
ڀٽڪڻُ: رلڻ.
ڀَڄوالُ: ڀُئيءَ پوندڙ.
ڀڄائي: آلو ڪري، محبت ۾ رڱي.

پَڄَنُ: خدا يا ديوتا جي تعريف ۾ گيت.
پَڇِڇَنُو: پڇندڙ، ڇَت ڪندڙ.
پرانت: سنسو، ڦرڻو، وَسوسو.
پَرتاَ: ڏسو "پتار".
پرڪَٽُ: جوش کائي پوئتي موٽڻ.
پَرَمُ: سنسو، ڦرڻو، وَهم.
پرَنگُ: چيلاٽو، ڏسو "پرنگي".
پرَنگي: پنگي، ڏکٿاري، گهريتڙي، چيلاٽو.
پَڳت: پڳتي، بندگي.
پروَسو: آسرو، اعتبار.
پَسڻُ / پَسرُ: خلاص ٿي وڃڻ، ڇار، رک، خاڪ.
پَڳوا: گيڙوءِ رتا ڪپڙا (جي جوڳي فقير پائيندا آهن.)
پَڳوانُ: ايشور، پرميشور، خدا.
پَڳوَنتُ: پڳوت جو ياٿو، خدا جي رضا يا ياوتا. ڏسو "پڳوان".
پُلَ: چُڪ، غلطي.
پَلو: نيڪ، چڱو ماڻهو، ستپرش.
پَندارُ: خزانو.
پنان: پنَلَ، رَسيَلَ، مِٺا، وڻندڙ. ڏسو "پچاٽي".
پَنگَ: هڪ نشيدار ٻوٽي.
پَنورَ: هڪ قسم جو ڪارو جيت، جو گلن مٿان گنجار ڪندو آهي.

پوائي: رُلائي.
پُوت: ڇيتَن، پراٽي، سَت وَستو، هستي، وجود.
پوپو: پوت يا جِنَ ڪيڻ وارو، هوشيار.
پُوجَلُ: سنسار، ساگر.
پوري: سادي، اوجهه، ڳهيلي.
پَوساگَر: خوفناڪ سمنڊ، سنسار روپي ساگر.
پوڳُ: مزو، لطف.
پوگن: ماڻن. ڏسو "پوڳ".
پولُ: پولو، پرم، سنسو. ڏسو "پَل".
پَوَلُ: رُلن، پتڪن.
پَوَنِ: ڌرتي، جاءِ، گهر، پناهه.
پَوندُو: بيوقوف، مترادف "مَڏو".
پونءِ: زمين.
پَرَڻُ: گهمڻ، رلڻ، پتڪڻ.
پيت: ڀؤ وارا.
پيتٍ: نذرانو، پيٽا.
پيدُ: تفاوت، ڳجهه، راز.
پيدي: ڳجهه لهي. ڏسو "پيد".
پيديو: ٽٽيو. ڏسو "بيڏيو".
پيڙ: دٻاءَ، تڪليف.
پيش: ويس، پوشاڪ، ڏسو "بيک".
پينگ: سڪٽو، سَڃ، ويراني، اجاڙَ.
پيوُ: پيدَ، ڳجهه، راز، ڏسو "آيد".

ت

تات: سنڀال، يادگيري.
تاپُ: ڏک، جلَن، روڳ.
ٽي تاپ = ٽن قسمن جا ڏک:
شرير جا ڏک، من جا ڏک ۽
ٻاهريان ڏک.
تاجا: تازا، خوش، نَوَ بنوَ.
تاجي: تاني، ڪپڙي ٺاهڻ لاءِ
ڌاڳن جو ميلُ ڏکهائيءَ ۾.
تاجي پيٽو = ڪپڙي جي ڊيگهه
۽ ٻرَ وارا ڌاڳا.
تارِ: اونهو، عميق.
تاري: تات، طلب، آسرو، مدد.
تاڙي: تات، آڻ ٿڻ.
تازي: عربي گهوڙو، تيز رفتار گهوڙو.
تاگيرُ: نرادر، اَيمان، وڏائي.
تامَسِ: جوش، ڪاوڙ.
تانگهو: ننڊو پاڻي.
تاٽي: ڇڪي.
تباڪ: ٿالهه.
تَت: تتي، اُتي.
تَتُ: عنصر، مُول، سارَ، بنيادي
وَستُو.
تَتَ يا عناصر پنج آهن:
اگني (باهه)، وايو (هوا)، جَل
(پاڻي)، آڪاس، پرٿوي (زمين).

تَتپَر: نهايت، مشغول.
تَتڪالُ: اُنهيءَ وقت، جهٽ پٽ،
بنان دير.
تَپُ: تپسيا، يوگَ، رياضت، ڌيان.
تَپَت: گرمي، تپش،
تَجَڻُ: ڇڏڻ، ترڪ ڪرڻ.
تُخم: ٻج.
تَختُ طائوسِي: تخت جيڪو شاهه جهان
بادشاهه مور جي شڪل
تي ٺهرايو هو (جنهن ۾
جواهر جڙيل هئا)، عمدو
تخت، لاثاني تخت.
تَدَ: اهو.
تَدَرُوپُ: برابر، هڪ ساڳيو روپ،
اصلي شڪل.
تَرُ: تازو.
تَرُ: ڏرو.
تَراڪُ: تارڪ، تياڳي، الله لوڪ فقير.
تَرِيبيڻي: ٽن ندين (گنگا، جمنا،
سرسوتي) جو ميلاپ.
تَرِتاپَن: ٽي ڏک: سرير جا ڏک،
شينهن ۽ نانگن بلائن جا
ڏک ۽ جنن ڀوتن جا ڏک.
تُرسو: ڪتو.
ترشنا: اُڃ، پياس، لالچ، خواهش.
تَرڪُ: بحث، دليل، اعتراض.
تِرڪُٽي: جوڳين جو ڌيان جو

چکر (جو پيشانيءِ مٿان آهي) ڏسو "تربيٽي".

ترڪڙي: ساهمي، تارازي.

تَرڪو: سامان.

تَرنگَ: لهر، چولي، امنگ.

ترنگُ: گهوڙو.

ترڻُ: ڪکَ، گاهہ جو تيلو.

تَروِيٽي: ڏسو. "تربيٽي".

ترهو: اها شيءِ (ڪکن، ڪانن، ڪاٺين وغيره جي ٺهيل) جنهن تي ترجي، وسيلو، آڌار.

ترِي: ڏسو. "ترِيا".

ترِيا: چوٿين منزل، جتي پهچڻ سان (هندن جي عقيدي موجب) خدا سان ملي سگهجي ٿو.

چار منزلون: جگرت، سوپَنَ، سُشپت، ترِيا.

ترڙُ: گهيڙو، گهاٽ.

تَسَلو: تسلا، دلجاءِ.

تَقدِيرَ: مقدر، لکيو، قسمت، نصيب. وري وري چوڻ جي حالت، پڪ، بي شڪ.

تَڪِيو: وهاڻو، آڌار، آسرو، آستان، جاءِ.

تُلُ: برابر، مٽَ، جوڙ.

تلافي: عيوض، بدلو، پورائي.

تلڪُ: ٽڪو، نشان.

تَمَرُ: اوندهہ.

تَنبورو: وڄائڻ جو هڪ ساز.

تَٽِي: ڇڪي، ويڙهي. ڏسو "تاٽي".

توڏي: راڳڻيءِ جو نالو، توڏي ڳائڻ = خوشي ڪرڻ.

تُورُ: ريت، نمونو، طرح.

توشا: قيمتي سامان.

تَوڪَلَ: خدا تي ڀروسو رکڻ.

تولَ: تورَ، وزن.

تياڳُ: دنيوي شين کي ڇڏڻ.

تِياڳِي: تارڪ، ويراڳي، ڏسو "تياڳ".

تيبَرُ / تيبِرُ: ٽکو، تيز.

تيجُ: چمڪ، روشني، تيزي.

تيرُ: ڪنارو.

تيرَٿُ: پوتر جڳهہ، ياترا جي جاءِ.

تِيکَڻُ: تيزي.

## ٿ

ٿانءُ / ٿاءُ: آرام جي جاءِ.

ٿِرُ: اسٿر، قائم، محڪم.

ٿِرتا: اسٿرتا، بيهڪ، محڪمتا.

ٿرداس: آرسي، سست.

ٿَنبُ: ٿنيو، جهلو، ٽيڪ.

ٿوڪَ: چيز، شيءِ، وستو.

ٺُوھَرُ: ڪنڊن واري ٻوٽي جو قسم، زقوم.

ٽ

ٽالو: ٽارو، پاسو، گساءُ، ٽرٽي.
ٽَٽُو: ننڍي قد وارو گھوڙو.
ٽُرَڻُ: هلڻ.
ٽُڪَ: ٿورو.
ٽُڪَدَمُ: ٿورو وقت.
ٽڪَرَ: شام، سانجھيءَ جو وقت.
ٽڪِڙي: تارازي، ساهمي. ڏسو "ترڪڙي".
ٽور: چال.
ٽولُ: چيز، شيءِ سنگت.
ٽوئي ۾: ڪٿ ۾.
ٽويو: ڪٿ.
ٽي تاپُ: آڌ، وياڌ، اُپاڌ يعني سرير جا ڏک؛ شينهن، نانگن بلائن جا ڏک ۽ جِنن ڀوتن جا ڏک. ڏسو "تاپ".
ٽيڏو: ڏنگو، ونگو.
ٽيڪَ: آڌار، سهارو.
ٽيڪڻُ: ڏرڻ، رکڻ.
ٽي لوڪَ: ٽي جهانَ يا عالم: سرڳ (بهشت)، پرٿوي (ڌرتي، زمين)، پاتال (دوزخ).
ٽي ڏيو: برهما، وشنو، مهيش.
ٽيو: نشان، عادت.
ٽيئڙُ تپُ: ٻہ ڏينهن ڇڏي ٽئين ڏينهن ايندڙ بخار، ٽيڙُتپ، ٻرو، مصيبت.

ٺ

ٺاٺُ: دٻدٻو، ڀيڪو، مانداڻ، اجايون سڪٽيون ڳالهيون.
ٺاڪُرُ: ديوتا، سامي، عزت جو لقب (هندن ۾).
ٺَٺُ: ٻاهريون ڏيک. ڏسو "ٺاٺ".
ٺَپُ: زخم.
ٺِڪَرُ: مٽيءَ جي پڪل ٺانءَ جو ڀڳل ٽڪر، آدنا چيز، خسيس شيءِ.
ٺڳُ: دغاباز.
ٺڳِوري: ٺڳي، فريب، دغابازي.

پ

پاٻِرِبُون: ڪنول جون ڏوڏيون.
پاتالُ: زمين ۾ هيٺاهون ملڪ، ترو، دوزخ.
پاتشاهُ: حاڪم، بادشاه.
پارُ: هن طرف.

پاٽو واٽو: پنهنجي روءِ سوءِ.
پاَٽي: پتڻ وارو، ملاح، مرشد، گرو.
پاَٽِي: پٽي، ڦرهي.
پاٺ: مطالع، پڙهڻ، ڌرمي ڪتاب جو دَور.
پاپُ: گناهه، ڏوهه.
پاپِڻ: ڏوهارڻ، گنهگار، خبيث، مايا.
پاجي: پاجي، ڪميڻو، نوڪر.
پاچاري: ڏِکن ڪي ڪلهن ۾ وجهڻ جو ڪاٺ جو چونڪو، پانجاري.
پارَسُ: پارس پٿر (جو لوهه کي لڳي ته سون ٿي پوي.)
پارکُ: پارکو، پرکيندڙ.
پاَرو: سردي، سخت ٿڌ.
پارو: هڪ قسم جو پتڙو ڌاتو، سيماب.
پاروسي: پاڙيسري، پاڙي ۾ رهندڙ. انسان سان گڏ رهندڙ پنج دشمن: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار.
پارِوَتي: پاربتي، مهاديوَ (شوَ) جي زال.
پاڪوڙَنُ: زور سان جهلڻ.
پاڪُ: پوتر.
پاڪي: پوترتائي، پاڪائي، پاڪيزگي، پرهيزگاري.

پاڪَندِي: ڊونگي، چلي، دوکيباز.
پاَلڪُ: نگهبان، سنڀاليندڙ.
پالڪِي: پلنگ، ڏولي.
پان: پيئڻ، پيئڻ جي شيءِ.
پانڊو: بهادر.
پاڻُ: خود، پند، وڏائي، تڪبر، خودي.
پاولِي: گهٽ ذات وارو، شودرَ.
پاوَن: پاڪ پوتر.
پاهو: سئيءِ جو سوراخ، ڏڪ.
پائِي: سميٽي، وٺي، حاصل ڪري.
پچاوي: پاڇي.
پَت: عزت.
پَتَ: پتي، خاوند، مالڪ.
پَتاشو: هڪ قسم جي مٺائي.
پَتالُ: ڏسو ”پاتال“.
پَتِتُ: پاپي، گنهگار، نيچ.
پِترُ: پِنُ.
پُترُ: پٽ، فرزند.
پَتري: چٺي.
پَتَنگُ: پروانو، هڪ جيت جو قسم (جو هرندڙ باهه ۾ اچي پاڻ اڇليندو آهي.)
پَتَڻُ: ڏسو ”پاتڻي“.
پَتِورتِ: مڙس جي فرمانبردار عورت، سُئي عورت.
پَتيو: رچيو، ڍَوُ ڪيو، راضي ٿيو.

پَٽُ: رستو، مارڳ.
پَٽَرُ: پهڻ، پاهڻ.
پَٽُ: پردو، ڪپڙو، روپ.
پَٽَ چِيرُ: ريشمي ڪپڙو.
پَٽَلُ: پردو.
پَٽو: اوني ڪپڙي جو قسم.
پَٽي: ڦرهي.
پِنا: پٺيءَ طرف، پوئتي، پويان.
پَٺَڻُ: موڪلڻ، روانو ڪرڻ.
پَپوٽو: ڦوٽو، بوڙيو، حَباب.
پَپيهَ: ٻاٻيهو. ڏسو "چاترڪ".
پَجُ: پِنَ، ڌرم، ثواب جو ڪم.
پَچارُ: پَچَر، تات، يادگري، ڳالهه ٻولهه، ذڪر.
پَڇائَڻُ: سڃاڻڻ، سهي ڪرڻ.
پَڇاڻو: سڃاڻيندڙ، پارکو. ڏسو "پڇائڻ".
پَڇائون: پاڇائون، پاڇولو، پاڇو، ڇانءَ، سايو، اولڙو.
پَڇِمُ: اولهه. هڪ صوفيانہ منزل جو نالو. ضد "پورب".
پڇو: پيڇو، پُٺ، پويون پاڱو. ضد "اڳ" يا "اڳو".
پَدُ: درجو، منزل، مرتبو، مانُ.
پَدُ تري: تر يا پڪ جنهن جيوَ ۽ برهم جو سنڌو نہ رهي.
پدارَٿ: چيز، وستو.
پَدَ اَسگاهُ: برهم پد. ڏسو "پد" ۽ "اسگاهہ".
پَدَ نِراس: اهو درجو جنهن ۾ ڪابہ آس نہ هجي.
پَڌَرُ: پڌرو، ظاهر.
پِرُ: پرين، محبوب.
پُراتَنُ: پراڻي زماني جو، پراڻو، پراچين، آدي، اصل جو، اڳاٽو.
پراپَت: حاصلات، لاڀ، فائدو.
پَرَاُپَڪَارَ: ٻين جو ڀلو. ڏسو "اپڪار".
پرارَبد: نصيب، قسمت، ڀاڳ.
پرانُ: ساهہ، پساهہ، حياتي.
پِرانَ پَتي: ايشور، ساهہ جو مالڪ، خاوند، مڙس.
پِراني: ساهوارو، جيو.
پُرانَ: قديم، پراچين.
پُراڻَ: هندن جا ڌرمي پستڪ جيڪي وياس گڏ ڪيا (ڪل ارڙهن آهن. ڏسو "آٺارهن").
پَربَتُ: پهاڙ، جبل.
پَرَبِينَ: هوشيار، چتر، پڪو، ڪامل، قابل، سياڻو.
پَربَلُ: طاقتور، سياڻپ.
پَربوڌ: سمجهہ، سياڻپ.
پِرڀات: سوير صبح، آسُر.
پَرڀاءُ: طاقت، اثر.
پِرڀو: مالڪ.

پَرَت: ويجهو، سامان، ڏسو "پِرتکَ".

پَرَتاپُ: ڏيا، مهما، جلال، مرتبو.

پِرِتپالُ: بچاءُ، رکيا، سنڀال، پريت، نباهيندڙ، مالڪ.

پرتکُ: ظاهر، پڌرو.

پَرتيت: ويساهه، وشواس، اعتقاد، صدقَ.

پَرِپَڪُ: پڪو، پختو، ڪامل.

پَرِپَنچ: ڪوڙ، بکيڙو، لڳي.

پرجا: رعيت.

پُرَجَهڻُ: سمجهڻ، چاڻڻ، پروڙڻ.

پَرچو: چاڻ، سڃاڻپ، ديدار، وصال پريت.

پرچنتا: ٻيائي.

پَرِچُ: پاتلَ، وڻ جي پڻ مان ٺهيل ٿالهي (جنهن تي هندو ڪاڌو رکي کائيندا آهن يا فقير کي ڏيندا آهن.)

پَرِچَنُ: محدود، الڳ، جدا، ٻيائي.

پَرِچَنُ: پرسن، خوش، نوبنو.

پرچن چير: ناچن جي پير ۾ چمڪندڙ چير.

پَرِڌانُ: مکيه، مک، وڏو سردار.

پُرِڏو: سمجهيو. ڏسو "پُرجهڻ".

پِرسادُ: مهرباني، عنايت، ڪرپا، مهر.

پَرسپَرَ: هڪ ٻئي ۾، پاڻ ۾.

پَرسَنُ: خوش.

پَرسِيِ: پرکي، چاڻي، ڏسو "پرکَڻُ".

پُرشُ: پَرکَ، پَرسَ، ماڻهو، آدمي.

پرشَنُ: سوال.

پرِڪاشُ: پَرڪاسَ، روشني، جوت.

پُرکُ: ڏسو "پَرش".

پُرکارَتُ: آدم، ڪوشش.

پَرکَڻُ: جاچڻ، چڪاسڻ، امتحان وٺڻ.

پَرگَهتُ: ظاهر، پڌرو.

پَرلاءُ: آواز.

پَرلو: هن طرف جو.

پَرلوکُ: ٻيو جهان، ايندڙ جهان.

پَرلَي: جهان جي فنائي، قيامت، فَنا.

پَرَمَ: اعليٰ، اُتم، اوچو.

پرم پنيت: مها پوتر.

پرماتَمُ: پرميشور، ڌڻي.

پَرمادُ: بي پرواهي.

پَرمارَتُ: اُتم ڪم، ڀلو ڪم، ڌرم، ڀلائي.

پَرمانُ: اندازو، انومان، دليل ثابتي، مثال.

پَرمائو: سچيءَ دل ۾ جان سان. ڏسو "پرماڻ".

پَرميسَرُ: پرماتما، جدا.

پَرَنامُ: نمسڪار، عزت ڀريو سلام.

پَروانُ: قبول، بحال، سچو.

پَرِوانو: آڏامندڙ جيت جو هڪ

قسم (جو بام جي روشنيءَ
تي ڦرندو آهي ۽ آخر ۾ ان
۾ وچي پوندو آهي.)

پَرواڻُ: ڏسو "پروان".

پَرواهہ: وَهَڪَ، وهَڪرو.

پَرورتا: اصليت ڇڏي ٻيو روپ وٺڻ، وهنوار.

پَروَسُ: لاچار، مجبور.

پَروليِ: ڪِچهارت جو قسم، مامر.

پَرويس: واسو، داخل.

پَرَهيجَ: پاسو، ڪنارو، ٽارو.

پريتَ: جنَ، ڀوتَ.

پريتَمُ: سڀ کان پيارو. ڏسو "اُتم".

پريم نَگرُ: محبت جو گهر.

پَري: حسين عورت، اپسرا، اپڇرا.

پريمي: عاشق، پريم وارو.

پڙ: ڀَڪَ.

پڙو / پڙهو: منادي، ڊنڊورو، اعلان جو دهل تي ڪيل هجي، وڏي واڪي ٻڌائڻ.

پَسارو: وِستار، بيان، اپٽار، ڏيکهہ، نظارو، جنسار.

پَساڄُ: ڀوتَ.

پُستَڪِي: مذهبي يا ڌرمي ڪتاب جو ڄاڻو.

پَسرَڻُ: پکڙڻ، ڦهلڻ.

پَسريو: جيڪو هرهنڌ پسريل يا سمايل هجي يعني ڏٺي. ڏسو "پسرڻ".

پَسَڻُ: ڏسڻ، ڀالڻ.

پَسُون: چوپايو مال، جانور.

پَشاڄُ: ڏسو "پساڄ".

پُڪري: آواز، سڏ، رڙ.

پَڳُ: پيرَ.

پَڪُ: پاسو، طرف.

پَڪانُ: پڪي.

پَلُ: پلڪ، گهڙي، لحظو، ڪَنَ.

پَلالُ: سارين جو سڪل گاهہ.

پَلالِي: پَلالَ کڻيندڙ، مڪار، ٺڳ، ڪوڙو. ڏسو "پلالَ".

پَلتارِجَڻُ: ڏنڊاڙجڻ، وڏيءَ آزمائش هيٺ اچڻ.

پَلپَل: هر گهڙي، ذري ذري، هرهر. ڏسو "پَل".

پَلَڪَ: پَل، ڪَن، لحظو، اک ڇنڀ
پلڪن جي پردي ۾ = اکين جي ڇپرن ۾.

پُلڪَڻُ: گدگد ٿيڻ، خوش ٿيڻ.

پَلءُ / پَلوُ: پلاند، پاند، دامن.

پَلنگُ: ڇپرڪٽ، سيج. ڏسو "پالڪي".

پَليدُ: ناپاڪ، اپوتر، مٺي ميرو.

پَنِ: وڻ جو پن – پتو.

پَنِ: شَپَ ڪَرمَ، ڏسو "پَچ".

پَنٿُ: رستو، مارڳ، مذهب، مت.
پَنٿي: سالڪ، ڪنهن خاص مذهبي فرقي جو فرد. ڏسو "پنٿ".
پُنجُ: بيحد، تمام گهڻو.
پنج: پنج وِڪارِ = ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه، اهنڪار.
پنج تت: پنج بنيادي وستو = اگني، وايو، جل، آڪاس، پرٿوي.
پِنڊُ: پيري، پاڻ، جسم، بدن.
پنڊ ستو = پيري ڦٽي ڪندڙ.
پَنڊِتُ: وِدوانَ، عالم.
پنگُ: پنگلو، لڱڙو، جڏو.
پَنگلُ: رتلَ.
پِنگلو: سَندِن سَڪل، لَڱڙو، ڏسو "پِنگ".
پُنيتُ: پوتر، پاڪ، نرمل.
پُوتُ: پٽ.
پوٿي: هندن جو ڌرمي ڪتاب.
پوٿِرُ: ڌرمي ڪتابن وارو. ڏسو "پوٿي".
پوتَ: پيري.
پُوڄِڻُ: پوڄا ڪرڻ، عزت ڪرڻ، مڃڻ.
پورُ: ويچار.
پُورَبُ: اوير. هڪ صوفيانہ منزل جو نالو. ضد "پڇم".
پُورَنُ: پورو سالم، سارو، ڪامل.

پُورِيِ: پڌي، ضد "اِڪي".
پوسِ: پالينڌڙ.
پوشُ: لباس، ڪپڙا.
پوشاپوشَ: پري ٽيو پري ٽيو، هلچل، آبادي، شاهوڪاري.
پولو: خالي، پورو، سڪٽو، ٺلهو.
پَوَنَ: هوا، پراڻ، ساه.
پَهُ: ويچار، صلاح.
پمني: چاڻڻ سان.
پَهاڙُ: جبل.
پِيُ: پرين، محبوب.
پياسُ: اُڃ، خشڪي.
پيتُ: پريت، پيار.
پيچارو: ڪپهہ پيچڻ وارو. اشارو آڏوپگت ۾ منصور ڏي.
پيراڏُو: پيرائي، پيري، پاڳي، چور جو پيرو ڪڍندڙ، پيرانڊو، طالب.
پيڪو: پيءُ جو گهر، اَبي ڏاڏي جو گهر.
پينگهوڙو: پينگهہ.
پيهو: پوڪ ۾ ٺهيل ننڍو منهن جنهن تي چڙهي ڪڙمي پوڪ تان جهار هڪليندا آهن.

**ٿ**

ٿابُوتُ: مضبوط، قائم.
ٿابُوتي: مضبوطي، پختگي، محڪمتا.

،ستيرتا، آکنيتا، آڏولتا،
ڏسو "ثابوت".

ثالثِ: ٽيون، ٽياڪڙ، امين، نرپکش.

ج

جات: ذات، ڪُلَ، ڪٽنب، قبيلو، فرقو.

جاد: ڏسو "جات".

جاگرتِ: بيدار، سُچيت، پهرين اَوَستا، هندن جي عقيدي موجب چار اوستائون يا منزلون آهن.
(1) جاگرت (2) سوپن
(3) سُشُت (4) ٽرتا.

جاگير: سرڪار طرفان انعام طور مليل زمين.

جاڳئي: بيدار ٿيل، جاڳندڙ يعني گرو، مرشد. ڏسو "جاگرت".

جاليِ: ڄاري، ڦندو.

جتَن: ڪوشش، سعيو.

جتِي: ڪام جيت، نفساني خواهش تي قبضو ڪندڙ.

جٽَ: جاٽ قوم (جيڪا پوکي راهي ڪندي آهي.)

جَپُ: ذڪر، وظيفو، سمَرٽي سورڻ جي حالت.

جَپڻُ: بندگيءَ ۾ خدا جو نالو (بار بار) وٺڻ، نام اُچارڻ.

جُدُ: لڙائي.

جَرناَ: ڏريج، تحمل.

جَرَڻ: جلائڻ.

جَري: ڀري، ڀرائي، قبضي ۾ ڪري. ڏسو "اجر".

جَري اَجَر: ناس نہ ٿيڻ واري وستوءَ کي پچائي يا ڀرائي.

جڙَنُ: ملائڻ، ڳنڍڻ، مڙهڻ.

جُڙَنُ: ملڻ، لهڻ.

جَسُ: نيڪ نامي، تعريف، شاباس.

جَفا: محنت، ڪشالو.

جَڪَ: اجائي بَخي، بڪواس، ڦڙٽو.

جُڪَ: ايذاءُ، آنڌ مانڌ، ڳٽتي، هُرڪُر، ڦڙٽو.

جکي: ڏکيائي، دکي.

جوکم: ملڪيت.

جوکم: ايذاءُ، تڪليف.

جگُ: قرباني.

جگات: خيرات، دانُ، ڍِلَ.

جَگاتيَ: زڪوات وٺڻ وارو، ڍل وٺڻ وارو.

جَگمگات: تجلو، چمڪو، تکي روشني.

جڳُ: ڏسو "جگ".

جَڳِ: جڳت، سنسار، جهان.

جُڳُ: زمانو.
(چار جڳ آهن؛ 1- بَستيہ 2- تريتا 3- دواپرر 4- ڪَل؛ ميلَ (چوپڙ راند جو).

جگ مگ: چمڪندڙ.

جُڳادِ: اوائل اصل جڳن کان. ڏسو "آد".

جڳتُ: ڏسو "جڳ".

جُڳتِ: ريت، نمونو، ڍنگ، حڪمت، تدبير.

جُڳتِي: جڳت وارو، پرهيزگار، ڏسو "جڳت".

جَڳديشُ: جهان جو مالڪ، ايشور، ڏڻي.

جڳمڳ: ڏسو "جڳمڳات".

جِڳياسي: ايشور جي ڪانکي، ڏڻيءَ جو ڳولائو، طالب المولي.

جَلُ: پاڻي.

جُلاهو: ڪوري (ذات)، اشارو "ڪبير ڀڳت" ڏي.

جَمُ: ڪالُ، موت.

جم گڻ: لشڪر.

جَمراءِ: دوزخ (نرڳ) جو راجا.

جَنُ: ماڻهو، آدمي، مرد.

جَنَنِ: مهاتمائن.

جَنتا: ماڻهو، انبوهه، ميڙ.

جَنتَرُ: جادو، منتر.

جَنتَرو: منتر. ڏسو "جنتر".

جَنتري: واڄو.

جَنجالُ: جنجل، ڏقيڙو، ڏوجهرو، تڪليف.

جَنَڪ: ماڻهوءَ جو نالو، مٿيالا جو راجا (سيتا جو پيءُ).

جَنمَڻُ: ڄمَ، جنم، پيدائش.

جوتِ: روشني، چمڪ، پرڪاش

جوتشي: نجومي. ڏسو "جوت".

جُوٽ: ڪوڙ.

جورُ: زور، زبردستي.

جوهيا: شڪست کاڌائون، زخميا.

جوڳُ: ڌيان، ميل ميلاپ، لائق زَهد، تَپسيا.

جوڳي: ڌياني، تپسي، سناسي فقيرن جو قسم.

جوڳيسَرُ: وڏو جوڳي، ڪامل درويش زاهد، تپسي.

جولاهو: ڏسو "جُلاهو".

جُونِ: پيدا ٿيڻ جي جاءِ، پنو جنم، تناسخ.

جَوهَرُ: اصل. ضد "عَرض".

جُوهَڻُ: تڪڻ، شڪست ڏيڻ.

جُوءِ: مڪان، هنڌ، ماڳ.

جَهاجُ: جهازَ.

جُهدُ: ڪوشش، سعيو.

جِئڪارُ: سوڀ، فتح.

جِيتَ: سوڀ. ضد "هار".

جِيوُ: آتما، ساهوارو.

جيءُ جنت = ساهوارا (رهندڙ)

جيوَنُ: زندگي، حياتي.

## ڄ

ڄارُ: وڏي ڄاري، ڦندو، ڦاهي.

## جهه

جهارِ: پکين جو ولر جيکو پکل پوک کائي.

جُجُهه: هڪ روپ.

جهَرُوڪو: ڪڙڪي، دري، ٻاري، محلات، جاءِ.

جُهرَڻُ: ڳرڻ، دکي ٿيڻ.

جهڪو: هيٺ، گهٽ، اداس.

جهَڪو: جهوپڙي، گهر، مڪان.

جُهلَڻُ: لڏڻ، لهرڻ.

جهَلَڪَ: چمڪ، روشني.

جهلملِ: جهرمر، چمڪ، چهچٽو.

جهَنِگلو: راڳڻيءَ جو هڪ قسم.

جهَنجهو: راڳڻيءَ جو هڪ قسم.

جُهولو: هندورو، پينگهو، پينگهه.

جُهومَڻُ: ڪنڌ ڌوڻڻ.

جهونجهڻِ: لڙڻ، وڙهڻ.

جهونجهارُ: جوڌو، پهلوان.

جهِيڻو: آهستو (آواز).

## چ

چاترِڪُ: پپيهو پکي.

چاَتان: چوٽون، ضربون، تڪليفون.

چارِ: چار ويد. ڏسو "ويد".

چارِ: چار پَهر ڏينهن جا ۽ چار پَهَر رات جا.

چارا: ڪوششون.

چاڪُ: خوش.

چاڪ: زخم، ڦٽ.

چاهُ: مَن، اندرَ، دل.

چاهِڻ: سمجهن.

چَچُرُ: سياڻو، ٻڌوان، چالاڪ.

چُٽي: چوڙَ، دَر ڦرڻ واري جاءِ.

چٽ: حيرت پريو ڏيکاءُ، آڪاس.

چٽڪَ: چمڪ، چمڪاٽ، تجلو.

چٽڪي: چمڪو.

چُٽُڻُ: نشانو هڻڻ، نشان تي پورو هڻڻ.

چِٽو: اعمال نامون، پوتا ميلي ڪاغذ، ڪاغذ.

چَپَلَ: چنچل، چالاڪ.

چَپو: پيڙيءَ جو ڳڻ، هٽيو - اولو.

چدَ آڪاسُ: چيتن پرماتما جيڪو خالي جاءِ وانگر هر هنڌ آهي ۽ سڀ کان الڳ آهي، شڌ برهم.

چَراچَر: ساڪن ۽ متحرڪ، جاندار ۽ غير جاندار = مخلوقات، دنيا، جهان، عالم.

چراغُ: بتي، ڏيو، روشني.

چراگُ: ڏسو "چراغ".

چَرَنَ: پير، چرڻ.

چرن ڪمل = ڪنول جهڙا پير.

چڙي: چڙهي.

چسَ: چشڪو، مزو.

چُغُل: گلاخور، لائي چائي ڪندڙ.

چَقمقُ: پٿر جو هڪ قسم (جو لوهه کي ڇڪي).

چَڪُ: ڪنير جو گول چڪرو (جنهن تي تاڻو تاڻين).

چڪَ: گپ، گارو، گندگي.

چُڪاءِ: ڇڏ، ختم ڪر.

چَڪورُ: پهاڙي تتر.

چَڪي: جَنڊ، جانڊهه.

چِڪيا: اڳن سنسڪار، ڏاگهه، آها باهه جنهن ۾ هندو مُردي کي ساڙين.

چلُ بہ چلُ: چنچل، ڦرندڙ گهرندڙ.

چَمارُ: چمڙيءَ جو ڪم ڪندڙ، سوچي، هڪ ذات.

چمتڪارُ: حيراني، عجب، اچرج، پرڪاش، روشني.

چنتا: سوچ، ويچار، فڪر.

چنچلُ: چلولو، بي پرواهه.

چَندرو: چنڊ.

چَندالُ: چنڊو، نياڳو، شيطان، پليد.

چن ماتَر: چيتن ماتر، پُورن چيتنا. ڏسو "چيتن".

چٽنگ: ٽانڊي جي ننڍڙي ذرڙي.

چوبارو: بالا خانو، اوچو روحاني - آتمڪ پَدُ، منزل، آنند ۽ خوشيءَ جي جاءِ.

چوتو: ڇَتڙن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر، لانگوٽ.

چُوٽي: وارن جي چڳ (جا هندو مٿي تي ڇڏيندا آهن.)

چوڏري: پرڏانُ، مکي، وڏو.

چوڏولُ: ڏولي، پالڪي، پينگهو.

چوراسي: اسي ۽ چار.
اشارو (هندو ڌرم جي) 84 لک جُون ڏانهن، جي هيٺين ريت آهن، 4 لک مُنگهڻ ۽ جِيون، 7 لک پاڻيءَجا جيوَ ۽ 27 لک وڻ ٽڻ پهاڙ وغيره، 9 لک ڪيئان وغيره، 10 لک پکي ۽ 27 لک چوپايو جانور.

چورَن: چُور چُور، چُورو، ڪٽو، باريڪ ذرڙا.

چوري: هُرگر، ويچار، خيال، يادگيري.

چَوڪو: ليپي ڏنل جاءِ جتي هندو

ويهي ماني ڪائين، پوچو، پوچي، ليپو.

چوڪي: ڪاٺ جي صندلي، جاءِ، آستان.

چولو: پهراڻ، ويڪري قميص.

چَونڪِي: ڏسو "چَوڪي".

چَوهَٽِي: اُهو هنڌ جنهن جي چئني طرفن ڪان دڪان هجن، چوواٽو، بازار.

چُهڙو: ڀالو، گهٽ ذات وارو.

چَئُدَس: اشارو ڪرڻ، ڏسڻ، چوڌاري، چوطرف.

چيتُ: سمجهه، خيال، فڪر، ڳڻتي، وِرتي، هلت.

چيتَ: پياس، اُڃ، چاهنا.

چيتَنُ: آتما، روح، جيوَ، پرماتما، پرميشور - چيتن جا چمڪتار = پرماتما جا عجائب. چيتن چِد آڪاسَ = سَروَ وِياپَڪ پرماتما. ڏسو "چِد آڪاس".

چيتڙا: اِڳڙيون، تِڳڙيون، ليڙون.

چيتي: ڪِولِ، ماڪوڙي.

چرو: ڪپڙو.

چيرو: غلام، ٻانهو، داس، نوڪر، شيوڪ.

چيلو: ششُ، مُريد.

چَينُ: آرام، سک، سانت.

## ڇ

ڇارَ: خاڪ، رکَ، ڦلهيار.

ڇالُ: ٽپو.

ڇانديو: ٻڏو.

ڇائـي: مٽي، ڌوڙ.

ڇاپا: ڀاڇو.

ڇَبَ: سونهن، سوڀيا، سندرتا، چمڪ.

ڇَترُ: ڇٽ، تاج.

ڇَٽُ: ڏسو "ڇَترُ".

ڇَپَرُ: ڏونگر، جبل، ڪوهه.

ڇَڄُ: سَپَ، اَنَ ڇندڻَ لاءِ تيلين مان ٺهيل ٿانءُ.

ڇَڄَرُ: گهر، جهوپڙي. ڏسو "ڇجو".

ڇَجو: ڇاپرو، منهن، جهوپڙي، تلاءُ، ڍنڍ.

ڇَرَ: پاڻيءَ جي اُتل، پاڻيءَ جو چاڙهه، پاڻيءَ جي لسَ.

ڇِڪا: واسطا، لاڳاپا.

ڇِڪَڻُ: ڪائي ڍوءُ ڪرڻ، ڪائي خوش ٿيڻ، رڱجڻ، محبت جي نشي ۾ اَلوٽ ٿيڻ.

ڇِڪَنُ: موهتَ، فريفتہ، عاشق.

ڇَلُ: ڪپت، ٺڳي، مڪرَ، ڍونگ.

ڇُلڪَڻُ: ڇلڻ، اُتلي پوڻ.

ڇُلڻُ: هَلڻ، پنڌ ڪرڻ.

ڇلي: موهي، ڏسو "ڇل".
ڇن: تلاءُ، ڍنڍ.
ڇن: ڪن، لحظو.
ڇنت: ڇند، گيت.
ڇنڻ: ٽوڙڻ، الڳ ڪرڻ، جدا ڪرڻ.
ڇني/ ڇنني: ڏسو "ڇنڻ".
ڇوت: پليتي، ناپاڪائي.
ڇول ڇلا ڪرڻ: ظاهر ڪرڻ.
ڇه: ٽن جي پيڻ.
'ڇهه' اشارو آهي، هندن جي
"ڇهن شاسترن" ڏانهن:
ويدانت، سانکيہ يوگ، ميمانسا،
نياي ۽ ويشيشڪ.
ڇيدڻ: وڍڻ، ڪپڻ.
ڇيڪ: ٽنگ، سوراخ، سل، آزاد.

ح

حجت: دليل، ثابتي، سند.
حجرو: ڪوٺي (مسجد جي پرسان).
حرص: لالچ، ضد "قناعت".
حرفت: ٺڳي، مڪاري، ڪيڏ، اٽڪل.
حرڪت: چالبازي، لچائي، شرارت.
حصو: ڀاڱو، ونڊ، ورهاست.
حضوري: پيش اچڻ، حاضر ٿيڻ.
حقاني: عاشقِ مولا، خدا پرست،
حق وارو، سچار، حقيقي.

حقو: ننڍي چلم.
حليم: بردبار.
حمايت: مدد.
حور: ڀوري، ڪارين اکين ۽
ڪارن وارن واري عورت، نهايت
حسين عورت، پري، اپڇرا.
حيلو: ڪوشش.

خ

خاصا: ڀلا، سٺا.
خاطر جمع: خاطر جمع، دلجاءِ.
خام: ڪچو، اٽڪل، سيڪرات.
خاوند: صاحب، ڌڻي، ڀتار.
خزانو: اها جڳهه جتي روڪڙا
پيسا رکيا وڃن، گنج.
خس: تيلو گاهہ جو ڪک.
خصم: ڀتار، مڙس، پتي.
خفتي: شوقين.
خلاص: آزاد.
خلل: فتور، بگاڙو.
خلقي: خُلق وارو، مٺي ۽ سٺي گڻ
وارو.
خلوتدار: گوشه نشين، ايڪانتي،
اڪيلائيءَ ۾ رهندڙ، ضد
"جلوت".
خمار: نشو.

خواب: آرام.

خودي: پاڳپڻو، وڏائي، هٺ.

خُوءِ: عادت، سڀاءُ.

خويش: مٽ مائٽ، قريب، پنهنجو.

## د

دات: ڏات، بخشش.

داتارَ: داتا، ڏاترُ، ڏاتار، سخي، درياه دل.

دادُ: نياءُ، انصاف، ٻلو، تدارڪ.

دارُون: دوا، علاج.

داسُ: نوڪر، ٻانهو، ٽهليو.

داسي: ٻانهي. ڏسو "داس".

دامَ: ڦندو، چارو.

دانُ: خيرات، ڀيڪ.

داناهي: دانش، سياڻپ، ڄاڻ، پروڙ.

دانو: داناءُ، عقلمند، سياڻو.

داوا اگنُ: طلب جي آگ.

داوَنُ: دامن، پلؤ، لڙهه، پنارو.

داهَڻُ: جلائڻ، ساڙڻ.

داءُ: موقعو، وجهه.

دائو ڪرڻ: دعوي ڪرڻ.

دبَ: روشن، جوت، ٻريل، اُتم، اعلي.

دُبارو: ٻيو ڀيرو، گهمرو، دفعو.

دُبدا: ٻيائي، ڪوتائي، دئيت ياءُ، شڪَ، سنسو.

دَبَ: ڏسو "دِبَ".

دِبَ رَتَنُ: انمول هيرو، بي بها موتي، ڏسو "دبِ" ۽ "رتن". ڪتائن ۾ آيل آهي ته اهو سرڳ جو هيرو جيڪو به ماڻيندو تنهن جا سڀ ڪم پورا ٿيندا.

دَتُ: نالو هڪ مهاپرش جو، اُتم پرش.

دُتَرُ: ڏترُ، اوکو تڙ. ضد "سُتَرَ".

دُتيا: ٻيائي.

دَرَاجُ: ڪشادو، وڏو.

دَرٻارِي: شاهي ڪچهريءَ جو مُقرب، ويجهو.

دُربَلُ: ڏٻرو، ڪمزور.

دَرپَڻُ: آئينو، آرسي.

دَرختُ: وڻ.

دَردوَندُ: درد رکندڙ، ڏکويل.

درڙتا: محڪمتا، ثابت قدمي، پختائي.

دَرسَنُ/ دَرسُ: ديدار، درشن، نظر.

دَرسيو: ديدار ڪيو. ڏسو "درشن".

درشٽ: نظر.

درشٽانتَ: مثال.

دُرگتَ: بُري حالت.

دُرلَڀُ: اَلڀَ، اڻ لڀَ، ناياب.

دُرمَتَ: خراب سمجهه، خيال.

دَرويشُ: پهتل شخص.
دَستيِ: هٿون هٿ.
دَسوودَرَ: ڏهون دَرَ (جو تارُونءَ وٽ آهي)
ڏهه در: ٻه اکيون، ٻه ناسون، ٻه ڪن، هڪ وات، گديا، اِندري ۽ ڏهون در آهي تارونءَ وٽ.
دقَتَ: تڪليف، ڏکيائي، مشڪلات.
دُکو: آني جي چوٿين پتيءَ جو وزن، تمام ٿورڙو.
دُکدائي: ڏک ڏيندڙ.
دگَدُ: پسم، رک، خاڪ.
دَلُ: لشڪر، فوج، پنج دَلَ: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار.
دَلالُ: ٽياڪڙ، ثالث.
دلبَرُ: محبوب، سهڻو.
دَلَڻُ: مارڻ، دسڻ.
دَليِلُ: ثبوت، ثابتي، ويچار، خيال، وهم، گمان.
دَمُ: ساهه، حياتي.
دَمُ: اندرين (حواسن) جو روڪڻ، پنهنجي جذبي کي ضابطي ۾ رکڻ.
دماڳُ: مغز، سمجهه، عقل.
دَنبُ: }
دَنبُ: } پاکنڊ، ٺڳي، پيڪو.

دُوادَسُ: ڏهه ڏسائون، چوڌاري، چوڌگرد.
دُوارُ: درَ، دروازو، هنڌ، جاءِ.
دُوارِڪا: هندن جي پاڪ شهر جو نالو (جو هندستان ۾ آهي.)
دُوتُ: قاصد.
دَورُ: حالت، موج.
دوسُ: دوست، سڄڻ، يار.
دوساٽو: دوستاڻو، دوست جو، دوستي، سنگت.
دوکُ: دوش، ڏوهه، الزام.
دَولُ: نرمل، صاف.
دُوبشَنَ: دويک، دشمني، وير.
دُويکَ: ڏسو "دويش".
دُوهائي: دوهي، قسم، سنهن.
دَهَ دسَ: ڏسو "دوادس".
دَهَ دِسا: ڏهه طرف، چارمکيه طرف: اتر، ڏکڻ، اوڀر، اولهه اتر اوڀر، ڏکڻ اوڀر، ڏکڻ اولهه، اتر اولهه.
ڏسو "دهه دس".
دَهَسيِ: سک.
دَهَڻُ: دسڻ، مارڻ، ساڙڻ، ڏکي ڪرڻ.
دُنارو: مڙهي، ٽڪاڻو، گردوارو ڏسو "دوارو".
دُئيتُ: ٻيائي، دوئي.

دَيا: ٻاجهہ، ڪرپا، رحم.
دَيالُ: ديالو، ڪرپالو، دياوان، رحمدل، ٻاجهارو.
دَيامَندُ: ديا ڪرڻ وارو، ٻاجهارو، سخي.
دِيپ راڳُ: راڳ جو هڪ قسم، چون ٿا تہ هن راڳ جي ڳائڻ سان باہ ٻرڪي اٿي ٿي.
ديپَڪُ: ڏيئو، چراغ، راڳ جو هڪ قسم. ڏسو "ديپڪ راڳ".
ديدَ: نظر.
ديرو: جاءِ، هنڌ، مڪان.
ديرِينو: گنڀير، ڳُڻ ڳوتي، بردبار، جهونو، پراڻو.
ديسُ: مُلڪ، وطن.
ديکيا: سکيا، گرمنتر.
دِيماڪُ: دٻدٻو، تيجُ.
دِينُ: ويچارو، غريب.
دِيناناٿُ: غريبن جي رکيا ڪندڙ، ايشور، ديوتا، وڏو.
دَيوُ: آتم پرش.
ديوُ دت: ٽي ديوَ برهما، وشنو، مهيش، پاڳل، چريو.
ديوانو: ديوَ جي زال، ديوَ پتني.
ديوي: ڏيورو، مڙهي.
دُيورو: جسم، سرير.
دِيهہ: ڏيورو، ديورو، مڙهي،
ديهرو: مندر، ٺڪاڻو. ڏسو "ديورو".

ڌ

ڌارَ: ڪِنارِ.
ڌامرَ: جاءِ، گهر، مڪان، هنڌ.
ڌايو: ڊوڙيو، ڊَڪيو.
ڌُتارَڻ: نڳڻ، ريبڻ ريهڻ.
ڌَجا: جهنڊو، عَلم.
ڌُر: پاسو، طرف، حد، پڇاڙي.
ڌَرمُ: مذهب.
ڌَرٽو: ڪَپَ ڪوڙي ويهڻ جي حالت.
ڌَرَڻُ: رکڻ.
ڌُرو تارو: قطب تارو.
ڌُمَ ڌامي: هَل، بکيڙو، گوڙ.
ڌُنَ: محويت، خيال.
ڌَنو: ڌنو ڀڳت.
ڌُني: مَحويَتَ وارا، پنهنجي خيال ۾ مستغرق. ڏسو "ڌُنَ".
ڌَوَلُ: نرمل، صاف، سُندر.
ڌَوَل: آواز.
ڌُوئُڻُ: لوڏڻ.
ڌِياسَنُ: وري وري ڌيان يا سُمرَڻ ڪرڻ.
ڌيانُ: خيال، توجهہ.
ڌيَاني: ڌيان وارو، مفڪر، ڀڳت.
ڌِيرَ: اونهو، ڳجهو، دلاسو، ڌِڌ، ڌيرج، تحمل، بردباري، صبر.

ڏيرج: ڏسو "ڏير".

ڏِيرڳُ: وڏو.

**ڏ**

ڏاٽَ: هوڙَ.

ڏاجو: ڏاجَ.

ڏانورُ: ڪوريئڙو، ڏاورَ، عنڪبوت.

ڏائڻ: يوپي، جادوگرڻ، ڀانڀ.

ڏَرَڻُ: ڊڄڻ، ڀؤ ڪرڻ.

ڏَڪَ: سڳن ساٽ.

ڏَمَرُ: ڪاوڙ، غصو، ناراضگي.

ڏنپُ: پيڪو، پاکنڊ، ڍونگَ، ڏيکاءُ، وڏائي، مغروري، ڏسو "دنپ".

ڏنڊُ: جرمانو، سزا.

ڏنڊُري: وڏن ڏندن واري، خوفناڪ، ڀيانڪ.

ڏنڊوَتُ: آداب، سلام، نمسڪار.

ڏوٽِي: طاقت واري، مست.

ڏوروُن: پري ڪان.

ڏهاڙو: ڏيهاڙو، روزانو.

ڏوهاڳَ: بدقسمتي. ضد "سهاڳ".

ڏَهَڻُ: مارڻ. ڏسو "دَهَڻ".

ڏهِي: جهڻ ولوڙيل ڏونرو گهاٽي لسي.

ڏيلُ: بدن، جسم، ديهه.

ڏيوالو: ڪٽل.

ڏيوالي: ڏياري.

ڏيورو: ڏسو "ديورو".

ڏيئو: چراغ.

ڏَيهُه: ڏسو "ديهه".

ڏيهُه: وطن، ملڪ. ڏسو "ديس".

**ڊ**

ڊاوان ڊولُ: درهم برهم، الٽ پلٽ، بگاڙيل، برباد، ناس.

ڊاءُ: ڊپ، ڀؤ.

ڊَپُ: اکين جو دارَو، اکين جي دوا.

ڊوهُ: ٺڳي، فريب، دغا.

ڊوهِي: ڏسو "دَهائي".

**ڍ**

ڍَبُ: ڍونگ، ڊول، ريت، نمونو، هنر، لڇڻ، رسو، ڦاهي، ڦاسي.

ڍِٽي: ترييناڪ، چالاڪ، چورٽي.

ڍِيو ڍاهر: اجايون شيون.

ڍيڍي جا: بي ڍنگا ڏيک ويک وارا.

ڍِڪَ: ڍڳي يا مينهن جي رنبي.

ڍُڪَڻُ: پهچڻ، رسڻ، منزل ڪرڻ.

ڍِڪو: منزل تي پهتو.

ڍِلو: ڍرو، سست، غافل.

ڍَنگُ: ريت، نمونو، عادت، نوڙيءَ جو وَرُ يا ڳنڍ.

ڍَوَ: رمز، انڪل.

ڍورُ: جانور، جاهل.

ڍولُ: پيارو، دوست.

ڍول ڍمڪ: دهل دماما.

ڍُنڍڻُ: ڳولڻ، ڍونڍڻ.

ڍوئڻُ: هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين بار کڻڻ، نيڻ، کڻي وڃڻ، لَڏڻ.

ڍيڍُ: مئل جانور جو چمڙو لاهيندڙ، گهٽ ذات وارو، چمڙي جو ڪم ڪندڙ. اشارو آهي: چوکا، ميرا، رَوداس ۽ رامو ڀڳت ڏانهن.

## ر

راتو: رتو، لعل ٽيو.

راڄُ: بادشاهي، بادشاهت.

راجا: بادشاهه.

راڏو: چٽيو.

راڍِ / راڍي: پوک.

راسِ: ٺيڪ، پورو، برابر.

راڪاسُ: ڀوت، خبيث روح.

راکي: رکيا ڪندڙ، محافظ، راکو.

راڱ دوک: خوشي ۽ غم.

راڳي: ڳائڻو، ڪلاونت.

رامائڻ: شاستر يا ڪتاب، جنهن ۾ شري رامچندر جو احوال لکيل آهي. والميڪ رشيءَ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو.

رامَ رسُ: ڏٺي جي محبت، پرميشور جي ڀڳتي.

رامڪلي: هڪ راڳڻي جو نالو.

رامَ نگرُ: مالڪ جو ملڪ، منزل قصود.

رانجهو: هير جو عاشق.

راوَ: راجا، بادشاهه.

راوَلُ: رانول، شهزادو.

راوڻُ: لنڪا (سِلون) جو راجا، جنهن شري رامچندر جي زال ڪنئي هئي ۽ رامچندر کيس ماري، ڌرم پتنيءَ کي وٺي آيو.

راهي: راهه، رستي، واٽ تي.

رائي: ننڍڙا ذرا.

رائي: راضي ڪري، ريجهائي.

رَت: پريت، محبت.

رَتگي: رت جا ڳوڙها.

رَتَنُ: جواهر، هيرو، ڪا به قيمتي شيءِ.

رَتي: تمام ٿوري، وزن ماپڻ جو ننڍي ۾ ننڍو وٽ.

رَٽُ: گاڏي.

رَٽڻُ: بار بار چوڻ، دهرائڻ، سمرڻ، پولڻ.
رَجَ: مٽي، ڌوڙ، خاڪ.
رَجا: رضا، ڀاڻو، مرضي، ارادو.
رُجاتَ: لاڙو.
رَجَڻُ: ڍاپڻ، ڍؤ ڪرڻ.
رُجُهہ: رُڌل رهہ، مشغول رهہ.
رَچنا: جوڙجڪ، قدرت.
رِچُ: ٺانءُ، چارو، رسي.
رِدو: هردو، هنيون، دل.
رِڌ: ڌنَ، دولت.
رَسَ: سَتَ، سارَ، مزو، لطف.
رس ڪس: خوشيءَ ڏک، فائدو نقصان.
رِسالُ: رس ڀريو، مٺو، سُندر.
رَسَ بين: وڄائڻ جو هڪ ساز.
رَسڪَ: رسيلي.
رِشي: مُني، تپسيا ڪندڙ، بزرگ.
رَفيق: ساٿي، سنگتي، مددگار.
رِڪ: رِشي. ڏسو "رشي".
رُڪ: رَخ، مُنهن، طرف، پاسو.
رڪَپُ: هڪ رشيءَ جو نالو.
رُڪي: رُڳي، رڳو، فقط، نلو.
رَلو: رولو، بگاڙو، مونجهارو.
رِلي: رِلهي، اڳڙين مان ٺهيل اوڇڻ.
رلِي: ملي.
رَمَتا: رمندڙ، هلندڙ، هر جاءِ حاضر.

رِمِ جهمِ: برسات جي بوندن جو آواز، ڦڙ ڦڙ، ٽمر ٽمر (مينهن جي)، خوشي.
رِندُ: مست، بي پرواهہ.
رَنَدُ: وڍو، نشان، ايذاءُ، تڪليف، زخم، گهاءُ.
رَنگِ مَحلَ: عيش منزل، اها جاءِ جنهن ۾ بادشاهہ ءِ امير عيش ڪن.
رَنگيلو: خوش مزاج، خوش طبع، عياش، پريمي، آنندي.
رڻ جهڻ: آهستي آهستي چرپر.
رَوالَ: ذرڙو، ڌوڙ، خاڪ.
رُوبرو: مُنهان مُنهن، سامهون، مُنهن سامهون.
رُوپُ: صورت، شڪل.
رَوِداسُ: هڪ مشهور ساڌوءَ جو نالو.
روزينو: ڏهاڙيءَ جي خوراڪ.
روسَ راڙو: دانهن ڪُوڪَ.
روڳُ: بيماري. ڏسو "اروڳ".
رُومُ: لومَ، وارَ.
رَوُ: وهڪرو، وهڪ.
روما سَرَ: هڪ رشيءَ يا ساڌَ جو نالو.
رَهَت: رهٽي، سوڌي چال، سواءِ، بغير.
رَهَتوانُ: رهٽيءَ وارو. ڏسو "رهت".
رَهَسُ: خوش، آنند، سک، ڳجهو.
رقهسائي: خوش ڪري، آنند ۾ آڻي. ڏسو "رهس".

رِيتي: واري جبل جي.

رِبسَ: حسد، ساڙو.

رِيجهڻ: راضي ٿيڻ، پرسن ٿيڻ.

رِيکَ: نشان، ليک.

رَينَ: رات.

رِيلو: دل جو ميلُ، چاهت، لاڙو، رغبت.

رِيڻَ: مٽي، ڌوڙ.

ز

زَحمَتَ: تڪليف، مصيبت.

زَنجِير: لوهہ جي ڪڙين جي ٺهيل قطار، لاڳاپو، تعلق، ٻنڌڻ.

زوراوَر: طاقتور، زبردست.

زيرِ: هيٺ، هيٺان.

س

ساب: ٿلدائڪ، سجايو، قبول.

سابَس: شابس، آفرين، جَس.

ساتُ: ساٿاري، ٽولو، سنگت.

ساپُرسُ: ستپُرش، ساڌوجَنَ، چڱو مڙس، ڌسو "پُرش".

ساجَنُ: سڄڻ، ڀلو ماڻهو، پرين، محبوب.

ساجيو: ٺاهيو.

ساجي: ٺاهي، تيار ڪئي، سينگاري.

ساڌُڪَ: سنتُ، سَت پُرک، سِڌ، جوڳي، ڀلو آدمي.

ساڌنَ: جتن، ڪوشش، آپاءُ.

ساڌنا: آتمڪ انتظام.

ساڌوجَنِ: ست پرش، ڌسو "جَن".

سارُ: تت، مُول، نج، سچ، وستو.

سارٿو: گاڏي هلائڻ وارو.

سارُودُولُ: شينهن، شير.

ساڪان: ساراهون، وصفون.

سارگت: سٺي هلت، چڱي هلت.

سارَنگَ ڌرُ: ٻاڻ ڌارڻ وارو، نالو وشنو ڀڳوان جو.

سارِي: شطرنج جي ڳوٽَ.

ساس: ساهہ، دم.

ساسُون ساس: دم دم.

ساڪُ: ساڃ.

ساڪُ: مائٽي، سَنٻنڌ.

ساکَ: نيڪنامي، پتِ، ويساهہ، عزت، قسم، شاهدي.

ساکِي: گواهہ، شاهد، ڌسندڙ، مالڪ، ڏٺي.

ساکِياتُ: اکين اڳيان، حاضر، سَنمک، سُڌپَڌ.

ساگر: سمنڊ.

ساڳُ: سائي ڀاڄيءَ جو هڪ قسم.

سامِي: سوامي، مالڪ، گرو.

**سانتِ:** شانتي، ماٺ، چُپ، سڪون، دل جو آرام.

**سانت سالي:** سانت وارا، چپ رهندڙ.

**سانجهو:** سچار.

**سانگو:** خيال، لحاظ.

**سانوَڻُ:** هندن جو پنجون مهينو (جنهن ۾ پاڻيءَ جو سخت چاڙهه هوندو آهي.)

**ساوڌانُ:** خبردار، هوشيار، سجاڳ.

**ساهَرا:** سس سهري جو گهر.

**ساهمي:** تارازي.

**ساءُ:** سواد، مزو، لذت.

**سايو:** پاڇو، بچاءُ.

**سَبَدُ:** شبد، آواز، گيت، ڀڄن.

**سَبيلَ:** تمام گهڻو، جهجهو، جام.

**سَبَلُ:** سَبَرَ، سَبَرَ، طاقتور، ٻلوانَ.

**سَبَنگُ:** ڏسو "سَربنگ".

**سُپُ:** سُٺو، ڀلو، سدورو، سگهورو.

**سُڀاءُ:** مزاج، عادت، فطرت.

**سُڀاوَڪ:** سڀاويڪ، فطري طرح، لازمي. ڏسو "سڀارو".

**سُڀَٽُ:** بهادر، سياڻو.

**سُپَرُ:** اوجل، صاف، چڱي طرح، ڀريل، ڀرپور.

**سَتُ:** سچ، عصمت، پاڪدامني، لَڄ.

**سَتا:** آتمتا، ٻل، شڪتي، طاقت.

**سَت رَڇِي:** ڪاڏي جا (مختلف قسم جا) ست ٿانءَ، ٻوڙ پلاءُ.

**سَتسنگُ:** عمدو طعام. ڏسو "رڇ". سٺي سنگت، ڀَلن ماڻهن جي صحبت.

**سَتگُرُ:** پورَن گرو، ڪامل مرشد.

**سُتَهَه:** پاڻمرادو، پاڻهي، سياويڪ.

**سَتي:** مرد جي فرمانبردار عورت، اها عورت يا زال جيڪا پنهنجي مڙس جي لاش سان گڏ چِکيا تي چڙهي.

**سَٽ:** ڏسو "سارٿ".

**سَپُ:** نانگ.

**سَپُ:** ڇَهڻ. ڏسو "پارس".

**سِپُ:** سِپي، ڪوڏ، ڪَرڪٽي جو قسم.

**سَپاڙي:** پاڙ سوڌو، پاڙون، بنياد ڪان، چوئي ڪان.

**سَپَتَ:** قسم.

**سِپَتَ:** سچائي، ايمانداري.

**سُپرين:** محبوب.

**سُپن:** سپنو، خواب.

**سُپنو:** ڏسو "سُپن".

**سُپيدُ:** سفيد، اڇو، صاف، نرمل.

**سَجا:** سزا، سيڪَت.

**سَجاتِي:** هڪ جاءِ (ذات) وارا، ساڳئي ڪٽنب وارا.

**سجاڪا:** سجاڳ، بيدار، هوشيار،

چاڻندڙ، سمجھو، گياني، چڱيءَ ڄاڻ وارا.

سُجان/ سُڄاڻ: سَمجھو، سياڻو.

سچاري: سچائي.

سُڃ: ويراني، پينگ، خالي. ضد "وسَنو".

سُچَڪَ: خبردار، سياڻو، پارکو، ڄاڻو.

سَچُوڙا: سچار.

سُچيت: سجاڳ، خبردار، هوشيار.

سُخن: ٻولَ، واڻي، گفتگو، وياکاڻ.

سَديءَ: سدا، سدائين، هميشه، نِتَ.

سِڌِ / سِڌِي: (ڪنهن به شيءِ ڪي پوري طرح حاصل ڪرڻ لاءِ) طاقت، ڪرامت، سامرٿائي، پورائي، پورو.

سِڌُ: پورن ساڌنا ڪيل، پورو سَنتَ، ثابت تيل، رشي، ولي.

سُڌ: سمجھ، خبر، پتو.

سُڌُ: پاڪ، پوتر، صاف، صفا، شُڌ.

سُڌا: سُڌِ، گيان. ڏسو "سُڌِ".

سُڌاتورو: سٺين عادتن وارو، سٺي سڀاءَ وارو. ضد "ڪُڌاتورو".

سُڌِيرُ: عقلمند، ديو جوان، بهادر.

سَرُ: تلاءُ.

سَرُ: ٻوڙو.

سرُ: ڳجھ.

سَرُ: مٿي، اڳرو.

سراپُ: پٽ، پاراتو، بددعا.

سَراءِ: گھر، مڪان، جاءِ.

سَربَ: سڀ، سمورو.

سَربَ آتيتُ: سڀ کان نيارو، ايشور. ڏسو "اتيت".

سَرِيگ: سڀ ۾ وياپڪ، سمايل.
سَرب گت: سڀ چاڻندڙ.

سَربَ وِياپُ: سڀ - هر جاءِ حاضر، ڏسو "وياپڪ".

سُرِت: هوش، سمجھ، ڌيان، خيال، ٻوجھ.

سُرت مڇي: دنيوي شين جو خيال.

سَرپُ: سَپُ، نانگ.

سِرجڻهارُ: خلقيندڙ، خالق، خدا.

سُرجيت: سجاڳ، خبردار، سُرتيو.

سُرجھو: سجاڳ، آزاد، مُڪتو. ڏسو "سُرجيت".

سَرسِي: ڪاميابي، سوڀ، فتح. پڪو وشواس.

سرڏا: گڻ سهتَ، پرماتما جو

سَرِگڻُ: اهو روپ جيڪو 'سَت'، 'رَج' ۽ 'تَمُ' ٽنهي گڻن ۾ مليل هجي. ڏسو "نرگڻ".

سُرِڳُ: اِندرلوڪ، بهشت. ضد "نرڳ".

سَرلُ: سڌو، صاف، نيڪ.

سَرَنِ: شَرن، سامَ، پناهه.

سَرَڻِ: ڏسو "سَرَ".

سَرَڻُ: ملڻ، حاصل ٿيڻ، ڊهڻ.
سِرِڻِ: هِل، چيل، پکيءَ جو قسم.
سِروتو: ٻڌندڙ.
سَرُوپُ: آتما.
سَروجُ: راڳ، آواز، ٻاٽي، گيت
اصل "سرود".
سَرودَ سا: سيني طرفن يا پاسن کان.
سِرومَٽِيُ: پرڌان، سردار، مهندار.
سِرون: ٻڌڻ.
سَروَنسُ: سيڪجهه، سڀ ڌن
دولت، اگر تگر.
سَرِيهُ: مردو، لاشَ.
سس: چنڊ.
سَعيدُ: سڀاڳو، سدورو، بختاور.
سَعيو: ڪوشش، جتن.
سَقِلُ: سڦرو، سجايو.
سَڪارَڻُ: قبول ڪرڻ، مڃڻ.
سَڪُ: شڪ، گمان.
سَڪَتِ: ٻل، طاقت، شڪتي.
سُڪديوُ: هڪ مُنيءَ جو نالو.
سِکُ: چيلو، گرونانڪ صاحب
جي ڌرم کي مڃڻ وارو.
سُکالا: سکي، آرامي، آسودو.
سُکانُ: ٻيڙيءَ جو ڳَنُ.
سُکَپَتِ: گهري آنند واري ننڊ. تين
منزل يا اوستا. ڏسو "تُريا".
سُکدائي: سک ڏيندڙ.

سَکَرُ: عزت وارو، چڱو ماڻهو.
سَکي: ساهيڙي، سهيلي، سَرتِي.
سَکيات: سامهون، اهو ساڳيو.
سُگمُ: سولو، آسان.
سُگندُ: خوشبوءِ.
سُگهڙُ: سُپورَنجَ، گڻوان، سالڪ.
سگي: توتاري.
سِلَ: سر، پٿر، هڪ قسم جي
سائي ڀاڄي، گاهه جو قسم.
سَلُ: ٽنگ، سوراخ.
سُلاکَ: ٽنگ.
سَلاهَ: ساراهه، واکاڻ، صفت.
سلاجن: واکاڻين، ساراهين.
سَلتا: ندي.
سُلکِي: ڀڙڪو کائي اُٿي.
سَلَڻُ: ٻاسڻ، سچي ڪرڻ. ضد "آلڻ".
سَلوڪُ: چئن پدن جو شعر.
سَمُ: تُلَ، سمان، برابر، هڪجهڙو.
سَما: شمع، بتي.
سَماڌِ: گهرو ڌيانَ، استغراق، اها
حالت جنهن ۾ جِيوُ برهم
۾ لين ٿئي.
سماڌِي: جو ڌٽي جو ڌيان لائي
وهي، جوڳي. ڏسو "سماڌ".
سَمانَ: مٽَ، برابر، جهڙو،
وانگر، هڪجهڙو.
سُمَتِ: سٺي سمجهه.

سَمِتا: ٽليتا، برابري، هڪجهڙائي، هڪ نظر، وحدت.

سَمتاوانُ: هڪ درشٽيءَ وارا. ڏسو "سمتا".

سَمَدَرشِي: سڀ کي هڪجهڙو ڏسندڙ، جنهن کي سڀ هڪجهڙو نظر اچي.

سَمَرُ: توشو، سامان، ذخيرو.

سُمرتُ: ٻَلوانُ، سگهارو.

سُمَرِٽي: جپ مالها، تسبيح.

سُمَرَڻُ: ياد ڪرڻ. ڏسو "سمرٽي".

سَمو: وقت.

سَموڪُ: اکين اڳيان، ظاهر، حاضر، آزاد.

سَميٽڻُ: گڏ ڪرڻ.

سُميرُ: ميرو جبل، پربت، جبل جو نالو، جنهن کي هندو ديوتائن جو آستان ڪري سمجهندا آهن، محڪم، قائم.

سُنَ: شانت، ماٺ، ڌيان.

سَناسِي: تياڳي، چوٿين آشرم ۾ رهڻ وارو.

سَنانُ: وِهنجڻ.

سَنبَت: سانباهو، تياري.

سَنَبَنڌُ: ناتو، رشتو.

سَنَبَنڌِي: مائٽ، واسطيدار، تعلق وارا. ڏسو "سنبنڌ".

سَنياڻِ: سباڻ، ڏڌ يا لسيءَ جي چُڪي جيڪا کير ۾ ڄمائڻ لاءِ وجهجي.

سَنتُ: ساڌو، ڌرماتما، سَتپرش.

سَنتاپُ: ڏک ڏرد، سور.

سَنتوشُ: صبر، تحمل، ڌيرج،
سَنتوڪ، قناعت، خوش، خاطري،
سَنتوکُ: دلپسندي، راضپو.

سَنپَن: سَنپورَڻ، پورو، سيني عضون ۾ وياپڪ.

سَنجَمُ: ڪفايت، صرفو، نِيَمُ، پرهيزگاري.

سُندَرُ: خوبصورت.

سَنديهُ: ڀرم، سنسو.

سَنڌِ: سنڌو، نشان، حد، پتو، ملڻ جو آستان، سوڪير پيدَ، نرباڻ جو پدَ.

سنڌ: سنڌوندي، درياءُ، سمنڊ، خوف جو ساگر.

سَنڌو: حد، سرحد. ڏسو "سنڌِ".

سَنڌِي: بيمار ٿيڻ، ڪدڙي عورت.

سَنرو: خوش، تازو.

سَنسارُ: جهانَ.

سَنسو: ڀرم، وسوسو.

سَنکَ: مِڻي (بزرگ) جو نالو.

سَنکوچُ: سوس، سُسڻ، گهٽجڻ.

سَنک: نادَ، ڪوڙ.

سنکي: لالچ ۾ اچي، دام ۾ ڦاسي.
سنگي: ڏڇي.
سَنگهه: سنگت، جماعت. ڏسو "سنگ".
سنگهاسَنُ: راجا جو آسن، تخت.
سَنَمُکُ: سامهٽي، سامهون، دوبدو.
سُنواتِي: برساتي بُوند (جنهن لاءِ سِپَ ماندي رهندي آهي.)
سُنياسِي: ڏسو "سناسي".
سَواڏانُ: هوشيار. ڏسو "ساوڌان".
سوامُ: ساهه، دمُ.
سُواسُ: خوشبو، سُگند.
سُوتُ: مت، ويچار، آواز، آتما، روح، سارُ.
سودائي: خفقاني، پورالو، چريو، سوداءِ وارو.
سوڌڻ: چڪاسڻ، سهي ڪرڻ، صاف ڪرڻ، انتظار ۾ اٽڻ.
سُوڌو: سڌو، سنئون، درست، ٺيک، برابر، سهٽو.
سوجهي: پوجهه.
سُرو: سورمو، بهادر.
سورُ: سج.
سُورِ بير: بهادر مڙس.
سِورجُ: سج، سورج.
سُورِمو: وير، بهادر.
سُورِو: سورمو. ڏسو "سُور".
سُورِ وير: ڏسو "سُوربير".

سوريو: ڏسو "سُورو".
سُوکَمُ: باريک، مِهين، لطيف. ضد "اسٿُول".
سوگُ: / سوکُ: سوڳ، شوک، درد، ڏک، چنتا.
سونَ: خالي، اجايو، وئڙت. ڏسو. "سَج".
سونُ: کنچن، طلا، زر.
سَونپڻُ: حوالي ڪرڻ.
سُهاڳُ: مڙس. ضد "ڏهاڳ".
سُهاڳِڻِ: وَر سَهاڳڻ، وَر واري عورت، ڏسو "سهاڳ".
سَهائتا: مدد.
سَهَج: سهنج، آسان، سولو، سياويک، سياءُ، فطري لاڙو.
سهجي: سولائيءَ سان، جلدي. ڏسو "سهج".
سَهَجانندُ: فطري يا اصلوکو آنند، سک، آرام.
سَهرگُ: سرڳ، ڏسو "نرڳ".
سَهَسُ: هزار.
سَهَنُ سيلُ: بردبار. ڏسو "سيل".
سُهيلو: سولو، بي پرواهه. ضد "ڏهيلو".
سهپ: سلوک.
سُئانتي: برساتي بوند. ڏسو "سَنواتي".
سَئَن: اشارو، صدا، سوال.
سُئيتِ: ڏسو "سنواتي".

سياهُ: ڪارو. ضد "سفيد".
سِياهي: مَس. ڏسو "سياه".
سِيبَڻُ: وٽڻ، جڳائڻ، پسند پوڻ، سهائڻ.
سيتَ: ٿڌ، سردي.
سِيتَلُ: ٿڌو، خوش، سکي.
سِيتا: شري رامچندي جي ڌرم پٽي.
سِيرَ: تيز ۽ اونهو وهڪرو، گيان رُوپي وهڪرو.
سيرُ: رستو.
سيسُ: شيش ناگ، جنهن کي ناگن ۽ پاتال لوڪ جو راجا چوندا آهن.
سيباڪُ: باقي، بچيل وستو.
سيگهه: جلدي، ترت، سگهو.
سيلُ: ٻاہرو ڪنڊو، رسي.
سَيلُ: شيلَ، سَيرَ هوا خوري.
سِيلُ: سٺو گڻ، نيڪ اخلاق، خصلت، سچائي، سُپتيائي.
سَيلاني: سير ڪندڙ، گهمندڙ، رمتو.
سيلي: مٿي تي يا ٽوپيءَ جي چوڌاري ڌوري يا پٽي جيڪا فقير ويڙهيندا آهن.
سَيلي: سير ڪندڙ. ڏسو "سيلاني".
سينڌُو: سينڌو لوڻ، لوڻ جو ڳنڊو.
سِينگارُ: سجاوٽ، ٺاهه ٺوهه.
سيوڙا: جَين ڌرم جو فقير.

سيوَڪُ: شيوڪ، ٽهليو، چاڪر، نوڪر.

## ش

شاستُرُ: ڪنهن ديوتا يا مُنيءَ (رِشيءَ) جو ٺاهيل ڪتاب - پستڪ.
شاڪرُ: سنتوشي، شڪر ڪندڙ.
شاهُ: وڏو، بادشاهه، مالڪ، آقا.
شَبدُ: آواز، ٻول، وچن.
شُبُ: سٺو، ڀلو. ڏسو "سُڀ".
شُڌُ: پاڪ، صاف، اُوجل.
شَرَدَا: ڏسو "سرڌا".
شَرِيڪُ: مٽ، مائٽ، رفيق.
شڪتَ: شڪتي، طاقت، مايا.
شَنڪاَ: شڪ، ڀؤ.
شوُ: مهاديوُ، ايشور.
شوڪَ: ڏسو "سوڳ".
شَهه: شاهه، وڏو، يتار، پٽي، مڙس.
شَهه رَگَ: وڏي رڳ، شريان، حبل الوَرِيد'.
شَهِيدُ: خدا جي راهه ۾ بي گناهه قتل ٿيل.
شيشُ: باقي ڏسو "سيسَ".
شَيلُ: ڏسو "سَيل".
شيوَڪُ: ڏسو "سيوڪ".

ص

صَبوري: صبر، تحمل، ثامرُ.
صدق: سچائي، خلوص، وشواس.
صرّافُ: سون، چاندي، رپئي کي پرکڻ وارو، مرشد.
صرفو: کفايت شعاري، خرچ ۾ کمي ڪرڻ.

ض

ضابطُ: سوگهو جهليندڙ، موت جو ملائڪ.

ط

طالعُ مَندُ: ڀاڳ ڀريو، خوش نصيب، سڀاڳو.
طالعُ وَندُ: نصيب وارو.
طَلاقَ: ترڪ، ڪنهن ڪان آزاد ٿيڻ.
طَمَعِ: لالچ.
طَوقَ: ڳٽ.

ع

عاجِجُ: (عاجز) بيوس، لاچار.
عالَمُ: جهانَ، سنسار، مخلوقات.
عَجائبُ: حيرت انگيز، عجيب.
عَدالَتَ: عدل، نياءُ، انصاف جي جاء.
عَرَسُ: محبوب.
عَرِشُ: اها جاء جيڪا نائين عرش کان مٿي آهي (جتي خدا جو تخت آهي.)
عَمَلُ: ڪم، اثر، جادو.
عَهَدُ: انجام، وعدو، ٻول، سخن.
عَينُ: ٺيڪ، پورو، صفا، صاف، اڪِ.

غ

غارُ: گم، غرق، تباه.
غُبارُ: ڌنڌ، لڙاٽ، اونداه.
غرقي: غرق ٿيل، ٻڏل، گم ٿيل.
غَفا: گڦا، چرِ.
غلطانُ: خيال ۾ غرق، ٻڏل.
غوطُو: ٽٻي، پاڻيءَ ۾ اندر وڃڻ.
غَيبي: ڏسو "ازغيبي".
غَيرَتَ: شڪ، گمانَ.

ف

فارَقُ: آزاد، واندو.
فارِقُ: فرق ڪرڻ وارو، پيرَ سڃاڻندڙ.
فاضِلُ: عالم، هوشيار، وِدوان،

فاقو: بُک، لنگھڻ.

فَصُلُ: پوک، آبادي، موسم.

فِڪرُ: سوچ، ويچار، غور.

ڦ

ڦارَڪُ: الڳ، واندو.

ڦارَڪَتي: جدائي.

ڦاسَ: ڦاهي يا ڦندو.

ڦاڳُ: ڦڳڻ، بهار، بسنتَ.

ڦِرڪَ: ڇنبَ اک ڦرک = اک ڇنب، بنان دير، فوراً.

ڦري: پيدا ٿئي، ڦر ڪري.

ڦُرٽو: ڦڙو، ٽيپو، ذرو.

ڦروٽي: دنيوي، سنساري چڪر.

ڦَستو: فساد، جنال، ڦڏو.

ڦسي: ڦاسي.

ڦِڪِلُ: ڦند، ڌيان جي بگڙيل صورت، فڪر، ڌيان.

ڦَندُ: ڦندو، دوکو، ٺڳي.

ڦکل ڦند = اٽکل، ٻول بازي.

ڦَلُ: ميوو، نتيجو فائدو، عوضو، اِڄا.

ڦڻ: نانگ جو مٿو.

ڦوٽُ: ٻوڏ، ڌڪار ڀريو جواب.

ڦول: ڳولا.

ڦوکَ: اجايو، بي فائدو، سَڄا، ڦينگيا.

ڦين: جهڳ، گج.

ڦيٽو: ٽوٽو، منتر، مَنڊ، جادو، شوڪارو، دَمُ.

ق

قَبلو: منزل مقصود.

قَبيلو: خاندان، گهراڻو، ڪُل، ڪٽنب.

قَلعي گُر: ٿامي جي ٿانون کي قلعي ڪندڙ، مرشد.

قُلُوب: (قلب) دليون، اَندرَ.

قَندُ: ڪندُ، ڳنڍو.

قَولُ: ٻول، انجام، گفتار.

قَهَ قَهَ: ٺَهَه ٺَهَه.

ڪ

ڪاپڙي: جوڳيءَ جو هڪ قسم.

ڪاجَ: ڪارج، ڪَم، مطلب.

ڪاسو: پيالو (مٽيءَ جو).

ڪاسِي: / ڪاشي: بنارس شهر (جو هندن جو سڀ کان وڏو زيارتگاهه آهي.)

ڪاڳرُ: ڪاغذ، پنو.

ڪالُ: موت.

ڪامَ: نفسياتي خيال.

ڪامِلُ: پورو، مڪمل. ضد "ناقص".

ڪامنا: چاهنا، نفساني خيال.

**ڪامڻ:** عورت، سهڻي ۽ سلڇڻي عورت.

**ڪانُ:** تير.

**ڪانُ:** شري ڪرشن جو لقب.

**ڪانڊ:** مڙس، پتي، ڀتار.

**ڪانڊَ:** حصو، ڀاڱو.

**ڪانکي:** سڪايل، خواهشمند.

**ڪانئرُ:** ڳيدي، ڊڄڻو، بزدل.

**ڪانِي:** تيرَ، ڀتَ پاراتو، ڏڪَ. ڏسو "ڪانُ".

**ڪاڻ:** گهٽتائي.

**ڪاڻو:** ڪانيارو، مياري، ڪاڻيارو، حرفي، انڌو. ڏسو "ڪاڻ".

**ڪايا:** بدن، جسم، صورت، شڪل.

**ڪايا ڳڙهه:** سرير روپي قلعو.

**ڪبرُ:** (تڪبر) وڏائي، هٺ، غرور.

**ڪبيرُ:** هڪ ساڌوءَ جو نالو، ڀڳت ڪبير.

**ڪترُ:** ڪترو، ڀڳترو، ذرو.

**ڪتڻُ:** چرخي جي وسيلي ڌاڳو تيار ڪرڻ.

**ڪتَ:** اندازو.

**ڪٽُ:** زنگ، ڪسَ، ميراڻ، مرچو.

**ڪٽاڪي:** ڪروڙ، زبردست.

**ڪٽنب:** ڪُڙم، آکهه، ڪُل، مائٽ.

**ڪٽوري:** وٽي، پيالي، تسري.

**ڪٽي:** ڪٽيا، جهوپڙي.

**ڪٺور:** سخت، پٿردل.

**ڪٺي:** ڪشالو. ڏسو "ڪٺور".

**ڪپاٽ:** دروازو.

**ڪپٽ:** ٺڳي. ضد "سپٽ".

**ڪپٽُ:** ٺڳي، دغا، دولاب.

**ڪپر:** ڪٺو.

**ڪپوت:** اڻ سڌريل پٽ. ضد "سپوت".

**ڪپيري:** ڪلڇڻي.

**ڪثرت:** گهڻائي، سواءِ ذات خدا جي باقي سڀ موجودات، ماڻهن جو هجوم. ضد "وحدت".

**ڪچڻ:** ڏڪڻ.

**ڪچُ:** شيشو، ٿاڪئين شيءِ، خسيس چيز.

**ڪچرُ:** ڪميڻو.

**ڪچيلُ:** خراب. ڏسو "ڪچر".

**ڪڇ:** بغل، تمام ويجهو.

**ڪڇُ:** ڪڇون، ڪمر.

**ڪداچت:** ڪڏهن ڪڏهن، شايد.

**ڪدلي:** ڪيوڙو، ڪيلو.

**ڪڏڻ:** خوش ٿيڻ، ڪڏ ڏيڻ.

**ڪرانت:** تيج، جوت، چمڪ.

**ڪرت:** ڪم، ڌنڌو، مشغولي.

**ڪرتا پرک:** اپائيندڙ، خالق.

**ڪرتار:** پرميشور، خدا.

**ڪرتارٿ:** جنهن جو مطلب پورو ٿيو هجي، ڪارج سڌ.

**ڪرتب:** هنر، ڪم.

ڪَرَتو: فرض. ڏسو "ڪرتب".
ڪرپا: ٻاجهه، دَيا، رحم.
ڪرپڻ: ڪنجوس، بخيل، شوم.
ڪَرڙو: ٻوائتو، سخت.
ڪَرَل: آواز.
ڪرلاٽڻ: اوسارڻ، آلاپڻ، دانهون ڪرڻ.
ڪرم: مذهبي رسم، ڪم، اعمال.
ڪرم وڏي = ڀاڳ واري.
ڪرنيجو: هٽ جو نيزو.
ڪرٽا: ٻاجهه، ديا، ڪهل، رحم.
ڪرودُ: غصو، ناراضپو.
ڪَرُور: } ڀيانڪ، خوفناڪ.
ڪَروڙ:
ڪِريا: ڪم، مذهبي رسم (هندو ڌرم جي)، فرض، ريت، رسم.
ڪريانڌ: مهروان، مهربان، ڪرپا جو خزانو.
ڪُريت: بڇڙي، خراب رسم، ڪُڙ.
ڪَسُ: ڪٽ، زنگ، سياهي.
ڪَسَبُ: ڏنڊو.
ڪُسَت: خرابي.
ڪُسَنگُ: خراب سنگت. ڏسو "سنگ".
ڪَسوٽي: سون کي پرکڻ جو پٿر، آزمائش.
ڪَسيو: ڪشيو، تيار ڪيو.
ڪَشٽُ: تڪليف.

ڪَشي: ڇڪي. ڏسو "ڪسيو".
ڪَلَ: رمز، حڪمت. ڏسو "ڪلا".
ڪُلَ: ڪُرَ، ڪٽنب، خاندان.
ڪَلا: هنر، گن، گڻ، روشني، جوت، رمز، حڪمت.
ڪَلالُ: شراب وڪڻڻ - پيارڻ وارو.
ڪَلپُ: سنسو، ڀرم، ڀيائي.
ڪَلپَت: ڪُوڙو، جُڙتو.
ڪَلپنا: من گهڙت ڳالهه، ڦرٽو.
ڪَلجُگُ: چوٿون جڳ. ڏسو "جڳ".
ڪُلَڇڻُ: خراب عادت.
ڪَلَرُ: لوڻائيل زمين، زمين جو مٿيون ڪارو تهه.
ڪَلڪائڻ: تڪو ڪرڻ، لائڻ.
ڪَلڪل: ڪِرِ ڪِرِ، رنجهه ڪنجهه.
ڪَلنڪُ: داغ، چٽو، نشان.
ڪَلورُ: ظلم، ڏاڍ، قهر.
ڪَلولَ: موج، خوشي.
ڪَلَهَ: وِوادَ، جهيڙو، لڙائي، گهيي.
ڪلي: ڪنجي، چاٻي.
ڪَلِي: ڪل ئي، سڀ ئي، سموري.
ڪَليانڻ: سک، هڪ راڳڻي جو نالو، سوڀ، ڀلو.
ڪَليجو: جيرو.
ڪَليسُ: ڏک، جهيڙو.
ڪمانو: ڪمانَ، سگَ.

ڪُمَتِڪ: خراب سمجهه، ناداني.
ضد "سُمت".

ڪُنُ: گرداب، چڪر هڻندڙ پاڻي.

ڪُنُيَرُ: ڪَنيارُ، مٽيءَ جا ٿانوَ ٺاهيندڙ.

ڪُنڀِي: هڪ نرڳ (دوزخ) جو
نالو.

ڪَنتُ: ڪانڌُ، وَرُ، مڙس، ڀتار، پتي.

ڪُنچَرُ: هاٿي.

ڪَنچَنو: سونُ.

ڪُندُ: نيزو، ڀالو.

ڪَندُ: ڪندن جو لوڙهو.

ڪَنڪَرِ: پٿرن جي ڀور، پاهڻي،
خسيس شيءِ.

ڪَنگالُ: سَڃو.

ڪَنگَرُ: وڏي ڪنگري، لوٽو.

ڪَنگَڻ: هٿ جو زيور.

ڪَنوَلُ: ڪنول جو گل يا ٻوٽو،
ڪَوٽيءَ جو گل.

ڪَڻِ: ذرو.

ڪَٽڪو: داڻو، ٻجُ.

ڪَواڙُ: دروازو. ڏسو "ڪپاٽَ".

ڪَوَٽَ: ڪِروڙ.

ڪوٽَ جَنَمُ: ڪروڙين جنم. ڏسو "ڪوٽ".

ڪوپِينَ: لانگوٽي.

ڪوڏي: شوقين. ڏسو "ڪَڏڻ".

ڪوڏِي: ننڍو گرڪٽو، ننڍو ڪوڏ،
ڪجهه ٻه، ٿوري ٻه.

ڪوڙِي: ڪَرڙڻ، ڇلڻ.

ڪُورو: ڪونرو، ڪوزو، بدنو.

ڪوريون: ڪرڙيون.

ڪوڙ: ڪِروڙ. ڏسو "ڪوٽِ".

ڪوشُ: ڍَڪَ، پوش، پردو.
پنج ڪوش؛ ڪام، ڪرودا،
لوڀ، موهه، اهنڪار.

ڪُونجَ: ڪونج پکي، سِهه.

ڪُونڊي: ان ڇڙڻ جي ننڍي اکري.

ڪوهُ: ٻه ميل (مفاصلي جا).

ڪوهُ: ڪُجهه، ڇا، ڇالاءِ، ڇو.

ڪُوِڻُ: گهٽ وڌ ڳالهه، ڳالهاءُ،
مهڻو، طعنو، ڏوراپو.

ڪوهِنُور: دنيا ۾ ۾ مشهوري هيري
جو نالو.

ڪُهاڙي: تَبر، ننڍو ڪهاڙو.

ڪَهاڻي: ڳالهه.

ڪَهاوَت: ڳالهه.

ڪَهڻي: چوڻي، ڳالهه ٻولهه، گفتار.

ڪِيباڙو: دروازو، پردو، ڪوٽ.
ڏسو "ڪواڙو".

ڪيٽُ: ڪيڙو، ڪنڊون، جيتُ.

ڪيدارُ: راڳڻيءَ جو قسم، جنگ،
ميدان.

ڪيڙُ: ڏسو "ڪيٽ".

ڪِيڪَ: دانهن، رڙ.

ڪِينو: وير، حسد، ساڙ، بُغض.

ڪيوَلُ: اڪيلو، نرالو، فقط، رڳو.
ڪيهَرُ: شينهن.

## ڪ

ڪاتو: روزنامچو، روزانہ حساب جو ڪتاب.
ڪاتي: خط آڻيندڙ.
ڪاري: نوڪري.
ڪاموش: سانت، چُپ، ماٺ.
ڪانياٽي: غليل جو قسم.
ڪانڊو: ترار. ڏسو "ڪڙڳ".
ڪاٽي، زمين ۾ اها جاءِ جتان قيمتي مال ڪوٽي ڪڍجي.م
ڪَتو: ڏڙو، لوئيءَ جو قسم.
ڪِجَڻُ: هلاڪ ٿيڻ، چڙڻ.
ڪِچٽي: دال سان رڌل چانور.
ڪِرس: بي بقاءَ، جنهن کي ڪا بقا نہ هجي.
ڪڙڳَ: ترار.
ڪَستُوري: ڪٿوري، مشڪ، نافِ آهو.
ڪسڪسَ: پست جي ڪڻ.
ڪِسَمُ: ڏسو "خَصم".
ڪَسمانو: مهر، ديا.
ڪِڦني: اَلفي، مردي کي ڳچيءَ ۾ پهراڻ جي خاص نموني جو ڪپڙو (جو ڪيترا فقير بہ استعمال ڪندا آهن.)
ڪلاسُ: خلاصو، آجو، ختم، پورو.
ڪَلڪَل: ڏسو "ڪلڪل".
ڪَلَلُ: خلل، خرابي.
ڪَلو: جوتو، پادر، موچڙو.
ڪَليٽو: پٽ يا چمڙيءَ جو ٿيلهو.
ڪميا: صبر، تحمل.
ڪَنبيڙو: ٿَنبَ، بدن.
ڪنچاتاڻَ: گهل گنداڻ، چڪتاڻ.
ڪنجان: (خزان) سرءُ، ويران.
ڪنجائي: اڇترائي.
ڪنڌو: ليکو چوکو، حساب ڪتاب.
ڪَنڊي: ترار. ڏسو "ڪانڊو".
ڪِڻُ: ڪِنو، چِنَ، پَل، دَم، تمام جلدي.
ڪُڻُ: مقرر وقت، عمر جو مدو، انجام.
ڪوجَ: پتو، نشان.
ڪوهِڻُ: ناس ڪرڻ، وڃائڻ.
ڪيت: پني، زمين، پوک.
ڪيتُ: نشو، خمار.
ڪيپُ: سامان، وکر، مال، گهمرو.
ڪيپُ: ڪاميابي حاصل ڪرڻ.
ڪيدُ: ڏک.
ڪيسلُوٽو: ڪيڏڻ جي شيءِ، رانديڪو، ڪينوڙو، ڪينهون.
ڪِيو: مستَ، پَرسَنَ، خوش. ڏسو "ڪيپ".

## گ

گاجَ: ڪجڪوڙ.
گادِي: بيٺڪ، جاء.
گارَ: غار، غفا، چرَ. ڏسو "غارَ".
گارو: ڪپ، راڪو.
گارڻ: اٽڪائڻ.
گاسي: لڳاء، پيار، پريت.
گاوَنِ: ڳائڻ.
گاهَڪُ: گراهڪَ، خريدار، ٻوهٽي، ٻکي، طالبو.
گاهي: گاھ ڪندڙ.
گَت: ريت، نمونو، چال، وک.
گُپَرُ: لڪل، ڳجھو.
گدا: فقير، پنَ.
گدا: لَٽ.
گُدَڻ: مارڻ، ڪُٽڻ.
گراسُ: گِرَھ، ڪاڌو.
گراَسي: ڳھي، ڳيهي، ڳڙڪائي. ڏسو "گراس".
گرانو: ڳوٺ.
گرانءُ: ڳوٺ.
گراهي: پڪڙي.
گَرَبُ: اَيمانَ، اهنڪار، معذوري.
گَرَبُ: ڳبَ، حمل، پيٽَ.
گَرَجَ: ڪجڪوڙ. ڏسو "گاج".
گَرجَ: مطلب، غرض، ڪاڻ، پرواھ.
گرستي: ڏسو "گرهستَ".
گرسي گُراسي: گرھ ڪري ڳڙڪائي وڃي.
گَرَڪُورو: غرق، گم.
گُرگمَ: گروء جي (ڏنل) چاڻ - سمجھ.
گُرگياتِ: گروء جي ڏنل سمجھ - سمجھاڻي - چاڻ.
گُرَمُکُ: سک، چيلو، مريد، گروء جي وچنن تي هلندڙ.
گُرَمُکِي: گروء جي مک مان نڪتل واڪيہ، ٻول، آواز.
گُرَمَنتُ: گروء جو منتر. ڏسو "منتر".
گُرُو: مرشد، استاد.
گرَهَستُ: گھر ٻار وارو، سنساري، ٻيو آشرم.
گرِهَڻ: وٺڻ، حاصل ڪرڻ، ڪٺڻ (دنيوي ڏنڊو).
گرَهي: پڪڙي، ڏسو "گرهڻ".
گَسَ: راھ، رستو، واٽ.
گُسائين: سنياسي، ساڌو. ڏسو "سامي".
گگَنُ: آسمان، آڪاس.
گُلالُ: ڳاڙهو، ڪامياب.
گُلزارُ: باغ.
گلولَ: گليلو، ڦهري ڏک. ڏسو "گليلو".
گَلي: ڳلي، گھٽي، رستو، واٽ.
گُليلَو: ڳوڙهو.

گمُ: غم، ڏک، رنج.

گنڀيرُ: ڳوڙهو، مُتحمل، بردبار، سنجيدو، اونهو.

گنتي: ڳڻت، ڳڻپ.

گنديَ: گودڙي.

گنڌُ: مهڪ، بوءِ. ڏسو "سڳنڌ".

گنگا: نديءَ جو نالو.

گنگهه: ننڍو ڳوٺ.

• گنوائڻ: وڃائڻ، ناس ڪرڻ.

گُني: گنوان، گڻن وارو، خوبين جو مالڪ.

گڻَ: لشڪر.

گُوار/ گُوال: گوپ، ڳنوارَ. ڏسو "گوپال".

گوبنڌُ: جنهن جي ڀڳتي ڪرڻ سان سرڳ حاصل ڪن ٿا.

گوتو: ٽٻي، پاڻيءَ ۾ اندر وڃڻ جي حالت.

گوپالُ: سِري ڪرشڻ جي.

گوپي: گوپ جي زال.

گودڙيو: دلَق، پوشَ، فقير جو هڪ قسم. ڏسو "ڪٿو".

گورکُ: هڪ مشهور سِڌِ (سَنت) جو نالو.

گوسائين: ڏسو "گسائين".

گوشُ: ڪنَ.

گوگاءُ: آواز، شور، غُل.

گولو: ٻانهون، غلام.

گوڻ: ڦرڻ، چڪر هڻڻ، ٻِٽڪڻ، وِچڻ، هلڻ.

گُوناگُون: رنگ برنگ، طرحين طرحين.

گُوندرُ: ڏک فڪر.

گهرَ: اونهو. ڏسو "گنڀير".

گهرانو: اونو. ڏسو "گهر".

گهرگمڀيرَ: گهڻو اونهو.

گيا: (گوا) هندستان ۾ هڪ شهر جو نالو (جو هندن جو تيرٿ گاهه آهي.)

گياتِ: ٻوجهه، سمجهه، ڄاڻ. گيات ڳيٺو = آتم گياني.

گياتو: سياڻو، ودوان، عالم. ڏسو "گيات".

گيانوانُ: گياني، سياڻو، سمجهو. ڏسو "گيانوان".

گيتا: هندن جو هڪ ڌرمي پُستڪ.

## ڳ

ڳارو: ڦاهي، رسو، نوڙي.

ڳاهُ: بيت، پرولي، رمز.

ڳٽُ: طوق، ڳهانڳهو، ڦاهي.

ڳٽي: ڦاهي. ڏسو "ڳٽ".

ڳُجهه: راز.

ڳڙهہ: قلعو، ڪوٽ.

ڳلِ: ڳچي، ڳلو، گردن.

ڳلهہ: ڳالهہ، بات.

ڳَنڍُ: ڏسو "گنڍ".

ڳَنڍِ: وَڪڙَ، اوديا يا جهالت (اڻ ڄاڻائيءَ) جي ڳنڍ، وڪڙ.

ڳڻِ: ليک، شمار ۾ آڻ، سمجهہ. ڏسو "گڻتي".

ڳورو: بردبار، ڀريا مَٽَ، سنجيدو.

ڳوڙو: ڳوڙهو، گنڀير، بردبار.

ڳُيرِ: اَڏنبر ۾ رهندڙ.

## گهہ

گهاٽُ: گهيرَ.

گهاٽُ: رٽ، بناوت.

گهاگهرِ: چونري، ساڙهي، وڏو مَنگهہ.

گهاڻو: چيچڙو، ڪولهو.

گهَٽ: گهڙي، دلي.

گهٽُ: نڙي، گهڙو، متڪو، پراٽي، سرير، ديهہ، هردو، دل.

گهٽيِ: هڪ قسم جي دوا.

گهرَ: مڪان، رهڻ جي جاءِ، سرير، دلَ.

گهڙو: دلو.

گهنَ: ڪڪر، بادل، جهڙ.

گهڻُ: گهڻو، جيت جو هڪ قسم.

گهورُ: خوفناڪ، ڀيانڪ، ڀوائتو.

گهورَڻُ: چتائي ڏسڻ، گهوري ڪري نهارڻ، تڪڻ.

گهونگهٽُ: پردو، نقاب.

گهيرُ: ڏسو "گهاٽ".

گهيرَٽُ: ننڊ جو جهٽڪو.

## ل

لاابالي: بي پرواهي.

لاڀ: فائدو، حاصلات، پراپت
لاڀ آلاڀ = نفعو نقصان.

لاڏ: ناز نخرو، انگل آرو، پيار.

لارَ: ڳاڙَ، ڏارَ، ڏارا.

لاشڪ: بيشڪ.

لاف: ڊاڙَ، ٻٽاڪ.

لاقَيد: بَنڌَن رهت، آزاد.

لاکَ: جَوَ، هڪ قسم جو ڳاڙهو رنگ.

لاڳو: ڏنڊَ، لاڳتِ.

لالُ: لعل، ياقوت.

لانجهو: واسطو، لاڳاپو.

لانگوٽي: لنگوٽي، چوتو.

لانگهو: لنگهڻ وارو رستو، ننڍو پاڻي جنهن مان آسانيءَ سان لنگهي سگهجي.

لاءِ ڪنا: اعرابون، زيرون، زبرون.

لائُون: (رسم) پرڻي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جو مٿو مٿي سان ملائڻ.

**لَقبُ:** خطاب.

**لاهُوتُ:** عالم ذات الاهي (جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي ٿو)، صوفين جي آخري منزل.

**لَبُ:** چَپَ، لالچ.

**لَباڙي:** ٻٽاڪي، ڊاڙي.

**لُياٺو:** رِيڊو، موهيو.

**لَٽڪو:** مَنهن جو ٻَٽاءُ، ناز نخرو.

**لَٽڪَڻُ:** لڙڪڻ، اٽڪڻ.

**لَپيٽڻُ:** ويڙهڻ.

**لَجامان:** لڄاڻان، شرمندا، لڄي، ڦِڪا.

**لَحظو:** چِنَ، ڪنَ، پَلڪ، دَمر.

**لُڌڙو:** پاڻيءَ جو جانور.

**لَڙَ:** لَڙَهه، آسرو، ڀروسو.

**لُڙُ:** پاڻيءَ جي جُنبش وَهَه جو تک، گوڙ گهمسان.

**لَڙَهه:** ڏسو "لَڙ".

**لَعنَتَ:** ڦِٽڪار.

**لَقاءُ:** ديدار، دَرشن.

**لَڪُ:** ڪَمر، چيلهه، سَندو.

**لَڪَ:** جبَل جو رستو.

**لڪ لڪيرَ:** اٽانگا يا اوڪا رستا.

**لَکَ:** ايشوري چاڻ، خدائي خبر. ڏسو "الک".

**لَکَڻُ:** محسوس ڪرڻ. ڏسو "الک".

**لَکيڻو:** لکن جهڙو، خوبصورت.

**لڳَنَ:** لڳاءُ، پريم، پيار، محبت.

**للاٽَ:** نِرڙ، پيشاني، ڀاڳ، نصيب.

**لَلو:** (واڻڪن اکرن ۾ "ل" اکر جو نالو (جو ليکي ۾ واڻيا ڏيئي، ڪاتو واري ڇڏيندا آهن.) جمع واصل جي برابري.

**لَنگوٽي:** ڏسو "لانگوٽي".

**لَنءُ / لنوَ: / لنوَن:** پيار، الفت.

**لُنءُ، لُنڻن:** وارَ، رڳ.

**لنولين:** مگن، مست، غرق، محو.

**لنولارو:** تندون جيئن ماڪيءَ لار، لڳلڳدار شيءِ.

**لوڀائي:** لوڀ ۾ آئي، لالچائي.

**لُوتپو:** لڪَ يا جهولي (گرم هوا) کان ٿيندڙ تپ (جنهن ۾ غشي ٿيندي آهي.)

**لوِري:** تير، ٻاڻ، طلب، چِڪ، ڪاڏو. جهوري، ڳِٿي، چِنتا.

**لوڙَ:** گهرج، طلب.

**لوڪُ:** جهان، سنسار، ماڻهو.

**لوڪاچارُ:** لوڪَ مريادا، سنسار موافق هلت.

**لوڪ لَڄا:** لوڪ جي لڄ، ميارَ.

**لولي:** پيار جو گيت.

لوليءَ جي لڏ = مايا جي ڀري.

**لَونڪار:** هڪ قسم جو بلڻنڪيتَ

(جو مالوا کان ايندو آهي.)

لوئي: اوني، ڪپڙي جو قسم.

لَي: پرلئي، ناس، گم.

ليکڻ: قلم، ڪلڪ.

ليکو: حساب ڪتاب.

ليکي اتي للو = ليکو واري چڙيائين.

لي لين: ڏسو "لنولين".

ليلي: مجنون جي معشوق.

## م

مابود: معبود، پوڄا لائق، ايشور، خدا تعالي.

ماتامي: ڏکي، غمگين.

ماد: مات، ناس.

مارگ: رستو، واٽ.

ماڙ / ماڙو: ماڻهو، آدمي.

ماڙي: جاء، بنگلو.

ماس: ماهه گوست.

ماسو: آئن رتين جي تور جو وزن.

مالها: هار، ڪنڊي.

مالوم: (معلوم) چاتل.

مالي: مال وارا، شاهوڪار.

مالي: مالهي.

مامرو: معاملو، ڪتراڳ، جنجال، جهڳڙو، مصيبت.

مامور: مقرر، ڳنڍيل، جڙيل.

مان: آيمان، وڏائي، عزت، شان.

مانجهو: مانجهي، پهلوان.

مانڌاٽي: جنهن سان ڏڌ ولوڙجي.

مانسر / مانسرور: مانسرور (ڍنڍ، جا ڪيلاش پربت ۾ آهي.)

مانڪ: ماڻهو، انسان، آدمي.

مانگهه: هندن جي هڪ مهيني جو نالو.

مان مٽي: وڏائيء جو زيور، پاڻ کي ڪجهه سمجهڻ جي حالت.

مانو: گويا، چڻڪ، جڻن ته.

مانهن: اندر.

ماڻ: ماٽو، فخر.

ماڻ: ماپو.

ماهل: متوجهه، شائق، لاڙو رکندڙ، خواهشمند، مليل، واصل، وصالي.

مايا: ڌن، دولت.

مايا پاتر: دولتمند، امير، شاهوڪار، ماياوارا.

مت: سمجهه، عقل.

متادي: متحدي، هڪ تيل.

متر: مت، مائٽ، دوست.

متڪل: الله تي ڀروسو رکندڙ.

مَتوارو: متوالو، مکن، مست، خماريک، نشي ۾ چُور.

مُتهَدِي: ڪوشش ڪندڙ.

مَت هين: عقل جو جڏو، ڪَتل، ماريل.

مَت: ولوڙ.

مَتُرا: شهر جو نالو (جتي شري ڪرشڻ ڄائو هو.)

متيا: خراب، ڪوڙو.

مَتُ: جوڳين جي رهڻ جي جهوپڙي.

مَتُ: هڪجهڙو، برابر، سمان.

مَٽڪي: مٽ، دلو، پاڻيءَ جو ٿانءُ.

مَٿڻ: ڊاهڻ.

مَٿُ: ڪوٽ.

مِثقالَ: ساڍن چئن ماسن جو وزن، ذري ماتر.

مجان: پسند پوان.

مجرو: سلام، آداب.

مَجروُ: مزور، ڪمي، پورهيت، غلام.

مَجَ: ٻوڙن جي ڳپ واريون ڪَنيَلَ نريون، سادو ڪم، خسيس ڪم.

مَڄ: وڏي مڇي، مانگر مڇ.

مَهجد: مسجد، مسيت، خدا جو گهر.

مَحَرَمَ: واقفڪار.

محَڪَمُ: مضبوط، پڪو.

مَخولُ: چرچو، مذاق.

مدُ: ڏسو "مَدَ".

مُدا: اِڇا، مراد، مطلب، آرزو، گهر.

مُدَعي: دشمن.

مَدَماتو: مست، خماريل، متوالو.

مَدَ: وچ.

مَدُ: ماکي، شراب. مد ڀري = رس ڀري، رسيلي، وڻندڙ، موهيندڙ.

مَدَرُ: مٺو، شيرين، وڻندڙ، پيارو.

مَذُڪَرُ: ڀونرو، ڀَونر، عاشق.

مدَمر: وچولو.

مدَماني: مست، خماريل.

مَذڪُور: بيان، احوال.

مُرادِي: نقد ناڻو، ڏينهن جي ڪمائي، پونجي، اعمال.

مُرارِ: ڪرشن ڀڳوان.

مُرچو: (مورچو) خندق ڪاهي، فوج جيڪا مورچي تي لڙڻ لاءِ تيار رهندي آهي، آمهون سامهون، دوبدو، ميلو، سک.

مرچو لايو: جنگ جوٽي.

مَرڪَٽُ: باندر.

مَرگُ: موت.

مِرگهه ترشنا: ڪوڙو ڏيک.

مرگهي: هرڻي.

مَرَلي: وڄائڻ جو هڪ ساز.

مَرَمَ: ڀيدَ، ڳجهه، راز، سمجهه، ڄاڻ، گيان، لڄا، شرم، تَتَ، سارَ.

مُرِيدُ: چيلو، ارادو رکندڙ.
مڙُ: مڙهہ، مردو، لاش.
مڙِهي: جوڳين جي رهڻ جي جهوپڙي، ديهي، سرير، جسم.
مَنزِل: جاء، مڪان.
مزور: ڏسو "مجور".
مزڏڪ: (اشارو مزڏڪ ڏانهن) بي پرواھ.
مِسُ: ڪٽڪ، جوَن، مَترن، چڻن وغيره جي گڏيل روٽي جنهن ۾ سڀ سواد هجن، گڏيل ڏاتو، ناپاڪ.
مَسانُ: مڙدن، ساڙڻ جي جاءِ.
مُسڻُ: تڪليف ۾ اچڻ.
مَستَڪُ: متو، سِرُ.
مَسڪُولُ: مشغول، مصروف، رڌل.
مُسڪَلو: ڪٽَ صاف ڪرڻ جو اوزار.
مَسِيت: ڏسو "مِهجد".
مِسيو تِسيو: الوٽو سلوٽو. ڏسو "مِس".
مَشال: (مشعل) ڏياٽي، شمع، بتي.
مُشاهدو: ديدار.
مُشتاق: شوق وارو، چاهڪ، پريمي.
مَشعال: ڏياٽي، شمع، بتي.
مَطلُوبُ: مقصد، مطلب.
مَعَلُمُ: معلوم، چاتل.
مَعمُورُ: آباد، پريل، جڙيل.
مُڪُتِي: رهائي، ڇوٽڪارو، نجات.

مَڪرَ: نڳي، دولاب.
مَڪو: مڪو معظم (مسلمانن جو پاڪ شهر.)
مُکُ: وات، مَنهن.
مَکَڻُ: ڦٽي.
مُکِي: وڏو، پرڌان، پريو مڙس.
مَگَنُ: خوش، نشي ۾ چور، خماريل.
مَگهن: مست، نهال، خوش. ڏسو "مگن".
مَگڻهار: منگتو، سوالي، هڪ ذات.
مَلُ: بهادر، ملهہ.
مَلُ: مَرَ، مير، گندَ.
مُلُ: وٽ، ويجهو، ساڻ.
مُلاجو: (ملاحظو) ڏِسڻ.
مَلاحُ: ناکٹو، ڪشتيبان.
مَلارُ: هڪ راڳڻي (جيڪا برسات ۾ ڳائيندا آهن.) ميگهہ ملار.
پورب ديس ملار جو = اصل ديس خوشيءِ جو.
ديس ملار = برساتي ديس، جتي سدائين برساتي پوند ڪري ٿي، دَسوون دروار، سَهَسرچَڪر.
مَلنگُ: مست. فقير جو هڪ قسم.
مَلمُ: مرهم، علاج.

مَمتا: دنيا جو پيار، موهہ، وڏائي، پاٽپڻو.

مُموک: مکتي (ڇوٽڪاري) جو خواهان، آزاد، سنسار کان ڇٽل.

مَلِينُ: گندو، ميرو، پليدُ.

مُنِ: مُني، ڏسو "مُني".

من منسا: پڌي.

منانهن: منَعَ، روک، جهل.

مُنائڻُ: کوڙائڻ، وار لهرائڻ.

مَنترُ: منڊُ، ٽوٽڪو، ڦيٽو.

منتَ: ايلاز، عاجزي.

مَنحُوس: بدنصيب، نياڀڳو.

مُندرا: جوڳين جي ڪنن جا والا.

مَندو: ڊِلو، ڊِرو، خراب، بڙو، بدنيت.

مُنڌَ: عورت.

مَنڊاڻ: مانڊان، ٽڪساٽ، ٺاهہ ٺوهہ، ڏيکاءُ.

مَنڊڻُ: ٺاهڻ، ڏسو "منڊاڻ".

مَنِسا: (منشا) پڌي، اِڇا، خواهش، مرضي.

مَنصَبِي: جمع "مناصب"، نَصبُ = کڙو، سڌو ڪرڻ "جي" نسبت جي)، ممتاز درجي وارو، اعليٰ عهدي وارو، حاڪمي، حڪومت بادشاهي، صاحبي.

مَنگڻُ: گهرڻ، طلب ڪرڻ.

مَنگهر: هندن جي هڪ مهيني جو نالو.

مَنگهڻُ: خوش، آنندي، ڏسو "مگن".

مَنمُکُ: جنهن جو مَنَ مُک ڏانهن هجي، ظاهر بين، زماني جو ماڻهو.

مَنَنُ: خودي، منهنجائيءَ جي ڪلپنا، سوچڻ - دليلن سان، آنومانُ ڪيڻ.

مَنَنُ: مَڃڻ.

مَنوتِ: مَنهنجائي سمجهڻ، مَن جو ڦرڻو، ڌن دولت وغيره کي پنهنجو سمجهڻ، مَن جو چيو، مَنوتي.

مَنِهي: پَنگي، جهوپڙي.

مَنِي: رِشي، تپشي، گياني، بزرگ، سَنتَ.

مَڻِ: قيمتي پٿر، جيڪو نانگ جي مٿي ۾ سمجهيو وڃي ٿو، جوت، روشني.

مَٽِي: مٽيو، زيور.

مَواسُ: مغرور، متڪبر، مست، مڳ، بي پرواهہ.

موٿاجي: غريبي، مفلسي، ڪاڻ.

موٿو: ٿلهو، ڀاري، سٿول، سوڪو.

مُوڙَ: موڙهل، بيوقوف، مورک.

مورُ: پنهنجي انهيءَ نالي جو مشهور پکي.

مُورکُ: احمق، بيوقوف.

مورڙُ: چوٽي.
مورڙُ: موڙو، نخرو، لچڪ، لاڙو، رمز.
مُوڙهو: موڙهل. ڏسو "مُوڍ".
موڪَ: ڇوٽڪارو، نجات، جهجهو، گهڻو، جام.
موڪُ: ڇوٽڪارو، نجات.
مولُ: قيمت، بَها، اگهه.
مُولُ: جڙ، بنياد، اصل.
مولو: ميلو، ڳانڍاپو، ميلاپ.
موليا: هريا، ساوا، سرسبز، تازا.
مونَ: ماٺ، چُپ، خاموشي.
مُنڍڪا: اصل جو.
موهُ: پيار، چتَ.
موهتُ: موهيل، موهي وڌل، چريو، مست.
موهَنُ: موهيندڙ، پيارو، محبوب.
موهڻي: موهيندڙ، پياري.
مَهاجَنُ: قابل تعريف ماڻهو.
مُهاڙي: مَنهن، اڳ، مَهڙ، اڳيون حصو، وڏو.
مَهانگو: وڏي اگهه وارو. گران. ضد "سهانگو".
مَهتاري: ماءُ.
مَهتامُ: پنکو، ڏک.
مَهتو: چڱو، ڀلو مرس، ڀل مانس.
مَهَدِجَنِ: ست، مهاپُرش. ڏسو "هاجن".

مَهَراجُ: عزت ڏيڻ لاءِ "گرن" کي هندن جو خطاب.
مهرانُ: مها ساگر، وڏو سمنڊ.
مَهِما: جلال، بزرگي، عظمت، مرتبو، شانُ.
مَهَنتُ: ساڌو، مڙهيءَ جو وڏو، جوڳي. ڏسو "مهتو".
مَهميران: سزا، مار، چونگون، سختيون.
مَهيشُ: شوشنڪر، وڏو ديوتا.
مَئِن/ مَئِہ: خودي، وڏائي، هٺ، تڪبر، آپو.
مئميرو: دنيوي مستي، وڏائي، هٺ، تڪبر.
ميا: رحم، ديا، ڪرپا.
ميتُ: دوست، پيارو، عزت، مائٽ.
مِيرُ: ميل. ڏسو "سُمير".
مَيخانو: ڪلال، شراب خانو، مرشد جو اوطارو.
ميسارڻ: صاف ڪرڻ.
ميگهہ: بادل، ڪڪر.
ميلو: گندگي، خواري، خرابي، بدنامي.
مِينُ: مڇي، هڪ بُرج جو نالو (جنهن کي عربيءَ ۾ "حُوت" چون.)
ميندي: حنا، ٻوٽي جو قسم جنهن جي پَنَن ۾ رنگ ٿئي ٿو.
مينگهہُ: ڏسو "ميگهہ".
مِينُ نہ ميکُ: بنان شڪ، شڪ نہ شبهو.

مين ميک: اصل ۾ راسين (بُرجن) جا نالا (عربيءَ ۾) ۽ حمل، "حوت" معنيٰ شڪ شبهو.

ن

نابُ: دَنَ.
ناتو: رشتو، ڳانڍاپو.
ناٿُ: مالڪ، سوامي.
ناپيدُ: اڻ لڀ، نادرالوجود، عنقا جو جسماني اکين سان ڏسي نه سگهجي.
ناحَقُ: بي فائدو، بيجا، بي سبب.
نادُ: سنڪَ، ڪوڏ.
ناداني: اڻ ڄاڻائي، بيوقوفي.
نارائڻ: وشنو ڀڳوان.
نارَدُ: هڪ رشيءَ جو نالو.
ناري: نارِ، عورت، زال.
ناڙِ: نبض.
ناسي: ناس ٿيڻ وارو، بي بقا. ڏسو "اَبناسي".
ناگرنَٽُ: ناٽڪ ڪرڻ وارو، چالاڪ، بازيگر.
ناگينو: غير بنان.
نامُ: نالو.
نامديُو: هڪ مشهور ڀڳت (ساڌوءَ) جو نالو.

نانا: قسمين قسمين، طرحين طرحين، ڀيا ڀيا، گهڻا.
نانَتَ: ڀيائي. ٻوئي. ڏسو "نانا".
نانگڻي: نانگڻ.
نانگو: اگهاڙو، فقير جو هڪ قسم، تياڳي.
نانهه: نيستي، عدم، نفي.
ناوَڪَ: تير.
نائڻُ: وهنجڻ، سناڻ ڪرڻ.
نائج: نهائج، وهنج.
نائِي: حجام، اشارو "سٽنويڳت" ڏانهن.
نَبُ: آسمان، آڪاس.
نت: سدا، سدائين، هميشه.
نِتارَڻُ: صفائيءَ سان نهارڻ، اُتارڻ، ڏٺارڻ.
نَٿَ: ڏاند کي نڪ ۾ وجهڻ واري رسي.
نَٿڻ: نٿ ٻڌن. ڏسو "نٿ".
نَٽُ: ناچو، ناٽ ڪرڻ وارو، بازيگر. ڏسو "ناگرنَٽ".
نِٽڪي: ڪيل ڪندڙ، ناٽ ڪندڙ.
نِي: ناس ٿيڻ.
نَپتُ: بنهه، صفا.
نَپُڻُ: هوشيار، پرٻين، چتر.
نَپُوسَڪُ: ڪدڙو، نامرد، هيجڙو.
نِجِيڪ: نزديڪ، ويجهو.

نِڌِ: خزانو، ڀنڊارُ، ڌن.
نڌَرُ: بي واهو.
نِڌِياسُ: وري وري ڌيان ڪرڻ.
نڏَرُ: بي ڊپو.
نَرُ: مرد.
نِرآڪارُ: آڪار رهت، بي روپ، ڌڻي تعاليٰ.
نِراِيمانُ: بي وڏائي، حليم طبع، بي غرور، نماڻو. ڏسو "ايمان".
نِراڇِتِ: سواءِ اڇا - خواهش - مرضيءَ جي.
نِراڌارُ: بي سهارو، بد مدد، جو ڪنهن جي سهاري نہ هجي.
نِراسُ: نااميد، آس بنان، اِڇا رَهتِ. ڏسو "آس".
نِرباڻُ: مُڪتي، ڇوٽڪارو، اِڇا رَهتِ، اها حالت جنهن ۾ سڀني خواهشن کان آجو ٿي ڌڻيءَ سان هڪ ٿي رهجي.
نِربَلُ: نٻلَ، ڏٻرو، ڪمزور.
نِرٻَنڌُ: آزاد، دنيوي خواهش کان پري.
نِرڀئي: بي ڊپو، بي ڀؤ، بي خوف، نِڊَرَ.
نرت: اک، نظر، ڏيدَ، ڌيان.
نِرپَکُ: جو ڪنهن جي پاس خاطري يا طرفداري نہ ڪري، بي طرفدار، الڳ. ڏسو "پکُ".

نِرجَن: جتي ڪو ماڻهو نہ هجي، اڪيلو.
نِرجَنَ ديوُ: پرماتما. ڏسو "نرجن".
نِردوشُ: بي قصور، بي گناهہ. ڏسو "دوک".
نِردوکُ: بي قصور. ڏسو "نردوش".
نِرڏَڙکُ: } بي پرواهہ، بي ڊپو، نڌڪ.
نِرڏکُ: }
نِرکُ: (نرڳ) دوزخ. ضد "سرڳ".
نِرکَرَمُ: ڏسو "نهڪرم".
نرکڻُ: ڏسڻ، نهارڻ، چڪاسڻ.
نِرگمُ: ٻاهر نڪتل، دنيوي شين کان پري.
نرگڻُ: پرماتا، ڌڻي. ڏسو "سرگڻ".
نِرمانتا: اَپمانَ، بي عزتي.
نِرمانُ: اِڇا کان رهت.
نِرمَلُ: صاف، اوجل، پاڪ، پوتر.
نِرنجنَ: نرمل، مايا، ڪام ڪروڌ، داغ، رهت، پرماتما.
نِرنَڻُ: کولڻ، نروار ڪرڻ.
نِروارُ: ظاهر ظهور، کليو کلايو.
نِروڌُ: قيد.
نِروِڪَلپَ: ڀيد ۽ ڀرم کان رهت، سنسي ۽ ڀولي کان آجو.
نِروَيرُ: جنهن جو ڪنهن سان بہ ويرُ ورود نہ هجي.
نِسپَندُ: نہ چرڻ، غير متحرڪ.

آچل، اِستر.

نشچو: يقين، اعتبار، ڀروسو.

نسنگ: بي ڊپو، نرڀيه، بي پرواهه.

نَسَڻُ: ناس ٿيڻ، پرڻي ٿيڻ، ڀڄڻ.

نِشڻي: پڪو اعتقاد رکندڙ، پڪو يقين رکندڙ.

نشيدُ: بنان روڪَ ٽوڪَ.

نُڪتو: باريڪ سخن، ڳجهه.

نُقطو: نشان، ٽڪو.

نکيدُ: دکن ۽ دردن کان آجو.

نگرُ: شهر.

نلو: رڳو، فقط، محض، صرف.

نماڻو: ايمان رهت، بي وڏائي.

نَمڪَ: ذري ماتر، ذرو، ڪڻ.

نَندا: گلا، شڪايت.

نواجا: نوازيا، ڪرپا ڪئي.

نوارڻُ: روڪڻ، هٽائڻ.

نواسُ: واسو، بيٺڪ، جاءِ.

نَوبَتَ: نغارا.

نُورمَحل: اهو محل جنهن ۾ نُور ئي نور هجي، صاف ۽ اوجل دل.

نهالُ: خوش، پرسن.

نهائڻُ: وهنجڻ. ڏسو "نائڻ".

نهچلُ: آچلَ، اِستِرَ، محڪم.

نهچو: وشواس، خاطري، ڏسو "نشچو".

نِهسوڪَ: شوڪ بنا، بي غم.

نِهڪامُ: ڪامنا يا خواهش کان ڇٽل، بي خواهش.

نِهَڪَپَٽُ: ڇلَ بنان، سچيءَ دل وارو، سچو.

نِهڪَرمُ: اڪرما، ڪرم نه ڪندڙ، ڪرم (فرض وغيره) پورا ڪري پر ڦل جي اِڇا (خواهش) نه رکي.

نِهَنگُ: بي پرواهه، لاغرض، اڪيلو، الڳ.

نِهورڙنُ: مارڻ، ناس ڪرڻ.

نئِنَ: ڏسو "نينَ".

نيارو: نرالو، الڳ، جدا، علحدو.

نِيانُ: حوض، تلاءُ.

نِياءُ: نيت، ڌرم، ويچار، انصاف.

نِيت: سٺي هلت.

نِيت: جنهن جو پارَ ڪونهي، آننتَ، پرميشور جو گڻ.

نيت: ڀاڳ، قسمت.

نِيچُ: ڪميڻو، گهٽ، ادني.

نِيرُ: پاڻي.

نيڙي: ويجهو، نزديڪ.

نيزو: ڀالو.

نشانو: نشان، هدف.

نيمُ: ريت، وهنوار، ڌرم جو ڪرم.

نَينَ: نيڻ، اکيون.

نيوَ: بنياد، جڙ.

نيوالو: گِرهُه، سوادي طعام.
نيورن: هيٺاهون، نمرتا پريل، نماڻو.
نِينُهن: محبت، پيار.
نيهِي: نينهن وارو، عاشق، پريمي جَن.
نيهي پُرکُ: هوشيار، ڇاڻو.

## و

واتو: وات مان واڻي يا ذکر نڪتو کري.
واٽ جڳاتي: واٽ جي ڍل ونندڙ، ڏسو "جڳات".
واچَ: پڙهڻي، واڻي، جيکي پڙهڻ يا ڳالهائڻ ۾ اچي.
واد: بحث مباحثو.
وادِ وواد: بحث، مباحثو. ڏسو "وواد".
وَادِي: بحثي، گهڻ ڳالهائو، واڪاڻ کندڙ.
وارِ: ويجهو طرف.
وارَ وارَ: گهڙيءَ گهڙي، بار بار.
وارَڻ: ڇڪتو کرڻ، واري ڇڏڻ.
وارِي: وقت، وارو.
وارِڙ: لوڙهو.
وارِي: ڦلواڙي، جتي ٻاڇيون، گدرا، هنداڻا وغيره پوکجن.
واسُ: خوشبوءِ، وِهَکَ، بينک.

واسِتوَ: حقيقي شيءِ، اصل چيز، سچ، حق.
واسِي: رهندڙ، رهاکو.
واصلُ: ملڻ وارو، مليل، ملندڙ.
واکُ: آواز، ٻولُ، وچن.
واڳَ: مهار، رسي.
واڳون: سامونڊي خطرناڪ جانور جو قسم.
والٽُ: وارث، مالک.
والِي: مالک، حاکم، آتمک دنيا جو حاکم، ستگر.
وانجِهي: سَنڍِ عورت، عورت جنهن کي اولاد نہ ٿئي،
وانجهي پُتر = سنڍِ جو پٽ.
واڻِي: ٻاڻي، وچن، وائي، ٻولي.
وائِڻُ: وڄائڻ، چوڻ، ٻولڻ.
وائي نہ وات = زبان سان کجهہ نہ ٻولي.
وَت: جهڙو.
وِتريڪُ: دليل.
وَٿُ: وستو، چيز، شيءِ.
وِٿ: وڇوٽي، تفاوت، حد، ناغو.
وَٽُ: تورو، وزن، ڏڙو.
وَٽائڻُ: متائڻ.
وِٽڻُ: حاصل کرڻ.
وَچَنُ: ٻول، انجام، سَخن، حرف، شبد.

وَحدَت: هيڪڙائي. ضد "ڪثرت".
وِدمانُ: حاضر، موجود.
وِديا: علم.
وِديهي: ڏسو "بديهي"
وِڌِ: وِڌي، جڳتي، يُڪتي، رت (شاستر مطابق) نيتي، پوري نموني، ريتائتو، مرياڊا، ويچار.
وِڌنانا: طرحين طرحين ريتين سان.
وِڌِنَڪيدَ: ريتائتو ڪُريتو. نيتائتو انيتو. جوڳ اَجوڳ. ڏسو "نڪيد"
وِڌ وِيچارو: چڱو، شَبُ ويچار.
وَرُ: ڪانڌَ، مڙس.
وَرُ: وڪڙ، وراڪو.
ورائي: سواءِ، ڪان سواءِ، بنان.
وَرتَ: گذار، هل.
ورتُ: اُپواسَ، لنگهڻ.
وَرتَڻُ: روزمره جو وهنوار، هلڻ، گذارڻ.
وِرچَڻُ: ڪڪ ٿيڻ.
ورڏُ: ٻڍو، پوڙهو.
ورڌُ: مخالف.
وِرڌاتا: قسمت، ڀاڳ.
وِرَسُ: نااميد، ڀَليل.
وِرَڪت: ويراڳي، تياڳي.
وَرَڪا: برسات، مينهن.

وِرَڪَتُ: ڏسو "وِرَڪت".
وِرلاپُ: ڏکيءَ دل جو آواز، اوسارو، روئي دانهن ڪرڻ.
ورلو: ڇڙو، ڪو ڪو.
وَرَنُ / وَرَنُ: رنگ ذات، جات، آشرم، حياتيءَ جو نمونو، اکر، حرف، تعريف.
وِرودُ: وير، دشمني، مخالفت.
وِرُونهن: وِندر، دل جي رهاڻ، وَسنو.
وَريامُ: ويرَ، بهادر. ڏسو "وير".
وِڙِي: داخل ٿي، اندر گهڙي.
وَسِ: اختيار، مرضي، حڪم.
وِسِ: سنسار، جهان، سرشتي.
وِسا: ويسر، ڀُل.
وِستار: بيان، ڊيگهه، پکيڙ.
وَستِي: بستي، رهڻ جي جاءِ.
وِسرامُ: آرام.
وِسرَڻُ: ڀُلجڻ، ياد لهي وڃڻ.
وِسَنِ: وسوسن، ڀرمن.
وِسَنِ: ويسر وارا، غافل. ڏسو "وسرڻ".
وَسنو: وسندي، آبادي، بستي.
وِسُوڙا: وِسوڙَل، غافل.
وِشنُ: پرميشور، ڀڳوان، جهان جو پالينڌڙ.
وشيشُ: خاص، مکيه، اهم.
وِشَيُنِ: سنساري، دنيوي، عيشي.

وِڪارُ: سياءُ جو بدلجڻ، بيماري.
وڪار پنج آهن؛
ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار.
وَڪتو: ڳالهائيندڙ.
وِڪُ: وِهُ، زهر.
وِڪادُ: خلل، گوڙ بکيڙو، مونجهارو.
وِڪاڻُ: واکاڻ، ساراهه، سمجهاڻي، ڀاشڻ، ٽيڪا، شرح.
وِڪشي: سنساري، عيشي. ڏسو "وِشَيَ".
وِکيا: زهر. ڏسو "وِڪَ".
وِکيپُ: مونجهارو، گهٻراهٽ.
وِگيانُ: گهٽي ڄاڻ، گهٽو علم.
وِگهَنُ: روڪ، اٽڪاءُ، بگاڙو.
وِگڻُ: وڃڻ، لهه وچڙ ۾ اچڻ، مل ڪرڻ، وڏو واڪو ڪرڻ.
وَلُ: اٽڪل، ڇل، مڪر.
ولاسُ: خوش، آنند.
ولايَت: بادشاهي، منزل.
وَلَ ڇَلَ: وَرَ وَڪَڙَ، مَڪرَ، ٺڳي، ٻيائي. ڏسو "ڇَلَ".
وِلوڙَڻ: جهڪڻ، جَميلَ ڪير ۾ مانڌاڻي ڦيرائڻ.
وِمَلُ: نرمل، صاف، پوتر.
وَنُ: رنگ. ڏسو "ورڻ".
وَنجُهه: بانسَ جو لڪڙو، جنهن سان ٻيڙي ڌڪجي.
وَنجهه ڪوڙي وِهڻ = ڪَپُ ڪوڙي وهڻ، اندر ۾ جاءِ ڪرڻ.
وَنڊڻُ: ورهائڻ.
وَنگُ: وَڙ، وڪڙ.
وَڻجارو: سمونڊ رستي واپار ڪندڙ.
وِوادُ: واڪ، يُڌي، اجايو بحث.
وِويڪُ: ضمير، ست ۽ اَستَ جو ڀيدُ ڄاڻڻ.
وَهُ: پاڻيءَ جي وهڪ، سير، تيزي.
وِهاڻي: پرهه ڦٽي، ڀيچ ڀني، گذري (رات – حياتي).
وِهائڻُ: ڳنهڻ، وٽڪ ڪرڻ، سودو ڪرڻ، خريد ڪرڻ.
وَهلو: سگهو، ترت، جلدي، فوراً.
وَهَلورُ: وياڪل، پريشان.
وَهمُ: وسوسو، گمان، شڪ.
وَهڻُ: درياءُ سمنڊ.
وِياپَڪُ: پسريل، هر جاءِ حاضر.
وِياڌ: سرير جا ڏک، بيماري.
وِياڌي: من جي بيماري. ڏسو "وياڌ".
وِياڪُلُ: پريشان، ڏکي.
ويدَ: هندن جا ڌرمي پستڪ ويد چار آهن، پر مکيه ٽي آهن:
(1) رِگويد (2) سام ويد
(3) يجرويد.
چون ٿا تہ چوٿون "آٿر

ويد " پوءِ ملايو ويو آهي، ويدن جو گڏ ڪندڙ "وياس" آهي.

**ويدُ:** حڪيم، طبيب.

**ويدانتَ:** هندن جي فيلسوفيءَ جو طريقو، جنهن ۾ آتما (روح ۽ جڳت دنيا) جو ذڪر اچي ٿو.

ويدانتي = ويدانت مَتي وارو.

**ويرَ:** ويل، ويلو، وقت مهل.

**ويرُ:** بهادر، پهلوان.

**ويراڳُ:** بيراڳ، دنيا کي ترڪ ڪرڻ، عشق، فراق.

**ويرِي:** دشمن.

**ويس:** پوشاڪ.

**ويساسي:** ويساهي، ويساهه وارا، اعتقاد وارا.

**ويساهُ:** اعتبار، ڀروسو. ڏسو "ويساسي".

**ويشنو:** وشن جو پوئلڳ. ڏسو "وشن".

**ويلو:** وقت. ڏسو "وير".

**ويڻُ:** سخن، ٻولَ، ڳالهه، چوڻ، مهڻو، طعنو. ڏسو "ڪوِڻُ".

**وِيءُ:** باغ، نفعو، فائدو.

## ه

**هارُ:** مالها، ڪنٺي.

**هاسو:** کِلَ.

**هاسِي:** کِلَ، خوشي.

**هت:** هوتَ، پيارو.

**هٺُ:** آيمان، تکبر، وڏائي.

**هٺِي:** هٺيلو، متڪبر. ڏسو "هٺ".

**هجارِي:** هزارن جو قيمتي. لاثاني، ڳاڙهو.

**هڏو پرڻُ:** پيش پوڻ.

**هرِ:** هرِي.

**هرجسُ:** ايشور جي واکاڻ.

**هرجنُ:** ايشور جو ڀڳت، هريءَ جو سنتَ، پيارو، داس.

**هردو:** هنيون. ڏسو "ردو".

**هرڏاتي:** سڀ سان مليل.

**هرسي:** هراسجي، خوف ۾ اچي.

**هرکُ:** آنند، خوشي، سک.

**هرڪڻُ:** موهجڻ، دل سرڪڻ.

**هروج:** هر روز، ڏهاڙي، روزانو.

**هرِي:** آلي.

**هريو:** سائو، سرسبز، آلو.

**هستي:** هاٿي.

**هسڻُ:** خوش ٿيڻ.

**هسوارُ:** گهوڙي سوار.

**هلاسُ:** پرسنتا، آنند، خوشي.

**هلاکي:** تکليف.

**هلکَ:** هلڪائي، هلڪڙائي، گهرگهلائي.

هندورو: پينگهو، ڏولي.

هُنڊِي: ناڻي جي چٺي، جنهن جي ڏيکارڻ ۽ ڏيڻ تي پيسا ملن.

هَنسُ: منجھ پکي.

هَنڪَرَڻُ: غرور. ڏسو "اهنڪار".

هَنئمَئن: آپو، خودي.

هورِي: هولي، هندن جو وڏو ڏڻ.

هولِي: ڏسو "هوري".

هومر: هوَن يا يگيہ، ويد جي منترن سان ديوتائن کي بَل (قرباني) ڏيڻ لاءِ گِهہ وغيره کي باهہ ۾ وجهڻ.

هَيا: چنبَ يا تنبيهہ جو لفظ يعني "هيٖ هو!! او!!!"

هَيبَتُ: دهشت، خوف.

هيتُ: پيار، پريم. ڏسو "هت"

هِيرَ: ڏسو "رانجهو".

هيرو: هڪ قيمتي پٿر.

هيڪاند: ملاقات.

هيڪلو: اڪيلو، هڪ ڇٽو، ڇڙو.

## ي

يوڌو: جَڌ ڪندڙ، پهلوان، بهادر.

يوگُ: ڌيان، ميلَ، ميلاپ.



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهہ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com




# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهہ" ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سامي ءَ جا سلوڪ

ڀاڱو پهريون


مهتمم

**ٻي. ايڇ. ناگراڻي**

پروفيسر سنڌي

رشي ديارام ۽ سيٺ هاسارام نيشنل ڪاليج

۽

سيٺ وسيامل آسومل سائنس ڪاليج،

باندرا، بمبئي-٢٠





ڇاپو پهريون ] سال ١٩٥٥ع [ ڪاپيون ١٠٠٠

قيمت

ڪچو جلد ٤-٨-٠ روپيه

پڪو جلد ٥-٠-٠ روپيه




## مهاڳ.

وقت يا ڪال جي تقاضا ٻرابر ۽ اَٽل آهي. مهاڪال جي گهنڊ
۽ آواز ٻڌندي ئي سڀئي ساهوارن ۾ سياٽ ٿو پوي، ڍاءُ ۽ رنگ،
بوءِ ۽ ڏيکت، پتڻ ۽ پاوڻ اٿيءَ ڪوهه لڏا جي سڏ تي ڊوڙي
رچي اونداهي غفا ۾ الوپ ٿين ٿا. اهو ته ٿيو مرڻيو ڪال. پر
جوٽي ڪال يعني گڏرندڙ سمي جون گهڙيون به هڪمان حڪم آهن؛
جڏهن گهنڊ وڄائين، تڏهن هڪ ڏور مان ڦري پيو ٿئي. انسان
ڀلي باور ڪري ته مون هي ڪيو، مان نه هجان ها ته هيئن بلڪل
نه ٿئي ها؛ پر وقت ڪلي ڪلي ڪيس فهمائش پيو ڏئي ته اي جيتامڙا!
جا تو پنهنجي ايجاد سمجهي سا منهنجي جنبش هئي، جنهن انقلاب
لاءِ تون ڪڏي رهيو آهين سو منهنجو ڏڪو هو، جنهن رچنا جو
تون رچيندڙ ٿو ڪوٺائين سا منهنجي ئي ڪيل آهي. جي تون ٻاڻ
کي منهنجي جنبش ۽ گردش، منهنجي چڪر ۽ ڏور، منهنجي ڪل
۽ ڪُڏ جو هٿيو ٻجهڻ نه ڄاڻين ها ته ڇت ٻئي تي پوي ها؛
نقصان وري به تنهنجو ٿئي ها؛ منهنجو ڪاڄ اوس سڌ ٿئي ها؛
ڇاڪاڻ سمي تي پڪو هو. وگيانين کي ٻڌري سڌ آهي ته سڀ
ڪلون ۽ اوزار، کوجنائون ۽ ايجادون، سپنا ۽ مشاهدا وقت جي
ٻرپاو ڪري آهن؛ جي هڪ وگياني نه ڄاڻ، نه ڪيو يا نه پاڙو
ته پيو ٻڪ ڄاڻندو ۽ ڪيندو ۽ پائيندو. جنهن وقت مارڪوني وائرليس
ڪڍي، تنهن وقت ٻارليه ڊاڪٽر بوس به ساڳي گهڙت گهڙي رکي
هئي، فقط پڌرائي نه ڪئي هئائين. جي ڊارون ۱۸۵۹ع ۾ وڪاش
تي پستڪ نه لکي ها ته وڌ ۾ وڌ ۱۸۶۰ع ۾ واليس يا هڪسلي اهڙي
چرچا ڪري ها. مها وگياني آئنسٽائن جنهن جڙ ۽ چيتن جو ڀيد ڪڍي؛
نئين ڏور جو آغاز ڪيو ۽ ائٽمڪ ٻم جو پايو وڌو، تنهن مرڻ کان
اڳ ڪار ڪاڏا ته مون ڇو اٿيءَ ٻم جي ڳالهه ڇوري، پر ساڳئي

هن آڪسو ته جي مان يُرپ بند ڪري ويهان ها ته جرمن وڳاڻي ٿوري
دير ۾ اهو قدم کڻي ها، وقت جو ڪهڙو وچي چڪو هو.

اهو ته ٿيو وڳنالهن جو سوال، پر جولڪا ته جن اڙتاري پرشن ڪال
لي سوچي ڀالي ۽ مولبو کي ماسه ڪيو، جي ڪرم جي چڪر مان
نڪري ٿوراڻ پد کي پهچي ويا، سي به وقت جي تقاضا کان منڪر
نه هئا. الهي ڪيڻي ٿيو جو جنهن وقت انسان ذات جي سرومٽي،
سڌارڪ، شب جنتي، شب بولڻ، شب جيون جو ناد وڄايو ۽ اهنسا
جي وات ٻڌائي، تنهن ساڳي وقت جيمن جي مها ٽيرٿنڪر مهاوير
اعولي شد سڻايو، ۽ هڙ ٻهڙ اهڙي راس، جو ماڻهو پڇن ٿا ته ڪرو
جيلي جو حساب ته نه هو؟ مهاتما گانڌي جنڪي ويهين صدي
۾ جيو سو سڙ ورهيه اڳي شبلي جيو ته چراڻ ڪري ورتالوس.
جڏهن ليڪ سمه آيو، تڏهن مهاتما ٽالسٽاءِ، مهاتما گانڌي ۽ مهاتما
شوٻتور ۽ بين ساڳيا شد آکيا ساڳيو رستو ٻڌايو، پر وقت جي
تقاضا الڪول هٿ ڪري اهي پاس ليا، شبلي لڏجي ويو. وقت
جي تقاضا ڪري شري ڪرشن جو بهارو متر ۽ شڪه ارجن مهاڀارت
جي جنگ ڪتڻ کانپوءِ دهقاني ٿورن جي سٽ ته جهلي سگهيو ۽
پنهنجون ماڻتيا ٿيون ڪسالي اڳي روڻي پٽي ويٺو. وقت جي تقاضا
ڪري جو انگلنڊ چار سؤ سال اڳي، چڪروري راڄ جو پاڳي ٿيو،
سو اڄ مهاڀاري لڙائين ۾ سوين ڀاڱ کانپوءِ اوڙاون هوندي، واپار
هوندي، سپاهه هوندي، اڄي اهڙو ننڍو ٿيو آهي جو حيران ٿيو
آهي ته ڪيستائين هلي چلي سگهندس. وقت يا ڪال جو ڪهڙو
وهي چڪو آهي ۽ انگلنڊ آمريڪا جو محتاج آهي ته آسٽريليا جو
به دعاگو آهي، اها آمريڪا جا انگلنڊ مان نڪيل لوڪن وسائي،
اها آسٽريليا جا انگلنڊ مان جنم ٽيپ مليل ڏوهارين ۽ بدڪار عورتن
لاءِ جيل خانو هئي.

ساهتيه ترمبن کي جاڳ آهي ته ساهتيه وقت جي حسن جي
پيدائش آهي، جيئرت جو عڪس آهي، ۽ جنتا جي جلواحه جو

جوڙ آهي، ۽ نه ڪنهن خاص مرد يا عورت جي من جي گهڙ آهي. هومر يا فردوسي، شيڪسپيئر يا تلسيداس، ٽاگور يا شاهه پهڊجي زماني جا اڪيلا شاعر يا يگانه ساهتيه ڪار نه هئا پر گهڻن ڏيڻن جي وچ ۾ هڪ ڏياٽي هئا، وقت جي تقاضا جي سڦلتا هئا، جنتا جي ڊيل خواهشن ۽ امنگن جو اظهار هئا. انهن مهاڪوين جي تهه کي رسڻ جي جنڪي چاهنا آهي سي ڀهرين اهو جاچين ته ڪهڙي دؤر جا جائي هئا، ڪهڙي جنتا جا فرد هئا، ڪهڙي مهاساگر جي ڇولين جا اُڀ هئا. اسانجي سنڌي ساهتيه جي ارڀمين ۽ پارکن هن ڏس ۾ خير ڪو قدم کنيو آهي. گهڻو ڪري سڀني ليکڪن، خورد بينيءَ سان ساهتيه ڪارن کي جاچيو آهي ۽ دؤربينيءَ کان ٿهه ڪم نه ورتو آهي. هڪ انگريز، سورلي، دؤربيني کڻي شاهه کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي ۾ چاڪاڻ پارليه ساهتيه جي کيس چاڻ نه هئي، هن واپاري ۽ اقتصادي انگن اکرن ۽ اجائي اٽڪاڙ سان الهيءَ حال کي پرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

انگريزي ساهتيه جي ايياس ڪندڙن کي نه شيڪسپيئر نه ملٽن مان مزو ايندو جيسين دؤربينيءَ سان انهيءَ مهاساگر جي ڇولين کي نه جاچيندا جو مهاساگر يوروپ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ پلٽجي پيو ۽ جنهنجي لهرن کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ پريا ٻه سؤ سال لڳي ويا. انهيءَ مهاساگر يا مهاجنبش يا مهاگردش کي انگريزيءَ ۾ ريئنسانس جو نالو ڏنو ائن يعني نئون دؤر يا نئين جاڳرتي. انهيءَ دؤر يا جاڳرتي جا پرسڌ نانءَ اٽليءَ ۾ تيا چوڏهين صديءَ ۾ — ڊانٽي، پيٽرارڪ ۽ بوڪيشيو — نه سورهينءَ سترهين صديءَ ۾ ٿيا انگلنڊ ۾ — شيڪسپيئر ۽ بيڪن، مارلو ۽ ڪڊ، سپينسر ۽ سڊني، گرين ۽ نئش، بومانٽ ۽ فليچر، بين جانسن ۽ ڊن —، ٽانجو ملٽن جي بلند شاعريءَ سان وڃي انهيءَ دؤر جو خاتمو ٿيو. اهو دؤر سؤ سال هليو، پندرهن سؤ سٺ کان سورهن سؤ سٺ يا اٺهٺ تائين، ۽ انهيءَ دؤر جي ڪري ئي انگلنڊ جو ساهتيه امر آهي.

ساڳي ريت، جڏهن ڀارت ۾ مسلمانن جون ڪاهون وڌيڪ زور
جڙي سٽيون ۽ مسلمان اجڙائي ڀارتي لسي ويا جهڙوڪ هندو، ۽
ويڙهن ۽ اپٽڻن، گيتا ۽ سمرتين جي جڳهه مٿيا ايڪو ڀرم
دولهو قاسم جي سکيا مان اسلام جي وحدانيت ۽ برادري جو
جوڙ ميڙ ٿي ويو تڏهن هڪ زبردست مهاساگر پلٽجي پيو، هڪ
اهڙي جنس جو ڏڪ آيو جنهن جنتا جي جيون ۾ ڦيرو آندو،
هڪ اهڙي واڻي ٻڌاڻ ۾ آئي جا سنسار جي ساهتيه ۾ پنهنجو مٽ
نٿي رکي. اهيءَ مهاساگر جي آڇ ٻاهرين ٻوڙ ٻوش سنت
ڪبير جي شلوڪن ۾ نظر آئي جنهن ماڻهو اڄا جٽي ٿو سگهجي ته
هندو هو يا مسلمان (تالو مسلمان جو ۽ مک ۾ رام نام جو)، ۽ ٻوڌ
نمودار ٿي جو ٻاريءَ هي ٽين ٿين ساڻن ۾:

جنتا ڪسي ٻهه ڪٽهنگي ٻيڙ،
تلسي، ميران، سور، ڪبير.

اُهن ۾ سنت تلسيداس ڀاڳوان هو ڇاڪاڻ ته سنت سورهن
سؤ اسي (١٦٢٣ع) ۾ چالاڻو ڪيو يعني ڪبير کان سوا سؤ سال
پوءِ اهيءَ مهاساگر جون ڇوليون جمنا ۽ گنگا لنگهي پنجاب تائين
وڃي پهتيون حتي گرن جي واڻي پرگهٽ ٿي ۽ پاڻين کي تارڻ لاءِ
گرنٿ صاحب جو پرڪاش ٿيو. دکن ۾، شواجي جي سمي سنت تڪارام
جا ابهنگ جنتا جي پياس اجهائڻ لاءِ هليا. اسانجي سنڌڙيءَ
تائين وسيع ۾ هن ساگر کي اچڻ وقت لڳو، جيئن اورو ۾ تائين
ڏڙ کي انگلنڊ تائين پهچڻ ۾ ٻه سؤ سال لڳي ويا. اهيءَ
۽ سنت-ڪوي يا سنت-شاعر ٽئزر جي عرصي ۾ ارڙهين صديءَ
۾ هڪ ٻئي پٺيان پرگهٽ ٿيا سنڌڙيءَ جا ٽي سردار، سنڌيت
جو ساهه ۽ شان، سنڌ هند جا ساکي ۽ سڳيد-شاهه، سچل ۽ سامي.
ملڻ جوڳو هو جڏهن سُڪسيٽر چالاڻو ڪيو، سامي ٻه جوڳو هو
جڏهن شاهه صاحب وفات ڪئي. سچل کي ته شاهه پاڻ ٿي جهڙ
ٻاراپو ته جو ڪندو مون چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي لاهيندو.

جي ساميءَ ني نظر چڙهيس ها ته شايد چوي ها ته ڪبير جو پرساد هي ڇوڪر جڳتا ۾ وراهيندو. هي هتا هند جي جاڳرتيءَ جا ٽي سنڌي مربي سنت-شاعر، ڪوي-اولياءَ. جن کي اُنهن مان رس ۽ لاڀ وٺڻو آهي ته ڪي اول اڀياس ڪرڻ گهرجي اُنهيءَ جنبش جو جنهن هنن کي ڪڏي نروار ڪيو.

سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه ۾ سنڌ جو جوهر اوتيل آهي، ۽ سندس لطيف ۽ مڌر ٻاڻي، ماڻو، سنڌ جي مٽي ۽ آب، آڪاش ۽ ڌرتيءَ جو نج سروپ آهي. شاهه جي تهه ۾ آهي هند جو گيان ۽ يوگ، ڀڳتي ۽ وئراڳ، ته مٿين بناوت آهي تصوف جي. سندس ڀيٽ ڪبير ۽ ميران، تلسيداس ۽ سورداس جي ڏور جي پيدائش آهن، نه رڳو آڪار ۽ روپ ۾، بلڪ ٻوليءَ جي لحاظ کان ۽ اندرين رمز ۽ ٻاهرين ڪهاڻين جي نسبت ۾ به. ٻاڻ ٻاسيو اٿس:

ملا سناسن، مون جڙ لڳي جان ۾.

سچل سرمست کي نه ليبل لڳائي سگهجي نه ٿو. جنهن ڪامل چيو ته، ”نه مين آب، نه مين آب، نه مين ابر. نه آفتاب،“ جو سدائين مگهن هو الهيءَ سونهن جي درشن ۾ جا نمودار ٿي مرليءَ واري گهنگهرين پائيندڙ سانوري ڪرشن ۾ ۽ اُنهيءَ يوسف ۾ جو مصر جي بازار ۾ ملهه وڪامڻ آيو، جنهن مجذوب دين دنيا جا لاڳاپا لاهي ڇڏيا ۽ منتر اُچاريو:

”ڪيڙو مست پرين، جي ڪٺي ناز مونکي،
وسريو روزو، ناهي ياد نماز مونکي“

تنهن لاءِ حد مقرر ڪرڻ واجب نه آهي، پر اڀياسي ۽ پارکو وڌيڪ فيض پائيندا جي ياد رکندا ته سچل ۽ تلسي، ميران، سور، ڪبير، تڪارام ۽ نانڪ، جي سنگت مان آهي، ساڳي ساگر جي اُڃ آهي، ساڳي جنبش، ساڳي جولان جي پيچ ۾ آيل آهي:

”صدقي سچل مان ستگر تان، جنهن جانب جوش جڳايو،
گور ۽ گوبند صورت ساڳي، راهه الهيءَ ۾ رهندين.“

سامي جا شلوڪ ۽ ظاهر ظهور ڪبير جي شلوڪن ۽ نانڪ محل جي شلوڪن جي برادري ۾ مان آهن ۽ سنڌ هند وچ هڪ پل آهن، جهڙيءَ وسيلي شڪارپور جي مڙهيءَ مان برالکهه ٻالي امرتسر جي سولي دربار ۾ پهچي سگهجي ٿو ۽ ڪبير جي ڪاشي ۾ گنگا مان لهڻي ۾ سکر جي سڌ ۽ سادن جي آستان تي رتن ٿو ڪري سگهجي. ايهاسيءَ ڪي سامي جي شلوڪن جو هي رس وڌيڪ آهي ۽ سامي جيڪي اوديا، وديا، ستگرو، اڳيائي، من جي ترڳ، پنج وڪار...... وغيره بابت بوليو آهي سو جيءَ سان جڙيو آهي ۽ هن ڪي ڪبي ۽ ٻهوڙن ٻهوڙن تلسي، ميران، سور، ڪبير... مان ٻالڪي ترابت ڪري ٿا ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڪي ٿورا سندن ٻهه ۽ شلوڪ اُجارڻ ڪري، مثلاً:

(١) چار اٺاوهه ٿو پڙهي، ڪت پڙهه ڪوٻا مول،
سومه شد چيهي سان، جيون پنهي چنڊول.

(٢) ايڪ ڀروسا ايڪ ٻل، ايڪ آس وشواس،
سواتي سلسل گورو جون هن، چاتڪ تلسيداس.

(٣) ڪام ڪروڌ مد لوڀ ڪي، جن لڳ من مين کان،
تلسي پنڊت مورکو، دونو ايڪ سمان.

(٤) تلسي يا سنسار مين، پانچ رتن هين سار،
ساڌ سنگت ستگور سرن، دٻا دين اپڪار.

(٥) ڪال بلي سب جڳ کائيو، برهمادڪ مني روڳي،
سو آدم ڪي ڪون گتي هي، اور ٻوي ٻرسوڳي.

(٦) جن ڪي پيا پرديسه هين، لڳ لڳ پنچين ٻالي،
ميران ڪي پيا ٻردي ٻسه هين، نا ڪهين آئي نا ڪهين جائي.

(٧) مرڳ ترشنا جيون جڳ وچنا هي، ديک هودي بچار،
ڪبي نانڪ ٻج سمه نام لعه، جائي هوسه اڌار.

(٨) جيسي جل تي ٻدٻدا، اُپجي بسي نيمه،
جڳ وچنا ليسي رچي، ڪهه نانڪ سن ميمه.

(٩) چاھ مٽي چنتا گئي، منوا بي پرواھ،
جن کي ڪڇو نہ چاهئي، سوئي شاھنشاھ.

(١٠) جا ڪوجمھ برهما اُڪي، سرنر مني ديوا،
ڪھي ڪبير سن ساڌوا، ڪر ستگور سيوا.

(١١) گور بن مالا ڦيرلي، گور بن ديتي دان،
گور بن دان حرام هي، جائي پوڇو ويد پران.

(١٢) يہ تن وش کي بيلري، گورو امرت کي کان،
سيس ڏئي جو گورو ملي، تو ڀي سستا جان.

(١٢) سڀئي ڀر تو هي راج ملو هي، حاڪم حڪم ڏهائي،
جاڳ پڙا جب لاو نہ لشڪر، پلڪ ڪلي سڌ پائي.

(١٣) دک سک ايڪ سمان ڪر، هرش شوڪ نهين وياپ،
نروڀري نهہ ڪامنا، اوپجي ڇوهہ نہ تاپ.

(١٤) من داتا من لالچي، من راجا من رنڪ،
جو يہ من گورو سي ملي، تو گورو ملين نشڪ.

(١٥) من گورک من گوبندا، من هي اوگهڙ سوئي،
جو من راکي جتن سي، آپ هي ڪرتا هوئي.

(١٦) من مريد سنسار هي، گورو مريد ڪوئي ساڌ،
جو مالي گورو بچن ڪو، تاڪا مت اگاڌ.

(١٧) جيتي لهر سمندر ڪي، تيتي من ڪي دوڙ،
سهجي هيرا نيپجي، جو من آوي ٺور.

(١٨) من هي ڪو پرٻوڌ لي، من هي ڪو اُپديس،
جو يہ من بس آوئي، تو ششيہ هوئي سب ديس.

(١٩) من موتا من پاتلا، من پاڻي من لائي،
من ڪي جيسي اوپجي، تيسيي هي هوجاءِ.

(٢٠) من ڪي بهتي رنگ هين، ڇن ڇن بدلي سوءِ،
ايڪ رنگ مين جو رهي، تاسا برلا ڪوءِ.

چونڪ ڪردي ذات مرشد را قبول،
هم خدا در ذاتش آمد هم رسول.

۽

تو بهي جان جمله عالمي،
هردو عالم خود توئي بنگر دمي.
درحقيقت خود توئي أم الڪتاب،
خود ز خود آيات خود را باز ياب.
صورت نقش الاهي خود توئي،
عارف اشيا ڪماهي خود توئي.
آنچه مطلوب جهان شد در جهان،
هم توئي و باز جو از خود نشان.
هم ملڪ هم ذرهٔ فلڪ بشناختي،
گر يڪنه خويشتن ره يافتي.

* * * *

جيئن شيڪسپيئر کي پنهنجن رچنائن ٽانڪن جي پرواه ڪانه هئي، ليڪن سامي ته پنهنجن شلوڪن بابت بلڪل بيپرواه هو. هن سڄاڳين جي وقت ۾ مشهوري جو مرض ڪونه هو. ۽ قدرت کي منظور نه هو ته سامي جا شلوڪ جنهن مت ۾ پيل هئا، تنهن مت جي پڇڙ سان هوا ۾ متي سان هڪ ٿي وڃن، يا ٽٽل ٻڳل ٽڪن ۾ جنتا جي چپن مان اُچارڻ ۾ اچن. قدرت سامي ءَ جي شلوڪن سان وڏو نيڪي وڙ ڪيو آهي. هڪ ٻئي پنيان ٻرڪ سنڌي ودوانن انهن شلوڪن کي گڏ ڪيو آهي ۽ ڇاپيو آهي، دل سان هنڊايو آهي. اُنهين ڏور جي چئن اُبن مان سڀن سارن ٻن، سامي ءَ جي شلوڪن لي ٿوڙ نچويو، مغز ڪڍيو ۽ داد ڏنو. ديوان ڪوڙيمل جو ٽالو سنڌي ساهتيه ۾ پيو نه ته انهي ءَ ڪري سدائين ياد هوندو جو هن صاحب جاڪوڙو ڪري ٻن هزارن ڪان مٿي شلوڪ هٿ ڪيا، چنڊڇاڻ ڪئي ۽ معنيٰ ۽ سمجهاڻي سميت ڇپايا. ديوان ڏيارام

گدومل انهن شلوڪن جو سار ڏيندي سنڌي نثر کي فصاحت ۽
بلاغت جي جوڙيءَ ۾ وسايو. تنهن صاحب، شري واڌومل مولچند،
سامي مان چونڊ ڪندي تڪرار جو اوٽ ڏئي ۽ شلوڪن جي
وشيوار ترتيب ڪئي. هڪ پرڀميءَ (شري شالتي شاهاڻي) ساميءَ
جي شلوڪن کي انگريزي جامو پهرايو پر اهو پستڪ مون اجا پڙهيو
نه آهي. هڪ پروفيسر (ڪلياڻ آڏواڻي) محنت ڪري سامي جي
ڇهه پستڪ رچيو جنهن جي پڙهڻ سان ساميءَ لاءِ اڪبر جي جاڳي
۽ ساميءَ جي شلوڪن لاءِ اتساهه. ٿوري وقت هڪ سنڌيءَ جي
اُستاد بيدار مٺو ساهتيه پرمي، ساميءَ جي هر لکڻيءَ، سامي جي
شلوڪن جو اونهو ابياس ڪري تن ۾ ان ڇهه ڪيا آهن، سچيتي
ڇاپيا ۽ دستخط پرتي، هڪ شڌ ڇاپو پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ نه
نه ديوان ڪوڙيمل جي ڇاپي کان ۱۴۰۰ شلوڪ وڌيڪ درج ٿيل
آهن. پروفيسر پوهراج هولچند ناگراڻي نه رڳو محنت ڪري ساميءَ
جا سڀ شلوڪ هٿ ڪيا آهن پر اهو به ڏيکاريو آهي ته ڪهڙا ڪهڙا
شلوڪ سامي صاحب جوانيءَ جي جوش ۾ لکيا ۽ ڪهڙا پيريءَ جي زماني
۾ جڏهن هنجو انيڀو پڪو هو ۽ پورو. ساڳئي وقت ۾ شلوڪ الف بي
ڏيکاريا آهن ۽ بيا ٻ جي سري هيٺ ته پڙهندڙ ڄاڻي ته جوانيءَ
جي الف شلوڪن ۽ پيريءَ جي ٻ شلوڪن ۾ ڪيترو … معلوم
ٿيل آهن. پروفيسر ناگراڻي نه رڳو معنيٰ ۽ سمجهاڻي ڏني آهي
۽ شلوڪن جو صحيح اُچار پڌرو ڪيو آهي پر هڪ عالماڻي ڀومڪا
لکي سنڌيءَ ۾ ڀڳوت گيتا ويدانت ۽ يوگ جو وستار عام فهم
ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي، جنهن جي پڙهڻ سان ڪوبه سنڌي سمجهي
سگهندو ته ڀارت سنسڪرتي جا ڇيدي آهي ۽ ڀارتيه وچار ۽
وشواس جا ڪي اڏول آهن. پروفيسر ناگراڻي ناد ۽ سرمد شبد يوگ
بابت جيڪي لکيو آهي، تنهن مان سنڌس ابياس جي سڌ پوي
ٿي پوي. باقي سورلي صاحب جي ذات وڃي ساميءَ جي وقت
سنڌ جا ڪٿي تنهن ۾ جو پروفيسر صاحب ٻه ٽي داستان لکيا آهن ته
مان شلوڪن جا پڙهندڙ ڪيترو لاڀ پرائيندا سو ڇئي نٿو سگهجي.

ساميءَ جي شلوڪن جي ٻولي ۽ ٻيهڪ نرالي آهي. ڪيترن سگهڙن، خاص ڪري پيشن ۽ ڀڳتن، سنڌي ٻوليءَ ۾ شلوڪ رچيا آهن، جن ۾ ويدانت ۽ تصوف جا مسئلا آيل آهن ۽ ڪي بيت ۽ شلوڪ ته ٻڌهه ساميءَ جي شلوڪن جهڙا پيا لڳن. مايا ۽ متيا، ست ۽ اَست، جڳت ۽ اوديا، جيو ۽ برهم، آتما ۽ پرماتما، من ۽ ٻڌي... اهي شبد ائين ٿا ڦندڪڻ ۾ اچن، ڄڻڪ ڪو ٻال آهي جو ڪو بـ بازيگر اُڇلائي ۽ جهٽي سگهي ٿو. ليڪن ڪو ٻه سمجهو ماڻهو ڄاڻي ويندو ته هي ٻيا شلوڪ هتراڊو آهن، نقل آهن، ملمعي جا آهن. سامي ۽ ملڻ جي وچ ۾ هونءَ ته زمين آسمان جو فرق آهي — سامي ۾ تورَت آهي ۽ ٻاڻ مارڻ، ملڻ ۾ آهي خودي ۽ وڏءَ جو مادو... ۾ ٻن ڳالهين ۾ هڪجهڙا آهن. هڪ ته ملڻ ٻو ٻون هو پنهنجي دؤر جو ته سامي ٻه ٻو ٻون آهي سست ڪوي؛ سامي ڪانپوءِ ٻيو زمانو شروع ٿي ويو. ٻيو ته واڻي ٻنهي جي شاندار آهي، جنهنکي انگريزيءَ ۾ "گرئنڊ سٽائيل" چيو ائين. ٻيا ڪوي ڪجهه ٻه ڪن ۾ انهيءَ شان يا بلندي واري سٽائيل تي نٿا رسن. ملڻ جا لفظ صفون ٻڌي مارچ ڪري رهيا آهن، ساميءَ جا شبد ٻه ڄڻڪ قواعد ڪري رهيا آهن، هڪ هڪ کي پنهنجو شان آهي، سيني کي گڏي پنهنجو ٻيڪو آهي. شاهه جا بيت آئتون آهن، الهام آهن، ساميءَ جي شلوڪن جي اها دعويٰ ٿي نٿي سگهي ڇاڪاڻ ساميءَ ۾ نه آهن سورما، نه سورميون، نه نرڪ، نه سرڳ، نه هوءَ دنيا، نه هي دنيا؛ اُنس فقط اندر ۾ جهاتي. ساميءَ جي شلوڪن ۾، سچل جي بيتن ۽ ڪافين جي مستي نه آهي، ڪشش نه آهي، بيخودي نه آهي، ۾ سچل ۾ جي لهر آهي نه ساميءَ ۾ وري نهر آهي. شاهه ۾ لهر ٻه آهي نه نهر ٻه آهي. ساميءَ جي ڪوتا ۾ شاعرن جي رنگين مزاجي جي جهلڪ ٻه ڪانهي. جنهن وقت خيال ٿو ڪجي ته سامي رهاڪو هو سنڌ جي اُنهيءَ زماني جي شوقين شهر (شڪارپور) جو ۽ هر هر ايندڙ ويندڙ هو اُنهيءَ زماني جي مشهور ڪپڙي جي منڊيءَ ۽ سکن جي تخت گاهه (امرتسر) جو ته نپرس ٿو لڳي ته ڪهڙي نه

۽ کهاڻين، الهاس ۽ چالو تشبيهن ۽ استعارن سان ڀڙهندڙ جو من موهين ٿا، سامي وٽ ڪي ٿورا اشارا ڪي ٿورڙيون تشبيهون آهن— ٿوڙي ۽ ٽانگ، ڪنول گل، انل پکي، سپپ منجهه راجا، دسوان دوار، موهن جي مرلي، چڪور ۽ چنڊ، سهاڳڻ ۽ گهونڊ، ستگرو، ۽ سرڪي...... پر انهن وسيلي هڪ دلڪش ڪونا رچي سگهيو آهي جا هزارن شلوڪن ٽائين وڃي ٿي پهچي. سامي جا شلوڪ نه منتر آهن نه ڇهاڙ، نه شرولي نه سمرلي، ساميءَ جي شلوڪن ۾ نه آهي واد نه وواد، نه شڪائون نه سنڪاپ، نه واعدا نه ويڙ. ساميءَ جي شلوڪن ۾ اسانجي زماني جو ڀرس ڪونهي، نه وگيان آهي نه ڀمڪ، نه ڪلا نه ڪاون. پر سنڌي جيتا وٽ هي شلوڪ بلڪل قبول آهن ۽ پنڊتن وٽ به پسند آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي ته هي شلوڪ هڪ اوچ ڪوٽيءَ جي شاعر جي رچنا آهن.

* * * *

سامي جي شلوڪن جو روپ بلڪل سادو آهي، پر اندر مٺيا اٿن. سامي جا شبد سولا پر مڌر آهن. سامي جيتا جو شاعر آهي پر ودوانن ۽ اميرن کي فهمائش ٿو ڏئي ۽ سنڌن کي مهت ٿو ڪري. سنڌي شاعر اڪثري اوچي ڳالهه ٿا هلن پر ساميءَ لاءِ ”غريبي گلزار انگي موچاري ميڻکهو چوي“. سامي جي غريبي ۽ نرڙس، حلم ۽ مرم انهيءَ ڪري نه آهن جو هو بيڪس آهي يا بيدل، بيوس يا دلگير، دکايل آهي يا نياز، بلڪ انهيءَ ڪري جو لوڪشاهي جي زماني کان گهڻو اڳي هو سچي لوڪشاهي جو قائل هو. سامي دنيا جا ٻاهريان ٺٺ ڇيري الدرين راز کي پڙوري انهيءَ ڪيو ته برهم ٻنان ٻيو ڪجهه نه آهي. هي جڳت مٿيا آهي، مايا جي ڀرم ڪري ٿي ”مان ۽ تون“ جو ڀيد اسانکي ستائي رهيو آهي ۽ ٻئي جي ٻنڌن ۾ جڪڙجي اسين ڏکي ٿي رهيا آهيون. جڏهن وقت اچيو ٿيوسين ته اسانجو روپ، اسانجو اصل، نه اندريون آهن نه جسم، نه دماغ نه دل، پر ڪجهه ٻيو آهي، ۽ جڏهن لاءِ اسين ٻاهرين وسٿن

۽ ٿا سرگردان ٿيون سو اسانجي ٿي اندر ۾ آهي ڇڏهن وقت ايترو آئند جا ڀاڱي ٿيندا سين ۽ دلي ۽ دولت، ڪليف ۽ ڪلفتا، سڙڻ ۽ ڪامڻ کان رهڻ ٿي هر ڪنهن ۾ برهم ڏسندا سين، برهم ٻڌندا سين، برهم ۾ لئو ليئي ٿيندا سين:

سامي ڳنڍر ۾ ڳنڍر، لڪن ۾ ڳهر اڳهر لئي،
مي بڌ واليءَ ڪون، ٻري ٻرمل اڳوجر
ٻران ٻيارو سڀ ٻر، سڏائن سمتر،
اڙڙو بد امر، ڳروءَ لکايو ڳاجه سان.

ساميءَ جي ٿورڙو بيهو تنير جي نه آهي ٻو شاهن جي شاهه جي آهي، جنهن وٽ ڪا ڪمي نه هجي، ڪا جاهنا نه هجي. ويدڪ ونين وانگر ساميءَ کي آتم گيان دوارا آها ٻڙور ٻنعي جا اچ جي وگيانين کي ڦراڻن لهرين ۽ جوگ ٻجهائي ڪالموءِ ۾ مشڪل ٻنعي آهي: هيءَ ساري سرشٽي اڻ هوندي ڀاڙي آهي، ڀانگر ڪوبيو آهي؛ اوديا ڪري اسان کي سڀ سمجهي دکي ٿي رهيا آهيون، پر جنهن وقت ستگروءَ جي مهر سان اوديا دور ٿي من جا وڪار ڪٽجي ايندا ڀانگر، آتميءَ ٻلٽ ڏاڙي سان ٻرٽم ڏکيوسين ۽ سندس درشن ڪيوسين نه پوءِ جيو آتما ٻرماتما ۾ لئي ٿي ويندي، سچ جو ٿوروڙو سچ ۾ ٻوڙجي ويندو، ٻاڻيءَ جو قطرو مهاساگر ۾ ڳري ٿي ويندو، ۽ نه رهندو مان نه تون، فقط هو، برهم، ايڪو برهم. سڀئي ۾ اسان کي سڀ سمجهي رهيا ٿا ۽ اڪ ٻڇي ٿي نه سمجهون ٿا پورو هو، ليڪن هن وڏي سڀئي ۾ ۽ ٻڇي وڃون ٿا ۽ مايا جي ڦندي ۾ ڦاسي دک ٿا ڀوڳيون ۽ جوڻين جي چڪر ۾ ٿا ٻيڙجون. مالڪ ديهي امله آهي جنهن ۾ آتم گيان ڀالي سگهون ٿا، پر رڳو ڪتابن پڙهڻ ۽ واعظ سان جوڳ سان اهو گيان لڌو اٿي، هتي نه سر جي سٽ ڏيڻي آهي، وڏا ساڌن ڪرڻا آهن، ٻوگ ويراڳ ۽ تياڳ جي واٽ هلڻي آهي، اندرين کي وس ڪرڻو آهي، من جي چنچلتا دور ڪرڻي آهي، برهم ۾ لئو لائڻ ليکو آهي. پوءِ به جڏهن

ستگرو پرسن ٿي ڪرپا ڪري اُنهن اهو درشن ٿئي ۽ جنم جنم جو تتل ڪوٽ ٽري.

اسانجي هوندي وگيانين حيرت جهڙيون کوجنائون ڪيون آهن، پر سڀ کان حيرت جهڙي کوجنا اها آهي ته سرشٽيءَ ۾ خالي هڪ ئي وستو آهي ۽ پيو ته جڙ ۽ چيتن ۾ اندريون فرق ڪونهي، فقط آڪار جو ڀرم آهي. اڳي وگياني چوندا هئا ته سرشٽي ٺهيل آهي ڪن تتون جي، ڪن جزون جي، اڳي سون ۽ مٽي جي تتو يا جزي کي علحدو سمجهندا هئا. پر هينئر وگيانين کسي سڌ آهي ته پٿر ۾، ڪوئلي ۾، سون ۾ ۽ ڪاٺ ۾... ڪوبه فرق ڪونهي. "چيٽيءَ ۽ ڪنچر ۾ سم ڏسن ڀڳوان." اندرين تهه جي لحاظ ڪري سڀ چيزون هڪ آهن، هڪ ئي شيءِ جو روپ يا هڪ ئي جوت جو پرڪاش آهن. اها انوکي وستو هڪ ناٽڪا وانگيان پيئي نچيءَ جڏهن ناچ جو قدم هن پاسي ٿئي ته سون جو اظهار ٿئي، هن پاسي ٿئي ته ڪاٺ ڏسڻ ۾ اچي...... ڪي وڏا وگياني پڇڻ لڳا آهن ته سنسار جون چيزون ڪنهن حسابدان جي مغز مان نڪتل آهن ڇا، يا ڪنهن ناچوءَ جو ناچ آهن ڇا؟ سامي کان پڇن ته هو هننکي ٻڌائي ته هي اڻ هوندي بازي آهي بازيگر جي. انهيءَ ڳالهه ۾ وگياني سامي کي جيڪر ها ڪن، پر جڏهن سامي وري چوين ته اهو بازيگر ڪو توهان کان پري نه آهي، هنجو نڪاٽو اسان ۾ ئي آهي، اسانکي ڀرم آهي ته هو اسان کان دور آهي، ته جيڪر اها ڳالهه ڪداچت نه قبولين. سدن کوجنائون انهيءَ حد تائين نه پهتيون آهن. پر وڏو ڀرم ته جڙ هڪ چيتن پيو هاڻي لهي ويو آهي. آئنسٽن جي جدول جڙ-چيتن ڀيد جو خاتمو ڪري ڇڏيو، ۽ ساڳئي وقت ائٽمڪ ٻم گولي جو پايو وجهي سڄي آدم ذات کي هراس ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڪو وقت ايندو جو وگياني تجربو ڪري ثابت ڪري ڏيکاريندا ته اهو جڙ-چيتن سڀ آتما ۾ ئي آهي، آتما جوئي ڪرشمو آهي، ۽ جيڪي پارليه سنسڪرتي

۾ منهن کان جيل آهي، 'تو منجهه تنهنجو آهي رام' ويساس ۽
سابوت واکو ڪري جو آهي سڀ ڪنهن ديس ۾
(The Kingdom of God is within you)—(ايشور جي راڄڌاني تو
۾ آهي) ٻاهر نہ آهي، سو وگياني ٻنهي حساب ۽ ٻنهي تجربن
سان ثابت ڪري ڏيکاريندا.

ديوان ڏيارام گدومل، پروفيسر جيٺمل پرسرام، پروفيسر ڪلياڻ
آڏواڻي، ۽ پروفيسر ٽاڪراڻي جي سمجهاڻي ڪالهوءِ صوفي لاءِ سامي
جي شلوڪن جي انتاز ڪري اجاڳي لهندي ۽ سار ڏيڻ يا ارٿ ڪرڻ
بي معني لڳندو. منهنجي ڪوشش هئي جند صفحن ۾ هيءَ ٿي رهي
آهي نہ اسانجا سنڌي ٻالڪ ۽ ٻيهر ون ساميءَ جو پورو قدر ڪن ۽
سڃاڻن نہ هو هڪ مها ڄاڳرتي دور جو پورڻ سنت-شاعر هو،
۽ تورو عوض ڪن نہ سنڌي وگيان ۽ اوزارن ۽ سکيا ۽ جوڳ جڳ
جي زمانن کان اڳ هڪ سنڌي سابوت ۽ ويساسيءَ صرف گوروءَ
جي ڪياس، ڪريا ۽ وديا جي ابياس سان ڪيئن آتم گيان پاتو
۽ آهيءَ جو رس سنڌي لوڪن کي چکايو.

•

٢٥ مئي ١٩٥٥ع

لالسنگهه اجواڻي

